سامي، ڪامي، پرينءَ لئه، ڪُسي ٿيا ڪباب،
سندو ذات جواب، تون ڪيئن پڇين تن ڪان؟
- ڀٽائي

# سنڌ جا بَرَ بَحَرَ پهاڙَ

## غلام رباني آگرو

سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو، حيدرآباد
سنڌ.

ثقافت کاتو،
حڪومت سنڌ،
ڪراچي.

# پيش لفظ

سنڌي ادبي بورڊ، نامياري ليکڪ، سائين غلام رباني آگري جو هيءَ ڪتاب "سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ" وڏي شوق ۽ احترام سان پنهنجن پيارن پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري ٿو.

سائين غلام ربانيءَ جي اولين ادبي مڃتا سنڌي ڪهاڻيءَ جي حوالي سان آهي. سندس نالو جديد سنڌي افسانه نويسي جي "تمورتيءَ" ۾ شامل آهي، جنهن ۾ ٻيا ٻه ڄڻا جمال ابڙو ۽ شيخ حنيظ آهن. رباني صاحب جي افسانن جو مجموعو "آب حيات" هاڻي سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڪلاسڪس ۾ شمار ٿئي ٿو.

رباني سائينءَ ڪجهه عرصي لاءِ لکڻ ڇڏي ڏنو هو. پر، جڏهن قلم وري هٿ ۾ کنيائين، ته لکڻ جي انهيءَ نئين مرحلي ۾ سندس موضوع بدليل هئا، ۽ افسانن بدران 'علمي ۽ فڪري شهپارن' جي تخليق ٿي. ان سان گڏ، ملڪ جي ممتاز علمي ۽ ادبي شخصيتن تي خاڪا لکيائين، جن سنڌي ادب ۾ منفرد ۽ يادگار حيثيت حاصل ڪئي. مون کي اهو فخر حاصل آهي ته اهي خاڪا اول مون کي ٿي مليا ۽ مهراڻ جي صفحن جي زيب زينت جو سبب بنيا. رباني سائينءَ انهن ۾ واڌارو ڪيو ته "جهڙا گل گلاب جا" ڪتاب جُڙي پيو، جيڪو بورڊ جي انهن چند ڪتابن مان هڪ آهي، جن کي هاڻي غيرمعمولي ادبي مقبوليت حاصل ٿي آهي.

هت، رباني سائينءَ جي فڪري اپياس "سنڌي ڪلچر- پس منظر ۽ پيش منظر" جو ذڪر ڪرڻ بيجا نه ٿيندو. اهي مضمون

روزنـامـه "هلال پاڪستان" ۾ ڪالمن جي صورت ۾ شايع ٿيا هئا. پر، انهن جي ڪتابي صورت ۾ اشاعت بـ نهايت ضروري آهي ۽ منهنجي تـ ديرينـ تمنا آهي.

هي ڪتاب، ٽن قابلِ احترام هستين -- پير سائين روضي ڌڻي، غوث بهاؤالحق ملتاني ۽ قلندر لعل شهباز بابت مصنف جي مطالعي جو نچوڙ آهي. اهي ٽيئي موضوع اهڙا ڪونـ آهن، جن تي اڳ ڪڏهن ڪنهن لکيو ئي نـ هجي. پر، رباني سائينءَ جي لکڻ جي انداز ۽ ان مان نڪتل نقطن کي پڙهڻ سان اها چوڻي ياد اچي ٿي تـ "سُرمو سيڪا اک پائي، پر اک اک جو ڦير".

اندازِ بيان جو اهڙو فرق ئي ڪنهن بـ مصنف کي ٻين کان منفرد ۽ ممتاز بنائيندو آهي.

٢٠- آڪٽوبر ١٩٩٦ع
جامشورو. سنڌ.

نفيس احمد شيخ
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# انتساب

ارنيسيت ترمپ، ايچ. ٽي. سورلي
۽ ڊاڪٽر اينيمري شمل جي نالي.
سنڌ کي پنهنجن محسنن تي فخر
۽ ناز آهي.
سنڌ جا سمورا ايندڙ نسل پڻ کين
سڪ سان ياد ڪندا رهندا.

- غلام رباني آگرو

# فهرست

پير سائين، محمد راشد، روضي ڌڻي، رحمت الله عليہ سونهاريءَ سنڌ جي برگزيده، باڪمال ۽ ڪرشمہ ساز روحاني شخصيت آهن. سندن ولادت جو سن ١١٧٠هجري ۽ وفات جو ١٢٣٣هجري آهي. ان حساب سان، پاڻ، هن جهان ۾ حضور پيغمبر ﷺ جن جيتري ڄمار ماڻيائون.

مون ڪان مخدوم امير احمد ڪهڙن واري جو هڪ گفتو ڪڏهن ڪونہ وسريو آهي. هڪ دفعي، حيدرآباد جي بسنت هال ۾ تقرير ڪندي چيائين تہ، "سنڌ الله وارن جو ديس آهي." مخدوم صاحب جي ڳالھ ۾ ڏاڍو ڪو تاثير هو. سندس گفتو منهنجيءَ دل تي نقش ٿي ويو. بيشڪ، سونهاريءَ سنڌ وڏا وڏا اولياءَ پيدا ڪيا آهن. ليڪن، پير سائين، روضي ڌڻي، گلستانِ سنڌ جو هڪ اهڙو تہ بي مثال گلابي گل آهن، جنهن جي سونهن ۽ سرهاڻ، سنڌ ۽ بيرون سنڌ، ڪيئي پرانهان پٽ، پڊر، پونا، پهاڙ ۽ ٿر بر واسي ڇڏيا آهن.

پاڻ ننڍپڻ ۾، ڪجھ عرصو، ڪنڊياري تعلقي جي ڪوٽڙي ڪبير واري مدرسي ۾، مخدوم يار محمد وٽ پڙهندا هئا. اتي هالاڻيءَ جو بزرگ، سيد عاقل شاھ گيسوئي دراز ۽ مخدوم محمد دائود آگرو سندن هم درس هوندا هئا. مون سان حاجي بلال آگري ڳالھ ڪئي تہ مدرسي ۾ نم جو هڪ وڻ هوندو هو، جنهن جي هيٺان تڏا وڇائي، طالب پنهنجي استاد ڪان سبق وٺندا هئا. هڪ دفعي مخدوم يار محمد درس ڏيندي پير سائينءَ کي چيو تہ: "ابا محمد راشد! نم جي هن وڻ ۾، ڪانون جو ڪو آکيرو آهي. سي نياڳا، سڄو ڏينهن ڪن ڪچرو ڪيرائي، طالبن جا ڪپڙا خراب ڪندا رهن ٿا. اهو آکيرو تہ پٽي ڇڏيو."

پير سائينءَ جن ان مهلَ ئي نم تي چڙهيا. ڪانون ڪين گهٽئي ڪڪ ڪيو. پر پاڻ آڪيرو پٽي، هيٺ لٿا. اهو ڏسي استاد کي مٿن ڏاڍو پيار آيو. سندن مٿي تي هٿ ڦيرائي هنڌا گهمائي، ڪين هنن لفظن ۾ دعا ڪيائين:

"ابا محمد راشد، جيئن اڄ ڪانون توتي ڪانگيرا ڪيا، تيئن الله اهو ڏينهن به آڻيندو، جو جُڳَ تنهنجي مٿان ڦُرندا."

رب پاڪ، درويش جي دعا، حرف بحرف قبول ڪئي. پير سائين، محمد راشد جڏهن وڏو ٿيو، ته رشد ۽ هدايت جي اهڙي ته زوردار شمع روشن ڪيائين، جو ماڻهو پتنگن وانگر مٿن پاڻ گهورڻ لڳا. برن ۾ بازارون لڳي ويون. خلقن جون خلقون پلتجي پيون. چون ٿا ته سنڌ اهڙو نظارو نه اڳي ڏٺو نه پوءِ. محمد نظاماڻي پٽ باجهي نظاماڻيءَ جو، لنواريءَ جي لال، خواجه محمد زمان سائينءَ جي مريدن مان هو. پير سائين، روضي ڌڻيءَ جي خليفي اول، محمود نظاماڻيءَ ملفوظات شريف ۾ نقل بيان ڪيو آهي ته:

"مون سان محمد نظاماڻيءَ ڳالهه ڪئي ته منهنجي پيءُ باجهي فقير چيو ته هيڪر مون خواب ڏٺو ته هڪڙو سادات اتر طرف کان پيدا ٿيو آهي، جو خلق کي ارشاد پيو ڪري، ۽ سارو جهان ان جي فيض کان بهرياب پيو ٿئي."

باجهي فقير مٿيون خواب سيني پٽن ۽ مٽن کي ٻڌائي، سمجهايو ته:

"جڏهن اهو معرفت جو سج اڀري، ته اوهين سڀ ذرڙن وانگر ان جي نوراني شعاع مان بهرياب ٿجو، ۽ جيڪڏهن آءٌ هن فاني دنيا مان رحلت ڪري وڃان، ته هزارين سلام، هن ناتمام طرفان، انهيءَ محي الدين والسلام جي حضور ۾ پهچائجو."

خليفي محمود بيو اهڙو واقعو حافظ هاليپوٽي جو پڻ بيان ڪيو آهي. هيڪر خواب ڏٺائين تہ:

"هڪ نوراني شعاع اتر جي طرف کان وني سوجهرو ڪيو آهي ۽ ساري جهان کي پنهنجيءَ روشنائيءَ سان ويڙهي ورتو اٿس."

سڀ خواب سچا ڪونہ ٿيندا آهن، پر ڪي سورنهن آنا سچا بہ ٿيندا آهن. ڪي خواب حقيقتون ٿي ويندا آهن، تہ ڪي حقيقتون وري خواب ٿي ويندي آهن. هونئن، اڪثر ڪري هن جهان جا انسان، مون وانگر، زندگيءَ ۾ اڪثر ڪري پنهنجا پنهنجا خواب ڪٽي زنده رهندا آهن. ڪن ڏاهن تہ ماڻهوءَ جي زندگيءَ کي ئي خواب ڪونيو آهي. فانيءَ فرمايو آهي تہ:

زندگي ڪاهي کو هئہ ؟ خواب هئہ ديواني ڪا

پر، جديد دور جو انسان هر ڳالهہ جي صداقت پرکڻ کان ان کي سائنس جي اصولن تي پرکي ٿو. تاهم، خواب جي اهميت کان اڄ بہ ڪنهن کي انڪار ڪونهي. يورپ ۾ توڙي آمريڪا ۽ روس ۾، خواب جي نوعيت، ماهيت، تعبير ۽ تشريح کي سمجهڻ لاءِ نفسيات جا ماهر علمي مرڪزن ۽ ليبارٽرين ۾، رات ڏينهن تحقيق ڪري رهيا آهن. انگريزي زبان ۾ تہ هڪ چوٽي عام ٿي ويئي آهي:

Coming events cast their shadows

(ايندڙ واقعن جا پاڇا اڳواٽ پون ٿا)

سنڌي زبان جي هاڪاري عالم، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي ڪتاب "لنواريءَ جا لال" ۾ فرمايو آهي تہ:

"مشرق جي ماڻهن ۾ عام اعتقاد آهي تہ جڏهن ڪو عجيب واقعو وارد ٿيڻ تي هوندو آهي، يا جڏهن ڪو ڏٽيءَ

ڏنو فطرت جي ڪک ۾ سمايل هوندو آهي، تڏهن ڪن رندن کي ان راز جو اڳيئي پرو پئجي ويندو آهي. مثلاً جڏهن حضرت عيسيٰ بيبي مريم جي پيٽ ۾ هو، تڏهن ان جي تولد جو ڄاڻ شمعون کي ڪيو ويو هو ۽ خود حضرت عيسيٰ کي وري حضرت محمد ﷺ جي آمد جو اطلاع ڪيو ويو. ڪيترن اوليائن جي باري ۾ پڻ اڳڪٿيون ٿيل هيون."

باجهي فقير ۽ حافظ هاليپوٽي جي خوابن جي تعبير هاڻي روز روشن وانگر چٽي بيٺي آهي. پير سائين روضي ڌڻيءَ جي درگاهه جا معتقد ۽ مريد پنجاب، اتر سنڌ، لاڙ، ناري، ٿر، ڪڇ، جيسلمير، قلات ۽ بلوچستان ۾ لکن جي تعداد ۾ پکڙيا پيا آهن.

اهڙيءَ بلند و بالا شخصيت جي زندگيءَ جي حالات کي بروقت قلمبند ڪرڻ وڏو خير جو ڪم ٿئي ها. سندن تعليمات کي پکيڙڻ لاءِ هن مهل تائين جيڪر ڪيئي ڪتاب لکجي وڃن ها. حق ته ائين هو ته نه فقط ڪتاب لکيا وڃن ها، پر علمي، تعليمي ۽ ادبي ادارن ۾ تحقيقاتي مرڪز قائم ڪيا وڃن ها. ائين ان ڪري به ڪرڻ کپندو هو، جو سنڌ جي علمي روايت نهايت قديم آهي. هت، ان جو فقط هڪ مثال ڏيڻ ڪافي ٿيندو.

محمد بن قاسم سنڌ سن ۹۳ هجريءَ ۾ فتح ڪئي. ان واقعي کي پوريون پنج صديون گذري ويون. سنه ٦١٣ هجري ۾، علي ڪوفيءَ نالي هڪ شخص، انهيءَ اميد ۽ آسري سان، اچ شريف مان سفر ڪري اروڙ ۽ بکر ويو، ته من اتي محمد بن قاسم سان گڏجي آيل قديم عربي خاندان جي پونيرن مان اجا ڪو اهڙو شخص زنده هجي، جنهن وٽان سنڌ جي عربي فتح جو پيرائتو احوال ملي وڃي. دراصل، علي ڪوفيءَ کي تاريخ سان وڏي دلچسپي هئي ۽ ڪتابن جي

مطالعي مان پتو پيو هوس تہ اڳوڻن عالمن خراسان، عراق، ايران، روم ۽ شام جي عربي فتوحات جو تفصيلي احوال اڳيئي نثر توڙي نظم ۾ قلمبند ڪري ڇڏيو آهي.

علي ڪوفيءَ جو پنڌ سڄايو ٿيو. اروڙ ۾، قاضي اسماعيل نالي هڪ شخص سان ملاقات ٿيس، جنهن جو شجرو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيق موجب هن ريت آهي: اسماعيل بن علي بن محمد بن موسيٰ بن طائي بن يعقوب بن طائي بن محمد بن موسيٰ بن شيبان بن عثمان الثقفي.

مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ ائين بہ لکيو آهي تہ، "قاضي اسماعيل محمد شيباني بن عثمان ثقفيءَ جي اولاد مان هو، جنهن کي محمد بن قاسم اروڙ ۾ قاضي مقرر ڪيو هو."

قاضي اسماعيل علي ڪوفيءَ سان ڳالهہ ڪئي تہ "سنڌ جي عربي فتح جي تاريخ، سندس ابن ڏاڏن جي هٿ اکرين، حجازي ٻوليءَ (عربيءَ) ۾ لکيل آهي ۽ هڪڙي نسل کان ٻئي کي ورثي ۾ ملندي رهي آهي. پر جيئن تہ عربيءَ ۾ آهي، سو عجمي ماڻهو (غير عرب) ان کان بي خبر آهن."

قاضي اسماعيل اهو ناياب نسخو علي ڪوفيءَ کي ڏنو، جو هن کي ڏاڍو وڻيو. ان کي "هند ۽ سنڌ جي فتح بابت عرب جي عالمن جي تصنيف" قرار ڏنائين، ۽ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، جا سندس زماني ۾ سنڌ جي مروج علمي ۽ ادبي زبان هئي. اهڙيءَ ريت، اهو قلمي ڪتاب سنڌ جي عالمن جي ڪوشش سان، پورا پنج سؤ ورهيہ گمناميءَ ۾ هئڻ جي باوجود بچي ويو. اچ شريف، ان زماني ۾، ملتان وانگر، سنڌ جو اهم شهر هو ۽ محمد بن قاسم جي فتح کان اڳ

توڙي پوءِ انهيءَ تي سنڌ جا حاڪم حڪومت ڪندا هئا. هاڻي، ان ڪتاب جا سنڌي، اردو ۽ انگريزي ترجما ٿي ويا آهن. نالو اٿس "چچ نامو."

پير سائين، روضي ڌڻي رحمت الله عليه هن جهان کان پردو اختيار ڪيو، ان ڳالهہ کي تقريباً ٻہ سؤ ورهيہ گذريا آهن. اهو ڪو ايڏو وڏو عرصو ڪونهي، پرحقيقت اها آهي تہ سنڌي ڪتابن ۾، سندن عظيم الشان شخصيت جي باري ۾ احوال تمام گهٽ آهي.

سنڌ جو هاڪارو عالم ڊاڪٽر گربخشاڻي جڏهن شاهہ جي رسالي لاءِ پنهنجو شاهڪار "مقدمہ لطيفي" لکي رهيو هو، تڏهن بہ کيس ساڳي ڳالهہ سامهون آئي هئي. سو، هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ: "شاهہ ڀٽائيءَ کي وفات ڪئي اڄ اٽڪل پوڻا ٻہ سو سال ٿيا. اهو ڪو ايڏو وڏو عرصو نہ چئبو، پر، تڏهن بہ سندس حياتيءَ جو ڪو دل گهريو ۽ پروسي جوڳو احوال ڪتابن بہ ملي نٿو سگهي."

پير سائين روضي ڌڻيءَ جي سوانح حيات جي احوال معلوم ڪرڻ جو مکيہ ذريعو هاڻي سندن "ملفوظات شريف" ئي آهي. ڪي جزوي روايتون ٻين ڪتابن ۾ بہ ملن ٿيون ۽ ممڪن آهي تہ ڪي اجا زباني طور بہ محفوظ هجن. "ملفوظات شريف" جي ترتيب ۽ تاليف جي ثواب جو ڪم، ڪڙئي گنهور واري خليفي اول محمود نظاماڻي صاحب ۽ ڀاڳناڙيءَ واري خليفي محمد حسين مهيسر صاحب جدا جدا سرانجام ڏنو. انهيءَ عظيم ڪارنامي لاءِ ٻنهي ڀلارن بزرگن کي جينترين بہ گهڻيون دعائون ڏجن، اوترين ٿوريون آهن. ان زماني جي رواج موجب، ملفوظات شريف فارسي زبان ۾ لکي هئائون، ڇو تہ ايامن کان وني، سنڌ ۾ لکڻ پڙهڻ جو ڪم فارسيءَ ۾ ٿيندو هو.

هونئن تہ اڄ کان پنج هزار ورهيہ اڳ موهن جي دڙي واري زماني ۾ بہ سنڌ ۾ لکڻ پڙهڻ جو رواج هو، پر، ان ٻوليءَ کي اجا ڪير بہ

پڙهي ڪونہ سگهيو آهي. عربن سنڌ فتح ڪئي، تہ عربي زبان سنڌ ۾ آئي. جيڪي سيلاني ان زماني ۾ سنڌ جو سير ڪرڻ آيا، تن پنهنجن سفرنامن ۾ لکيو آهي تہ سنڌي ۽ عربي ٻيئي ٻوليون سنڌ ۾ مروج هيون. ان کان اڳ واري زماني ۾ جڏهن سنڌ ايران جي "هفت اقليم" سلطنت جو حصو هئي، تڏهن فارسي سنڌ ۾ لکڻ پڙهڻ جي ٻولي هئي. ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ خود ڪلهوڙن تون ٽالپرن جي ايامڪاريءَ ۾ بہ فارسي زبان ئي سنڌ جي سرڪاري ٻولي هئي. عام چوٽي هئي تہ "فارسي گهوڙي چاڙهسي" . سنڌي زبان کي سرڪاري سرپرستي نصيب ٿي، سا انگريزن جي صاحبيءَ ۾. جڏهن سنڌ سمن ۽ سومرن جي هٿ ۾ هئي، تڏهن سو سنڌي ٻوليءَ ٿورو گهٽو ساهہ پٽيو هو، نہ تہ شاهہ جي ٻوليءَ ۾:

اچيو تان "آب" گهري، ٻکيو تان "طعام."

انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾، سنڌي سرڪاري ٻولي ٿي، سو، ان ڪري جو انگريزن هندستان ۾ جڏهن سنڌن پير پختا ٿيا، تہ حڪم ڪيائون تہ سرڪاري ٻوليءَ جو درجو يا ڏيهي ٻولين کي ڏيو يا انگريزيءَ کي. بنگال، گجرات، مهاراشٽر، ڪانياواڙ ۽ ٻين پرڳڻن جي ٻولين وانگر سنڌيءَ کي بہ وارو مليو ويو. يو.پيءَ. جي پاسي، اتان جي ڏيهي ٻولي ۾ فارسي ۽ عربي لفظن جي آميزش ڪري، هڪ نئينءَ ٻوليءَ جنم ورتو هو، جنهن کي ڪونيائون اردو. ترڪي زبان ۾ "اردو" لفظ، لشڪر جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. چنگيز جي لشڪر جي ڇانوڻيءَ کي اردُ ڪونيندا هئا. هندستان جي مغل باد شاهن جا فوجي سپاهي ترڪي ۽ فارسي اڪرمقامي ٻوليءَجي اکرن سان ملائي استعمال ڪندا هئا۽ سندن وڏيون ڇانوڻيون دهليءَ ۽ آگري جي طرف هيون.

مغل بادشاهن جي ٻولي فارسي هئي. بابر تہ ترڪي بہ ڳالهائيندو هو. بابر، همايون ۽ اڪبر توڙي جهانگير ۽ شاهجهان يا اورنگزيب اردوءَ کان ناآشنا هئا. فارسي ڳالهائيندا هئا. پر، جيئن جيئن فارسي ۽ ترڪي اکر ڏيهي ٻولين مثلاً پوربيءَ کڙي ٻوليءَ ۽ هنديءَ جي اکرن سان ملندا ويا تہ اردوءَ کي خاص شڪل صورت ملي. انگريزن جي اوائلي زماني ۾ اردوءَ کي هندستاني ڪوٺيندا هئا. انگريزن جي هندستان تي قبضي کان اڳ خود پويون مغل بادشاهہ بهادر شاهہ ظفر اردوءَ ۾ شعر چوڻ لڳو. ائين فارسي ٻولي آهستي آهستي وساربي ۽ ميساربي ويئي ۽ فارسي مدرسا ۽ مڪتب بند ٿيندا ويا. انگريزي اسڪول ۽ ڪاليج وڌندا ويا. پر سنہ ۱۹۴۷ع ۾ بہ مان انگريزي اسڪول مان پڙهي گهر ايندو هوس، تہ چاچا سائين اسان کي پارسيءَ جي شروعاتي ڪتابن "دوايو" ، "تہ وايو" ۽ "ڪريما" جا سبق ڏيندو هو. پاڻ سعديءَ جي "گلستان" ۽ "بوستان" سان دل وندرائيندو هو۽ بابا سائين جاميءَ جي "يوسف زليخا" سان. انگريزي تهذيب جي هوا لڳڻ سان، علم وجي ماني ڪمائڻ جو ذريعو بڻيو. منشي ۽ ڪلارڪ پيدا ڪرڻ لڳو. اسان جي ادب، تهذيب، تمدن ۽ دين کان ڌار ٿي ويو. هاڻي سنڌ ۾ فارسي سمجهڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ وارا گهٽا ڪونهن. سو، اسان جو نئون نسل گهٽي قدر "ملفوظات شريف" کان مستفيد نہ ٿي سگهيو. پر ان لاءِ مٿس ميار بہ ڪانهي. اهو تہ وڏن جو فرض آهي، تہ بدليل وقت جي تقاضائن موجب پنهنجي نئين نسل جي ضرورتن کي خيال ۾ رکن.

سنڌي ادبي بورڊ اهو چڱو ڪم ڪيو، جو اڳوڻن عالمن جا چاليهارو کن عربي ۽ فارسي قلمي ڪتاب ڇاپي ورتائين. ليڪن، اهي ڪتاب رڳو فارسيءَ ۾ ڇپيا. سو، سنڌ جا اڪثر ماڻهو اڳي وانگر اڄ بہ انهن کان اڻواقف آهن. بورڊ رڳو هڪڙي فارسي ڪتاب

"مظهر شاهجهانيءَ" جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو، تہ ايڏو تيزيءَ سان وڪاڻو، جو هاڻي ان جي ڪاپي ڪانہ ٿي ملي. روشن ضمير عالمَ ۽ دانشور جو بنيادي فرض پنهنجن ماڻهن کي تعليم ڏيڻ آهي. هو ائين تڏهن ڪري سگهندو، جڏهن ماڻهن سان سندن پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو.

الله جي نيڪ ٻانهي مولانا محمد قاسم مشوريءَ "ملفوظات شريف" کي (سندس پنهنجن لفظن ۾) "سنڌيءَ سهنجي ٻوليءَ ۾" ترجمو ڪرڻ جو ساراهہ جوڳو ڪم ڪيو. ترجمي جي ڇپائي مختلف مرحلن ۾ ٿي. پر، جمعيت علماء سڪندريءَ کي اها سعادت نصيب ٿي، جو رهيل ڪم جي تڪميل ڪيائون ۽ ملفوظات شريف جو مڪمل سنڌي ترجمو نئين سر، ٽن جلدن ۾ ڇاپي پڌرو ڪيائون.

هونئن، شروع شروع ۾، سنڌي ترجمي جو پهريون حصو مولانا محمد قاسم مشوريءَ جي ڪوشش سان اڄ کان ٽيهارو ورهيہ اڳ پهرين جنوري سنہ ١٩٦٢ع تي، مدينہ پرنٽنگ پريس، بندر روڊ، لاڙڪاڻي ۾ ڇپيو هو ۽ (سندس سهڻن لفظن ۾) "اهل محبت جي اکين لاءِ نور افزا ٿيو هو." سنہ ١٩٦٢ع ۾، مان پنهنجي يار، رشيد پٺيءَ سان گڏ پير ڳوٺ گهمڻ ويس. اتي درگاهہ شريف جي زيارت بہ ڪيم ۽ اهو املهہ ڪتاب بہ ورتم. گذريل ٽيهن ورهين کان پيو پڙهندو آهيان. وري وري پڙهڻ ڪري، ان جا ڪيترا ٽڪرا، اهڙا تہ دل نشين ٿي ويا آهن، جو اڃا بہ چار سٽون مس پڙهان، تہ پويون احوال ذهن تي تري اچي. دل گهرندي آهي، تہ جيڪر ڪي ٻيا حصا بہ ملي پون، تہ پڙهان! ملفوظات شريف جو اهو شروعاتي حصو نيوز پرنٽ جي سادي ڪاغذ تي ڇپيل هو. سو، مون ويهارو ورهيہ اڳ، ڪراچيءَ جي شيخ محبوب کان ان تي پڪو جلد ٻڌايو هو. مرحوم شيخ صاحب حيدرآباد

دکن جي نواب جي ڪتبخاني جو ماهر جلد ساز هوندو هو. پاڪستان نهڻ کان پوءِ ڪراچيءَ لڏي آيو هو.

هاڻي سنڌي زبان ۾ ڪمپيوٽر وسيلي، عمديءَ کان عمديءَ ڇپائيءَ جون سڀ سهوليتون موجود آهن. سو هڪ دفعي خيال آيم تہ جيڪر ملفوظات شريف جو ترجمو، عمدي ڪاغذ تي ۽ سهڻي نموني ۾ ڇپجي. مرحوم محمد خان جوڻيجو انهيءَ زماني ۾ ملڪ جو وزيراعظم هو ۽ سندس پي.آر. او. مسٽر علي محمد چنا منهنجو دوست هو. سائس ڳالهہ ڪيم. ڏاڍي وڻيس. وس پڄيس ها تہ مون کي ان مهل ئي ڇپائيءَ لاءِ آرڊر وني ڏئي ها. مون کي رڳو سرڪاري اجازت نامو کپندو هو. باقي اڪيڊمي آف ليٽرس ۾ اهڙي علمي ڪم لاءِ گهربل پئسا ڪوبہ مسئلو ڪونہ هئا ۽ "ملفوظات شريف" کي شاندار نموني ۾ ڇاپڻ جو مون کي ڪو شوق هو! پنهنجي دوست، مسٽر چنا جي نيڪ نيتيءَ جي مان پرپٺ ساک ڏئي سگهان ٿو. پر، هو غريب "ايوان اقتدار" ۾ اڳي بہ ڪي مفيد تجويزون پيش ڪري چڪو هو، جن کي ڪو پورو وزن ڪونہ مليو هو، سو دلشڪستو ٿي لڳو. ڳالهہ اڳتي وڌي ئي ڪانہ. زمانو پيو ڦري. وقت گذرندي ويرم ئي ڪانہ ٿي لڳي. پٽائي صاحب جي اکرن ۾ "سدا سانوڻ ڏينهڙا، درياءَ تو نہ هوندا." نيٺ، هڪ ڏينهن اهڙو بہ آيو، جو جوڻيجو صاحب وزارت عظميٰ تان لهي ويو.

ڏاهن چيو آهي تہ ڪتاب ماڻهوءَ جو سڀني ۾ سٺو دوست آهي. هڪڙا دوست ڪو عرصو گڏ رهڻ کان پوءِ عمر لاءِ وڇڙي ويندا آهن: ٻيا وري عمر ڀر ياري نڀائيندا آهن. ڪتاب بہ ائين آهن. هڪڙا ڪتاب پڙهي ڇڏي ڏبا آهن: ٻيا وري ماڻهو سڄي عمر پيو پڙهندو آهي. مان بہ سنڌي زبان جا بہ ڪتاب وري وري پيو پڙهندو آهيان: هڪ شاهہ

سائينءَ جو رسالو ۽ ٻيو پير سائينءَ جي ملفوظات شريف.

هڪ دفعي خليفي ميان لقمان، پير سائين، روضي ڌڻيءَ کي عرض ڪيو تہ، ”سائينءَ جن جون فرمايل ڳالهيون ماڻهن کي ٻڌائجن، تہ ڪين ڏاڍو فائدو ٿيندو.“

پاڻ فرمايائون تہ، ”اي يار، نصيحت جي ٻڌل ڳالهہ مان مطلب آهي، تہ ان تي عمل ڪجي. اهو غرض نہ آهي، تہ ٻين کي ٻڌائجي ۽ پاڻ ان کان محروم رهجي وڃجي.“ اصل ڳالهہ اهائي آهي. رڳين ڳالهين ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟“

ليڪن، ملفوظات شريف ۾ ائين بہ لکيل آهي، تہ پير سائين سردارَ پنهنجن فقيرن کي خدا جي ذڪر جي گهڻي کان گهڻي تلقين ڪندا هئا. جيڪڏهن خدا جي پيارن سان محبت ڪرڻ ۽ سندن ڳالهيون ڪرڻ بہ خدا جي واٽ ۾ ٿي وڪ وجهڻ آهي، تہ پوءِ اها بہ عبادت آهي.

صاحبزادو ميان جمال شاهہ نقل ٿو ڪري تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ ”مرشد مڪرم، حضرت ميان صاحب جن قدس الله ديهہ مزار ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. ميان عبدالرزاق جن ڏهاڪي ۾ وينل هئا. تنهن جو سندن اچڻ جي خبر ٻڌي، سو اعتڪاف پيجي، اچي حضور ۾ حاضر ٿيو. خطابين بزرگ کان پڇيو تہ ’ زيارت جي لاءِ اعتڪاف کي پيجي ٻاهر نڪتا؟‘ جواب ۾ فرمايائون تہ ’اعتڪاف جي لاءِ قضا آهي. پر، صحبت جو وقت قضا ٿي نہ سگهندو‘ .“ پوءِ هي بيت پڙهيائون:

صحبت سپيريان جي، هيءَ پڻ وڏي هاج
قضا ٿئي نماز، وقت ورائڻ سترا

خوشنصيب هئا اهي انسان، جن کي پير سائينءَ روضي ڌڻيءَ جي صحبت نصيب ٿي. مبارڪ هيون اهي اکيون، جن سندن زيارت

ڪئي. مون کي تہ رڳو سندن ڳالهيون ٻڌڻ ۽ بين سان ڪرڻ ۾ ئي روح کي راحت ملندي آهي. جڏهن مفلوظات شريف پڙهندو آهيان، تہ ائين ڀانئيندو آهيان تہ جڻ سندن محفل ۾ موجود آهيان ۽ پري پري کان، سڪايل اکڙين سان، سندن ديدار پيو ڪريان.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب "ملفوظات" جي معنيٰ ڪئي آهي "ڳالهايل گفتا" ، سو، ان جي برعڪس ٿيندا "لکيل گفتا." انگريزن جي اچڻ کان اڳ "لکيل لفظ" (Written Word) جو سنڌ ۾ ايڏو تہ احترام هو، جو ڳوٺن ۾ اڻ پڙهيل ماڻهو گهٽيءَ ۾، لکيل ڪاغذ يا اخبار جا ڦاٽل ٽڪرا ڏسندا هئا، تہ ڪٺي، ڪچين اوڏڪين پنين جي ڦوٽين ۽ چيرن ۾ وجهي ڇڏيندا هئا، تہ متان انهن تي الله ۽ رسول جو نالو لکيل هجي ۽ ڪا بيحرمتي ٿي پوي! انهيءَ زماني ۾ ڇاپخانا اڃا ايجاد ڪونہ ٿيا هئا، پر، سنڌ علم جو گهر هئي. سو، عالم سڳورا ڪتابن جا نقل هٿ سان اتاريندا هئا ۽ ان ۾ ڪين ورهين جا ورهيہ لڳي ويندا هئا.

پير سائين، روضي ڌڻيءَ جي ڪوٺڙي ڪبير واري مدرسي جي هم درس ۽ سنڌ جي جيد عالمَ، مخدوم محمد دائود آگري ڪيئي اهم ديني ۽ علمي ڪتاب اتاريا، جن مان هڪ مثنوي مولانا روم هئي، جا هاڻي سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ ٻن جلدن ۾ محفوظ آهي. ان زماني ۾، قلمي ڪتاب وڏي ذوق شوق سان سانديا ويندا هئا. پراڻن مسودن کي محفوظ ڪرڻ جو هاڻوڪو سائنسي طريقو اڃا ڪونہ نڪتو هو. پر جڏهن ڪي عالم سڳورا فوت ٿي ويندا هئا ۽ سندن خاندانن ۾ قديم قلمي نسخن جي سار سنڀال لهڻ وارو پڙهيل ماڻهو گهر ۾ ڪونہ بچندو هو، تہ وري بہ علم جي بيحرمتيءَ کان بچڻ خاطر، اڻ پڙهيل مرد يا بيوه زالون، اهي ضعيف نسخا، ڪنهن ڪپڙي

۾ ويڙهي ڪوهہ ۾ وجي وجهنديون هيون. نندپڻ ۾ هڪ اهڙو واقعو اسان جي ڳوٺ ۾ خود منهنجين اکين اڳيان ٿيو. ان سبب ڪري، هر هنڌ ڪيترا اهم علمي شاهڪار ضايع ٿي ويا. سنڌ ۾ اڄ کان پنج هزار ورهيہ اڳ بہ لکڻ پڙهڻ جو رواج هو. پر، اڄ ڪو هڪ هزار ورهيہ پراڻو قلمي نسخو بہ ڪونہ ٿو ملي، تہ انهيءَ ماجرا جو آخر ڪو تہ سبب هوندو؟

انهيءَ پس منظر ۾، اها ڪيڏي نہ خوشيءَ جي ڳالهہ آهي، جو ”ملفوظات روضي ڌڻي“ جهڙو اهم تاريخي دستاويز ضايع ٿيڻ کان بچي ويو! هڪ تہ اهو پلو ڪم ٿيو. ٻيو تہ ملفوظات جا صاحب يعني پير سائين روضي ڌڻي رحمت الله عليہ، ماڻهن ۾، دين جي تبليغ فارسي زبان ۾ ڪونہ ڪندا هئا: سنڌيءَ ۾ ڪندا هئا. بيشڪ، پاڻ مثنوي شريف جو درس ڏيندا هئا ۽ فارسيءَ جا شعر پڙهندا هئا ۽ انهن سان گڏ قرآن ڪريم جون آيتون ۽ حديثون عربي زبان ۾ بيان ڪندا هئا. پر، سندن مادري ٻولي تہ سنڌي هئي ۽ سنڌي زبان جا ڪيئي لاجواب شعر سندن ملفوظات شريف ۾ موجود آهن.. خود پاڻ بہ سنڌيءَ ۾ مولود ۽ شعر چيا اٿن. سندن متبرڪ خاندان، اڳتي هلي، سنڌي زبان جا ڪيترا باڪمال شاعر ۽ عالم پيدا ڪيا. اسان جي پنهنجي دور ۾، سنڌ جو عالمي شهرت رکندڙ، تاريخنويسُ، پير سائين حسام الدين راشدي سندن ئي متبرڪ خاندان جو چشم و چراغ هو.

قدرت پير سائين سردار کي سنڌي زبان تي وڏو ملڪو ڏنو هو. سندن سينو ڪليل هو. هڪ دفعي، پاڻ لاڙ ۾ هئا. سندن زيارت لاءِ خلقون اچي پلٽيون. ڪيترن ئي زائفن جو بہ کين زيارت لاءِ نماڻو عرض پهتو. ان موقعي تي، هڪ نيڪ ٻيبيءَ کين عقيدت سان چيو تہ،

"قبلا، اوهان جي پناهہ ورتي اٿئون." ائين چئي، بيت پڙهيائين تہ :

"جي اگليائي اوڏ، تہ پڻ لاکي ڄام جا"

پير سائينءَ جن برمحل جواب ڏنو تہ امان!

"اوڏ سي ئي اوڏ، جي لاکي جي لوڏ"

* * *

خليفو محمود نظاماڻي مفلوظات شريف ۾ لکي ٿو تہ، "مان درگاهہ مبارڪ تي هوندو هئس. جڏهن فقيرن جون جماعتون ڪيترن طرفن کان اينديون هيون، تہ ڪين ڏسڻ سان پير سائينءَ جن کي شوق ۽ ذوق غالب ٿيندو هو. منهن مبارڪ ڳاڙهو رتيءَ ورن ٿي ويندو هو. فقيرن کي وجد ۽ جوش اچي ويندو هو ۽ منجهن روج پئجي ويندو هو. پاڻ انهيءَ وقت هي سنڌي بيت فرمائيندا هئا :

پلي ڪئي پئونرن، جي واس ونڻ آئيا

تنين کي ڪونرن، ڏنا هنڌ هيانو ۾

* * *

هڪڙي فقير ڳالهہ ڪئي تہ هيڪر آءٌ بين فقيرن جي جماعت سان گڏجي، درگاهہ مبارڪ تي ويو هوس. پوءِ جڏهن سندن حضور مبارڪ ۾ آياسون، تڏهن پاڻ هي سنڌي بيت فرمايائون:

جان جان جوءِ نہ پسن، جنهن لاءِ جوڳي ٿيا،

تان تان ڪاپڙين، ورهہ وهامي راتڙي.

بيت جي ٻڌڻ سان جماعت ۾ وجد، جوش ۽ روج پئجي ويو.

* * *

خليفو اميد علي نقل ٿو ڪري تہ هيڪر مان درگاهہ شريف تي حاضر هئس. سندن روش هوندي هئي، تہ سومهاڻيءَ جي نماز کان پوءِ حويليءِ ڏانهن اسرندا هئا. گهڙيءَ دير کان پوءِ جڏهن اڪثر فقير ننڊ

پئجي ويندا هئا . تڏهن پاڻ حويليءَ مان ايندا هئا ۽ آهستي مسجد ۾ اچي وهندا هئا.

هڪڙيءَ رات پاڻ حويليءَ ڏانهن اسريا . تڏهن آءٌ ۽ ٻيا ٻه ٽي فقير سندن واپسيءَ جي انتظار ۾ . دروازي ۾ ديد وجهي، ويهي رهيا سون. جڏهن پاڻ ٻاهر تشريف فرما ٿيا ته اسان کي پنهنجو منتظر ڏسي، هي سنڌي بيت پڙهيائون:

آگم ڪيو اچن، سڄڻ ساوڻ مينهن جان
پاسي تن وسن، جي سڀ ڄماندر سڪيون
* * *

عبدالله فقير رهندڙ ڪورواهه جو نقل ٿو ڪري ته هيڪر ڳوٺ سالارن منجهه، رات جو سندن خدمت ۾ راڳ پئي ڪيوسون. صبح جو مون کي سڏي پڇيائون ته ، "رات تو سر ڪنيات مان هڪڙو بيت پئي ڏنو، سو ته وري چئه ته اسان ياد ڪريون." عرض ڪيم ته، "سائين، الائي ڪهڙي بيت ڏانهن اشارو آهي؟" تڏهن پاڻ هن بيت ڏانهن اشارو فرمايائون:

چندَ مَ اُبر سنجهه، ته اونداهي اڄهو ڪيان
پري ڪتوري هنجهه، رنا پرين پهائيان
* * *

قدرت جي هر ڳالهه ۾ رازُ آهي. سنڌ جي خوشقسمتي چئجي، جو ٻن سون ورهين جي وٿيءَ کان پوءِ پير سائينءَ سردار جي ملفوظات شريف پنهنجيءَ اصلوڪيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي. انهيءَ ڪاميابيءَ جي مبارڪ جا مستحق مڙيئي مترجم آهن. فاضل مترجم فقير قربان علي جي تحقيق موجب ملفوظات شريف جي ڇهن حصن ۾ اٺويهه سو يارهن (١٩١١) روايتون آهن. چار (٤) مڪتوب (خط)،

پنج وقتي وظيفا ۽ وصال بابت هڪ فصل شامل آهي. سڀ کان وڌيڪ روايتون، ڪڙئي گنهور واري وڏي خليفي فقير محمود نظاماڻيءَ جون، ڏهه سو ٽيانوي آهن (١٠٩٣)، ٻئي نمبر تي مرحوم خليفي ميان لقمان فقير کوکر جون هڪ سو چوهتر (١٧۴) ۽ ٽئين نمبر تي، مرحوم خليفي ميان اميد علي فقير علي ٽالپر جون اٺاسي (٧٩) آهن. اهڙيءَ ريت، جملي تيرهن سو ڇائيتاليهه (١٣۴٦) روايتون، ٽن خليفن کان ۽ پنج سو پنجهٺ (٥٦٥) روايتون ٻين راوين کان نقل ٿيل آهن. جملي راوي هڪ سو اناسي (١٩٨) آهن، تن مان هڪ سو اٺاسي (١٧٩) ڄڻن جا نالا ملن ٿا ۽ اٺويهه راوي گمنام آهن.

هاڻي وري پاڳنارڙيءَ واري خليفي محمد حسين مهيسر جي جوڙيل پير سائين سردار جي ننڍي ملفوظات بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپجي ويئي آهي. اهو خير جو ڪم ٿيو آهي. الله پاڪ مترجم ۽ سڀني واسطيدارن کي ان جو اجر ڏيندو. (١)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پير سائين روضي ڌڻيءَ جي فرزند، پير سائين پاڳاري صبغت الله شاهه راشدي اول (رحمت الله عليه) جي ملفوظات شريف "خزانہ المعرفت" جي مقدمي ۾ فرمايو آهي تہ:

> "لغت جي لحاظ کان 'ملفوظ' معنيٰ 'زباني لفظ' يا 'چيل گفتو'، جنهن جو جمع آهي 'ملفوظات.' پيري طريقي ۽ تصوف جي اصطلاح ۾ 'ملفوظات' جي خاص معنيٰ آهي ولين، عارفن، طريقت جي صاحبن ۽ مرشدن جون بيان ڪيل الاهي معرفت واريون مقالون، قلب ۽ نيت جي صفائيءَ واريون مثالي ڳالهيون، درويشيءَ ۽ دانائيءَ واريون حقيقتون، اعليٰ اخلاقي نصيحتون ۽ عقيدتمندن جي

رهنمائيءَ لاءِ ديني ۽ دنيوي هدايتون."

ٻئي هنڌ ملفوظات جي مطالعي لاءِ، پڙهندڙ جي رهنمائيءَ خاطر، وضاحت ڪئي اٿس تہ:

"ملفوظات لکندڙ جيئن تہ پنهنجن مربين مرشدن جا بيحد عقيدتمند هوندا آهن، تنهن ڪري حقيقت کان وڌيڪ عقيدت جي بنا تي، ملفوظات ۾ اهڙيون روايتون ۽ حقيقتون آڻيندا آهن، جن ۾ ڪشفن، ڪرامتن، عجيب ان ٿيڻين واقعن ۽ فوق العقل ڳالهين جو ذڪر هوندو آهي."

ڊاڪٽر صاحب درگاهہ پير ڳوٺ جو پانڌيئڙو آهي. سندس قول ملفوظات شريف جي مطالعي لاءِ طالبن واسطي راهہ نما اصول آهي. مون پنهنجيءَ هلڪي سلڪيءَ سمجهہ آهر ائين محسوس ڪيو آهي تہ توڙي جو ملفوظات شريف بنيادي طرح هڪ ديني ڪتاب آهي، پر منجهس اعليٰ ڪان اعليٰ "ادبي ڪتاب" جون سڀ خوبيون پڻ موجود آهن. چون ٿا تہ يورپ جا مشهور مصنفَ، ٽالسٽاءِ ۽ روسو پنهنجيءَ ڳفتار جي سچائيءَ سببان، دنيا ۾ مشهور آهن. پر، جيڪو ماڻهو دل جي سچائيءَ سان ملفوظات شريف پڙهندو، سو دنيا جي مجيل اڪابرن جي پيٽ ۾ بہ پير سائين سردار جي خوش ڳفتار جي صداقت جي ڳواهي ڏيندو. ملفوظات شريف ۾ هڪ هنڌ نقل آهي تہ:

هيڪر پاڻ مسجد شريف ۾، ڪبڙ جي وڻ هينان قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا. ان ڏينهن ڪين عمدو لباس پهريل هو. سنئي قسم جي ڪيمخاب جو ڪوٽ ۽ مٿي مبارڪ تي پَٽ جي لُنگي، سوناڪاري چِتن سان بَڏل

هئي. اڳينءَ رات ساريءَ جماعت سميت فاقي ۾ گذري هئي ۽ 'الجوع طعام الله' واري طعام سان جماعت کي سر بلندي بخشي ويئي هئي. اتفاقاً هڪڙو پناڻ مسافر شخص بہ ان رات مسجد شريف ۾ ٽڪيل هو. ويچاري جي ساري رات لنگهڻ ۾ گذري. درگاهہ شريف جي ڪورين جي گهران ٿورو ماني ٽڪر مليو هوس، پر ان مان ڪيس ڍؤ ڪونہ ٿيو هو. جڏهن صبح جو حضرت پير سائينءَ جن کي اهڙي سٺي پوشاڪ پهريل ڏٺائين، تہ وٽي دانهون ڪيائين تہ "حضرت پير صاحب، اهڙو قيمتي لباس ڍڪيو وينا آهيو ۽ هي مسافر ساري رات توهان جي درگاهہ تي بک مئو آهي."

پناڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ، "ادا، هيءَ پوشاڪ جيڪا ڏسين ٿو، سا اسان کي الله تبارڪ و تعاليٰ بنا سعي ۽ ڪوشش جي عطا فرمائي آهي. باقي پنهنجي سَڌ سان خريد ڪري ڪونہ وٺي آيا آهيون. هن پوشاڪ پهرڻ ۾ اسان جا بہ مقصد آهن: هڪ تہ پنهنجي مالڪ سائين جل جلالہ جي نعمتن جو اظهار ڪريون ٿا، جو خاص پنهنجي پلائيءَ سان، اسان کي هي نعمتون عطا فرمايون اٿس. ۽ ٻيو تہ ماڻهن کي خدا تعاليٰ جي طلب ۾ رغبت ٿا ڏياريون، جو ساڳيو اسان کي ڏنو هئائون تہ مينهون چاريندا هئاسون."

"ماڻهو هي نعمتون ڏسي دل ۾ چوندا تہ ڏسو تہ پير صاحب پنهنجي رب کي سڃاتو، تہ الله تعاليٰ کيس ڪيتريون نہ نعمتون عطا ڪيون آهن. اسان بہ

الله تعاليٰ جي طلب ڪريون، تہ انھن نعمتن جا حقدار ٿي
پئون."

اعليٰ ادبي ڪتابن جي ھڪ خصوصيت اھا بہ ھوندي آھي تہ انھن ۾ مکيہ موضوع سان گڏ، ٻين بہ ڪيترن مفيد ڳالھين جي معلومات ملندي آھي. ان لحاظ کان فقير قربان علي سڪندريءَ جو ھيءُ نوٽ ملاحظہ ڪجي:

"ملفوظات شريف مان تيرھين صديءَ ھجريءَ ۾، ديس جي معاشري ۽ تاريخ بابت بہ ڪافي معلومات حاصل ڪري سگھجي ٿي: مثلاً مدرسا ۽ تعليم جو طريقہ ڪار، ماڻھن ۽ ماڳن جا نالا، ديھن، پرڳڻن ۽ شھرن جو تفصيل، سياسي ۽ سماجي احوال، حڪيمن ۽ حاڪمن جون ڳالھيون، ديس پرديس جي ڪاملن جو ذڪر، نيڪ ٻانھن جا سبق آموز قصا، نصيحت ڀريا گفتا ۽ نڪتا... وغيره."

فقير صاحب جو ھي نوٽ پڙھي، مون کي ياد آيو تہ حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليہ بابت ھي نقل نظير مون فقط ملفوظات شريف ۾ پڙھيو آھي:

بزرگ محمد عارف چوي ٿو تہ منھنجيءَ ٻاراڻپ جي زماني جي ڳالھہ آھي تہ منھنجا عزيز قريب سڀ شاھہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جا مريد ھئا ۽ سندس بزرگيءَ ۽ ڪرامتن جي ڏاڍي تعريف ڪندا ھئا. مون دل ۾ سوچيو تہ "شاھہ صاحب ڪا وڏي شيءِ آھي."

پوءِ ھڪ ڏينھن شاھہ صاحب اسان جي ديہہ ۾ لٿل ھو. ماڻھو پري پري کان شاھہ صاحب جي ديدار لاءِ

ڊوڙندا، خوش ٿيندا آيا ٿي. مان به پنهنجي پيءُ سان گڏ سندس خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون گهڻي حوصلي ۽ ننڍڙائپ جي ڪري، پيءُ کي عرض ڪيو ته: "بابا، هنن ماڻهن هيتري تعريف ٿي ڪئي. شاهه صاحب ته ماڻهو آهي. ٻي شيءِ نه ناهي."

شاهه صاحب منهنجيءَ ٻاراڻيءَ ڳالهه تان مرڪي فرمايو ته: "اي ڇوڪرا، مان ماڻهو آهيان."

مون چيو ته، "هائو، توهان ماڻهو آهيو."

پوءِ شاهه صاحب مون کي فرمايو ته "مون کي چڱيءَ طرح ڏسي ڇڏ. جنهن ڏسين، اهي سڃاڻجانءِ."

مون عرض ڪيو ته: "سائين، مون توهان کي چڱيءَ طرح ڏسي ڇڏيو آهي. جنهن به ڏسندس، اتي هاڻي توهان کي سڃاڻندس."

گهڻن ڏينهن کان پوءِ شاهه صاحب وفات ڪري ويو. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، منهنجي مامي جي ڌيءَ سان نڪاح ڪرڻ کان پوءِ، اسان جي مائٽن ۾ اچي لٿو. گهڻا ماڻهو، مٿين پيرين اگهاڙا، جوش ۽ خروش سان، مخدوم صاحب جي خدمت ۾ روئي رهيا هئا. آءٌ به ان مجلس ۾ اچي حاضر ٿيس. مخدوم صاحب مون کي ڏاڍو پيار ڏنو، ايتريقدر جو مون کي به ٽي مهينا پاڻ سان گڏ رکيو هليو. تڏهن به منهنجيءَ دل تي، ان رابطي جو اثر نه ٿيو. بلڪ، هر حال ۾ شاهه سائينءَ جي صورت غالب رهي.

پير سائين روضي ڌڻي، پنهنجي گفتگوءَ ۾، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي سڪ سان ياد ڪندا هئا، ۽ سندن

بيت محبت سان پڙهندا هئا. هڪڙي ڏينهن، مريدن مان ڪنهن شخص سندن حضور ۾، شاهه ڀٽائيءَ ۽ گرهوڙي فقير بابت عرض ڪيو ته "ڪهڙي طرح هئا؟" پير سائينءَ فرمايو ته "شاهه صاحب کي عشق ۽ محبت ۽ طلب جو شوق بيحد گهڻو هو ۽ گرهوڙي بزرگ وري حقيقت ۽ اسرار جا درياهه هئا."

ملفوظات شريف ۾، شاهه ڀٽائيءَ ۽ گرهوڙي فقير جا ڪي اهڙا بيت به آهن، جي غالباً بين گهڻن رسالن ۾ نه آهن. مون ته گرهوڙي فقير جو هي بيت ملفوظات شريف ۾ ئي پڙهيو آهي:

"هردم حج پڙهن، ڪعبو پسن نه ڪاپڙي"

بيتن کان سواءِ، سنڌ جي اوليائن ۽ عارفن، قلندر لعل شهباز، غوث بهاؤالحق، مخدوم نوح سرور ۽ لنواريءَ جي لعل خواجه محمد زمان جا ڪيئي دلپذير نقل ۽ نصيحت آميز نڪتا پڻ ملفوظات شريف ۾ موجود آهن، انڪري اهو اسان جي ديني، علمي ۽ ادبي ميراث جو هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن جي ورق ورق ۾، سونهاري سنڌ پنهنجي سموري جمالَ ۽ جلالَ سان جلوه گر آهي.

سچي عظمت بلند ڪردار جي خوبي آهي. مسلمانن جي اڳيان انهيءَ جو مثالي نمونو رسول الله صه آهي. سندن سنت جي پائبندي جيتري پير سائينءَ وٽ آهي، ان جو ٻيو مثال ڪٿي سجهي ئي ڪونه ٿو. ملفوظات شريف ۾ ان جا مثال ڪثرت سان موجود آهن. منجهانئن ڪي هي آهن:

> پير سائين سردار ارشاد فرمايو ته اسان جي خوشين ۾ وڏي ۽ بهترين خوشي رسول الله ﷺ جن جي جمڻ جو عرس مبارڪ آهي. سندن سهڻي عادت هئي، جو جڏهن حضور صلعم جن جي عرس جي خوشي ڪندا هئا، تڏهن

فقيرن جي جماعت کي حويلي ۾ طعام کارائيندا هئا ۽ سندن هٿ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڌئاريندا هئا. هر هڪ کي مرحبا ۽ خوش آمديد چوندا هئا. قسمين قسمين طعام، شادين کان به وڌيڪ سنا، تيار ڪرائيندا هئا.

* * *

خليفو محمود نقل ٿو ڪري ته هيڪر آءٌ ميان سلطان فقير نظاماڻيءَ سان گڏجي درگاه مبارڪ تي سندن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيس. سندن حضور مبارڪ ۾ ان وقت ڪوبه حاضر ڪونه هو. پاڻ فرمايائون ته "هن کان اڳ اسان جي دل ۾ خيال آيو ته فقيرن جي اچڻ ۾ الائي ڇو دير ٿي آهي؟ پر حديث شريف ۾ نظر آيو ته هڪ ڀيري رسول الله ﷺ جن جي حضور ۾ هڪ به اصحابي موجود ڪونه هو. پوءِ دل کي تسلي ٿي، ته هيءَ صورت حال به سندن سنت سان متابعت هئي."

* * *

سيد مرتضيٰ شاهه رهنڊڙ ڪڇ، ديده پانده جو، نقل ٿو ڪري، ته هيڪر پاڻ فقيرن جي جماعت سميت، مسجد شريف جي پٿرن لاءِ درياه جي پڪ تي ڪک وڍڻ هليا. آءٌ به سندن خدمت ۾ حاضر هئس. وات تي پاڻ منهنجو هٿ، پنهنجي هٿ ۾ جهلي فرمايائون، ته حضرت رسول الله ﷺ جن اصحابن سڳورن سان هٿ هٿ ۾ ڏئي پنڌ ڪرڻ فرمائيندا هئا: اچ اسين سندن سنت جي متابعت ڪريون ٿا. پوءِ منهنجي هٿ ڏئي اڌ ڪوهه کن پنڌ ڪندا هليا.

* * *

غازي خان وينل ڳوٺ نري روپاه جو ڳالهه ٿو ڪري تہ هيڪر سفر ۾ مان ۽ حاجي هڪ ٻئي جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي پئي وياسيون. پاڻ پنيان گهوڙي تي پئي آيا. مون کي فرمايائون تہ غازي خان تون اچي اسان جي گهوڙي تي چڙهہ. پاڻ گهوڙي تان لهي پيا. مان گهوڙي تي چڙهيس. پاڻ حاجي جعفر سان گڏ هڪ ٻئي جي ڪنڌ ۽ ڪلهن تي ٻانهون رکي اڳتي روانا ٿيا. فرمايائون تہ "اهڙيءَ طرح هلڻ بہ رسول الله ﷺ جن جي سنت آهي."

* * *

هيڪر پاڻ سياري جي موسم ۾ ڪنهن ديه ۾ لٿل هئا. موليڏني فقير وضو سارڻ جي جاءِ باهہ جي پرسان ناهي چڏي، پر اتان قبلي ڏانهن منهن ڪري وضو ساري نہ ٿي سگهيا. سندن روش هئي تہ سنت موجب قبلي کي منهن ڪري وضو ساريندا هئا. سو، پاڻ فرمايائون تہ "سنت نہ ڇڏينداسون." پوءِ پاڻ ٿڌ ۾ ويهي، قبلي ڏانهن منهن ڪري، وضو ساريائون.

* * *

هڪ دفعي حضرت جن لاڙ جي سفر ۾ ڪارياٽي ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ پاڻ وضو ڪرڻ جي خيال سان جهنگ ڏانهن، جيڪو ڪجهہ پرڀرو هو روانا ٿيا. موسم مينهن جي هئي. جهنگ ۾ مينهن اچي ويو. پاڻ رحم فرمائي، ٻانهي کي چادر جي هينيان پاڻ سان گڏ ڍڪي، جلدي جلدي اوطاق تي آيا. اتي بہ مينهن کان بچڻ جي ڪا جاءِ ڪانہ هئي. سمورن فقيرن جا سڀ ڪپڙا گوڏ کان سواءِ،

گڏ ڪري، تن جي مٿان تَلُ جيڪو خاص مينهن کان بچڻ واسطي تيار ڪيو آهي، سو وجهي ڪٽ تي چڙهي وينا.

جڏهن مينهن بس ڪئي، تڏهن ٻانهي عرض ڪيو تہ سائين زمين سڄي گپ ٿي ويئي آهي. نماز ڪيئن ادا ٿيندي؟ فرمايائون تہ حضرت رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ دفعو تمام گهڻو مينهن پيو ۽ سڄي زمين گپ ٿي ويئي. حضرت ابوبڪر صديق رضہ ڪوشش ڪئي، تہ ڪٿان سڪي مٽي ملي، تہ آڻي سجدي واريءَ جاءِ تي رکان. پر، حضور ﷺ جن فرمايو تہ "اڄ پنهنجي خدا کي گپ ۾ سجدو ڪنداسون."

پوءِ پاڻ فرمايائون تہ "اڄ حضور ﷺ جي تابعداريءَ ۾ اسان بہ پنهنجي خداوند کي گپ ۾ سجدو ڪنداسون."

ان کان پوءِ، سڄيءَ جماعت کي گپ ۾ نماز ادا ڪرايائون. سجدي ڪرڻ وقت، منهن؛ وات ۽ ڏاڙهيءَ تي گپ جا نشان هئا.

* * *

هيڪر پاڻ مير رستم پٽ مير سهراب ٽالپر وٽ تشريف فرما هئا. قاضي محمد عاقل کهڙن وارو بہ محفل ۾ موجود هو. مير قاضيءَ کان پڇيو تہ "رسول الله ﷺ جي دستار مبارڪ جي بندش ڪهڙيءَ طرح هئي؟"

قاضيءَ چيو تہ "ائين نہ، ڪبي وانگر."

تڏهن پاڻ قاضيءَ کي چيائون تہ، "اي بزرگ! رسول الله ﷺ جن بہ نماز پڙهندا هئا. تون بہ پڙهين ٿو. پوءِ تنهنجي نماز سندن نماز جهڙي آهي؟"

اني قاضي لڄي ٿيو ۽ چيائين تہ "سائين، نہ."

* * *

هڪ ڏينهن حضرت جن ارشاد فرمايو تہ صحيح بخاري شريف جي مصنف ٻڌو تہ فلاڻي ماڻهوءَ وٽ رسول الله ﷺ جن جي هڪ حديث آهي. پوءِ پنهنجي شهر مان روانو ٿي، اچي اُن شهر ۾ پهتو ۽ پڇا ڪيائين تہ اُهو شخص بزرگ ڪٿي آهي؟ ڪيس ٻڌايائون تہ ان جو گهوڙو ڇڏائي ويو آهي، سو ان کي وٺڻ ويو آهي.

بخاري شريف جو مصنف ان شخص جي پويان ويو. ڏٺائين تہ خالي ٽُوبري سان ڏوڪو ڏيئي گهوڙي کي پيو وني. ان وقت ئي واپس پنهنجي شهر ڏانهن موٽيو ۽ ماڻهن کي چيائين تہ "جيڪو خالي توبري سان گهوڙي کي ڏوڪو ڏيئي وني ٿو، ان جي حديث پنهنجي ڪتاب ۾ داخل نہ ڪندس."

* * *

سيد موليڏنو شاهہ رهندڙ ٽنڊي مير باگي جو نقل ٿو ڪري تہ هيڪر پاڻ ڪهڙن جي ڳوٺ ۾ قاضي محمد عاقل جي مسجد منجهہ، ورود فرمايو هئائون. جڏهن نماز پڙهي فارغ ٿيا تہ ڳالهين ڪندي، قاضيءَ بانگ ڏيڻ جي پلائيءَ جي گفتگو ڪئي ۽ ان ۾ مبالغو ڪيائين.

پاڻ فرمايائون تہ "قاضي صاحب اهو اجر ۽ ڀلائي انهيءَ شخص لاءِ آهي، جيڪو خالص الله جي عبادت لاءِ بانگ ڏئي. پر، جيڪو مانيءَ جي مزوريءَ تي بانگون ڏئي، تہ اهو نہ رڳو اجر کان محروم ٿيندو، پر عذاب جو بہ

حقدار ٿيندو.“

* * *

پاڻ فرمايائون ته نبي ڪريم ﷺ جن جي روش مبارڪ هوندي هئي، ته کهڙو به عمدو طعام ميسر ٿيندو هو، ته الله سائينءَ کان ان کان بهتر نعمت لاءِ سوال ڪندا هئا. پر، جيڪڏهن ڪير ملندو هو، ته ان کان بهتر ڪنهن به شيءِ جي طلب ڪونه ڪندا هئا.

* * *

پاڻ فرمايائون ته نبي ڪريم ﷺ جن جي روش هوندي هئي ته صبح جو ضروريات، عبادت ۽ نماز کان فارغ ٿي، گهر ۾ پڇندا هئا ته ”ڪاڌي لاءِ ڪا شيءِ آهي؟“ جيڪي به موجود هوندو هو، سو بسم الله ڪري کائي ڇڏيندا هئا. پر جي ڪجهه به ڪونه هوندو هو، ته چوندا هئا ته ”مان روزي سان آهيان.“ (روزي جي نيت ڪري ڇڏيندا هئا).

* * *

خليفي ميان لقمان رحه نقل ڪيو ۽ خليفي ميان محمود ڪي به سندس بيان ڪرڻ کان پوءِ يادگيري آئي ته هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ فاقي جو تمام گهڻو زور هو. اڪثر ڪري ڪاڏو ڪونه ملندو هو ۽ به ٽي ڏينهن بک ۾ گذري ويندا هئا. عيد جو ڏينهن به فاقي ۾ گذريو. حضرت پير سائينءَ جن جو وجود لاغر ٿي پيو. جڏهن عيد نماز ادا ڪري آيا سون ۽ پاڻ مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي هينيان اچي وينا، تڏهن خليفو لقمان ٿو چوي ته مون سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته سائين مون ڪنهن ڪتاب ۾ ڏٺو

آهي، تہ خواجہ محمد معصوم قدس سره جي وقتي ڪاڏي تي چاليهہ رپيا خرچ ٿيندا هئا ۽ خواجہ صاحب جن فرمائيندا هئا تہ هن لطيف طعام کائڻ سان ڏاڍي روحاني ترقي حاصل ٿئي ٿي.

پاڻ فرمايائون تہ توهان لطيف طعام ڇا کي چوندا آهيو؟ جي لطيف طعام ٻوڙ، پلاءَ ۽ حلوي کي چئجي، تہ ائين تہ مير سهراب ٽالپر کي ڏاڍي روحاني ترقي ٿئي!

* * *

پير سائين روضي ڌڻيءَ جن کي سندن والد بزرگوار ميان صاحب قدس سره علم پرائڻ لاءِ ڀريائين شڪارپور ۾ مشهور بزرگ فقير الله علوي رحہ جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو هو. پير سائينءَ فرمايو تہ، "اتي اسان کي ٻہ وقتي ماني ۽ ٻوڙ وڏيءَ تعظيم تڪريم سان ملندو هو. هيڪر ميان صاحب قدس سره اتي آيا. انهيءَ ڳالهہ جي خبر پين، تڏهن فرمايائون تہ 'ابا، جنهن مدرسي ۾ ٻہ وقتي ماني ٻوڙ سان ملندي، اتي علم حاصل ڪرڻ مشڪل آهي.'

پوءِ پاڻ اسان کي اتان ڪڍي ٻئي هنڌ آڻي وهاريائون."

* * *

خليفي محمود لکيو آهي تہ هيڪر پاڻ ڍاڪي ۾ وينا هئا ۽ مان وقت بوقت سندن خدمت ۾ پيو ايندو ويندو هوس. هڪ دفعي سانجهيءَ جي نماز کان پوءِ سندن طعام آندائون. پاڻ فرمايائون تہ "ويهہ ۽ اسان سان گڏجي ماني کاءُ". سندن فرمودي موجب ساڻن گڏجي ماني کاڌم جوئر جا ڪوهر هئا، ٻہ مانيون سنهيون جوئر جون ۽ دال جو ٻوڙ هو. ٿوري لسي بہ هئي. پاڻ ڀريائين ڪوهر

ڪاڏائون ۽ پوءِ ماني.

* * *

هيڪر ڀاڳ لاڙ جي سفر ۾ تلهار ڪان سوار ٿيا ۽ ڪنهن فقير جي دعوت تي اسريا. مڪئي جوئر جا ڦلا خريد ڪرايا هئائون، سي ميان غازي خان ٽالپر ڪي جماعت ۾ ورهائڻ لاءِ ڏنائون. ڀاڳ پنهنجو حصو پاند ۾ ونيو، ڪائيندا هليا ۽ فرمايائون ته "هيءَ به سنت آهي."

* * *

خليفو ميان لقمان نقل ٿو ڪري ته هڪڙي ڏينهن درگاه شريف تي، مسجد شريف ۾، سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هئاسون ته ڀاڳ پيئڻ ڪاڻ پاڻي گهريائون.

هڪڙو فقير مسجد جي دريءَ مان منهنجو ڪئونرو کڻي اچي حاضر ڪيو. ڀاڳ پڇيائونس ته "هي ڪئونرو اوهان جو آهي؟"

فقير عرض ڪيو ته "نه، سائين."

ڀاڳ ان تي جوش ۾ اچي ويا ۽ فرمايائون ته "پرائو ڪئونرو بنا موڪلائڻ جي اسان کي ڪئي ٿو ڏئين؟"

تڏهن مون عرض ڪيو ته "قبلا اهو ڪئونرو منهنجو آهي. سائينءَ جن پاڻي پين."

پوءِ ڀاڳ انهيءَ مان پاڻي پيتائون ۽ مون اهو ڪئونرو تبرڪ طور ڀاڳ وٽ رکي ڇڏيو.

* * *

هيڪر ڀاڳ حاجي ايوب قدس سره (جو پنجين واسطي سان سندن مرشدن مان آهي) جو نقل بيان فرمايائون ته

سندس وڏي نينگر ڪانئن سوال ڪيو تہ، ”فقه جي ڪتابن ۾ آهي، تہ تن ڏينهن جي فاقي کان پوءِ حرام کائڻ درست ٿي پوي ٿو.“ حاجي صاحب پٽ کي جواب ڏنو تہ ”درست نہ آهي.“ نينگر وري وري چيو تہ ”علماءَ ظاهر جا تہ سڀ فتويٰ ڏين ٿا تہ درست آهي.“

تڏهن بزرگ ڪاوڙجي چيس تہ، ”پٽ، پانئجي ٿو تہ تنهنجي حرام سان ڏاڍي ڪا دل آهي. الله مون کي شال تنهنجي گهر جو پاڻي بہ نہ پياري.“

پوءِ ٿيو بہ ائين. انهيءَ بزرگ ڪڏهن بہ پٽ جي گهر جو پاڻي نہ پيتو.

* * *

سندن روش هوندي هئي تہ حيدرآباد جي حاڪمن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيندا هئا تہ سندن ماني ڪونہ کائيندا هئا. ڪن شاهوڪار ماڻهن جي جاءِ تي بہ سندن ڪاڏو ڪونہ کائيندا هئا.

***

شاه شجاع سنڌ تي ڪاهہ ڪري آيو. سنڌ جي حاڪمن، پير سائينءَ کي منت ۽ ايلاز ڪري، شاهہ شجاع ڏي ميڙ ڪري موڪليو تہ سنڌ تي ڪاهہ نہ ڪري ۽ لشڪر موٽائي وڃي.

پاڻ جڏهن شاه شجاع جي لشڪر ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن فقيرن کي حڪم ڏنائون تہ، ”لشڪر جي بازار مان ڪوبہ ڪابہ شيءِ خريد ڪري نہ کائي.“ پوءِ جيترا ڏينهن بہ اتي ترسيل هئا، تيستائين اناج يا ڪاڏي پيتي جي بي

ڪاٻه شيءِ استعمال نه فرمايائون. جيڪي ڪجهه درگاهه مبارڪ تان پاڻ سان آندو هئائون، ان مان گذران ڪيائون.

پير سائين روضي ڌڻيءَ جا والد بزرگوار، حضرت ميان صاحب قدس سره، پريان لوءِ جي بزرگن حضرت مخدوم محمد اسماعيل قدس سره جا عقيدتمند هئا. پير سائين روضي ڌڻيءَ جن فرمايو ته:

هڪ ڏينهن مخدوم صاحب مسجد شريف ۾ وينا هئا ته هڪ هندو اڦراتا پچائي، گرم گرم، ڌوتيءَ جي پلوَ ۾ ٻڌي، مسجد جي دروازي تي اچي سڏ ڪيو ته "مخدوم صاحب! هي ٻه ٽي مانيون خدا ڪارڻ آنديون اٿم، سي ته وٺو."

حضرت مخدوم صاحب جن هڪ فقير کي چيو ته 'هندوءَ کان مانيون وٺي اچ.' فقير مخدوم صاحب جي حڪم سان هندو کان مانيون وٺي، مخدوم صاحب جي اڳيان رکي عرض ڪيو ته "سائين، هي مانيون هندو گهر ۾ پچائي، پليت ڌوتيءَ ۾ ٻڌي ڪٽي آيو آهي. انهن جي کائڻ بابت ڪهڙو حڪم آهي؟"

مخدوم صاحب جواب ۾ فرمايو ته "الله جي نالي ڏانهن ڏسون، يا هندوءَ ڏي؟"

* * *

جامع ملفوظات لکيو آهي ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي، حضور ۾ حاضر هئس. انهن ڏينهن ۾، مظفرخان ملتان جو حاڪم حرمين شريفين کان ٻيڙيءَ رستي موٽي رهيو هو ۽ سرڪاري ماڻهن درگاهه مبارڪ جي هندن تي رسد جي سامان جي تياريءَ جو حڪم ڪيو. هندو گڏجي پير سائين سردار وٽ دانهين تي آيا. سائينءَ جن

کين صلاح ڏني تہ ”توهان هڪ هڪ ٿي لڪي هليا وڃو.“

هنن ائين ئي ڪيو. سرڪاري ماڻهن سائينجن وٽ اچي عرض ڪيو تہ، ”سرڪاري ڪم ضروري آهي. شهر جا هندو حاضر نہ آهن. ان جو تدارڪ ٿئي.“

پاڻ فرمايائون تہ، ”وڏي صاحبزادي کي وڃي چئو. جيڪڏهن تدارڪ ٿيو تہ ان کان ٿيندو.“

سرڪاري ماڻهن عرض ڪيو تہ ” صاحبزادو ڪنهن طرف سوار ٿي ويو آهي.“

پاڻ فرمايائون تہ، ”اسان فقير ماڻهو آهيون. اسان کي هنن ڪمن سان ڪهڙي مناسبت؟ جيڪڏهن شهر جا ماڻهو نہ آهن، تہ پوءِ ٻيءَ جاءِ تي وڃي تدارڪ ڪريو.“

جڏهن سرڪاري ماڻهو هليا ويا، تڏهن خليفي ميان سلطان عرض ڪيو تہ ”سائين، قيامت جي ڏينهن اسان ضعيفن تي بہ ائين رحم فرمائجو، جيئن اڄ هندن کي، دنيا جي قرض ۽ حاڪمن جي بيگر ۽ ڇيڙ کان آزاد ڪرايو اٿوَ.“

سائين جن اهو ٻڌي مرڪيا.

* * *

اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري درگاہ مبارڪ جي لڳ، مير سهراب جي شڪارگاھ مان پير سائين تجر ڌڻي بہ ڦاڙها شڪار ڪري آيا. ٻئي ڏينهن مير سهراب کي شڪار گاہ جي نگران، شڪايت ڪئي تہ پير صاحب جن جو وڏو صاحبزادو بہ ڦاڙها ماري ويو آهي. مير صاحب ڪاوڙجي پير سائينءَ جن ڏانهن پيغام موڪليو تہ ”قبلا پاڙي جو شرم ٿو ٿئي، ورنہ شڪار جي

سزا ڏيان ها."

مير صاحب جو پيغام ٻڌي، پاڻ انتهائي بي نيازيءَ سان فرمايائون ته "مير کي چئجو ته اسان تنهنجي پاڙي ۾ نه، پر تون اسان جي پاڙي ۾ وينو آهين. توکي موڪل آهي، جيڪي ڪري سگهين، سو ڀلي ڪر."

مير سهراب صاحب اهو پيغام ٻڌي ڏنو ۽ معافي ورتائين.

* * *

خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حاضر هئس. هڪ هندو حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ فرياد ڪيائين ته "سائين، پنج ڇهه ڏينهن ٿيندا، جو ملا واحد ڏنو، مون کان هڪ رپئي جو ان وٺي ويو هو ۽ ڪوڙو رپيو ڏئي ويو. هاڻي متائي نٿو ڏئي."

فقير چيو ته "سائين، هي هندو ڪوڙو آهي. مون هن کي صرافن کي ڏيکاري هڪ رپيو ڏنو آهي. هاڻي خواهه مخواهه گوڙ ڪيو اٿس."

هندوءَ عاجزيءَ ۽ نياز سان چيو ته "سائين مان ڪوڙ ڪونه ٿو چوان."

سائينجن غصي ۾ فرمايو ته "توکي الله سائين ڪوڙ کان پناهه ۾ رکي. تون سچ ٿو چوين." واحد ڏني فقير کي ڪاوڙجي چيائون ته "توهان جي عجيب سمجهه آهي، جو هڪ رپئي لاءِ ڪٿي معاملو اٿاريو اٿو. جلدي وڃ ۽ هن کي هڪ رپيو ڏي."

هندوءَ کي گهڻي دلداري ڏنائون.

سندن فقير رمضان شريف جي ڏهاڪي ۾ وهندا هئا. جڏهن عيد جو چنڊ ڏيکاربو هو، تڏهن ڪي فقير ڏينهن واري ڏهاڪي مان نڪري، رات واري ڏهاڪي ۾ وجي وهندا هئا. پوءِ پاڻ انهن فقيرن مان هرهڪ کان سندس جاءِ تي وڃي دعا گهرندا هئا ۽ حديث شريف مان نقل بيان فرمائيندا هئا تہ "حضور ﷺ جن پڻ حضرت بلال ۽ هڪ پوڙهيءَ عورت کان دعا گهري آهي."

* * *

خليفي محمود فقير لکيو آهي تہ هيڪرسندن حضور ۾ حاضر هئس. هندو سونارن جي قوم مان، مولي نالي هڪ مجذوب شخص بہ مون سان گڏ هو. الله تعاليٰ کيس پنهنجي جذب محبت سان ڪاملن منجهان ڪيو هو. پاڻ انهيءَ مجذوب شخص کي ياڪر پائي، ڪانئس دعا طلب ڪيا. پر، هو مجذوب منهن ڦيرائي، هر پيري، ٻئي پاسي پيو ڪري. جي سائين جن سڄي پاسي کان منهن پئي ڪيو، تہ هن شخص کٻي طرف تي ڏنو، ۽ جي کٻي پاسي کان ٿي ڪيائون، تہ سڄي پاسي تي نهاريائين. سو ڪنڌ کان جهلي چيومانس تہ "احمق، پير سائينءَ جن پاڻ توکان دعا ٿا گهرن، تون وري ٻئي طرف ٿو نهارين."

تڏهن چيائين تہ "پلا موچارو هوندين."

* * *

صاحبزادو ميان هدايت الله شاہ رحمت الله عليہ نقل

ٿو ڪري ته هيڪر پاڻ امين فقير جي جنازي سان، جو سنڌن مريدن مان هو، گڏجي شيخ طيب جي مقبري ڏانهن اُسريا. واٽ تي اتفاقاً هڪ هندو نظر آين. پاڻ گهوڙي تان لهي پيا ۽ هڪ وڻ جي پاڇي ۾، سيني ماڻهن کان گوشو ڪري، ان سان صحبت فرمايائون.

صاحبزادو ٿو فرمائي ته هي فقير سنڌن پرسان وينو هو. پاڻ مون سان ڳالھ ڪيائون ته "بابا هي هندو حضرت ميان صاحب قدس سره جي صحبتين مان آهي ۽ اهڙو اديب آهي، جو جنهن رستي سان حضرت ميان صاحب قدس سره جن هڪڙو پيرو به ڪٿي لنگهيا آهن، ته هي اتان نه ايندو آهي. پر جي اتان لنگهندو، ته به رستي جو پاسو وٺي ويندو، نه وچ هن ڪري ته متان سنڌن پير مبارڪ جو نشان اورانگهجي پوي."

* * *

قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي ته رسول الله ﷺ جن جي اٿڻي وهڻيءَ ۾ مومنن لاءِ اعليٰ اخلاق جو مثال موجود آهي. روايت آهي ته پاڻ سڳورن پنهنجو وقت ٽن حصن ۾ ورهايو هو: هڪ حصو خدا جي عبادت لاءِ، ٻيو حصو خلق خدا جي لاءِ ۽ ٽيون حصو آرام ۽ گهر وارن لاءِ هوندو هو. اها پڻ روايت آهي ته پاڻ سڳورن جي پهرين پهرين شادي بيبي خديجه سان ٿي. بيبي صاحبه جيسين حيات هئي، تيسين نبي ڪريم ﷺ جن ٻي شادي ڪانه ڪئي.

پير سائين، روضي ڌڻيءَ فرمايو ته حضرت بيبي صاحبه شاديءَ واري رات، حضور صلعم جن جي قرب، محبت ۽ خوشيءَ ۾ پنهنجو سڄو مال ۽ ملڪيت

حضور ﷺ جن جي مٿان گهوري قربان ڪري ڇڏيو.

جڏهن پاڻ سڳورا بيبي صاحبه جي حويليءَ ۾ آيا، تڏهن ڪين ان گهر ۾ رهڻ دل تي بار ٿي پيو، ۽ بيبي صاحبه کي فرمايائون ته "هت رهڻ مون کي ڏکيو لڳي ٿو."

بيبي صاحبه عرض ڪيو ته "سائين، هي گهر توهان جي قدمن مبارڪن تان قربان آهي. جيڪا توهان جي مرضي. آءٌ ان تي راضي آهيان."

پوءِ حضور ﷺ جن پنهنجي اصلي گهر، حضرت عبدالله جي ۾ اچي، بغير بستري جي زمين تي سمهي پيا.

بيبي صاحبه جن فرمايو ته مون کي ان ڏينهن جيڪا خوشي ٿي، سا وري عمر ڀر ڪانه ٿي.

پير سائين، روضي ڌڻيءَ جن پڻ سنت جي متابعت موجب، پنهنجن حرمن سڳورن جو خيال رکندا هئا. يعقوب فقير، خليفي ميان غازي خان ٽالپر کان نقل ٿو ڪري ته

هڪ دفعي حضرت جن ڪوهستان جي سفر تي چڙهيا ۽ ان سفر ۾ حرم پاڪ به ساڻن گڏ هئا. هڪ جاءِ تي جهنگ مان پاڻ ٻارڻ جي ڪانين جي ڀري ڪري آيا. پر ڪنهن به فقير کي ان لاءِ فرمان نه ڪيائون.

* * *

گهر جي ڀاتين سان محبت ۽ انسانن سان همدرديءَ جو سلوڪ نه عام خاص انسانن جو شيوو آهي. پير سائين روضي ڌڻيءَ جن نه جانورن ۽ پکي پکڻ جو به خيال ڪندا هئا. محمد ذاڪر، رهنڙ تندي قيصر نظامانيءَ جو نقل ٿو ڪري ته:

هيڪر پاڻ رمضان شريف جي پوئين ڏهاڪي ۾، اعتڪاف ۾ وينا هئا ۽ سائين جن جي لنگهه تي خليفو ميان محمد حسن شاه ڏهاڪي ۾ وينل هو. هڪڙو وڏو ڏگهو ڪانو ڪبوترن جي تڙڻ لاءِ، جن جو اتي آکيرو هو، پاڻ وٽ رکي ڇڏيو هئائين.

خليفي کان پڇيائون ته "هي ڪانو ڇالاءِ رکيو اٿئي؟"

خليفي چيو ته "ڪبوترن جي تڙڻ لاءِ."

پاڻ جوش سان فرمايائون ته "هي ڪبوتر توکان اڳ وينا هئا، يا تون اڳ اچي وينو هئين؟ هوش ڪر! ائين نه ڪر."

اهو ٻڌي خليفي صاحب ڪانو ڀڃي ڇڏيو.

* * *

هڪ دفعي پاڻ فرمايائون ته محمد عالم نالي بزرگ هو، جنهن کان مير بهرام خان سوال ڪيو ته، "ٻنگيءَ جي ڪُنل شيءِ جائز آهي يا نه؟"

بزرگ فرمايو ته "وڏي ٻنگيءَ بابت پڇو ٿا يا ننڍي بابت؟"

مير صاحب عرض ڪيو ته، "ننڍا ۽ وڏا الائي ڪهڙا آهن؟"

بزرگ فرمايو ته، "وڏا اوهان آهيو، جو يتيمن جو مال، ظلم ۽ زبردستيءَ سان کائي وڃڻا آهيو، جيڪو حرام آهي. ننڍا اهي آهن، جيڪي ڍونڍ کائيندا آهن، جيڪو بيڪار پيو هوندو آهي."

* * *

هڪ دفعي پاڻ مير جام جي ننڍي ۾، سندس بنگلي تي لٿل هئا، جيڪو هڪ ٽلهي تي نهيل هو. پاڻ وضو اڪيلائپ ۾ ڪندا هئا، تنهنڪري آءٌ تمام پري بيٺو هئس. پاڻ مون کي اشارو ڪري سڏيائون

۽ فرمايائون تہ ”رات عبادت ۾ نقصان ۽ ڏاڍي سستي ٿي آهي، جو شايد هيءَ جاءِ دنيا وارن جي آهي.“

* * *

خليفي محمود فقير لکيو آهي تہ هڪ ڀيري، حضرت جن جي مريدن، ڪپڙو، سون ۽ چانديءَ جا زيور نذراني طور ڏنا. مون اهو نذرانو سائينجن جي حضور ۾ پيش ڪيو. پاڻ ٻانهي کي فرمايائون تہ ”تون ڏسي وائسي ائين ٿو ڪرين. پنهنجي گهر مان ڪچرو ٻهاري، اسان جي گهر ۾ اڇلائين ٿو. ائين ڪرڻ نہ گهرجي.“

ٻانهي عرض ڪيو تہ ”مون پنهنجي گهران هي شيون نہ آنديون آهن. درگاهہ مبارڪ جي مريدن نذراني طور ڏنيون آهن. مون کي جو ڪجهہ ملندو آهي، سو خيرات ڪري ڇڏيندو آهيان.“

پاڻ فرمايائون تہ ”جيڪو بہ مال هجي اسان جو ، يا تنهنجو، سو سڀ غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو ڪر.“

ان کان پوءِ، مون ڪڏهن بہ نذرانو پاڻ سان نہ ڪنيو. جيڪو ملندو هو، سو اتي ئي خيرات ڪري ڇڏيندو هوس.“

* * *

ملفوظات شريف ۾ نقل آهي تہ هڪ ڏينهن حرم خاني ۾ حضرت جن جي گهر وارين مان ڪنهن گهر واريءَ پراڻن ڪپڙن جي شڪايت ڪئي ۽ نوان ڪپڙا گهريا.

پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون تہ ”جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي مدد کان اڳ ۾ گهرين ٿي، جيڪو مخلوقات کي ڏيندڙ آهي، تہ چرخو پاڻ وٽ رک ۽ اُن تي سُٽ ڪتي، ڪپڙا تيار ڪر.“

* * *

ملفوظات شريف ۾ ائين بہ آهي تہ ”هڪ ڀيري حضرت جن لاڙ

جي سفر تي اسريا، تہ کين پراڻي گوڏ بڏل هئي. اتان ڪڇ جي طرف روانا ٿيا. گوڏ ايتري قدر تہ پراڻي ٿي ويئي، جو هڪ مسڪين ماڻهو بہ اهڙي گوڏ نہ ٻڌي. هر روز ڦاٽندي ٿي ويئي. فقير ان کي سبندا هئا. سائينجن ڪڏهن بہ مڏيءَ وارن کي نہ چيو تہ نئين گوڏ سبايو. جڏهن ڪڇ جي سفر کان موٽي، سيد مني ۽ آخوند محب جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، تڏهن پيرزادي سيد ميان احمد شاهہ جيڪو غوث الاعظم جي اولاد مان هو ۽ سائينجن جو مريد هو، سڀ ڏڪڻ جا ڪپڙا آڻي نذرانو ڪيا. پوءِ سائينجن ان جي چوڻ تي اهي ڪپڙا ڍڪيا."

* * *

ملفوظات شريف ۾ محمود فقير نظاماڻي لکيو آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ پنر گاهہ لڻڻ لاءِ (جنهن جي مسجد ۾ ضرورت هئي) درياءَ جي ڪناري تي ويا. ٻيا فقير بہ خدمت ۾ حاضر هئا. ڏاٽو هن فقير جي هٿ ۾ هو. جڏهن گاهہ لڻيم، تڏهن فرمايائون تہ توهان لڻيو آهي، هاڻي ڏاٽو مون کي ڏيو تہ توهان جي پريءَ جيترو لڻي ونان. مون ڏاٽو حضرت جن کي پيش ڪيو. پاڻ بہ پريون لڻي ورتائون. ايتري ۾ درويش محمد وارث مجذوب آيو ۽ چيائين تہ سائين، پنر گاهہ جي پري، مون لاءِ بہ لڻي ون." --ان کي بہ پري لڻي ڏنائون.

ان کان پوءِ، سائينجن فقيرن سان گڏجي، پنر گاهہ جون پريون کڻي روانا ٿيا. جڏهن مسافرن جي مقبري کان، جيڪو درگاهہ مبارڪ کي ويجهو آهي، گذر فرمايائون، تڏهن مجذوب محمد وارث پنهنجي پري کڻي سائينجن جي پريءَ مٿان رکي ۽ وڏي آواز سان چيائين تہ "اسان سڀني جو بار سائينجن تي آهي."

سائينجن پاڻ ٻئي پريون کڻي اچي مسجد شريف ۾ پهتا.

مٿين مثالن تي غور ڪرڻ وقت اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻي آهي ته هرڪا حقيقت پنهنجي تاريخي پس منظر ۾ پرکڻ گهرجي. ڊاڪٽر سورلي، انهيءَ اصول کي اڳيان رکي، پنهنجي ڪتاب Shah Abdul-Latif of Bhitt (ڀٽ جو شاهه عبداللطيف) ۾ ڏيکاريو آهي ته شاهه جي دور جي سنڌي زبان ڪا ايڏي ترقي يافته ڪانه هئي، پر اهو سندس ڪمال هو، جو ان جي لفظن کي، پنهنجي فن جي سانچي ۾ ائين پلٽيائين، جو منجهن آفاقي ڪلام جو نور ۽ ترنم پيدا ڪري ڇڏيائين. شاهه جنهن دور ۾ پيدا ٿيو، سو بادشاهه گرديءَ وارو دور هو، انڪري سخت افراتفريءَ جو زمانو هو. سنڌ ۾ سياسي اقتدار مغلن کان ڪلهوڙن ڏانهن منتقل ٿي رهيو هو.

پير سائين روضي ڌڻيءَ جو زمانو سنه ١١٧٠ هجريءَ کان ١٢٣٣ هجري آهي. اهو به بادشاهه گرديءَ وارو دور هو. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ۽ ميرن جي شروع ٿي. ملفوظات شريف ۾، هڪ هنڌ لکيل آهي ته:

> ”هيڪر پاڻ خليفي ميان الله رکئي کي فرمايائون ته هالاڻيءَ جي جنگ ۾، جيڪا مير فتح علي خان ٽالپر ۽ عبدالنبي ڪلهوڙي جي وچ ۾ لڳي هئي، اسان وچ ۾ وينا هئاسون، جو ٻنهي طرفن هڪٻئي کي بندوقون پئي هنيون ۽ گوليون اسان کان اچي ٿي لنگهيون، پر اسين امن امان سان هئاسون.“

ڪلهوڙن جي ايامڪاريءَ ۾ نادر شاهه سنڌ کي تاراج ڪري ويو. سنڌ اڳي دهليءَ کي ڏن ڏيندي هئي، پوءِ ايران جي تابعدار ٿي. ميرن جي حڪومت ۾ وري ڪابل کي ڍل ڏيڻ شروع ڪيائين. شاهه

شجاع تہ رڻ ڀاري ڏنو. مدد خان پٺاڻ ان کان علاوه ماڻهن کي سٽي ڪٽي، ڦري، ماري ويو. پهاڪو نهي ويو تہ، "جڏهن تڏهن سنڌڙي، توکي قنڌارئون جوکو."

قنڌار کان جيڪي جنگي ڪٽڪ يا واپاري قافلا ايندا هئا، سي سنڌ جي سرحدن ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ، سڀ کان اول اچي شڪارپور ۾ وارد ٿيندا هئا. شڪارپور جو شهر افغانستان، بلوچستان، سنڌ، پنجاب ۽ هندستان ڏانهن ويندڙ واپاري رستن جو مرڪز هو. احمد شاهہ ابداليءَ جي مرشد فقيرالله علويءَ جي مزار شڪارپور ۾ آهي. رحيم بخش سومري صاحب جي چوڻ موجب شاهہ شجاع بہ شڪارپور ۾ ئي پوريل آهي.

تاريخ نويسن جو چوڻ آهي تہ شڪارپور ۽ اتر سنڌ واري پٽ ۾، دائود پوٽا، مهر ۽ ٻيون قومون ۽ قبيلا وڏي تعداد ۾ هوندا هئا. منجهن جنگيون لڳنديون رهنديون هيون. آخرڪار، دائودپوٽا اهو ملڪ ڇڏي ويا ۽ سندن هڪ حصي وڃي بهاولپور وارو پٽ وسايو. ملفوظات شريف جي مرتب خليفي محمود نظاماڻيءَ پنهنجو هڪ واقعو لکيو آهي، جنهن مان ان زماني جي اتر سنڌ جو احوال معلوم ٿئي ٿو:

"هيڪر تيز تپ جي ڪري، ڏهہ مهينا گذري ويا، تہ درگاهہ شريف تي حاضر ٿيڻ جو ست ساري نہ سگهيس. آخر، تپ هوندي ئي، گهوڙي تي سوار ٿي، روانو ٿيس. رستي تي ڏاڍو مينهن پيو. لاچار گهوڙي تان سنج لاهي هڪڙي ڪرڙ جي پاڙ ۾ رکي، انهن جي مٿان چڙهي وينس. سومهاڻيءَ جي نماز بہ اتي ئي پڙهيم. سجدي ڏيڻ مهل منهن ۽ ڏاڙهي مينهن جي گپ چڪ ۾ پرجي ٿي ويا. آخر صبح ٿيو. اڳتي روانو ٿيس. منزلون ڪندو، اچي درگاهہ مبارڪ تي پهتس. اتي ٻڌم تہ سائينجن ڳڙهي بختيار خان ڏانهن اسريا آهن، جو دائودپوٽي

جي ملڪ جو مشهور شهر آهي. ارادو ڪيم ته اڳتي روانو ٿيان ۽ سندن حضور ۾ حاضر ٿيان پر اندران صاحبن سڳورن جهلرائي موڪليو ته "هينئر اڪيلو نه وڃ، ڇو ته بروچن ۽ دائودپوٽن جو پاڻ ۾ جهيڙو بڌجي ٿو. دائود پوٽن جي لشڪر اعلان ڪري ڇڏيو آهي ته جيڪو شخص ڪنهن بروچ جو مٿو وڍي آڻي ڏيندو، تنهن کي ست رپيا انعام ڏنو ويندو. سو جيڪو به شخص وڏن وارن ۽ ڊگهيءَ ڏاڙهيءَ سان بروچن جي مشابه آهي، تنهن کي ڪهيو ٿا وڃن. نيٺ جيئن تيئن ڪري، حيلن حوالن سان، صاحبن سڳورن ڪان موڪل وني، دائودپوٽن ڏانهن روانو ٿيس. وات اها ورتم، جيڪا جهنگ ۽ ويران پاسي هئي. سو، ماڻهو ڪونه پئي مليم. هلندي هلندي اتفاق سان سائينجن جا به مريد منهن چڙهيا، جن ٻڌايو ته اڄ رات پاڻ اباوڙن جي شهر ۾ تشريف فرما ٿيا آهن. پوءِ اتان هلي به-پهرو اچي، خيرپور جي شهر ۾ ڪيم. اتان گهوڙي تي چڙهي، رات جو اچي اوباوڙن جي شهر ۾ پهتس، جتي ميان ابوالخير ڏاهري مليم، تنهن پاڻ وٽ ترسايو ۽ ٻڌايائين ته ماڻهو سندس حضور اقدس ۾ ويل آهن. انشاءَ الله پاڻ سنت تشريف فرما ٿيندا. پر، نماز مهل هڪڙو ماڻهو آيو، جنهن ٻڌايو ته رات اتي ترسي پيا ۽ خير سان صبح جو ايندا. رات گذري ته صبح جو سوير اٿي اچي رستي تي ويٺس ۽ سندن انتظار ڪندو رهيس. تان ته ڏٺم ته پاڻ سامهون پيا اچن. منهن مبارڪ تي نظر پوڻ شرط وجد پئجي ويم. پاڻ به ڪمال توجه سان اتان ئي، گهوڙي تان لهي پيا ۽ اچي ياڪر ۾ ورتائون."

خليفي صاحب جي هن سفر مان ظاهر ٿئي ٿو ته ميرن جي حڪومت ۾، ڌارين جي حملن، خون خرابيءَ ۽ قرلت جي باوجود، سنڌ جي ماڻهن ۾ ايڪو ۽ اتحاد ڪونه هو. ڌارين جي عذاب هوندي، پاڻ

۾ بہ جنگ جدل لايون وينا هئا. اتر سنڌ ۾، ماڻهوءَ جي منڊيءَ جي قيمت ست رپيا هئي! داد فرياد جو ڪو سوال ئي ڪونہ هو. سو، خليفي محمود جهڙا مسافر، رستو ڇڏي، جهنگ جي واٽ وٺندا هئا، ڇاڪاڻ تہ ڪين مرُن کان وڌيڪ ماڻهن جو خوف هوندو هو.

حضرت عيسيٰ عليہ والسلام کان تقريباً ڇهہ سو ورهيہ اڳ يونان ملڪ هڪ ڏاهو پيدا ڪيو، جنهن جي دنيا تي ڏاڪ وينل آهي. ڪيس افلاطون ڪوٺيندا آهن. سندس هڪ قول آهي تہ: "جڏهن آسپاس طوفان جا آثار هجن، هوا جو زور ۽ وڻن ۾ شور هجي، تڏهن ڏاهي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ گهر جا در، دروازا بند ڪري، محفوظ ٿي وهي."

ڳالهہ تمام سٺي ڪئي اٿس. منجهس وڏو عقل آهي. پر اهو اصول شايد اهڙن ماڻهن سان ئي لاڳو آهي، جن جي حياتيءَ جو مقصد رڳو پنهنجي لاءِ جيئڻ آهي. جيڪي عظيم انسان پنهنجي زندگي ڪنهن اعليٰ مقصد لاءِ وقف ڪري ڇڏيندا آهن، سي هر قسم جي خوف خطري کان بي نياز هوندا آهن.

ڪنهن ڏاهي شخص چيو آهي تہ "بکايل ماڻهوءَ کي تہ خدا بہ مانيءَ جي صورت ۾ نظر ايندو آهي." سو، بکايل ۽ ڏکايل ماڻهن ۾ وڃي واعظ ڪرڻ تہ پنهنجا ڏک سک وساري، الله ڏانهن منهن ڪريو، ڪو سولو ڪم ڪونهي. اهو ڪم اهڙي سمي ۾ هيڪاري اوکو هوندو، جڏهن ملڪ ۾ ماڻهوءَ جي مُنڊيءَ جو مُلهہ ست رُپيا هجي! ليڪن، پير سائين روضي ڌڻي، بنا ڪنهن ڊپ جي، اتر سنڌ، لاڙ، قلات، ٿر، ڪڇ ڀڄ ۽ جيلسمير کان بہ ٻريرو الائي تہ ڪهڙن ڪهڙن واريا سن پٽن ۽ ويرانن ۾ سفر ڪندا رهيا ۽ ايمان جو شمعون روشن ڪندا رهيا. قدرت ڪين سوڀارو ڪيو. سندن هاڪ مشڪ جي خوشبوءِ

وانگر هر هنڌ پکڙجي ويئي ۽ سندن بلند و بالا شخصيت جو پري پري پڙلاءُ پيو.

هندستان جي هاڪاري عالم، سيد ابوالحسن علي ندويءَ "پرانے چراغ" نالي اعليٰ شخصيتن، بزرگن، استادن ۽ دوستن جو هڪ تذڪرو لکيو آهي، جنهن جي جلد اول ۾ لکيو اٿس تہ:

> "بارھوين صدي کي تقريباً وسط مين سندھ بلوچستان مين ايک مشھور پير طريقت سيد محمد راشد گزرے ھين ... مين نے مولانا عبيدالله صاحب سندھي سے خود سنا ھے کہ وہ ان ديار مين علمي اور روحاني طور پر تقريبا وھي مرتبہ اور شھرت رکھتے تھے، جو ان کي معاصر حضرت شاہ ولي الله صاحب دھلوي کا شمال مغربي ھندستان مين تھا."

شاه ولي الله دهلوي جنهن زماني ۾ پيدا ٿيو، تنهن ۾ هندستان جو حڪمران، مغل خاندانُ، ترين پر اچي ڪِريو هو. شاه ولي الله، مرهٽن جو زور ڀڃڻ ۽ مغل خاندان کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ احمد شاه ابداليءَ کي هندستان تي ڪاهہ ڪرڻ جي دعوت ڏني. ڪن تاريخنويسن جو چوڻ آهي تہ احمد شاه ابداليءَ ڪاهيو، پر مرهٽن جي اسرندڙ طاقت کي ڌڪ هڻڻ بدران، دهليءَ جي مغل خاندان جو رهيل کهيل سوجهرو بہ چٽ ڪري ويو. پنجاب ۾ سندس لشڪر جيڪي راڱا ڪيا، تن جو چٽو پٽو پڙلاءُ پنجابي مسلمان صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. پر، ڪن عالمن مثلاً سيد صباح الدين عبدالرحمان جو خيال آهي تہ احمد شاه ابداليءَ جي حملي ڪري مغلن جي حڪومت کي ڪجهہ ڏينهن لاءِ جيئدان ملي ويو. حقيقت جيئن بہ هجي، شاهہ ولي الله بهرحال پنهنجي دور جو وڏو مفڪر هو. جيڏو وڏو مفڪر هو،

ان کان بہ وڏو مصلح هو. زوال پذير مغل هندستان جو معاشرو کوکلو ٿي ويو هو. سمورا اخلاقي قدر پائمال ٿي ويا هئا. ان دور جو حقيقي احوال "مرقع دهلي" نالي اردو ڪتاب ۾ پڙهي سگهجي ٿو. اهڙين ابتر حالتن ۾، شاه ولي الله جهڙو دين ۽ علم جو اڪابر الائي ڪيئن پيدا ٿيو؟

يورپ جو هڪ غير مسلمان عالم هو، جنهن جي مسلمانن جي تاريخ ۾ گهري دلچسپي هئي. پندرهن ويهہ ورهيہ اڳ، دهليءَ ۾ قرآن ڪانفرنس ٿي، ان ۾ شريڪ ٿيڻ ويو هو. موٽ تي، حيدرآباد ۾، شاهہ ولي الله اڪيڊميءَ جا ڪتاب وٺڻ آيو. مون سان سائين غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي وسيلي متعارف ٿيو. ڪيس ڪراچيءَ موٽڻو هو، سو مون سان گڏيو هليو. ائين مون کي سائٽس رستي تي بہ ٽي ڪلاڪ علمي ڪچهريءَ جو موقعو مليو.

پڇيو مانس تہ "توهان جي خيال موجب، ماضيءَ ۾ مسلمانن ڪهڙو وڏو ماڻهو پيدا ڪيو آهي؟"

جواب ڏنائين تہ "امام غزالي."

وري پڇيومانس تہ "ڀلا، هاڻوڪي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾؟"

جواب ڏنائين تہ "شاهہ ولي الله."

انهيءَ غير مسلمان يورپي عالم جي راءِ کي ڇڏي، جيڪڏهن پاڪستان ۽ هندستان جي ڪنهن بہ اهم علمي مرڪز ۾ جهاتي پائبي، تہ اتي بہ شاهہ ولي الله جي قدمن جي آهٽ ٻڌڻ ۾ ايندي. هر عظيم انسان وانگر، شاهہ کي بہ پنهنجيءَ عظمت جو احساس هو. چون ٿا تہ هڪ دفعي موج ۽ مستيءَ جي ڪنهن ڪيفيت ۾ فرمايائين تہ "هي دور منهنجو دور آهي."

پر، صدين جو صديون علم جي سج وانگر چمڪڻ جي باوجود،

هندستان يا پاڪستان جي سرزمين تي اڄ ڪا به اهڙي تنظيم يا جماعت نظر ڪانه ٿي اچي، جيڪا سندس پوئلڳ هجي. شايد ڪي علمي ادارا ۽ عالم سگهورا ملي ويندا، جن وٽان سندس ڪتابن مان استفادو ڪري سگهبو. ٻئي طرف، پير سائينءَ روضي ڌڻيءَ جي زندگيءَ ۾، سندس مريدن، معتقدن ۽ فقيرن جي جيڪا جماعت نهي، سا خدا جي فضل سان، جيئن پوءِ تيئن وڌندي رهي.

ملفوظات شريف ۾ لکيل آهي ته هڪ دفعي مير رستم ٽالپر، پير سائين روضي ڌڻيءَ کي چيو ته "سائين، پوک گهڻي پوکيو، پر مارجي پئي."

پير سائينءَ فرمايو ته، "جي مارجي پئي، ته به حاڪمن جي دل کان بچيل رهندي."

اڄ مير رستم خان جي حڪومت جو ته نالو نشان ڪونهي. پر، پير سائين سرداز جي پوکيل پوک ڇهچ سائي بيٺي آهي!

ملفوظات شريف ۾ خليفي محمود هڪ واقعو درج ڪيو آهي ته هڪ ڏينهن سائينجن جي خدمت ۾، حرم خاني جي مٿي ڪٽڻ ۾ مشغول هئاسون، ته سالڪه حاجي ابراهيم فقير جي ماءُ، جيڪا مقربه مريدياڻي هئي، سا آئي. سائينجن فرمايو ته: "اي مجذوبه، هاڻي تنهنجي محبت ٿڌي ٿي ويئي آهي ڇا، جو عشق جون رڙيون نه ٿي ڪرين؟ اڄ ته ڪجهه ٻڌاءِ." پوءِ مجذوبه محبت الاهيءَ ۾ هي سنڌي بيت وڏي درد سان پڙهيو:

وسين تان وس، عالم لڳئي آسري،
هاڻي ڪيم ترس، مندون مٿي آئيون!

ملفوظات شريف ۾ ڪاڏا سهڻا سنڌي بيت آهن. پر، هي بيت به بي مثال آهي. ان ۾ سنايل سنڌ جي صدين جي صدا آهي. "مندون مٿي آئيون" لفظ ڪيڏا نه دل ڀڄائيندڙ آهن! خليفي محمود

لکيو آهي ته "بيت پڙهڻ شرط، حرم خاني ۾ جن فقيرن مٿي تي مٿي
ٿي ڪنئي، تن ۾ روح راڙو ۽ وجد پئجي ويو."

پير سائينءَ جن مجذوبه کي هٿ جي اشاري سان ٻيو بيت پڙهڻ
کان منع فرمائي.

* * *

انساني تاريخ ۾ قدرتي حادثن کي وڏو دخل آهي. مثلاً صديون
اڳ سنڌو درياءَ جي وهڪري مٽائڻ ڪري يا زلزلن سببان، سنڌ جا وڏا
وڏا وسندڙ شهر مٽيءَ جا ڍڳا ٿي ويا. پر، اها به حقيقت آهي ته ڪن
وڏين شخصيتن جي وڏن ڪارنامن ڪري به تاريخ جو وهڪرو بدلبو
رهيو آهي. وڏي شخصيت وڏي ڳالهه آهي.

انگلستان جي راڻي ايلزبيٿ، تازو مشهور آفريقي اڳواڻ،
نيلسن منڊيلا جي دعوت تي سندس ملڪ گهمڻ ويئي. دوري ختم
ٿيڻ کان پوءِ، پنهنجا تاثرات بيان ڪندي چيائين ته، "بيشڪ، انسان جو
پڪو ارادو جبلن کي به لوڏي سگهي ٿو."

هندستان جي تاريخ ۾، مجدد الف ثانيءَ جي بغاوت ڪري،
"دين الاهي" اُسري ڪونه سگهيو، نه ته اڪبر اعظم جو هندستان
جي روحاني اتحاد Spiritual unity of India وارو خواب ته پورو ٿئي ها
الائي ڪونه. البت هندو ـ مسلمان ڇڪتاڻ ايڏي نه وڌي وڃي ها، جو
برصغير صدين جون صديون ان ۾ سڙندو رهي ها، ڇو ته دين
پارليامينٽ ۾ ڪونه نهندا آهن. ليڪن، ڪو دين "ديوان عام" يا
"ديوان خاص" ۾ نهندو به سهي، ته اهو ماڻهن ۾ ڪيئن هلي
سگهندو؟

دين جي لاءِ، قدرت وڏين شخصيتن جو انتخاب ڪندي آهي.
ڪي غارن ۾ وڃي وهندا آهن، ته ڪي سڄن جبلن جي وات ونندا آهن.

پلا جي ڪنهن بادشاهه جو انتخاب ٿيندو آهي ته اهو به محل ماڙيون زالون ۽ گهر ٻار ڇڏي، جهنگ منهن ڪندو آهي.

وڏي شخصيت وڏي ڳالهه آهي. سنڌ ۾ پنج هزار ورهيه اڳ به هڪ زبان اهڙي مروج هئي، جيڪا لکي پڙهي ويندي هئي. منجهس ڪيڏو نه علمي سرمايو هوندو! پر ڀٽائيءَ جي شخصيت کي جدا ڪريو ته منجهن باقي ڇا ٿو بچي؟ حقيقت اهائي نظر ايندي ته

سو سِرن پائي، جي تند برابر توريان
ته به اتل اوڏانهين تئي، جيڏانهن بيجل بُرائي

سڄو ڪرشمو وڏيءَ شخصيت جو آهي. تاريخ اعليٰ انسانن جي ڪارنامن سان ئي عبارت آهي. ان جي ورق ورق تي ڪنهن نه ڪنهن وڏيءَ شخصيت جي مهر لڳل آهي ته "هي دور منهنجو دور آهي."

پير سائين روضي ڌڻي اسان جي سونهاريءَ سنڌ جي باڪمال، پلاري ۽ برگزيده شخصيت آهن. قدرت کين ڪنهن سڀاڳيءَ ساعت ۾، اعليٰ مقصد لاءِ خلقيو هو. پاڻ عجب انداز سان زندگي بسر ڪري، اهو مقصد پورو ڪيائون. هن دنيا کي هميشه مانجهاندي جو ماڳ سمجهائون. ملفوظات شريف ۾ لکيل آهي ته هڪڙي دفعي فرمايائون ته:

"عبادت ڪري، دنيا جي لاءِ دعا گهرڻ ائين ئي آهي،
جيئن قرآن شريف تي پير رکي، ڪٻٽ مان شراب جو شيشو ڪڍڻ."

چون ٿا ته ڪنهن شخص شاه وَلي الله دهلويءَ کان حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جي وصال جو پڇيو. شاه ولي الله کيس جواب ڏنو ته ان جو مثال ائين ئي آهي، جيئن ڪا روشن شمع ٻاهران صحن مان ڪڍي، اندر ڪمري ۾ رکجي. شمع پنهنجيءَ جاءِ تي روشن آهي.

پير سائين، روضي ڌڻيءَ رحمة الله عليه جن پنهنجي حياتي حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جي سنت موجب گذاري. سو، شاهه ولي الله جي بيان ڪيل اصول موجب، سندس فيض بہ جاري ۽ ساري آهي. قرآن ڪريم ۾ اهڙن ئي اوليائن ڪي بشارت مليل آهي تہ:

"خبردار! الله جي پيارن کي نہ ڪي پوُ آهي، نہ اهي غمگين ٿيندا. جن ايمان آندو ۽ پرهيزگاري ڪئي، تن لاءِ هن دنيا جي حياتيءَ ۾ ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي. الله جي حڪمن ۾ ڪابہ ڦير گهير ڪانهي. اهائي وڏي مراد ماڻڻ آهي."

پير سائين، روضي ڌڻي رحمة الله عليه اهلِ دل انسانن جا سائين ۽ سردارَ، سونهاريءَ سنڌ جا اولياءَ الله ۽ عارف بالله هئا. سندن جامع ۽ مستند سوانح حيات لکڻ ۽ ڇپائڻ وڏو ثواب جو ڪم ٿيندو ۽ هڪ عظيم علمي خدمت پڻ. خبر ناهي تہ ڇاجي ڪري، سنڌ جي ڪنهن بہ تاريخ نويس يا تذڪره نگار، ان طرف اجا تائين توجهہ نہ ڏنو آهي، نہ وري سنڌ جي ڪنهن بہ علمي اداري ان ڪم کي پنهنجي تحقيق ۽ تصنيف جي پروگرام ۾ شامل ڪيو آهي. ممڪن آهي تہ ان جو هڪ سبب اهو بہ هجي، تہ ان موضوع تي هڪيو تڪيو مواد ڪٿي بہ جمع ٿيل ڪونهي . پر، عالمن ۽ محققن جو تہ ڪم ئي آهي واريءَ مان سون جا ذرڙا ڳولي لهڻ. ڏهاڪو ورهيہ اڳ، فقير مولوي عبداللطيف سڪندريءَ، من ۾ محبت رکي، "حضرت پير سائين سردار، روضي ڌڻي جو ڪلام" نالي سان هڪڙو ڪتابڙو، پنهنجي هڙئون وڙئون ڇپايو هو، جنهن ۾ هيٺين اهڙن قلمي خزانن جو ڏس ڏنو هئائين، جتان سوانح حيات لاءِ مواد ملي سگهي ٿو:

(۱) ملفوظات شريف خليفي محمود نظاماڻيءَ جي گڏ ڪيل، جا سنڌي زبان ۾، چمن حصن ۾، جمعيت علماءِ سڪندري ڇپائي پڌري ڪئي آهي. هاڻي عام جام ملي ٿي.

(۲) ملفوظات شريف ننڍي جوڙيل خليفي محمد حسين مهيسر پاڳنازيءَ واري جي، جيڪا مڪمل ڪرڻ بعد پير سائين سردار جن جي حضور ۾ پڙهي ٻڌائي هئائين ۽ پاڻ پسند فرمائي هئائون.

(۳) مڪتوبات شريف (خط مبارڪ) سندن وڏي فرزند، پير سائين سيد صبغت الله شاهه اول تجر ڌڻي رحمة الله عليه جا ترتيب ڏنل، جن جو تعداد ۳۹ آهي ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ مختلف ماڻهن ڏانهن جواب طور رکيل آهن. فقير مولوي عبداللطيف سڪندريءَ اها به وضاحت ڪئي آهي ته ڪن نسخن ۾ ۴۵ خط ڄاڻايل آهن.

(۴) "اسماءُ الحسنيٰ" نالي ڪتاب جيڪو پير سائين، روضي ڌڻيءَ جن فارسي زبان ۾ جوڙيو هو ۽ جنهن ۾ پاڻ مولانا عبدالحق محدث دهلويءَ ۽ علامه يعقوب چرخيءَ کان استفادو ڪيو اٿن.

(۵) آداب المريدين ڪتاب (فارسي) جيڪو پڻ پير سائين، روضي ڌڻيءَ جن جو جوڙيل آهي. مولوي عبداللطيف سڪندريءَ ٻڌايو آهي ته ان جي قلمي ڪاپي وٽس موجود آهي.

(٦) "رساله سلوڪ المبتدي" جيڪو پڻ پير سائين سردار روضي ڌڻيءَ جي تصنيف آهي ۽ قادري توڙي نقشبندي ذڪر فڪر جي شغل بابت آهي. ان جو نسخو پڻ مولوي صاحب ممدوح وٽ موجود هو.

(۷) المحبوبيت المحموديت جوڙيل خليفي وڏي محمود فقير نظاماڻيءَ جو، جنهن ۾ پير سائين سردار جي طريقت جا سبق ڏنل آهن.

(٨) خود مولوي عبداللطيف صاحب جا مرتب ڪيل ٻہ ڪتابڙا، هڪڙو روحاني راز ۽ رمزون ۽ ٻيو پير سائينءَ جو ڪلام.

(٩) مولوي صاحب اهو بہ فرمايو آهي تہ انهن کان علاوه پاڻ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري جي لئبرريءَ ۾، درگاهہ شريف جي طريقت ۽ مختلف گادي نشينن جي سوانح حيات بابت ست ڪتاب ڏنا هئائون.

انهيءَ پوئينءَ ڳالهہ بابت عرض آهي تہ سنہ ١٩٥٧ع ۾، مان سنڌي ادبي بورڊ ۾ نائب سيڪريٽري هئس تہ هڪ ڏينهن سنڌ مسلم ڪاليج جي تڏهوڪي پرنسپال، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ صاحب مون کي ياد فرمايو ۽ بورڊ جي لئبرريءَ لاءِ قلمي ڪتابن جي هڪ چڱي پنارڪ تحفي طور ڏني. بعد ۾ ڪن ٽي سٽس پيم تہ انگريزن واريءَ مارشل لا ۾ ڪافي ڪتاب ضايع ٿي ويا هئا. پر جيڪي بچيا هئا، تن جو ڪجهہ حصو سنڌ مدرسي کي مليو هو. سنڌ مدرسو ۽ سنڌ مسلم ڪاليج، ان وقت ساڳيءَ انتظاميہ جي هٿ هيٺ هئا. شاهہ صاحب سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال هو ۽ هڪ محب وطن سنڌيءَ وانگر کيس سنڌي ادبي بورڊ سان محبت هئي، جو سنڌ جي علم ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پنوڙي رهيو هو. سو، قلمي ڪتابن جو اهو عطيو بورڊ جي لئبرريءَ لاءِ انهيءَ سبب ڪري عنايت ڪيو هئائين. تن ڏينهن ۾ بورڊ جو سيڪريٽري سائين محمد ابراهيم جويو هو ۽ سنڌ جي سدا بهار عالمن مان قبلہ علامہ امداد علي قاضي، شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو، سائين پير حسام الدين راشدي ۽ محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بورڊ سان گهڻي قدر لاڳاپيل هئا. پر، مذڪور قلمي ڪتاب، جيئن بورڊ جي لئبرريءَ ۾ جمع ٿيا، تہ وري انهن تي ڪنهن نگاهہ ڪانہ ڪئي، تہ ڪنهن جا لکيل آهن ۽ ڪهڙي موضوع تي آهن. ان جو هڪ سبب اهو بہ هو تہ تہ ڏينهن ۾ بورڊ تصنيف ۽ تاليف جي ٻين

تحقيقي ڪمن ۾ مصروف هو. ڏهه پندرهن ورهيه پوءِ، جڏهن مان بورڊ جو سيڪريٽري ٿيس، تڏهن گاهي ماهي لئبرريءَ ۾ وڃي ويهندو هوس. ڪڏهن ڪن اهڙن ڪتابن تي نظر پوندي هئي، جيڪي پير سائين پاڳاري، سيد صبغت الله شاه (شهيد) رحمة الله عليه هندستان ۾، اسيريءَ واري زماني ۾، مطالعي فرمايا هئا. مٿن سندن دستخط ۽ بعضي ننڍا نوٽ لڳل هوندا هئا ته "هي ڪتاب اڄ اسان پڙهي پورو ڪيو." "هي ڪتاب اڄ احمد ڪٽي آيو." انهن ڪتابن ۾ هڪڙو ديوان حافظ جو قلمي نسخو به هو.

مان جنهن زماني جي ڳالهه ڪريان ٿو، سو انتهائي ايمانداريءَ جو زمانو هو. اسان بورڊ کي مسجد وانگر مقدس سمجهندا هئاسين. مان محترم محمد ابراهيم جويي ۽ سائين حسام الدين راشديءَ جو تربيت يافته هئس، سو بورڊ مان سندن وڃڻ کان پوءِ منهنجي ڪوشش اهائي رهي ته لئبرريءَ ۾ جيڪو قلمي سرمايو آهي، سو محفوظ رهي ۽ قلمي ڪتابن جي علمي انداز سان ڪا فهرست نهي، ته اسان جي يا ٻاهران آيل عالمن کي انهن جي استفادي ڪرڻ جو موقعو ملي. وڏا وس ڪيم، پر ڪابه صورت نظر نه آئي. علمي ۽ تحقيقي ڪم سولو به ڪونهي. ڊاڪٽر محمد علي قاضي سنڌيونيورسٽيءَ جو ناميارو لئبررين ٿي رهيو هو. علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جو نوازيل هو. رٽايرمينٽ بعد گهر ۾ واندو ويٺو هو. ٻي ڪا واهه وسيلو نه ڏسي کيس وڃي عرض ڪيم. بورڊ ۾ آيو به ۽ لئبرري به ڏٺائين پر قلمي نسخن جي فهرست ناهڻ ۾ ڪابه مدد ڪانه ڪيائين.

ليڪن، قدرت جا پنهنجا ڪرم آهن. جيڪو ڪم ڪوبه سنڌي عالم سرانجام ڏيئي ڪونه سگهيو، تنهن جي تڪميل لاءِ صورت آخر ائين پيدا ٿي، ته ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان رٽايرڊ صدر شعبه اردو،

منهنجيءَ اسندعا تي بورڊ ۾ پير پري آيو. ان زماني ۾ پاڻ حيدرآباد جي مقتدر ديني شخصيت هو. هڪ رات، مون سوين ماڻهو سندس گهر تي ذڪر فڪر ۾ مشغول ڏٺا، پر منجهس ڪابه وڏائي ڪانه هئي. وٽس ڪا مڙهي موٽر- رڪشا هوندي هئي. گرميءَ جي مند هئي. ان ۾ آيو. مون ساڻس مدعا بيان ڪئي. پاڻ اتي جو اتي "هائو" ڪيائين! ڏينهن ئي ڪونه لڳا، جو سندس ٻه ماتحت جيڪي شعبه اردوءَ ۾ استاد هئا، مون وٽ آيا ۽ قلمي ڪتابن جي علمي فهرست ناهڻ جو ڪم شروع ڪيائون. وٽن انگلستان ۽ ٻين يورپي ملڪن جي اعليٰ ڪتبخانن جون انگريزي فهرستون موجود هيون. انهن کي نمونو بڻائي، ڪم ۾ هٿ وڌائون. ڪا محنت ڪيائون! گرمي هجي، سردي هجي، لُڪ هجي، جهولو هجي، ڪٿي جو مٿن اثر ٿئي! ٻئي ڄڻا مقرر وقت تي ڄامشوري واريءَ آفيس ۾ اچن ۽ ٻه ٽي ڪلاڪ سانده ڪم ڪري هليا وڃن. مجال آهي جو ڪڏهن ڪٿي چاءِ جي ڪوپ جي گُهر ڪن! مان سندن اعليٰ اخلاق جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. هڪڙي جو نالو هو ڊاڪٽر نجم الاسلام.

دنيا ۾ هر قسم جا ماڻهو پيا آهن. انهن ٻنهي ملائڪن جي مقابلي ۾ پنجاب جو هڪ مولوي سڳورو ياد اچيم ٿو. ڪنهن زماني ۾، سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمن، سائين مخدوم صاحب کي ڪنهن مشورو ڏنو ته اهو مولوي وڏو پڙهيو آهي. کانئس سيدنا سرور نوح عليه رحمة جي سوانح حيات لکائجي. مخدوم صاحب اهڙن معاملن ۾ مون سان صلاح مشورو ڪندو هو. سو مون کي چيائين ته اوهان منهنجي پاران خط لکي موڪليوس. مون مولوي صاحب کي محبت سان خط لکي موڪليو. سنت ئي جواب موڪليائين ته، "ڪم قبول آهي. حيدرآباد ئي اچي رهندس ۽ ان م هٿ وجهندس. البت، منهنجي

ڪاڏي پيتي جو خيال رکندا ، جو ان معاملي ۾ پرهيز ڪندو آهيان. نيرن تي اوقراتا ، ٻڳائي مکڻ سان مکيل هجن ۽ هڪ ڏينهن چيلي جو ميجالو ـريل هجي ته ٻئي ڏينهن جيرن ۽ بڪين جو ٻوڙ هجي. منجهند جو ديسي ڪڪڙ جو چوزو قوتي جي داغ سان رڌل هجي ۽ رات جو رڳو ٻاجهريءَ جي سوڪ ماني هجي، پر، مينهن جي خالص کير سان، جنهن کي مصري ۽ ننڍڙا قوتا وجهي، چڱيءَ طرح ڪاڙهجي. باقي رهيو ڪتاب لکڻ جو مالي معاوضو. سو مخدوم صاحب سان مشورو ڪري ٻڌايو ته اڳواٽ ڪيترو ڏيندا ۽ ڪم پوري ٿيڻ تي ڪيترو؟" مان سائين مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. پاڻ مولوي صاحب جو خطڙو پڙهي فرمايائون ته "جواب ڏيڻ جو ضرور ڪونهي."

ٻالهه پئي هلي بورڊ جي قلمي ڪتابن جي فهرست ناهڻ جي. ڊاڪٽر نجم الاسلام ۽ سندس ساٿيءَ اڍائن يا ٽن ورهين جي عرق ريزيءَ کان پوءِ علمي دنيا ۾ مروج ۽ يورپ جي ڪتبخانن جي معيار موجب، بورڊ جي لئبرريءَ جي قلمي ڪتابن جي مڪمل فهرست ناهي، مون کي پيش ڪئي. چڱو ڳورو ڪتاب ٿي پيو. ڪاري رنگ جو جلد ٻڌل هئس. فل اسڪيپ سائيز جي ٽن چئن سون صفحن تي مشتمل هو. ليڪن، اشرافن معاوضي جو لفظ زبان تي نه آندو. البت، بورڊ فوراً منهنجي چوڻ تي کين مناسب نذرانو ڏنو. پر، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان ته "نيڪي ڪر ۽ درياه ۾ وجهه" جي محاوري تي عمل ڪيو، يعني جڏهن به وري ملاقات ٿي، ته اٿين نه چيائين ته "اوهان هي ڪم مون تي رکيو هو ۽ ان جي فوراً تعميل ڪيم." هاڻي ڪيس ياد ڪري، ڀٽائيءَ جو قول ياد ايندو اٿم:

"جوڳيئڙا ته جهان ۾، نوري ۽ ناري."

قلمي ڪتابن جي فهرست اڃا تائين بورڊ جي لئبرريءَ ۾ محفوظ آهي، يا وئي هيٺ مٿي ٿي، سو مون کي معلوم ڪونهي. پر، ڊاڪٽر

نجم الاسلام وٽ ڪاپي ضرور هوندي. ان جي مطالعي ڪرڻ سان ني معلوم ٿيندو، تہ پير سائين، روضي ڌڻي رحمة الله جن جي حيات طيبہ تي احوال گڏ ڪرڻ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جي لئبرريءَ ۾ جيڪو مواد موجود آهي، سو ڪهڙو ۽ ڪيترو آهي.

پر، رڳو بورڊ جي لئبرريءَ تي اڪتفا نہ ڪجي. سنڌالاجيءَ جي لئبرري، سنڌيونيورسٽيءَ جي سينٽرل لئبرري، خيرپور پبلڪ لئبرري، سنڌ جي خانگي ڪتبخانن مثلاً پير جهنڊي واري ڪتبخاني جو اهو حصو جو اجا اتي موجود آهي، ۽ ٻيو حصو جو هاڻي نيشنل ميوزيم جي ملڪيت آهي، سنڌ پراونشل لئبرريءَ ۽ ميوزيم جو ڪتبخانو، اسلام آباد ۾ قائداعظم يونيورسٽيءَ ۾ سائين پير حسام الدين راشدي صاحب وارو ڪتبخانو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جو ڪتبخانو ۽ ٻيا سمورا اهڙا علمي مرڪز جاچڻ گهرجن. خاص طرح سان اهي هنڌ ۽ ماڳ وجي ڏسجن، جيڪي پير سائين سردار جي زماني ۾ علمي مرڪز هئا: مثلاً فقير الله علويءَ وارو مدرسو، ڪوٽڙي ڪبير وارو مدرسو، ڪهڙن وارو مدرسو. اهڙيءَ ريت، سيد عاقل شاهہ، مخدوم محمد دائود آگري[٢] ۽ سندن ٻين همعصرن جي پونيرن، خود پير سائينءَ جي جماعت جي پيرسن خليفن ۽ مشهور ۽ معتقد عالمن وٽان مستند روايتون جمع ڪجن. پوءِ سمورو مواد، ڌرين جي رضامندي سان، هٿ ڪري، ترتيب ڏجي ۽ پير سائين سردارَ جي مستند سوانح حيات، متعدد جلدن ۾، ڇپائيءَ جي نين سهوليتن موجب، سهڻي کان سهڻي نموني ۾ ڇپائجي.

ڪم وڏو آهي، پر الله وٽ اَجُرَ ان کان بہ وڏو آهي.

بيشڪ، سڀ کان وڏو غني الله آهي.

●

## پير سائينءَ جي مضمون جا حوالا ۽ اضافا

### ١. پير سائينءَ جي ملفوظات شريف

**جو پيو سنڌي ترجمو**

پير سائين، روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن جي ملفوظات شريف جي سنڌي ترجمي بابت، عام مشهور آهي تہ ان جي شروعات سندن منبرڪ خاندان جي معتقد، مولانا محمد قاسم مشوريءَ ڪئي هئي، ۽ هاڻي جماعت سڪندريہ انهيءَ جو مڪمل سنڌي ترجمو متعدد جلدن ۾ شايع ڪيو آهي. ليڪن، پير سائين حسام الدين شاهہ راشديءَ 'حديقة الاولياء' جي مقدمي ۾، 'خاندان راشديہ' جي عنوان هيٺ هيئن لکيو آهي:

"جامع الفيوظات: از خليفو محمود ڪنڊي وارو (١٢۴٨). حضرت پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي (١٢٣٣هہ) جي ملفوظات آهي، جنهن ۾ هڪ مقدمو، هڪ خاتمو ۽ ٢٣ باب آهن. هي ڪتاب معلومات جو وڏو ذخيرو آهي. تيرهين صديءَ هجريءَ جي سنڌ جو معاشرو منجهانئس چٽيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو. مدرسا ۽ تعليم، سياسي ۽ سماجي احوال، خدا وارن جا قصا، اصحاب ڪمال جو بيان، حڪيمن ۽ حاڪمن جون ڳالهيون، مطلب تہ ڪتاب سراسر هڪ خزانو آهي. ڪتاب جا سنڌ ۾ ڪيئي نسخا موجود آهن.

منهنجي برادر بزرگ، جناب پير علي محمد راشدي صاحب، نهايت اعليٰ درجي جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي، جيڪو راقم الحروف وٽ موجود آهي. ٻين سنڌي ترجمن کان زياده مستند ۽ فصيح آهي. انهيءَ ملفوظات تان پير سائينءَ جن جي مفصل سوانح پڻ راشدي صاحب تيار ڪئي هئي، جيڪا بدقسمتيءَ سبب گم ٿي وئي. انهيءَ کان بهتر شايد وري ڪڏهن بہ تيار ٿي نہ سگهي".

* * *

### ٢. خليفو محمد حسين مهيسر

پير سائينءَ روضي ڌڻيءَ جو ياڳنازيءَ وارو خليفو ڪونبو آهي. سندن ملفوظات شريف مرتب ڪرڻ جي شروعات ڪئي هئائين ۽ فارسي زبان ۾ 'صحبت نامه' نالي سان هڪ ننڍي ملفوظات مرتب ڪئي هئائين. مون مضمون ۾ ان جو 'مختصر ذڪر' ڪيو آهي، چو ته اها هاٿي ملي ڪانه ٿي ۽ ان جي ڪنهن به ترجمي جي ته بڌ سڌ به ڪانه هئي. جڏهن هيءُ مضمون ڪمپوز ٿي ويو، ۽ ان جا پروف به پڙهجي ويا، تڏهن سڪرنڊ جي سائين، عبدالرسول قادريءَ، تازا ڇپيل ٻه ٽي سنڌي ڪتاب، تحفي طور موڪليا. مون ڪيس اهڙي ڪابه فرمائش ڪانه ڪئي هئي. پر، پلن ڪان هميشه پلايون ٿينديون آهن. انهن ڪتابن ۾ ٻه ٽي ته سندس پنهنجا لکيل هئا ۽ ٻه ٽي وري منهنجو ذوق شوق خيال ۾ رکي، پاڻمرادو موڪليا هئائين. اچا جو ڏسان، ته انهن ۾ خليفي محمد حسين مهيسر واريءَ ملفوظات جو سنڌي ترجمو رکيو آهي!

ظاهري طرح، ان ڳالهه کي هڪ 'سهڻو اتفاق' سمجهبو. پر، جي ٻيءَ طرح سوچبو، ته انهيءَ ننڍڙي واقعي ۾ به قدرت جي غيبي هٿن جي آڱرين جي جنبش نظر ايندي. حافظ شيرازيءَ، مون جهڙن ٿلهي عقل وارن ماڻهن کي، اها ماجرا سمجهائڻ لاءِ فرمايو آهي ته :

تا نگردي آشنا زين پرده رمزي نشنوي
گوشِ نا محرم نه باشد جاي پيغامِ سروش
[جيستين هن 'پردي جي رمز' سان آشنا نه ٿيندين،
تيستين ٻڌي نه سگهندين.
'ازلي ساز ۽ آواز ٻُڌڻ جي لاءِ'
نا محرم جو ڪَنُ صحيح جاءِ نه آهي.]

خليفي محمد حسين مهيسر واريءَ مرتب ڪيل ملفوظات شريف جو سنڌي ترجمو فقير عبدالرحيم سڪندريءَ ڪيو آهي ۽ مدرسي صبغة الهديٰ شاهپور چاڪر سنه ١٩٩٣ع ۾ شايع ڪيو آهي. سنڌي نالو اٿس: "صحبت سپيرين جي." ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ آهي ۽ منجهس جملي ٢٤٣ صفحا آهن، جن ۾ ١٤٢ صفحا مقدمو ۽ ٨٧ صفحا متن آهي.

'صحبت سپيرين جي' ڇپائيءَ جي لحاظ کان سهڻو ڪتاب آهي ۽ علمي لحاظ کان ان جون ڪي خصوصيتون آهن. سڀ کان پهرين ۽ اهم هيءَ ته خليفي صاحب هي ڪتاب پير سائين سردار جي حياتيءَ ۾ جوڙيو هو ۽ کين پڙهي ٻڌايو هو. گويا، ان ۾ هر ڳالهه مستند آهي. ٻيو ته ان ۾ ڪي نوان نقطا به آهن، جي پير سائين سردار جي جامع صفات شخصيت کي ويجهڙو ڏسڻ ۾ پڙهندڙ لاءِ مددگار ٿيندا. ٽين خصوصيت ان جو جامع مقدمو آهي، جنهن ۾ فقير عبدالرحيم سڪندريءَ، خليفي محمد حسين مهيسر جي 'صحبت نامي' ۽ خليفي محمود نظاماڻيءَ جي 'جامع ملفوظات' جي مدد سان، پير سائين سردار جي برگزيده شخصيت جون ڪي وصفون نمايان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. فقير صاحب جي ڪوشش ۽ ڪاوش هروجه قابل تعريف آهي ۽ سندس تحريرَ جي سٽ سٽ ۽ حرف حرف ۾ پير سائينءَ جي محبت موجزن آهي. مان ته خاص طرح سندس تهدل شڪرگُذار آهيان، جو سندس سعيي ۽ محنت سببان ئي مون کي 'صحبت نامه' جي مطالعي جو موقعو نصيب ٿيو.

فقير عبدالرحيم سڪندريءَ ٻيو به هڪ نيڪ ڪم ڪيو آهي سو هيءُ ته پير سائينءَ روضي ڌڻيءَ جي اولاد بابت تحقيق ڪري، مستند معلومات ڏني اٿس. اڳي ان باري ۾ ڪجهه مونجهارو هو ۽

مختلف روايتون هيون.. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جهڙي وڏي عالم "قديم سنڌ جا شهر ۽ ماڻهو" ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "پير محمد راشد کي تيرهن پٽ هئا." هاڻي، فقير صاحب ڳالهہ چٽي ڪري چڱي آهي تہ "پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن کي چوڏهن فرزند هئا." پير سائينءَ جي چوڏهن ئي فرزندن جا نالا ڏيڻ کان پوءِ فقير صاحب وضاحت ڪئي آهي تہ:

"دراصل کين ارڙهن فرزند هئا، جن مان چار ننڍيءَ عمر ۾ وصال ڪري ويا هئا. انهن مان ٽن جا نالا، نون ڄاول فرزندن تي رکيا ويا. ارڙهن فرزندن وارو تعداد صحيح آهي. نالن جي اشتباهہ ۽ اختلاف سببان ڪجهہ مونجهارو ٿي پيو."

پير سائين روضي ڌڻيءَ جي وصال کان پوءِ، سندن فرزند، سيد صبغت الله شاهہ (اول) مسند نشين ٿيو. پاڻ خليفة الله جي خطاب سان مشهور آهن. سندن ملفوظات خزانة المعرفت جو سنڌي ترجمو فقير مفتي محمد رحيم سڪندريءَ ڪيو، جيڪو جمعيت علماءِ سڪندريہ (درگاهہ پير جو ڳوٺ) سن ١٤١١ هجريءَ ۾، شايع ڪيو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ان جو عالمانہ مقدمو لکيو آهي ۽ گهڻائي علمي مسئلا صاف ڪيا آهن. جن علم دوست ماڻهن کي اجا ملفوظات شريف جي مطالعي جو موقعو نہ مليو آهي، تن جي معلومات لاءِ اينرو عرض ڪرڻ ضروري آهي تہ پير سائين سردار روضي ڌڻي رحمة الله عليہ ۽ سندن متبرڪ خاندان جي بزرگن مان هرهڪ بزرگ جي ملفوظات جي طرز تحرير ساڳئي نوع جي آهي يعني نقل بيان ٿيل آهن، جن ۾ ڄاڻايل آهي تہ پير سائينءَ جن اڄ هيئن فرمايو يا هيئن ڪيو. انهن نقلن جي ٻولي سليس ۽ دلنشين آهي ۽

منجهن سنڌي ۽ فارسي شعرَ ڪثرت سان اچن ٿا، بعضي هندي بيت به ملن ٿا. ساڳيءَ ريت، قرآن ڪريم جون آيتون ۽ حديثون به جابجا موجود آهن.

خليفي محمد حسين مهيسر جي جوڙيل ملفوظات شريف 'صحبت نامه' جو به ساڳيو ئي انداز آهي. ان جا ڪي نقل مثال طور ڏجن ٿا:

* * *

پير سائين سردارَ هڪ ڏينهن فرمايو ته جيڪو شخص الله تعاليٰ جي رضامندي خاطر ڪتاب مهانگا خريد ڪندو ته سندس اولاد ۾ علم قائم رهندو.

* * *

ٻئي دفعي فرمايائون ته مريد چوڻ بدعت آهي. 'يار' چوڻ بهتر آهي، ڇاڪاڻ ته حضور پيغمبر عليه الصلاة والسلام جن جي زماني پاڪ ۾ 'اصحاب' لفظ چوندا هئا، جنهن جي معنيٰ 'يار' آهي. پوءِ ٻڌايائون ته حضرت ميان صاحب نورالله مرقده جن به پنهنجي مريدن لاءِ فرمائيندا هئا ته 'فلاڻي هنڌ منهنجو يار آهي.'

* * *

هڪ وقت پنهنجي مسجد شريف جي پرسان وضو ٿي ساريائون. جڏهن وضو ڪري فارغ ٿيا، ته پنهنجيءَ سونهاريءَ مبارڪ کي ڦڻي ڏنائون. اوچتو منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته پير سائينءَ جن رات جو ڦڻي ڏين ٿا، سو الائي جائز آهي يا نه؟ تنهن تي منهنجي حال موافق جواب ڏيندي فرمايائون ته:

"سرور عالم عليہ الصلاة والسلام عشا جي وقت ڦٽي ٽي ڏني، تہ مومنن جي ماءُ حضرت عائشہ صديقه رضي الله تعاليٰ عنها ڪانئن پڇيو تہ 'سائين، روزانو رات جو ڦٽي ڏيندا آهيو، تنهن ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟'

پاڻ فرمايائون تہ 'رات جو جيڪو شخص سونهاريءَ کي ڦٽي ڏيندو، تنهن تي قرض نہ ٿيندو.'

پوءِ مومنن جي ماءُ پڇيو تہ 'سائين اوهان تي ڪنهن جو قرض آهي ڇا؟'

پاڻ فرمايائون تہ 'اوهان جو ڪابين (مهر) اسان تي قرض آهي.'

تنهن تي ام المومنين عرض ڪيو تہ 'سائين مون پنهنجو ڪابين اوهان کي بخش ڪيو.'

پوءِ ٻيءَ رات وري ام المومنين ڏٺو تہ پاڻ ڦٽي ڏئي رهيا آهن. تڏهن عرض ڪيائين تہ 'سائين جيڪي اسان جو قرض هئو، اهو تہ بخشيوسون، هاڻي ڦٽي ڇا لاءِ ٿا ڏيو؟'

پاڻ فرمايائون تہ 'جنهن شيءِ مان اهڙو فائدو ٿئي، ان کي ڇا لاءِ ڇڏيان؟'

* * *

هڪ ڀيري ترائي (ڪڙئي گنهورجي ويجهو) ڳوٺ ۾ پير سائينءَ جن سان گڏ ترسيل هئاسون. پير سائينءَ جن جي سمهڻ وقت ڏٺم، تہ کٽ تي صرف هڪ فراسي پئي هئي. مون هڪڙي خادم کي چيو تہ 'ڪو ٻيو ڪپڙو (پٿرٽي وغيره) بہ فراسيءَ تي وڇائڻ لاءِ کڻي اچ.' تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ "منهنجي عادت آهي، تہ اڪثر مسجد شريف جي ڪکن تي سمهندو آهيان." پوءِ پٿرٽي وڇائڻ نہ ڏنائون ۽ انهيءَ فراسيءَ تي ئي آرام فرمايائون.

(٢٨) هڪ دفعي مهيسرن جي ڳوٺ ۾ ترسيل هئاسون. جڏهن ننڊ جو وقت ٿيو ته مون ڏٺو ته پير سائين سردارَ مسجد شريف جي ڪکن تي ليٽي پيا. پهرياڻ مبارڪ جيڪو سندن جسم شريف تي هو، اهو به لاهي چڏيائون ۽ خالي ڪکن تي پاسو مبارڪ رکي سمهي پيا.

* * *

احمد شاهه ابدالي، دهليءَ تي ڪاهڻ وقت، سنڌ مان لنگهندي، پريان لوءِ جي بزرگ، مخدوم محمد اسماعيل جوٺيجي رحه (متوفي ٨ ربيع الاول سن ١١٧٤هه) جن جي زيارت لاءِ آيو هو ۽ کانئن دهليءَ جي فتح لاءِ دعا گهرائي هئائين. ان تاريخي واقعي جو ذڪر ڪندي، پاڻ فرمايائون ته هڪ رات احمد شاهه ابدالي پنهنجي وزير سان گڏ حضرت مخدوم صاحب جي زيارت لاءِ پريان لوءِ آيو. مخدوم صاحب پنهنجي هڪ فقير سان گڏجي، شهر کان ٻاهر اچي، بادشاهه سان ملاقات ڪري، هيٺ زمين تي ويهي رهيو. احمد شاهه ابدالي بيٺو رهيو. بادشاهه جي وزير زمين تي پنهنجو ڪپڙو وڇايو. پوءِ بادشاهه ان ڪپڙي تي ويهي رهيو. تنهن تي فقير، جيڪو مخدوم صاحب جن سان گڏجي آيو هو، هي بيت پڙهيو:

نڪي ٻانهڙين ۾، نڪي منجهه ڪنن،
محب پايو من، ته ملي مالا تن کي.

* * *

### ٣. مخدوم محمد دائود آگرو

مخدوم محمد دائود آگرو سونهاريءَ سنڌ جو هاڪارو درويش ٿي گذريو آهي. هو پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جو هم مڪتب هو. سندن ٻيون ساٿي هالائيءَ وارو ڀلارو بزرگ سيد عاقل شاهه اول هو.

مخدوم صاحب، هاڻوڪي ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي ڪنڊياري ۾، هالاڻي شهر کان اتر اولهه طرف، ڇهن ميلن جي پنڌ تي، ڳوٺ محمد خان آگرا ۾، سنه ١١٦٠ هجريءَ ۾ ڄائو هو. اتان، اترطرف، ڇهن سٽن ميلن جي مفاصلي تي درياءَ وهي ٿو. سندس مزار، هالاڻيءَ کان ڪنڊياري ويندي، ميل کن جي مفاصلي تي، قومي شاهراه (نيشنل هاءِ وي) جي ڪابي ڪپ تي آهي.

مخدوم صاحب جي ذات وارن آگرن جا ٻيا ڳوٺ ۽ گهرڙا، درياء جي پار، دادو ضلعي ۾، ميهڙ جي ويجهو آهن.*

صحيح لفظ 'آڳرا' آهي. پر، اڳوڻي زماني ۾، ڪتاب فارسيءَ ۾ لکبا هئا، جنهن ۾ ڳ جو اُچار آهي ئي ڪونه.سو، 'آڳرا' ڪتابن ۾ 'آگرا' لکبا هئا.

---

*محمد امين منگسيءَ، دادو ضلعي جي مشاهيرن تي، "جوڳيئڙا جهان ۾" ڪتاب ۾ لکيو آهي ته آڳرن جا هڪ ٻه ڳوٺ، تعلقي ميهڙ، ڳوٺ صوبو خان منگسي ۽ نئين ڳوٺ جي وچ ۾ آهن. انهن ڳوٺن ۾، سائين محمد آڳرو وڏو ديني عالم ٿي گذريو آهي. هو اخلاق ۽ ادب جو اهڙو پيڪر هو، جو سندس استاد چوندو هو ته "جيڪڏهن ادب ۽ اخلاق کي صورت يا شڪل هجي ها، ته ميان محمد آڳري جي صورت اختيار ڪري ها." موصوف ننڍيءَ عمر ۾ وفات ڪئي. پر، ڪيترائي عالم پيدا ڪيائين، جن ڳوٺ فيض محمد آڳري کي شهرت ڏني.

’سنہ ١٩٠١ع ۾، هڪ انگريزي ڪتاب Muslim Races And Tribes of Sindh نالي سان سنڌ جي ذاتين تي، ڇپيو هو، جنهن جو لکندڙ صادق علي انصاري شڪارپوري هو*. انهيءَ ڪتاب ۾، سنڌ جي سيدن، پٺاڻن، بلوچن ۽ سماٽن جو احوال ڏنل آهي. آگرن کي ابڙن سان گڏ سماٽن ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪي سنڌ جا قديم رهاڪو آهن.

تاريخ تحفة الڪرام‘ ۽ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي ڇپايل ’سنڌ جي تاريخ‘ ۾ ڏنل احوال مان به معلوم ٿئي ٿو ته آگرا سماٽ آهن. مثلاً: ’لب تاريخ سنڌ‘ ۾ لکيل آهي ته ست سو سال اڳي، سنڌ ۽ ملتان تي ناصرالدين قباچا حڪومت ڪندو هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ملتان هوندو هو. سندس هٿ هيٺ، ست راڻا، سنڌ ۾، جدا جدا هنڌن تي راڄ ڪندا هئا، جن ۾ هڪڙو راڻو، جسوڌن آگرو هو، جو ’مين نگر‘ ۾ تعلقي ’بانيران واه‘ جو حاڪم هوندو هو. بانيران واه يا برهمڻ آباد جا کنڊهر شهدادپور تعلقي ۾ اڄا موجود آهن. ”بانيران واه“ فارسيءَ ۾ لکڻ ڪري بگڙي ويو آهي. ”بانيران“ اصل ۾ سنڌي لفظ ”بانڀڻ“ آهي.

شاهه پنهنجي جسوڌن کي سک سان ڳايو آهي. سر ڏهر ۾ اهڙا بيت آهن. هڪڙي ۾ فرمايو اٿس ته:

پتيهل چئي: پريڻ ڪي ساري آءُ سُکو،
آهيم اولاڪو، جسودن جي جان ۾.‘

شاهه جي رسالي ۾، آگرن (آگڙين) جي باري ۾ به بيت آهن، جيڪي آڳ يا باهه جو ڪم ڪندا هئا:

---

* اهو ڪتاب هاڻي EVERY MAN'S BOOK-SELLERS ڪراچيءَ وري ڇاپيو آهي.

اڄ آڳـــڙيـا آئـيـــا، ســـوڍا ســـرائـــي،
پـيـاري پاٽـي، تـيـغـون کـنـدا تـکـيـون.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "مهراڻ" رسالي جي 'سوانح نمبر' جي منڍ ۾ سنڌي زبان جا 'ست قديم بيت' ڏنا آهن، جن ۾ هڪ بيت 'آگرا' ذات جي شاعر جو آهي. سندس نالو بہ جسوڌن آهي. اهو ساڳيو بيت شاهہ جي رسالي ۾، سر ڏهر ۾ بہ ڇپيو پيو آهي. سو، ڊاڪٽر صاحب جي نظر مان ضرور نڪتو هوندو. بيت هيئن آهي:

ڊور نـہ اڳـيـڻ ڊار، مـهـنـد مـلاحـن لـکـيـو
مـوڙي ڇـڏيـائـون مـکـڙا، پـسـي پـاٽـي پار
جـسـوڌن جـيـهـا يار، پـيـا ويـر ومـاس ۾.*

پير سائين، حسام الدين راشديءَ 'مهراڻ' رسالي ۾، ٺٽي جي آڳاٽي جاگرافي تي هڪ اهم مضمون لکيو آهي، جنهن ۾ 'آگر-محلي' جو احوال ڏنو اٿس. انهيءَ محلي جا رهاڪو 'آگريا' قديم 'آڳڙيا' آهن.

صحيح لفظ آڳڙيا آهي، پر فارسيءَ ۾ لکڻ ڪري بگڙي، آگريا ٿيو آهي. ٺٽي ۾ 'ارغون' بہ رهندا هئا، جي اصل ۾ 'مغل' هئا. ارغونن شاهہ بيگ واري زماني ۾ سنڌ تي راڄ ڪيو هو.

آگرن وٽ، سندن ذات جي باري ۾ هڪ روايت اها بہ آهي، تہ 'هو مغلن جي چغدا پاڙي مان آهن.' اها ڳالهہ مون سان خود منهنجي چاچي حڪيم عزيزالله آگري (مرحوم) بہ ڪئي هئي، جنهن ٽيهارو ورهيہ اڳ، ٧٧ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

---

* رسالو "مهراڻ"، سوانح نمبر، پهريون ڇاپو.

صادق علي انصاريءَ بہ پنهنجي (متي ذڪر ڪيل انگريزي) ڪتاب ۾ هڪ هنڌ 'آڱرن' کي 'چغدن - مغلن' ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ٻئي هنڌ وري 'چغدن' کي 'سمن' ۾ شامل ڪيو اٿس.

تازو، سنڌي ادبي بورڊ غلام محمد لاکي جو 'سمن جي سلطنت' نالي سان، ڪتاب ڇپيو آهي، جنهن ۾ پهرئين صفحي تي هي بيت ڏنل آهي:

سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير،
چوٿون پاءُ هو چغدو، جنهن جو اڱڻ متي پير.*

مخدوم محمد دائود آڱري جي ذات وارا آڱرا هالاڻيءَ مان لڏي، ڇهہ ميلَ، پريرو، پنهنجو ڳوٺ ٻڌي وينا هئا. هالاڻيءَ ۾، مغل قوم جا ماڻهو اڃا تائين رهن ٿا. لوهارڪو ڌنڌو ڪندا آهن. هڪ دفعي، منجهانئن هڪ جڻو مون کي مخدوم محمد دائود آڱري جي مزار وٽ مسجد ۾ مليو. چيائين تہ لاڳيتو ٽي راتيون هڪ خواب ڏٺم، تہ 'ٽيپهريءَ جي نماز، هت، هن مسجد ۾ پڙهان ٿو.' سو، ان ڪان پوءِ، هاڻي روزانو هالاڻي شهر مان ٽيپهريءَ جي نماز پڙهڻ لاءِ هت ايندو آهيان. نماز پڙهي، موٽي شهر هليو ويندو آهيان. وڌيڪ ٻڌايائين تہ 'اسان مغل آهيون. گهر ۾، سنڌي بوليءَ سان گڏ، پنهنجي اصلوڪي بولي بہ ڳالهائيندا آهيون.' مون چيس تہ 'انهيءَ بوليءَ ۾ چئہ تہ درياءُ وهي ٿو.' جڏهن اهي اکر پنهنجيءَ بوليءَ ۾ چيائين، تہ پانيم تہ پڳل ٽٽل فارسي بولي ڳالهائي رهيو آهي. اهو بہ ٻڌايائين تہ وٽن ڪي پراڻا ڪتاب آهن، جي انهيءَ بوليءَ ۾ لکيل آهن.

آڱرا سمات تہ آهن، پر مغلن سان بہ سچ پچ ڪو لڳ لاڳاپو اٿن

---

* هن بيت جي ڪن پڙهڻين ۾ "اڱڻ متي پير" بدران "پيڙهيءَ متي پير" لفظ آهن.

يا نہ، ان باري ۾ تاريخي ثابتي ڪابہ ڪانهي رڳو روايت آهي. ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن ارغونن کان حڪومت کسجي وئي هجي ۽ هو سنڌ جي عام ماڻهن سان رلي ملي هڪ ٿي ويا هجن، تڏهن هنن سنڌ جي سماٽن (آڳڙين يا آڳرن) سان مٽيون مائٽيون ڪيون هجن. هاڻوڪي زماني ۾ ان ڳالهہ جو هڪ چٽو مثال هي آهي تہ سيد سنڌ ۾، غير سيدن کان نياڻيون ونندا آهن، پر ڪين ڏيندا ڪونہ آهن. ليڪن، هاڻي ڪن سيدن سنڌ ۾ غير سيد ليڪن خوشحال خاندانن ۾ نياڻيون پرڻائي ڏنيون آهن.

* * * *

**مخدوم صاحب جو والد**

مخدوم محمد دائود آڳري جي والد جو نالو مخدوم عبدالله هو. هو ايڏو تہ هاڪارو شخص هو، جو مير علي شير قانع ٺٽويءَ "تاريخ تحفة الڪرام"* ۾ سندس ذڪر سنڌ جي مشاهيرن ۾ ڪيو آهي. لکيو اٿس تہ:

"ميان عبدالله، آڳرا قوم جو هڪ ڪامل
فقير آهي، جو هن وقت جيئرو ٻڌجي ٿو."

مير علي شير قانع تاريخ تحفة الڪرام ١١٨١ هجريءَ ۾ لکي. پاڻ ١١٤٠هجريءَ ۾ ڄائو هو ۽ ١٢٠٣هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

قريشي حامد علي خانائي صاحب جي تحقيق موجب، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو مخدوم عبدالله آڳري سان گهرو گهاٽو رستو هو. ڪهڙن ڏانهن ايندي ويندي، جڏهن ساهتيءَ مان لنگهندو هو، تہ وٽس ترسندو هو. جڏهن هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين تہ سنڌ جي دستور موجب، ان ڏکوئيندڙ واقعي جو ڄاڻ مخدوم عبدالله آڳري کي بہ

* تاريخ تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ، ٽيون ڇاپو، صفحو ٣٤٦.

ڪيائون. هن بروقت شاهه صاحب جي ياد ۾، پنهنجن طالبن ۽ احبابن جي تعزيتي گڏجاڻي ڪوٺائي، ۽ دعا گهرڻ کان پوءِ ڏاڍي ڏک مان چيائين ته "سنڌ اڄ هڪ وڏي عالم ۽ اهل الله کان خالي ٿي ويئي."

شاهه پٺائيءَ ١١٦٥هه ۾ وفات ڪئي. مخدوم عبدالله آگري ١١٩٥هه ۾ وفات ڪئي. سندس ولادت جو سنه ١١٢٠هه آهي.

* * * *

**مخدوم محمد دائود آگري جي شخصيت:**

مخدوم محمد دائود آگرو، مخدوم عبدالله جو اڪيلو پٽ هو. پر، "هڪ رانجهو، لکان دي مت" ٿيو. جڏهن وڏو ٿيو، ته علم ۽ عمل جي سونهن سببان ايڏو ته هاڪارو ٿيو، جو ماڻهن کان خود سندس والد به وسري ويو. سنڌ ۾ درس نظاميءَ جي بنياد وجهندڙ عالمن ۾ سندس نالو نمايان هو. هالاڻيءَ جي سادات ۾، سيد غلام نبي شاه صاحب وٽ هڪ قلمي نسخو ڏٺجي ٿو، جيڪو مخدوم صاحب جو لکيل آهي ۽ درس‌نظاميءَ جي نصاب ۾ پڙهايو ويندو هو.

مخدوم صاحب وڏو عالم هو. ڪيئي ڪتاب لکيائين، جي علمي ۽ مذهبي نوعيت جا هئا. ان زماني ۾ ڇپائيءَ جو رواج ڪونه هو. وٽس قيمتي قلمي ڪتابن جو ڪتبخانو هوندو هو. سندس هٿ اکرن ۾لکيل مولانا روميءَ جي مثنوي سنڌي ادبي بورڊ ۾ هڪڙو شخص وڪري لاءِ کڻي آيو. مون خريد ڪري، جلد ٻڌائي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ ڪئي هئي.

مخدوم صاحب جو ڪتبخانو توڙي مدرسو ٻئي هالاڻيءَ ۾ هئا. سندس وفات کان پوءِ به اهو مدرسو، ڪافي عرصو، آگرن-عالمن هلايو، جن ۾ مخدوم عبدالڪريم آگرو، مخدوم محمد معروف آگرو ۽ مخدوم صاحبڏنو آگرو گهڻو مشهور ٿيا.

مخدوم محمد دائود آگرو، جيڏو وڏو عالم هو، ايڏو رهڻيءَ ڪهڻيءَ ۾ سادو هو. پنهنجي عقيدي ۽ اصول تي سختيءَ سان هلندو هو. جوڙيءَ جا ڪپڙا ۽ سنڌي موچڪي جتي پائيندو هو. مٿي تي پڳ بہ جوڙيءَ جي ٻڌندو هو. سندس پڳ جو هڪ ننڍو ٽڪر (منهنجي چاچي مرحوم) عزيز الله آگري کي مليو، سو سانڍي رکيائين. سندس وصيعت موجب، وفات کان پوءِ، اهو ڪپڙو سندس اکين تي رکي، خاڪي جسمُ لحدَ ۾ لاٿائون. اهڙيءَ ريت، ٻين ڪيترن ماڻهن مخدوم صاحب جون ڪي ٻيون شيون پاڻ وٽ تبرڪ ڪري رکيون. پر، افسوس آهي تہ سندس قيمتي ڪتبخانو محفوظ ڪونہ رهيو. ڪي ڪتاب تہ اسان واري زماني ۾ بہ ٻاهريان ماڻهو ٺڳائي ويا. البت، سندس هٿ اکر لکيل قرآن پاڪ، نثاراحمد آگري محفوظ ڪري، ڳوٺ جي جامع مسجد جي لئبرريءَ ۾ رکيو آهي.

هالائيءَ جا ميمڻ سيٺيون ۽ ٻين ذاتين وارا ــــ خود سادات مخدوم صاحب جو وڏو احترام ڪندا آهن. سندس ذات وارن کي 'آگرا-مخدومَ' ڪوٺيندا آهن. تازو، سيد واحدبخش شاهہ (مرحوم) هي جهان ڇڏيو تہ وصيعت ڪري ويو تہ 'مون کي مخدوم صاحب جي پيرانديءَ ۾ رکجو.' هونئن، سنڌ ۾، سيدُ، امتيءَ جي پيرن ۾ ڪونہ پوربو آهي. هالائيءَ، نوشهري فيروز ۽ دادوءَ جي ميمڻ سيٺين جون پاڻ ۾ مٽيون مائٽيون آهن. دادوءَ جو سيٺ (مرحوم) شمس الدين ميمڻ، مون کي حيدرآباد ۽ اسلام آباد ۾ خط لکندو رهندو هو، تہ مخدوم صاحب جي حياتيءَ جو احوال گڏ ڪري ڇپائڻ گهرجي.

مخدوم صاحب جي ڳوٺ وارا ماڻهو ساڻس وڏي عقيدت رکندا آهن ۽ اوکيءَ سوکي سندس مزار تي خيرَ، خيراتون ڪندا آهن ۽ رب

ڪان دعائون گهرندا آهن. منهنجو والد بزرگوار پيرن فقيرن ڏي اصل رايو ڪونه رکندو هو، بلڪ ڪانئن ونءُ ويندو هو. پر، مخدوم صاحب ۾ وڏو يقين هئس. هڪ دفعي ڳالهه ڪيائين، ته انر سنڌ ۾ هڪ وڏيءَ درگاهه تي فاتح پڙهيم ۽ دعا گهريم. رات جو ننڊ ۾ اهي اکر ٻڌم ته "اسان وٽ ڇو آيو آهين؟ هالاڻيءَ جي پرسان، ڊپ ۾، تنهنجو پنهنجو 'نوڙهو' جو سنتو پيو آهي."

چون ٿا ته مخدوم صاحب جو پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ مائي صاحبه سان شاديءَ جو ارادو هو، جنهن جي مائٽن، زماني جي ڪن معاملن ڪري، سڱ ڏيڻ کان عار ڪيو. پاڻ ناراض ٿي، ڳوٺ ڇڏي، هالاڻيءَ هليو ويو. اتي مسجد ۽ مدرسو قائم ڪيائين. سڄي زندگي تصنيف، تاليف ۽ درس تدريس ۾ گذاري ڇڏيائين. نه شادي ڪيائين ۽ نه وري موٽي ڳوٺ جا وڻ ڏٺائين. هالاڻيءَ ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

سندس مزار تي چوڪنڊي آهي، پر قبو ڪونهي. شرعي لحاظ کان، ان ڳالهه کي پسند ڪونه ڪندو هو. اها چوڪنڊي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي چوڪنڊيءَ وانگر آهي. انهيءَ جي پاسي ۾، قومي شاهراه جي ڪپ تي، وڏي مسجد ٻيني آهي، جيڪا آگرن جي نيڪمرد، وڏيري محمدخان (مرحوم) نهرائي هئي. هاڻي، مرامت طلب آهي. وڏيري محمد خان (مرحوم) جو هاڻوڪو جانشين، الله دادخان آگرو سخي مرد آهي. سو، اميد آهي ته هو پنهنجن نيڪ نام وڏڙن جي روايت موجب، مسجد شريف ۽ مخدوم صاحب جي چوڪنڊيءَ جي مرمت جو ڪم، خاطرخواه نموني ۾ ڪرائيندو.

مخدوم صاحب پاڻ به هالاڻيءَ ۾ هڪ مسجد جوڙائي هئي، جا سادات واري محلي ۾ هئي. سنڌي ادبي بورڊ جي "مهراڻ" رسالي جي

مدير، نفيس احمد شيخ، مون کي ٻڌايو ته ڪراچيءَ جي هفتيوار "آزاد" جي ١٢ جولاءِ ١٩٨٢ع واري پرچي ۾ سيد عاقل شاهه (اول) جي پڙ ڏوهٽي، سيد مددعلي شاهه مرحوم جو هڪ خط ڇپيل آهي، جنهن ۾ چيل آهي، ته:

"هالائيءَ جي شهر ۾، جمعي نماز سادات واريءَ مسجد ۾ ٿيندي آهي، جنهن جو پايو مخدوم محمد دائود آگري وڌو هو. سيد عاقل شاهه اول، پڻ انهيءَ ئي مسجد ۾ ئي درس ڏيندو هو."

* * * *

بابا سائين ٻڌائيندو هو ته جڏهن پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه هالائيءَ تشريف فرما ٿيندا هئا ته ڪيئي ماڻهو پيادا ۽ اڻ توڙي گهوڙن تي ساڻن گڏ سوار هوندا هئا. پر، انهن کي ڪنهن هنڌ ترسائي، پاڻ اڪيلي سر مخدوم صاحب سان ملڻ ايندا هئا. مخدوم صاحب اهڙي موقعي تي پير سائينءَ لاءِ چوڏڙو چانورن جو پنهنجن هٿن سان، چاڙهيندو هو.

اها ڳالهه ٻڌي، مون دل ۾ چيو ته اها ڪهڙي مهماني ٿي! پر، پوءِ پير سائينءَ جي ملفوظات شريف ۾ پڙهيم، ته هيڪر پاڻ ڪنهن دعوت تي آيا. جڏهن سندن خدمت ۾ طعام پيش ڪيو ويو ته پڇيائون ته "ڇا آندو اٿو؟" خليفي چيو ته، "قبلا، ٻوڙ ۽ پلاءُ!" تڏهن پير سائينءَ فرمايو ته، "اهو نه ڪپي. ساڳ ۽ جوئر جي ماني ڪپي." خليفو پهريائين ته منجهي پيو، پر پوءِ ساڳ ۽ جوئر جي ماني آڻي پيش ڪيائين. ان زماني مرعام رهڻي ڪهڻي هوندي ئي سادي هئي. پير سائين سردارَ ته "الفقر الفخري" جا قائل هئا.

ملفوظات شريف ۾ ذڪر آهي تہ، پير سائين روضي ڌڻي جي والد بزرگوار کين شڪارپور واري فقيرالله علويءَ جي مدرسي مان ڪڍي، ڪوٽڙي ڪبير جي مدرسي ۾ تعليم لاءِ داخل ڪرايو. اتي سائين عاقل شاهہ (اول) ۽ مخدوم محمد دائود آگرو، مخدوم يار محمد صاحب وٽ ساڻن گڏ پڙهندا هئا. اهو بزرگ ۽ ڪوٽڙي ڪبير جو مدرسو سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هوندو هو.

**ڪوٽڙي ڪبير جي ديني اهميت:**

ڪوٽڙي ڪبير شهر تي اهو نالو مخدوم يار محمد جي نيڪ نام ڏاڏي، مخدوم محمد ڪبير پنيان پيو. وڏو درويش هو. مخدوم نوح رحمة الله عليه جو همعصر هو.

مون سان ويهہ پنجويهہ ورهيہ اڳ، سندس سجاده نشين، ميان غلام قادر پيرزادي (مرحوم) ڳالهہ ڪئي، تہ جڏهن سنڌ ۾ مدد خان پناڻ جي ڦرلٽ جو شور هو، تڏهن مخدوم محمد دائود آگري پنهنجي استاد کي عرض ڪيو تہ "اجازت هجي، تہ مدد خان پناڻ کي خط لکي موڪلجي، تہ ڪوٽڙي ڪبير درويشن ۽ ديندارن جو مسڪن آهي، هيڏي نہ اچي." سندن استاد فرمايو تہ، "ابا، هن نامراد ۾ ايڏي ساڃهہ ڪانهي." بهرحال، سندن اجازت سان، مخدوم محمد دائود آگري، مددخان کي خط لکي موڪليو.ان ۾ڪوٽڙيڪبير جي بزرگن بابت هڪ شعر وڌائين.*روايت اها آهي تہ مددخان پناڻ انهيءَ خط پهچڻ کان پوءِ ڪوٽڙيڪبير تہ آيو، پر، ڪابہ نازيبا ڳالهہ ڪانہ ڪيائين.

مدد خان پناڻ جي سنڌ ۾ آمدءِ ڦرلٽ، بهرحال، هڪ تاريخي

---

*غالباً، اهو شعر هاڻي ميان غوث محمد پيرزادي صاحب 'الڪبير ايڪيڊميءَ' جي مونوگرام ۾ شامل ڪيو آهي:

بزرگان، سڪان، ديہ ڪوتری،
کہ علم و عمل یافت را برتری.

واقعو آهي، ۽ اها بہ حقيقت آهي، تہ هن ڪوتڙي ڪبير ۾ ڦرلٽ ڪانہ ڪئي هئي.

مخدوم محمد دائود آگري سان ٻيون بہ اهڙيون گهڻيون روايتون ۽ ڪرامتون منسوب آهن، پر مون ڄاڻي ٻجهي هت انهن جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي، ڇو تہ ماڻهن پيرن فقيرن جي باري ۾، اڪيون ٻوتي، بيشمار ڪوڙيون ڪرامتون گهڙيون آهن، جن سنڌ جي ذهن کي وڏو نقصان پهچايو آهي. سائين شاهہ محمد شاهہ، اڳوڻو چيئرمن سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، مون کي ٻڌائيندو هو، تہ هڪ شخص سائس ڳالهہ ڪئي تہ 'منهنجو مرشد پکيءَ وانگر اڏرندو آهي. هڪ گهوڙي جي پٺي تان اُڏامي وڃي، ٻئي تي وهندو آهي!'

مان ڪرامتن کان انڪار ڪونہ ٿو ڪريان ۽ الله وارن جي غير معمولي فهم، ادراڪ ۽ قول جي تاثير جو قائل آهيان. منهنجو بہ عقيدو آهي تہ رب پاڪ جي حضور ۾ سندن التجا کي وڏو مان ملي ٿو. پر، هن ڪائنات جو نظام هلائڻ لاءِ قدرت جا قانون مقرر آهن. اهي اٽل آهن. ايتريقدر جو حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ مون کي غيب جو علم ڪونهي. جي هجي ها، تہ تڪليفون ڇو اچن ها.

پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن جي تڙ پوٽي پير رشيدالدين جهنڊي واري جو قول آهي تہ:

"ڪشف، ڪاني ۽ ڪرامت، ٽيئي ڪفر جو تڳو،
مڙس اهو پلو، جيڪو ٽنهي کان پڳو." *

---

*ڪلام رشد الله" مرتب سيد محمد صالح شاهہ، ناشر، سنڌي ادبي بورڊ، صفحو ۴۴، ڇاپو پهريون.

دنيا جي هاڪاري سائنسدان، آلبرٽ آئنسٽائين چيو آهي تہ
"معجزن ۽ ڪرامتن تي اعتبار ڪرڻ جو منطقي مطلب
وڃي اهو بيهندو، تہ قدرت جا ناهيل قانون نامڪمل آهن،
سو کين مڪمل ڪرڻ لاءِ وقت بوقت ترميم جي ضرورت
پوي ٿي."

**ڪوٽڙي ڪبير جي تاريخي اهميت:**

ميان غوث محمد پيرزادي صاحب مون کي ٻڌايو آهي تہ ڪوٽڙي ڪبير جو اصلوڪو نالو راءِ-ڳڙهہ هو. ان جو بنياد ٻڌ ڌرم جي راءِ سهاسي-اول وڌو هو. هن راءِ-ڳڙهہ جي پرسان، بچاءَ جي لحاظ کان، لشڪر لاءِ هڪ ڪوٽ بہ نهرايو هو، جنهن جا آثار ڏيون-ڳوٺ جي شاخ وٽ موجود آهن.

راءِ-ڳڙهہ وڏو دريائي پتڻ هو ۽ اروڙ ڏانهن ويندڙ واٽ تي هو، جنهن کي 'رائري' ڪوٺيندا هئا. سنڌ جي راءِ کي انهيءَ ئي راهہ تان، جنس ۽ نقديءَ جي صورت ۾ ڍل موڪلي ويندي هئي. راجا کي راءِ ڪوٺيندا هئا.* سندس تختگاهہ اروڙ هو.

راءِ سهاسي، پتڻ تان درياءُ ٽپي، سيوهڻ ويندو هو، جنان جو مقامي حاڪم هڪ قديم قلعي ۾ رهندو هو. چون ٿا تہ اهو قلعو چندرگپت جي پاءُ نهرايو هو. پر، عام مشهور آهي، تہ سڪندر نهرايو هو. ٻڌجي ٿو تہ آثار قديمه وارا هاڻي انهيءَ قلعي جي کوٽائي ڪرائڻ وارا آهن.

---

*راءِ لفظ، ساڳيءَ معنيٰ ۾، پٺائيءَ جي زماني تائين مستعمل هو. سر- سورٺ ۾، هڪ هنڌ ۾ فرمايو اٿس:

سڀاجها سائين، راءِ ريجهائين راڳ سين.

ڪن پڙهڻين ۾ "راءِ" بدران "راءُ" لفظ آيو آهي. پنجاب ۾ "رائو" ذات وارا ماڻهو اڃا عام جام آهن.

سيوهڻ، منهنجي خيال موجب، هن وقت سنڌ جو قديم ترين شهر آهي. انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾ لکيل گزيٽيئرن موجب، سڪندر جي حملي وقت، ان جي وڏي رونق هئي. پر، ان کان بہ گهڻو اڳ، جڏهن مهاڀارت جي جنگ لڳي هئي، تڏهن بہ سيوهڻ پنهنجي جوڀن تي هو.

سيوهڻ واري علائقي کي "ٻڌيہ" (ٻوڏي) ۽ ساهتيءَ کي سمہ (سما) ڪوٺيندا هئا. اتي سهتا قوم گهڻي رهندي هئي. ساهتيءَ جو دنگ، هاڻوڪيءَ راڌڻپور جي اُتر ۾ گهلپور کان وٺي، هيٺ ڏکڻ اولہ ۾ دولتپور تائين هو.

ساهتيءَ جو سڄو علائقو، ڪوٽڙي ڪبيرَ، هالاڻيءَ، ڀهلاڻيءَ، خانواهڻ، جلباڻين، ديهات، خشڪن، ٽنين، آڳرن، پئونرن، بڪريءَ، محبت ديري سيال ۽ محبت ديري جتوئيءَ، موسي ديري، ڪمال ديري، ڪنڊياري، ڍيري، نوشهري، جتوئين، منياڻيءَ، موري، ڀٽن، بلڪ، ويندي دولتپور تائين* سڄوئي دريائي-پَٽُ وڏيءَ تاريخي اهميت وارو علائقو آهي، ڇو تہ جڏهن درياءَ جي هڪ طرف، موهن جي دڙي جيڏو عاليشان شهر ٻينو هوندو، تڏهن ٻيو طرف صفا سڄو ڪونہ هوندو. اتي بہ ڪيئي ننڍا وڏا شهر هوندا. چون ٿا تہ اڳئين زماني ۾، هالاڻيءَ وٽان هڪ راهہ نڪرندي هئي، جا ٻيلي مان لنگهي، موهن جي دڙي تي ويندي هئي.

هالاڻيءَ جو شهر تمام پراڻو آهي. ڪنڊياري وانگر، دڙن تي وري وري اڏيل آهي. انگريزن جي زماني ۾ لکيل گزيٽيئرن موجب، ڪنڊياري جو شهر جهانگير بادشاهہ جي زماني ۾ ٻڌو هو. پر، انهيءَ

---

* مون ٻين ڪيترن ئي شهرن جا نالا ڪونہ ڪنيا آهن. لسٽ ڏاڍي ڊگهي ٿي وڃي ها. مقصد انهيءَ پَٽَ جي نشاندهي ڪرڻ آهي.

کان بہ اڳ، انھيءَ ئي هنڌ تي، هندڪي نالي سان هڪ پراڻو شهر هوندو هو. خبر ناهي تہ اهو ڪيترو قديم هو؟ هالاڻيءَ جي قدامت جي بہ ڪا خبر ڪانهي. اتان پراڻي زماني جا نڪر جا عجيب ٿانءَ ۽ ٻيا سامان مليا آهن، جن مان ڪي ميان غوث محمد پيرزادي وٽ محفوظ آهن. تمام پراڻا آهن.

ويجهي دور ۾، ڪلهوڙن ۽ ميرن ۾ فيصلہ ڪن جنگ بہ هالاڻيءَ وٽ لڳي هئي. انهيءَ جنگ جي ميدان ۾ اڄا نڪرانو پڪڙيو پيو آهي. پير سائين روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات ۾ انهيءَ جنگ جو ذڪر آهي. فرمايو اٿن تہ "اسان انهيءَ جنگ وقت انهيءَ هنڌ موجود هئا سون."

هالاڻيءَ جي ٻاهران مبر محراب واري تاريخي مسجد فن تعمير جو هڪ شاهڪار آهي. سنڌ جي رازن ۽ ڪاريگرن منجهانئس پهرينءَ تاريخ جو چنڊ ڏسڻ جو عجب انتظام رکيو آهي. اهڙو ئي ٻيو شاهڪار، ويساکيءَ وارو مندر آهي، جنهن جهڙو ٻيو سڄيءَ سنڌ ۾ ڪٿي بہ ڪونهي. ويساکيءَ جي تمام پراڻي تاريخ آهي. هالاڻي ءَ ۾ ويساکيءَ جو ميلو اڄا لڳندو آهي، جنهن ۾ وڏي خلق ايندي آهي. سنڌ ۾ اهو ميلو ائين ئي لڳي ٿو، جيئن نوروز جو جشن ايران ۾ ملهايو وڃي ٿو.

هالاڻيءَ جي ٻاهران اهو تاريخي قبرستان، جتي مخدوم محمد دائود آگري جي تربت مبارڪ آهي، تمام قديم آهي. سنڌ جا ڪيئي مشاهير منجهس ابدي آرام ۾ آهن.

* * * *

## مخدوم هنگورجن جي استادن ۽ شاگردن جو سلسلو:

مخدوم محمد دائود آگري جي استادن جو سلسلو مولانا عبدالحڪيم سيالڪوٽيءَ کان ٿيندو، مولانا نظام‌الدين تائين

وجي ٿو، جيڪو درس نظاميءَ جو باني ڄيو وڃي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح اهو سلسلو اڃا بہ اڳتي هلي، علي بيضويءَ تائين پهچي ٿو، جيڪو اسلامي دنيا جي مشاهيرن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

دادو ضلعي جي هڪ بزرگ، مولانا ڪريم بخش منگسيءَ ويهارو ورهيہ اڳ مون سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملاقات ڪئي هئي ۽ مخدوم محمد دائود آگري جي استادن جي سلسلي جي فهرست عنايت ڪئي هئي، پر مون کي منجهس ڪجهہ خال نظر اچن ٿا. بهرحال، سلسلو هيٺن آهي:

مخدوم محمد دائود آگرو شاگرد مولانا محمد آريجن واري جو، سندن استاد مولانا قُل احمد، سندن استاد مولانا امين الحسيني شهيد، سندن استاد عبدالله سبَيب، سندن استاد عبدالحڪيم سيالڪوٽي، سندن استاد ڪمال الدين ڪاشميري (جيڪو استاد هو امام رباني مجدد الف ثانيءَ جو) سندن استاد مولانا نظام الدين، جنهن جو درس نظامي دنيا ۾ مشهور آهي. سندن استاد مولانا دانيال، سندن استاد مولانا عبدالسلام، سندن استاد مولانا سعيدالدين، سندن استاد مولانا عضدين، سندن استاد مولانا زين العابدين، سندن استاد مولانا ناصرالدين ابوالخير عبدالله، جيڪو پُٽ هو عمر بن محمد بن عليءَ جو جنهن کي علي بيضوي ڪوٺيندا آهن.

مخدوم صاحب جي استادن ۽ شاگردن جو سلسلو، درحقيقت، ڏاڪي بہ ڏاڪي، ڪيئن آهي، تنهن جي پڪي خبر ڪانہ ڪانهي. مثال جي ڳالهہ تہ پير سائين روضي ڌڻيءَ جي پرواني، مولوي عبداللطيف سڪندريءَ پنهنجيءَ تصنيف 'روحاني رمزون' ۾ لکيو آهي تہ "پير سائين، روضي ڌڻي رحمة الله عليہ شاگرد آهن مولانا محمد آريجن واري جا ۽ اهي پاڻ شاگرد آهن مخدوم محمد دائود آگري جا."

پر، عام طرح ائين ئي سمجهيو ويندو آهي تہ پير سائين روضي ڌڻي رحہ، سائين عاقل شاهہ-اول ۽ مخدوم دائود آگرو ٽئي اول ڪوٽڙي ڪبير ۾ گڏ پڙهندا هئا ۽ پوءِ مولانا محمد آريجن واري وٽان فارغ التحصيل ٿيا.

انگريزن جي آمد کان اڳ سنڌ ۾ علم، تعليم ۽ درس تدريس جو نظام، ديني مدرسن جي ذريعي هلندو هو. انهن ۾ هڪ مدرسو شهدادڪوٽ ۾ هو، جو مولانا غلام صديق شهدادڪوٽيءَ ڪري گهڻو مشهور ٿيو. سندس هڪ شاگرد، قاضي محمد ابراهيم هو، جيڪو ڪارڙن جي شهر جو وينل هو. هن سنڌ جي ديني عالمن جو هڪ سلسلو فارسي نظم ۾ قلمبند ڪيو آهي، جنهن مان بہ مخدوم محمد دائود آگري جي استادن ۽ شاگردن جي سلسلي تي ڪجهہ روشني پوي ٿي. لکيوائنس تہ:

> غلام صديق، جيڪو پنهنجي زماني جو استاد هو، ۽ 'تحقيق جي فن جو علامہ' هو، تنهن پنهنجي ڀاءُ گلمحمد، جيڪو 'فخر جهان' هو، کان تعليم پرائي. هن وري نور محمد نالي هڪ عالم کان تعليم حاصل ڪئي، جو پنهنجي والد کان پڙهيو هو، جو 'سمورا علم' پڙهيل هو. سندس درگاهہ شهدادڪوٽ ۾ هئي. موصوف وري همايون شهر جي خليفي يعقوب کان پڙهيو هو، جو مولانا عبدالحليم ڪنڊويءَ کان مستفيد ٿيو هو.

اهو بزرگ وري هالائيءَ جي عاليجاهہ، سيدعاقل شاهہ، جيڪو چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر خوبصورت هو، ۽ وڏن وارن ڪري 'گيسوئي دراز' سڏبو هو، وٽ پڙهيو هو. سيد عاقل شاهہ اول 'آگرن جي شهر

جي فاضل‘ ، محمد دائود آگري وٽ پڙهيو هو، ۽ پوءِ محمد آريجن واري کان علم جي تحصيل ڪئي هئائين.

انهيءَ بزرگ کي علم جي تحصيل جو شوق پنجاب ۾ قل احمد وٽ وٺي ويو، جنهن ابوالحسن شهيد کان سڀ علم پرايا هئا. اهو وري عبدالله کان مستفيد ٿيو هو، جو ’عالم عارف ۽ خداشناس‘ هو. موصوف، مولانا عبدالحليم کان مستفيد ٿيو هو، جيڪو سيالڪوٽ جو وينل هو. اهڙيءَ ريت، عالمن جو هي سلسلو سعدالدين تائين پهچي ٿو، جنهن جو وطن تفتان هو.

ديني مدرسن استادن ۽ شاگردن جي هن سلسلي موجب، سائين عاقل شاهه-اول، مخدوم محمد دائود آگري وٽ پڙهيو هو. پر، ممڪن آهي ته ائين نه هجي. ٻئي هم-درس هجن. خاطريءَ سان رڳو اينرو چئي سگهجي ٿو ته مخدوم محمد دائود آگري جو پير سائين سردار، روضي ڌڻي رحه سان تعلق ”هم-مڪتب“ هئڻ ڪري ٿيو ۽ انهيءَ ٿي تعلق سببان پاڻ سائين عاقل شاهه اول جي قرب ۾ به اينرو ته جڪڙجي ويو، جو جڏهن مٽ مائٽ ۽ ڳوٺ جا وڻ ڇڏيائين، تڏهن زندگيءَ جا باقي ايام سندس ئي صحبت ۾ گذاريائين.

سچا ماڻهو هئا. پلارا ۽ بزرگ هئا. اخلاق ۽ اخلاص جو اهڙو درس ڏئي ويا، جيڪو اهل دل انسانن کي صديون ياد رهندو.

* * * *

**مخدوم صاحب جي وفات:**

مخدوم محمد دائود آگري هي جهان سنه ١٢٢٤هجريءَ ۾ ڇڏيو. وفات وقت سندس عمر چوهٺ ورهيه هئي.

## مڪتوبات شريف

هيءُ ڪتاب، پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جي حيات ۽ تعليمات جي مطالعي لاءِ ڏاڍو اهم آهي. اصل ۾ اهو ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ جو تحقيقي مقالو هو، جيڪو اسلامي ڪلچر ۾، پي-ايچ-ڊي جي ڊگريءَ وٺڻ لاءِ، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پيش ڪيو هئائين.

ڪتاب جو 'پيش-لفظ' مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ لکيو آهي. مفتي صاحب شاهپور چاڪر جي مدرسي 'صبغت الهديٰ جو پرنسيپال آهي. پر، سندس اصل سڃاڻپ اها آهي ته پاڻ جميعت علماء سڪندريءَ جو هڪ اهم ستون، دين جو وڏو عالم، ۽ هڪ اهڙو ته نهنو انسان آهي، جنهن جي اعليٰ اخلاق جي هنڌين ماڳين هاڪ آهي.

مڪتوبات شريف جي باري ۾ پاڻ جيڪي 'ٻه اکر' لکيا اٿس، تن ۾ اها وضاحت فرمائي اٿس، ته پير سائين سردار، وقت بوقت، پنهجن باڪمال خليفن ۽ همعصر عالمن کي سندن سوالن جا جواب لکي عنايت ڪندا هئا. اهي مڪتوبات شريف، سندن ڪڙئي گنوهر واري خليفي، فقير محمود نظامائيءَ ڪتابي صورت ۾ گڏ ڪيا هئا. ملفوظات شريف کي ٻه جمع ڪرڻ جو ڪارنامو خليفي صاحب سرانجام ڏنو هو. دراصل، خليفو صاحب، پنهنجي سر، هڪ همه صفت شخصيت هو، وڏو عالم هو.

ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ اهي مڪتوبات شريف سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪئي. پڻ، پير سائين سردار جي پرواني جي حيثيت ۾، سندن سوانح حيات تي محنت ۽ مشقت ڪري اهم واقعا قلمبند ڪيائين. قدرت سندس پورهيو سڦل ڪيو. پي-ايچ-ڊي جي ڊگري ٻه ملبس ۽ ثواب الدارين ٻه حاصل ڪيائين.

ڪتاب ۾ پير سائينءَ جن جا ڪل چائينٽاليهہ خط آهن، جن مان اڪثر ديني مسئلن متعلق آهن. پر، ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ جي لفظن ۾ "منجهن علم، ادب، تاريخ ۽ تصوف جو وڏو ذخيرو آهي. ٻهريون ٻهريون خط سياسي آهي، جيڪو خليفي محمد حسين مهيسر ناڙيءَ واري جي جواب ۾ لکيائون." انهيءَ مڪتوب مبارڪ مان، ان وقت جي ملڪي حالتن ۽ سنڌن طبيعت جي لاڙن جي معلومات ملي ٿي. بلاشبہ، پير سائين سردار جي ملفوظات شريف وانگر مڪتوبات شريف پڻ علم ۽ معرفت جو انمول خزانو آهي.

هن ڪتاب جي تصنيف ۽ طباعت ۾ جن عالمن ۽ بزرگن ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ جي علمي مدد ڪئي، تن جا نالا ڏنا اٿس. محترم مير محمد وساڻ هن علمي ۽ ديني ڪم کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ گهربل مالي معاونت ڪيس. اها ڳالهہ هروجه قابل تحسين آهي.

پنجاب ۾ اجا ڪي خاندان پنهنجن اڳوڻين شاندار علمي روايتن موجب، ديني مدرسن ۽ علمي ادارن جي سرپرستي ڪن ٿا. سنڌ ۾ صاحب ثروت طبقو گهٽي ڀاڱي زميندارن تائين محدود آهي، جن هن زماني ۾ بہ ڪارخانيداريءَ ۾ منهن ڪونہ وڌو آهي. منجهائنئن ڪن جو ذاتي ذوق، شوق، اڃا سوڌو، ڪتابن پڙهڻ ۽ ڇپائڻ بدران، ڪتن ۽ ڪڪڙن ويڙهائڻ تي آهي. وساڻ صاحب، اهڙن سرنديءَ وارن صاحبن لاءِ هڪ سهڻو مثال قائم ڪيو آهي.

مون کي هن ڪتاب کي ڏسڻ جي حسرت دل ۾ رهجي وڃي ها. پر، منهنجي ڪرم فرما، محترم عبدالرسول قادريءَ عين ان وقت هڪ ڪاپي تحفي طور موڪلي ڏني، جڏهن "سنڌ جا ٻر بحر ۽ پهاڙ" ڪتاب پريس ۾ وڃي رهيو هو. ٻئي ڪان ٻلايون ئي ٿينديون آهن. مان نہ رڳو سنڌس ٿورا ڳائي سگهان ٿو.

•

سنڌ ۽ ملتان جا تاريخي لاڳاپا نهايت قديم آهن. ٻنهي جو جاگرافيائي ماحول بہ گهڻي قدر هڪجهڙو آهي. ملتان ۽ ان جي آسپاس وارا علائقا وڏا دريائي ميدان آهن. سنڌ ۾ بہ درياءَ جي ٻنهي پاسن کان وڏا وڏا ميداني علائقا آهن.

دريائي ميدانَ، دنيا ۾ هرهنڌ، آباد هوندا آهن. اڳاتي زماني ۾، ماڻهو پاڻيءَ جي سهنج ۽ سانگي سان، چشمن، ڍنڍن، ڍورن، دريائن ۽ واهن جي پاسن سان ڳوٺ ٻَڌي وهندا هئا، جيڪي وقت جي گذرڻ سان، وڏي وجي شهرن جي شڪل وٺندا هئا. دنيا جي قديم تهذيبي مرڪزن جو بنياد ائين ئي پيو. مصر ملڪ جا قديم شهرَ، نيل نديءَ جي پر پاسي سان ائين ئي اڏيا. سنڌ ۾، "مهين جودڙو" بہ اهڙو ئي هڪ بيمثال قديم تهذيبي مرڪز آهي.

اڳي جڏهن ريلون ۽ لاريون ڪونہ هيون، تڏهن سوداگر وڻج واپار جو سامان، هڪ هنڌان ٻئي هنڌ، خشڪيءَ تان انن جي قافلن وسيلي ۽ درياءَ مان ٻيڙين جي وسيلہ، آڻيندا هئا. هاڻي بہ ڪي سوداگر ائين ڪن ٿا. پاڪستان ٺهڻ کان چار پنج سال اڳ، مان ننڍو ٻار هئس تہ منهنجو پيءُ مون کي سکر گهمائڻ وٺي ويو: اتي دريائي بندر تي، بار بردارَ ٻيڙيون بيٺيون هيون، جيڪي ملتان مان مال کڻي آيون هيون. ڪيئن چئجي تہ "سنڌ-باد" سوداگرن ملتان جا اهي دريائي سفر ڪڏهن کان شروع ڪيا؟ جڏهن کان انسانذات ٻيڙي ايجاد ڪئي؟ — ۽ انهن سفرن ڪري سنڌ ۽ ملتان جو هڪٻئي تي اثر ڪڏهن کان پوڻ شروع ٿيو، سو چوڻ بہ ڏاڍي ڏکي ڳالھ آهي. البت،

اينترو چئي سگهجي ٿو تہ اهو اثر زندگيءَ جي سمورين ڳالهين تي پيو هوندو. سڀ کان اول ملتاني ماڻهن سنڌي سکي هوندي ۽ سنڌ واسين ملتاني يا سرائڪي. ڀلا ٻوليءَ جي ٿوريءَ گهڻيءَ واقفيت کان سواءِ پاڻ ۾ ڏنڌو ۽ واپار ڪيئن ڪري سگهن ها؟ سنڌ ۾، هاڻي اهڙا ڪافي ماڻهو آهن، جيڪي ٻئي ٻوليون يعني سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائين ٿا. ديري غازي خان مان ڪيترائي بلوچ قبيلا سنڌ ۾ لڏي آيا ۽ گهر ڪري وينا. سندن مادري ٻولي سرائڪي آهي، جنهن کي "ديري ـ والِي" بہ ڪوٺيندا آهن. پاڻجي ٿو تہ بلوچي ٻولي رڳو اهي بلوچ قبيلا ڳالهائن ٿا، جيڪي بلوچستان مان سڌو سنڌ ۾ آيا. بلوچن وانگر ڪيترائي بروهي پڻ بلوچستان مان سڌو سنڌ ۾ آيا ۽ گهر ڪري وينا.(۱)

سنڌي دنيا جي هڪ قديم زبان آهي. رچرڊ برٽن (يا ڪنهن ٻئي انگريز عالم) چيو آهي تہ "ان جي هڪ خاص خوبي هيءَ آهي تہ منجهس هرڪنهن ٻوليءَ جي لفظن جا اچار ڪڍي سگهجن ٿا." اهو انڪري آهي، جو سنڌي زبان ۾ لفظن جو سرمايو تمام گهڻو آهي. منجهس اندلٺ جا سمورا رنگ (All the colours of Rainbow) پريا پيا آهن. پر، سرائڪيءَ جو رنگ جان تان چهرو آهي ۽ پيارو پڻ. سنڌ کي سچل سائينءَ جهڙو باڪمال شاعر ڏنائين!

سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ جو هڪٻئي سان سنبنڌ صدين جون صديون کو ايڏو گهرو ۽ گهاٽو رهيو آهي، جو عربن جي فتح کان پوءِ جيڪي سياح ملتان ۾ آيا آهن، تن مان مسعوديءَ لکيو آهي تہ "ملتان ۾ ٽي ٻوليون ڳالهيون وڃن ٿيون: هڪ عربي، ٻي فارسي ۽ ٽين سنڌي."

اها تہ ٿي اڳئين زماني جي ڳالهہ، پر هاڻي، ويجهيءَ چڪ ۾ بہ سرائڪي زبان، جيڪو وڏي ۾ وڏو شاعر پيدا ڪيو، سو خواجہ غلام فريد هو. پنجاب پرڳڻي جي عظيم شاعرن بابا فريد،

سلطان باهوءَ، شاهہ حسين، ميان محمدبخش ۽ بلهي شاهہ جي صوفيانہ سوچ ۽ غنائيہ شاعريءَ جيڪو ساز سلوڪ وارو ماحول پيدا ڪيو، ان جو آخرين عظيم شاعر (Last of the Great) هو. پر، متاثر سچل کان هو ۽ سنڌي زبان ۾ ڪافيون چيون اٿس.(٢)

ڪنهن بہ قوم جي ڪلچر ڪي بہ ڳالهيون ٻين کان وڌيڪ متاثر ڪن ٿيون: هڪ ٻولي ۽ ٻي مذهب، ڇو تہ ٻنهي جو واسطو ماڻهوءَ جي نفسيات سان آهي. سنڌ ۽ ملتان جا ماڻهو هڪٻئي جي ٻوليءَ سان آشنا ٿيا هوندا، تہ هڪٻئي جي هنرن ۽ ڪاريگرين کان بہ واقف ٿيا هوندا. شاهہ سائينءَ ڪي جڏهن پنهنجي پڙڏاڏي ميين شاهہ ڪريم جي روضي جي تزئين ۽ آرائش جو خيال آيو، تڏهن سندس اعليٰ شاعرانہ ذوق کيس ملتان وني ويو، جتان ڪاشيءَ جي سرن جي ٻيڙي پرائي آيو.

ڪاشيءَ جو ڪم هاڻي سنڌ ۾ بہ سنو ٿئي ٿو. نصرپور ۾ مون هڪ مسجد ڏٺي، جنهن جي ڇت تي، اندران، ڪاشيءَ جي سرن جي جڙت ٿيل هئي. نهايت نفيس ڪم هو. ڇپائون تہ سؤسال ٿي ويا اٿس، پر سرون اهڙيون سهڻيون ٿي لڳيون، جو ڄڻ تہ ڪالهہ لڳيون آهن.

اڄڪلهہ، ملتان ۾ ڪاشيءَ جي هنر وانگر، جاين ڪي سينگارڻ لاءِ شيشو استعمال ڪن ٿا ،جنهن ڪي "شيشا ڪاري" ڪونين ٿا. پٽ ۽ ڇت تي، شيشي جي ننڍڙن ننڍڙن ٽڪرن جي ڪنهن مسالي سان لنباوت ڪن ٿا ۽ منجهانئس سهڻيون سهڻيون ڊزائينون ناهين ٿا. تمام سهڻو هنر آهي، پر سنڌ ۾ اڃا ان جو رواج ڪونہ پيو آهي.

ملتان ۾ ان جي چمڙي مان بہ ڏاڍو سهڻو سامان ناهين ٿا، جنهن تي رنگبرنگي چٽسالي ڪن ٿا. اڳئين زماني ۾ ان مان وڏيون خوبصورت صراحيون ناهيندا هئا، جن ۾ خوشبودار تيل ۽ عطر عنبير رکندا هئا. هاڻي ان مان ٽيبل لئمپ جا شيڊس ۽ ٻيا سامان ناهين ٿا، جي ڏسڻ وٽان آهن.

اڳي، سنڌ جي ٻهراڙين ۾ تيل ميٽ سان وهنجڻ جو عام رواج هوندو هو. ان ۾ ليمي جا ساوا پن وجهندا هئا. سرهي صابڻ عام ٿيڻ کان پوءِ، اهو رواج گهٽجي ويو. مون هڪ دفعي اسلام آباد ۾ ميٽ جي پڇا ڪئي. آب پاري مارڪيٽ ۾ ڳولي لڌم. دڪاندار چيو تہ "جيڪڏهن صحيح نالو ونو ها، تہ جلد ملي وڃي ها." مون پڇيس تہ صحيح نالو ڪهڙو اٿس؟ چيائين تہ "ملتاني مٽي."

پهرئين ڀيري جڏهن ملتان پئي ويس، تڏهن هڪ ڀيڻ فرمائش ڪئي تہ اتان منهنجي لاءِ مينڌي وٺي اچجانءِ. مون پڇيس تہ ڇو؟ چيائين تہ ننڍپڻ کان ملتاني مينڌيءَ جي تعريف ٻڌي اٿم. مون مينڌي تہ ڪانہ آندي، البت، پرت پريل رئو آئي کيس ڏنم. سو، انگريز جو ملتان ۾، زالاڻن وڳن تي، پرت جو بي مثال ڪم ٿيندو آهي. هڪڙي ملتاني ڪاريگر مون سان ڳالهہ ڪئي تہ اڳي رئيس غيبي خان چانڊيي جو هاڪارو خاندان بہ شاديءَ جي موقعي تي پرت جو ڪم ملتان مان ڪرائيندو هو ۽ ان زماني ۾ بہ ان جو اجورو هزارين رپيا ڏيندو هو.

ملتان وانگر سنڌ جا هنر ۽ ڪاريگريون بہ لاجواب آهن. حيدرآباد جي شاهي بزار ۾، حاجي عبدالڪريم جو ڪانياواڙ ڪلاٿ اسٽور سنڌي کيس، اجرڪن، سوسين، گربين، ۽ پرت جي نفيس ڪم وارن ڪپڙن لاءِ مشهور هوندو هو. پير حسام الدين راشدي اڪثر اتان خريداري ڪندو هو ۽ ايران ۾ دوستن کي تحفا موڪليندو هو. هڪ ڏينهن حاجي صاحب (مرحوم) کان اجرڪ پئي ورتم، تہ سنڌ جي هڪ امير خاندان جي پيڙهي مائي پنهنجين نوڪريائين جي اتالي سان آئي. حاجي صاحب کي هڪ سنڌي کيسُ ڏيکاري، چيائينس تہ، "اسان جي خاندان ۾ شادي آهي. هن جهڙا بہ چار کيسَ کپن. نهرائي ڏيو. پئسا جيڪي چئو، سي هاڻي ئي ڏيون."

حاجي صاحب ڪا دير تہ کيسَ کي اٿلائي پٿلائي جاچيندو رهيو. پوءِ ٿڌو ساهہ ڀري مائي صاحبہ کي چيائين تہ، "هزارين رپيا ڏيو، تہ بہ اهڙو کيسُ هاڻي نهي ڪونہ ملندو. سنڌ مان اهي ڪاريگر ئي جهان ڇڏي ويا."

شاهہ ايران کي ملڪ فرح ديبا مان جڏهن پٽ ڄائو، تڏهن سائين حسامالدين راشديءَ ۽ ممتاز حسن هڪ شاندار دعوت ڪئي ۽ ايران جي سفير کي "مکيہ مهمان" ڪري سڏيائون. ڪراچي شهر جا وڏا وڏا معزز ماڻهو آيا. جنهن شاميانې ۾ ويٺا هئا، تنهن کي سينگارڻ لاءِ ننڍا قالين (Wall Carpets) قناتن تي ٽنگيا هئائون. انهن جي وچ ۾ هڪ سنڌي رلهي چمڪي رهي هئي، جنهن جي اڳيان ايراني غاليچا شرمندا ٿي لڳا. چيائون تہ اها رلهي پير سائين پاڳاري جي خاندان لاءِ سنڌن مريدياڻين ٺاهي هئي ۽ ان کي پوري ڪرڻ ۾ ڪين پنج ورهيہ لڳا هئا. (اها رلهي بعد ۾، سائين حسام الدين شاهہ ڊاڪٽر شمل کي تحفي طور ڏني.)

اسان جي ڳوٺ ۾، مون هڪ فراسي ڏٺي، جا ٿر جي پاسي ٻڪريءَ جي ڏاسَ مان نهيل هئي. چيائون تہ سؤ سال ٿي ويا اٿس، پر اجا ائين ٻيٺي آهي، جو مٿائنس پاڻي هاريو تہ هيٺ ڪونہ وهندو.

اهي تہ هاڻوڪي زماني جا سنڌي هنر آهن. اڳئين زماني ۾ سنڌ ۾ ململ جو اهڙو تہ نفيس ڪپڙو نهندو هو، جو ٻاهرين ملڪن ۾ ويندو هو. بادشاهن کي تحفي طور ملندو هو. "سندسُ" ڪوٺيندا هئس. ڊاڪٽر نبي بخش قاضيءَ انهيءَ تي تحقيق ڪري دلچسپ دريافتون ڪيون آهن ۽ "مهراڻ" ۾ مضمون لکيو آهي.

نارائڻداس ملڪاڻيءَ "ڳوناٺي ڄمَرِ" نالي سان هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا هنر بيان ڪيا اٿس. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ سنڌ جي هنرن تي سنا سنا ڪتاب نڪتا آهن. محترمہ مهتاب راشديءَ مون کي، اجرڪ تي، ڪلچر کاتي جو ڇپايل هڪ انگريزي ڪتاب موڪليو، جو نهايت معياري هو. (٣)

ملتان ۽ سنڌ جا لاڳاپا گهرا گهاٽا ٿيا هوندا، تہ ڪي قومون ۽

ذاتيون سنڌ مان ملتان لڏي ويون هونديون ۽ کي وري اتان سنڌ ۾ آيون هونديون. مون ڪن ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ سنڌ جا فلاڻا فلاڻا هندو گهراڻا ملتان مان لڏي، سنڌ ۾ اچي وينا. منجهن اهو بہ لکيل هو تہ انگريزن جي زماني ۾، سنڌ جا هندو واپاري جڏهن بمبئيءَ ويندا هئا، تڏهن اتان جا واپاري کين "ملتاني" ڪوٺيندا هئا.

مسلمانن ۾، مَهَرَ، عباسي، ڪلهوڙا، دائودپوٽا، صديقي، قريشي، جيلاني، انڍڙ، چاچڙ، کوکر، چانڊيا، سومرا، ۽ ٻيون ڪيئي ذاتيون سنڌ توڙي ملتان ۾ ڪثرت سان آباد آهن. مون الاهي بخش سومري صاحب جي اسلام آباد واري گهر ۾، سنڌ جي سومرن تي انگريزيءَ ۾ هڪ عمدي تاريخ ڏٺي، جا ملتان ۾ ڇپيل هئي.

سما ۽ سومرا سنڌ جا اصلوڪا باشندا آهن ۽ فرزندِ زمين (Sons of the soil) سڏائڻ جا هروجه مستحق آهن. سوين سال اڳي بہ سنڌ جي سر زمين ۾ سندن پاڙون اينتريون تہ پختيون هيون، جو عربن جو اقتدار ڪمزور ٿيو، تہ پاڻ سنڌ جا حاڪم بڻجي وينا. سائين جي. ايم. سيد مون کي چيو تہ "سمن ۽ سومرن جي بادشاهي سنڌ جي تاريخ جو سونهري دور (Golden Period) آهي."

سنڌ جا ڪي عشقيہ داستان مثلاً دودو چنيسر ۽ عمر مارئي سَمن ۽ سومرن جي دور سان ئي وابستہ آهن. پر، سڀ کان وڏي ڳالهہ آهي سنڌي ٻولي. هونئن تہ هزارين سال قديم آهي، پر، ان ۾ نظم جا پهريان پهريان نمونا سومرن جي دور ۾ ملن ٿا. ان کان اڳي اوندهہ آهي. سمن ۽ سومرن جي عهد ۾ ئي سنڌيءَ کي سرڪاري سرپرستي نصيب ٿي.(۴)

سمن ۽ سومرن وڏا وڏا سخي ۽ درياءَ دل بادشاهہ پيدا ڪيا. دودو سومرو ايڏو ڪو دلير هو، جو اڄ ڏينهن تائين سندس نالو پيو ڳائجي تہ "مڙس تہ دودو."

سمن بادشاهن جو خطاب "ڄام" هوندو هو. ايڏو نہ پيارو هو، جو سنڌ جي بادشاهہ-شاعر ان کي حضور پيغمبرﷺ جن جي ساراهہ ۾ ڪم آندو آهي. ميان سرفراز ڪلهوڙي جي مشهور مداح آهي:

"ڀلا ڄامَ، هن غلامَ، سندو سوال سڻج تون"

ڄام نظامالدين سمو ايڏو تہ طاقتور حاڪم هو، جو اڪبر بادشاهہ وانگر، اڌ صدي حڪومت ڪيائين. تاريخ نويسن جو چوڻ آهي تہ سنڌ اهڙو انصاف پسند بادشاهہ نہ اڳي ڏٺو نہ پوءِ. سندس ايامڪاريءَ ۾ شينهن ۽ ٻڪري ساڳئي تڙ تان پاڻي پيئندا هئا. سائين حسامالدين شاهہ راشديءَ مون سان ڳالهہ ڪئي تہ:

"صبح جي نماز پڙهي، گهوڙن جي طبيلي ۾ ويندو هو. متن پيار سان هٿڙا گهمائي چوندو هو تہ يارا، الله سائين اهو ڏينهن نہ آڻي، جو مان ڪنهن تي ظلم ڪرڻ لاءِ توهان تي چڙهي ڪريان." (٥)

سنڌ جي تاريخ جو قومي سورهيہ (National Hero) دولهہ دريا خان-- جنهن تي هر دور ۾ سنڌ جو سلام رهندو-- ڄام نظامالدين خان سمي جو ئي سپهہ سالار هو. جڏهن مغلن هند کي فتح ڪيو، تڏهن سندن سوٽي-سوٽن، ارغونن ۽ ترخانن، وري سنڌ ۾ اکيون وڌيون. ڪاهہ ڪري آيا. دريا خان، سنڌين جو لشڪر وٺي، سندن سامهون ٿيو ۽ اهڙي تہ شڪست ڏنائين، جو جيسين ڄام جيئرو هو، تيسين ڪين سنڌ ڏانهن نهارڻ جي وري همت ڪانہ ٿي.

چون ٿا تہ ٺٽي جو شهر بہ ڄام ٻَڌايو هو. تاريخ تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي تہ:

"ڄام نظامالدين سمي، نائين صدي هجريءَ جي پوين مهينن ۾، نجومين کي نئون شهر آباد ڪرڻ لاءِ،

اهڙيءَ زمين جو ٽڪرو ڳولڻ جو حڪم ڪيو، جا فرحت بخش هجي. سو، ننڍي جي زمين چونڊيائون، جنهن جي ايرندي طرف باغ هئا. هن وقت ننو ٻن معنائن سان آباد آهي. ڪي چون ٿا ته ان جي معنيٰ آهي ”تَهَه“ ”تَهَه“ يعني ”هيٺ، هيٺ“. (جنهن جو مطلب ته تَهَنِ مٿان تَهَه.) ڪن جو چوڻ آهي ته ننڍي جي معنيٰ آهي نٺ، يعني سنڌي محاوري موجب ”ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو هنڌ.“ جڏهن زماني جي گذرڻ، وقت جي انقلابن ۽ حادثن ڪري، ڀنڀور، ديبل، بڪار ۽ ٽرڙيءَ جهڙا عمدا شهر اجڙڻ لڳا، جيڪي ساڪري جي زمين ۽ ان سان لاڳيتي علائقي ۾ هئا، تڏهن انهن جا اڪثر باشندا هن شهر (ننڍي) ڏانهن لڏي آيا.“

تحفة الڪرام جي مصنف ميرعلي شير قانع جو اهو بيان ته ”ننه“ جي هڪ معنيٰ آهي ”ته ته“ يعني هيٺ هيٺ، انهيءَ ڳالهه جو گمان پيدا ڪري ٿو، ته شايد ننڍي جي هنڌ تي اڳ ۾ ڪو قديم شهر هو، جنهن جي چوڌاري جيڪي چار جدا جدا شهر (ڀنڀور، ديبل، بڪار ۽ ٽرڙي) هئا، سي به سڀ تمام قديم هئا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب امير خسروءَ جي حوالي سان پڪي پختي نشاني ڏني آهي، ته ننڍي جو بنياد، سمن جي زماني کان گهڻو اڳي پئجي چڪو هو.

ملتان ۾ ممتاز صاحب نالي منهنجو هڪ دوست هوندو هو. وڏو علم-دوست هو. خزاني آفيسر هو، پر پئسن بدران ڪتابن سان دل هئس. مون سان ڏيٺ ويٺ ائين ٿيس، جو سنڌي ادبي بورڊ مان تاريخ جا ڪتاب گهرائيندو هو. اهي پڙهي، سائين حسام الدين شاهه جو عقيدتمند ٿي ويو. سندس ئي تحريڪ سان، غوث بهاؤالحق

ملتانيءَ جي ساليانيءَ عرس ۾، سائين پير صاحب کي ادبي ڪانفرنس جو خاص مهمان ڪري سڏيائون. پير صاحب وري مون کي، مولانا قاسميءَ ۽ ڊاڪٽر الانا کي ملتان وٺي ويو ۽ غوث جي سجاده نشين، مخدوم سجاد حسين قريشي صاحب سان ملايائين.

هڪ دفعي، مان پير صاحب سان گڏ ملتان ويس. ممتاز منجهند جي ماني ڪئي. ڪچهريءَ جو موضوع سنڌ ۽ ملتان جا تاريخي لاڳاپا هو. انهيءَ پس منظر ۾، هن هڪ سنڌي لوڪ بيت ٻڌايو، جو ڏاڍو دلچسپ هو:

جڏهن ننڍي ٺٽي تي ناهه ڪيو ۽ اڏيو ٺٽي ملتان

تڏهن سؤ سهيلين ساڻ، مون مٽي ڍوئي ڪوٽ جي.

هن بيت ۾، ٺٽي ۽ ملتان جي گڏ اڏجڻ جو ذڪر نهايت معنيٰ خيز آهي. بيت الائي ڪهڙي زماني جو آهي؟ منجهانئس ماموئيءَ وارن بيتن جي بوءِ اچي ٿي، يعني، جيئن انهن بيتن ۾، ڪن خاص تاريخي واقعن ڏانهن اشارو آهي، تيئن هن بيت ۾ به ٻن تاريخي شهرن جي گڏ اڏجڻ جو ذڪر آهي.

ڊاڪٽر داني بنيادي طرح آثار قديمه جو ماهر آهي، پر تاريخ ۽ ثقافت ۾ به وڏو درڪ اٿس. ٺٽي تي هڪ ڪتاب اٿس، جو اسلام آباد جي اداري National Institute for Historical and Cultural Research جو ڇپايل آهي. مان ڪجهه عرصو انهيءَ اداري جو سربراهه رهيو آهيان. پر، مون کان گهڻو اڳ، ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان جو گهڻو عرصو سربراهه هو ۽ سندس ئي اپامڪاريءَ ۾ اهو ڪتاب ڇپيو هو. ڪتاب جي آخر ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هڪ مضمون ٺٽي جي شروعات بابت ڏنل آهي. جنهن جو آغاز انهيءَ ئي بيت سان ٿئي ٿو. جيئن ته مضمون انگريزيءَ ۾ آهي، سو ڊاڪٽر

صاحب بيت جو فقط انگريزي ترجمو ڏنو آهي:

The origin of Thatta, now a district headquarter town in the Hyderabad Division of Sind, has remained shrouded in mystery. The traditional lore of Sind assigns its foundation to antiquity, equating it with that of Multan. Says one of the four women of the lore (each one asserting that she is the eldest one):

When Thatta was being founded and Multan was being built.

With one hundred friends I had carried earth on my head.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي مضمون ۾ اهو ڄاڻايو آهي تہ چار سهيليون آهن، جي پنهنجي دراز عمريءَ جو ذڪر ڪن ٿيون. هرهڪ جي دعوا آهي تہ هوءَ ٻين کان وڏي آهي. انهن چئن مان هڪڙي پنهنجيءَ ڏگهيءَ ڄمار جو ذڪر ڪندي، اهي اکر استعمال ڪري ٿي.

ممتاز صاحب جيئن بيت ٻڌايو هو، تنهن ۾ ۽ ڊاڪٽر صاحب جي روايت ۾، اکرن جي ٿورڙي ڦير ڏسجي ٿي. ممتاز صاحب جي روايت ۾ "مٽي ڍوئي ڪوٽ جي" لفظ آهن ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڏنل روايت ۾ "مٽي ڍوئي مٿي تي" اکر اچن ٿا. پر اصل ڳالهہ ٻنهي روايتن ۾ ساڳي اچي ٿي، يعني ٺٽي ۽ ملتان جي گڏ ٺهڻ جو زمانو.

ڏاهن لوڪ ادب جي داستانن کي "نيم تاريخي داستان" ڪوٺيو آهي، يعني انهن ۾ حقيقت سان افسانو (من گهڙت ڳالهہ) گڏي پيئي آهي. بهرصورت، ٺٽو جيترو بہ قديم هجي، ملتان جي قدامت کان تہ ڪنهن کي انڪار ئي ڪونهي.

ملتان کي هندن جي دنيا جو "ڌُن" ۽ مغلن جي دنيا جو "دارالامان" ڪوٺيو اٿن. ملتان جو شهر، خاص ڪري قلعو ۽ آسپاس وارا هنڌ هڪ اچي ڏڙي تي آهن، جنهن کي ڪوٽبو تہ قديم اتهاس ظاهر

ٿيندو. ملتان کي تاريخ ۾ مختلف نالن سان سڏيو اٿن. ان جو قديم نالو "ڪاسياپاپورا" هو، جنهن جو يوناني تاريخنويس، هيروڊوٽس ۽ سڪندر جي جرنيل، ٽالميءَ بہ ذڪر ڪيو آهي. چيني سياح "هيون سن" ملتان کي "مولو-سان-پولو" ڪوٺيو آهي. نندولال ان کي مهاڀارت جو "ملاوا" ۽ رامائڻ جو "مالا ديس" سڏيو آهي. ملتان صدين جون صديون سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي پرڳڻن جو مرڪزي شهر رهيو آهي ۽ ان جي شهرت جو وڏو سبب "سورج ديوتا" جو مندر هو.(٧)

پر، ملتان هاڻي پنجاب جو مرڪزي شهر ڪونهي، لاهور آهي. پنجابي زبان ۾ چوڻي آهي تہ "جنهن لاهور نہ ڏٺو، سو ڄائو ئي ڪونهي." بلاشبہ، لاهور پنهنجي تاريخي تشخص تي بہ فخر ڪري سگهي ٿو ۽ هن زماني ۾ پنهنجيءَ رنگينيءَ ۽ رونق تي پڻ. ڪنهن ان کي "داتا جي نگري" ڪوٺيو آهي، تہ ڪنهن "باغن جو شهر" تہ ڪنهن وري "تاريخي جاين" جو شهر سڏيو آهي. فيض پنهنجي هڪ نظم ۾ ان کي "اي روشنين جا شهر" لفظن سان خطاب ڪيو آهي. فاطمہ ٿوبيہ لکيو آهي تہ "لاهور جي قديم تاريخ، قياسَ، روايت ۽ حڪايت جي ڌنڌ ۾ ائين ڍڪي پئي آهي، جو ڪوشش جي باوجود اها ڳالهہ معلوم ڪرڻ ڏکي آهي، تہ هن شهر جو پايو ۽ هاٽوڪو نالو ڪڏهن ۽ ڪيئن پيو؟ البت، تاريخن ۾ لاهور جو چٽو ذڪر پهريون ڀيرو نائينءَ صديءَ عيسوي ۾ ملي ٿو."

ان زماني ۾ شهر جي حيثيت ڪهڙي هئي، سو تہ معلوم ڪونهي. پر، جڏهن هندستان ۽ پاڪستان جو هاڪارو ولي الله، علي بن عثمان هجويري، جو "داتا گنج بخش" جي شاهاڻي خطاب سان وڏيڪ مشهور آهي، پنهنجو شاهڪار ڪتاب "ڪشف المحجوب" لکي رهيو هو، تڏهن سندس مشاهدو هو تہ:

"لاهور يکے از مضافات ملتان است(۸)

"ملتان" تي انگريزي زبان ۾ هڪ معياري ڪتاب احمد نبي خان لکيو آهي، ليڪن، هن پڻ ملتان جي پايي پوڻ بابت ساڳيا اکر ڪم آندا آهن ته "ان جي قديم تاريخ ڏند ڪٿائن جي غبار ۾ ڍڪي پيئي آهي. تاريخ ۾ ان جو چٽو ذڪر عيسوي پنجين صديءَ ۾ ملي ٿو." (۹)

سنڌ سان ملتان جي لاڳاپي جو سربستو احوال "چچ نامي" ۾ موجود آهي، جنهن موجب، اڳي اڳي، جڏهن ٻڌ ڌرم جا راءِ سنڌ تي حڪومت ڪندا هئا، تڏهن ملتان سنڌ جي سلطنت جو هڪ مکيه شهر هو. پر گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو، جنهن لاءِ "چچ نامي" جي مصنف جو چوڻ آهي ته:

"سيحون نديءَ تي هو، جنهن کي مهراڻ چوندا آهن. قسمين قسمين ماڙين، چراگاهن، گلن، باغن، حوضن، نهرن، باغيچن ۽ گلڪارين سان سينگاريل وڏو شهر هو. منجهس راءِ سهيرس پٽ راءِ سهاسي نالي راجا رهندو هو. جنهن وٽ گهڻا خزانا ۽ پوريل ناڻا هئا. سندس عدل دنيا ۾ مشهور هو ۽ سخاوت سڄي جهان ۾ پکڙيل هئي... پنهنجي ملڪ تي، چار حڪمران مقرر ڪيا هئائين: هڪ برهمڻ آباد ۾، ٻيو سيوستان ۾، ٽيون اسڪلندهه ۽ پاٻيه ۾، چوٿون ملتان جي شاندار شهر ۾ رهايائين."

سنڌ تي ٻڌ ڌرم جي راجائن جي حڪومت ختم ٿي، ته هندو برهمڻ جي شروع ٿي، جنهن جو بنياد چچ وڌو. سندس پٽ راجا ڏاهر جي زماني ۾، محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ملتان کي به فتح ڪيائين، جو ته سلطنت سنڌ جو هڪ مکيه شهر هو. ان کان پوءِ به

صدين جون صديون ملتان سنڌ سان ڳنڍيل هو، تان جو ميرزا قليچ بيگ جي چوڻ موجب، "ارغونن ۽ ترخانن جي زماني ۾، جاني بيگ اڪبر بادشاهه کي نذراني طور پيش ڪيو." مرزا صاحب "قديم سنڌ جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ڪتاب ۾ ائين به لکيو آهي ته "ملتان، اُچ، ديرو ۽ ڪي ٻيا وڏا شهر سنڌ سان تعلق رکندا هئا."

پر، ائين به ڪونهي، ته ملتان سدائين سنڌ جي هٿ هيٺ رهيو آهي. جڏهن ناصرالدين قباچه حڪمران هو، ته سڄي سنڌ سندس هٿ هيٺ هئي ۽ گاديءَ جو هنڌ ملتان هو. اهوئي زمانو هو، جڏهن غوث بهاؤالحق عرب ۽ عجم ۾ علم جي تحصيل ڪري ملتان موٽي آيو.

محمد حسين پنهور جي تحقيق موجب، سنڌ ۽ ملتان قديم زماني کان هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن. سندس چوڻ آهي ته حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ کان ٢٧٢ سال اڳ، سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم آيو. پوءِ يڪيترين گريڪ، سٿين، پارٿين، ڪشن، ايران جا ساساني، هَنَ لوڪَ ۽ ٻيا ڌاريا سنڌ ۽ ملتان تي حڪومت ڪندا رهيا. ان کان پوءِ راءِ گهراڻو سنه ٤٩٩ عيسويءَ کان ٦٤١ عيسويءَ تائين، سنڌ ۽ ملتان تي حڪومت ڪندو رهيو. پوءِ، برهمڻن سنه ٦٤١ کان سنه ٧٧١ تائين راڄ ڪيو. پوءِ عرب آيا. اموي گهراڻي جا گورنر سنه ٧١١ کان سنه ٧٥٠ تائين ۽ عباسين جا گورنر سنه ٧٥١ کان سنه ٧٥٤ تائين سنڌ ۽ ملتان جا حاڪم رهيا. انهن کان پوءِ هباري ۽ سومرا حڪمران ٿيا. (١٠) ائين ملتان ۽ سنڌ هزارين ورهيه هڪٻئي سان گڏ رهيا آهن.

جڏهن ڪنهن به سلطنت يا بادشاهيءَ ۾، ڪي به شهر يا پرڳڻا ايڏو وڏو عرصو هڪٻئي سان ڳنڍيل رهندا، ته انهن جي رهاڪن جو هڪٻئي جي مادي ۽ روحاني ڪلچر (Material and Spiritual Culture) رهڻيءَ ڪهڻيءَ، ٻوليءَ، لباس، کاڌي خوراڪ، جاين جي

اڏاوت، رسمن، رواجن، خيالن، نظرين ۽ عقيدن تي اثر پوڻ هڪ قدرتي ڳالهه آهي ــ ملتان ۽ سنڌ ۾ به ائين ٿيو.

هن تاريخي پس منظر ۾، هاڻي اهو سمجهڻ ڏکي ڳالهه نه آهي، ته غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جا مريد هونئن ته هر هنڌ پکڙيا پيا آهن، پر سڀ کان زياده سنڌ ۾ چو آهن؟

**غوث جو سنڌ تي اثر:**

غوث بهاؤالحق جي حياتيءَ جو زمانو سنه ٥٧٨ هجريءَ کان سنه ٦٦١ هجري آهي. ان حساب سان کين هن جهان کان پردو اختيار ڪئي، پريا ست سو سال گذريا آهن. انهيءَ عرصي ۾، سنڌن تعليم جو اثر ڪهڙي هنڌ، ڪيترو پيو آهي، ان باري ۾، پنجاب يونيورسٽيءَ جي دائره معارف اسلاميه (جلد ٥) ۾ چٽيءَ طرح ڄاڻايل آهي ته:

"توڙي جو غوث جا مريد هرات، همدان ۽ بخارا ۾ به هئا، پر منجهن واڌارو سنڌ ۽ پنجاب ۾ ٿيو."

ملتان جي عالم، مولانا نور احمد فريديءَ "بهاؤالدين ذڪريا" نالي سان ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ غوث جي ڏنل تعليم جو ذڪر ڪندي، چيو اٿس ته:

(١) پاڻ خلق کي دين اسلام جي تعليم ڏيڻ لاءِ تبليغي جماعتن جو سلسلو شروع ڪيو هئائون. هڪڙيون جماعتون سنڌ ۽ مڪران جي دوري تي وينديون هيون، ته ٻيون ڪشمير ۽ دهليءَ ڏانهن ۽ ٽيون وري افغاني قبيلن ڏانهن وينديون هيون.

(٢) غوث پاڪ جن پاڻ به، انهيءَ مقصد لاءِ رفيقن سميت، گرميءَ جي مند ۾ سرحد، ڪشمير، افغانستان بخارا ۽ نيشاپور جي دوري تي ۽ سرديءَ جي مند ۾

پنجاب، سنڌ ۽ راجپوتانا جا سفر ڪندا هئا.

انهن تبليغي جماعتن تي تبصرو ڪندي، لکيو اٿس تہ:

(١) ملتان ۾، دين اسلام جي تبليغ جو ڪم، غوث پاڪ کان اڳ، سخي سرور جون جماعتون ڪنديون هيون. پر، وقت جي گذرڻ سان منجهن تڏائي اچي ويئي هئي.

(٢) غوث پاڪ جي درگاهہ جون تبليغي جماعتون سنڌ ۽ بلوچستان جي ڳوٺن مان هلنديون هيون ۽ ملتان پهچنديون هيون.

(٣) اڄڪلهہ تہ سفر ڪن ڪلاڪن جو ٿي ويو آهي، پر، ست سؤ سالن جي گذريل عرصي ۾، انهن مريدن کي ٽي چار درياءَ ٽپڻا پوندا هئا. گهڻا مريد سنڌ جي لاڙ وارن ضلعن مان اگهاڙين پيرين پنڌ ڪري ايندا هئا.

(٤) هاڻي بہ ريلن جا گاڏا انهن ئي مريدن سان پريل هوندا آهن. هر شخص وٽ معمولي سامان ۽ لٽ هوندي آهي. رڪي رڪي "مدد بهاؤالحق" جا نعرا هڻندا آهن ۽ مولود پڙهندا آهن. ملتان ۾ (ادب جي ڪري) پيرن ۾ جتي بہ ڪونہ پائيندا آهن.

مخدوم سجاد حسين قريشي صاحب، غوث جي موجوده سجاده نشين، پنهنجن سنڌي مريدن جو ذڪر ڪندي، مون سان هڪ دفعي ڏاڍيءَ محبت سان اها ڳالهہ ڪئي تہ "انهن ۾ هڪڙا پانڌي آهن، جيڪي گذريل ستن صدين کان سنڌ جي دور دراز ڳوٺن ۽ واهڻن مان پيرين پيادو سفر ڪندا، منزلون هڻندا، ملتان پهچندا آهن."

**غوث جا پانڌي ۽ غوث جا دمبها:**

مخدوم صاحب جي اها ڳالهہ ٻڌي مون کي ننڍپڻ جا ٻہ واقعا ياد آيا. مان ستن سالن جو ٻار هئس. سانوڻيءَ جا ڏينهن هجن ۽ منجهند جي مهل. گرمي اجا اهڙي ڪانہ هجي، جو ماڻهوءَ جو هياءُ ماندو ٿئي. تن ڏينهن ۾ ڳوٺن ۾ بجلي ڪانہ هئي. سو، ساوڻ ۾ سج اک ڏيکاريندو هو. هڪڙي ڏينهن، اسان جي گهر ۾، ويرانڊي جي وچ ۾، اوڙي پاڙي جون زالون اکريءَ مهريءَ جي ڪُٽ ڪُٽان لايون ويٺيون هيون. (ويٺيون هيون بدران ائين چئجي تہ ٻيٺيون هيون.) ٻہ ٽي زالون ٻينڙ اُکريءَ ۾ ڪي شيون ڪٽي رهيون هيون. ٻہ ٽي ٻيون وري انهن کان وارو وٺڻ لاءِ تيار ٻيٺيون هيون. گهڻو ڪري سيئي هارين جون زالون هيون. پاڙي ۾ رهنديون هيون. اڪثر ڪري، ڪم ڪار سان اسان جي گهر اينديون هيون. مون ان ڏينهن اها ڪٽ ڪٽان ڏسي، حيرت مان ڪنهن کان پڇيو تہ "هي مايون ڇا ٿيون ڪن؟" چيائين تہ "غوث جا روٽ پچائڻا آهن. ڪڻڪ ۾ سونف، ڳڙ ۽ ٻيون شيون ملائي ڪٽن ٿيون. جڏهن ڪٽي بس ڪنديون، تہ روٽ پچائينديون." ڪٽ ڪٽان جي اها ڪارروائي ڇگي دير هلي، پر، نيٺ مسالو نهي تيار ٿيو ۽ زالن غوث جا روٽ پچايا. مون بہ کاڌا، ڏاڍا سوادي هئا.

ٻئي دفعي شام جو اسڪول مان پئي موٽيا سون، جو اسان جي ڳوٺ کان ميل کن پريرو هو. ڇهن ستن ٻارن جو دنب هئاسين. اوچتو ڪنهن سريلي آواز جو ڪن تي پڙلاءُ پيو. اجا جو پوئتي ڪنڌ ورائي ڏسئون، تہ ڇگو ڇگو دنب مائهن جو آهي، سو نعرا هڻندو، اهڙو چوهو چوهو پيو اچي، جو جڻ تہ دڪندو ٿو اچي. در حقيقت، دنب ۾ شامل ماڻهو نڪي دڪندا ٿي آيا، نڪي وک وک ۾ ٿي آيا. چوها چوها ٿي آيا ۽ رکي رکي، سريلا نعرا ٿي هنيائون. جڏهن اڳيرو لنگهي

ويا، تہ ڪنهن راهگير ٻڌايو تہ غوث جا پانڌي آهن، "دمبها" هڻندا، پيرين پيادا، ملتان وڃي رهيا آهن. پوءِ خبر پئي تہ اهي پانڌي، ملتان جي ڊگهي سفر لاءِ، گهران روٽ پچرائي ساڻ کڻندا آهن. جاتي ٽڪ پڄڻ لاءِ ساهي کڻندا آهن، يا رات گذارڻ لاءِ منزل ڪندا آهن، اتي روٽ جو ٽڪر کائي، پاڻي پي آرام ڪندا آهن. ائين منزلون هڻندا، وڃي ملتان پهچندا آهن، ۽ غوث جي درگاهہ تي حاضري ڏيندا آهن.

ان واقعي کي ورهيہ وري ويا. مان وڏو ٽيهہ ۽ پير صاحب سان گڏجي ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ملتان ويس. اتي مخدوم صاحب، پاڻمرادو، پانڌين جو ذڪر وڏي چاهہ سان ڪيو. پر، مون ڪانئس اها ڳالهہ ڪانہ پڇي، تہ "غوث جا پانڌي رڳو سنڌ مان اچن ٿا، يا ٻين علائقن مان بہ؟" منهنجو پنهنجو ذاتي مشاهدو هيءَ آهي تہ پانڌي رڳو سنڌ مان اچن ٿا. اسان مخدوم صاحب جي رهائشگاهہ تي ٽڪيل هئاسون، جيڪا "دولت گيٽ" وٽ آهي. آمهون سامهون، ۽ پر پاسي سان، مريدن جي ٽڪڻ جون جايون آهن. اتي رات ڏينهن، وقفي وقفي کان پوءِ، غوث جا "دمبها" لڳندا رهندا هئا. ڏاڍا وڻندڙ هوندا هئا. ڄڻ تہ هڪ سرمدي نغمو هوندو هو، جو روح تان سموري ڪَسُ ڪوري ڪڍندو هو.

عرس جي ڏينهن ۾ ملتان وڃڻ ۽ سو بہ مخدوم صاحب سان رات ڏينهن صحبتون ڪرڻ زندگيءَ جو هڪ اهڙو مشاهدو آهي، جو ڪڏهن بہ وسري نٿو سگهي. سڄو ڏينهن، زيارتين جا ٽولا نظر ايندا آهن، جيڪي غوث جي درگاهہ کان رڪن عالم جي قبي ڏانهن ايندا ويندا

رهندا آهن. انهن ۾ سنڌي ۽ غير سنڌي ٻئي شامل هوندا آهن. منجهن فرق ڪرڻ ڏکو انڪري سولو آهي، جو ٻنهي جو لباس هڪٻئي کان جدا آهي. سنڌي مريدن کي نيٺ سنڌي سلوارون، رنگبرنگي قميصون ۽ مٿي تي سنڌي طرز جو پٽڪو ٻڌل هوندو آهي. ڪي وري ڪاون وارو ٽوپ ۽ اجرڪ پائيندا آهن. غير سنڌي مريد، جيڪي پنجاب جي مختلف هنڌن تان ايندا آهن، پنجابي طرز جي گوڏ ۾ هوندا آهن ۽ مٿي تي جيڪا پڳڙي ٻڌندا آهن، سا به نيٺ پنجابي طرز جي. سنڌن تعداد سنڌي مريدن جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽ هوندو آهي. نيٺ پناٽڪي ويس ۾ مون نه ڪو به مريد ڪونه ڏٺو ۽ نه وري ڪو بروچ ڏٺو. ممڪن آهي ته ڪي ايندا به هجن.

عرس وارن ڏينهن ۾، مخدوم صاحب جي رهائشگاهه تي، ملتان جي مقامي معزز ماڻهن سان به ميل ملاقات ٿيندي هئي. اهي به اها ڳالهه ڪندا هئا، ته زيارتين جو وڏو تعداد سنڌ مان اچي ٿو.

جيڪڏهن ملتان شهر ۾ گهمڻ وڃبو هو، ته درگاهه جي آسپاس جيڪي مريدن جا ٽولا هيڏي هوڏي ايندي ويندي نظر ايندا هئا، يا بزار ۾ منهن سامهون ٻوندا هئا، سي سڀ سنڌي هوندا هئا. ساڻن زالون ۽ ٻار به گڏ هوندا هئا. ڪين ڏسي، ائين لڳندو هو ته ملتان جي مٿان محبت جي ميڻهن جو وسڪارو ٿيو آهي، ۽ سنڌي ماڻهو، رنگبرنگي ويس ڍڪي، ملائڪن وانگر، آسمان مان اچي لٿا آهن.

ملتان ۾ اهي منظر ڏسي، مون ته ائين محسوس ڪيو ته سنڌي ماڻهو، بنيادي طرح، وڏو مهذب ۽ متمدن آهي. هو مادي مفاد تي روح جي خوشيءَ ۽ تسڪين کي ترجيح ڏي ٿو.

**غوث جو حسب، نسب ۽ ولادت :**

غوث پاڪ کي سنڌ ۾ عام طرح "غوث بهاؤالحق" ڪوٺيندا آهن. پر، اهو سندن لقب آهي. ٻيو لقب، جيڪو ڪتابن ۾ گهڻو اچي ٿو، سو آهي "بهاؤالدين".

هندستان جي وڏن وڏن صوفي بزرگن جي تذڪرن ۾ اهڙا لقب القاب عام طرح نظر ايندا آهن، جيڪي سندن مريدن ۽ معتقدن جي محبت ۽ عقيدت جون نشانيون آهن.

سيد جلال بخاري، غوث پاڪ کي ڏاڍو ويجهو هو. پنهنجين تصنيفن ۾ کين "بهاؤالحق والشّرع والدين" ڪوٺيو اٿس.

سيرالعارفين جي مؤلف حامد بن فضل الله جماليءَ کين "بهاءُ الملت والدين" لقبن سان سڏيو آهي.

دراصل، غوث پاڪ جو نالو زڪريا هو ۽ سندن ڪنيت ابو محمد ۽ ابوالبرڪات هئي. پاڻ هندستان جي "شيخ الاسلام" جي اعليٰ منصب تي فائز ٿيا هئا. سو، مولانا نوراحمد فريديءَ کين پنهنجي ڪتاب ۾ هنن لقبن سان سڏيو آهي:

شيخ الاسلام والمسلمين، غوث العالمين، بهاؤالحق والدين ابومحمد ذڪريا رحمة الله عليه.

هندستان جي ممتاز محقق سيد صباح الدين عبدالرحمان غوث پاڪ جو حسب نسب بيان ڪندي، پنهنجي ڪتاب "بزم صوفيہ" ۾ لکيو آهي ته:

"حضرت شيخ بهاؤالحق زڪريا جو پڙڏاڏو حضرت ڪمال الدين قريشين جي قبيلي مان هو. فرشتي، پنهنجيءَ تاريخ ۾، شيخ عين الدين بيجاپوريءَ جي حوالي سان لکيو آهي ته "شيخ بهاؤالدين زڪريا، هبار بن اسود بن مطلب بن اسد بن عبدالعزيز بن

اقصي جي اولاد مان آهي."

حضرت ڪمال الدين قريشي مڪي معظم مان خوارزم شاهه آيو، جتان لڏي ملتان آيو. اتي ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو رڪنائين وجيه الدين محمد. سندس شادي مولانا حسام الدين ترمذيءَ جي نياڻيءَ سان ڪرايائين. جيڪو تاتارين جي حملن جي ڪري، ملتان لڏي آيو هو ۽ اُن جي پسگردائيءَ ۾ "ڪوٽ ڪروڙ" ۾ گهر ڪري وينو هو. وجيه الدين محمد به پنهنجي سهري سان گڏ وجي رهيو. اتي ئي غوث بهاؤالدين زڪريا جي ولادت ٿي.

مولانا نور احمد فريديءَ ولادت جي تاريخ بابت، سيد جلال بخاريءَ جو حوالو ڏنو آهي ته:

"منهنجو مرشد، حضرت بهاؤالدين والحق ابو محمد زڪريا ٢٧رمضان ٥٦٦ هجريءَ تي ڄائو. اها ليلة القدر هئي، جمعي رات هئي ۽ ولادت جو وقت اسر هو."

پنجاب جي اوقاف کاتي جي محقق، محمد نسيم عباسيءَ پنهنجي تحقيقي مقالي ۾، غوث پاڪ جي ولادت جي تاريخ بابت مختلف رايا گڏ ڪيا آهن جي هيٺئن آهن:

١- پانڻ ٥٦٨ هجريءَ ۾ ڄاوا ••• اخبار الاخيار
٢- پانڻ ٥٦٦ هجريءَ ۾ ڄاوا ••• سفينة الاولياء
٣- پانڻ ٧٨ هجريءَ ۾ ڄاوا ••• تاريخ فرشته، خزينة اصفيا، ۽ دائرة المعارف اسلاميه لاهور.

مولانا نور احمد فريديءَ پڻ غوث جي حسب نسب بابت، سيد عبدالرحمان ۽ بين عالمن وارو رايو ڏنو آهي ته "سندن آباءَ اجداد مڪي شريف مان هجرت ڪري، ملتان آيا هئا." سندس گهڻو انحصار سيد جلال بخاريءَ جي سَنَدَ تي آهي، جو پنهنجي دور جو

برگزيده بزرگ هو. البت، غوث پاڪ جي آباءَ اجداد جي ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچڻ ۽ اتي حڪومت ڪرڻ واريءَ روايت جي باري ۾، پنهنجي ڪتاب "غوث بهاؤالدين زڪريا" جي تعارف ۾ هيٺيون رايو به ڏنو اٿس:

"غوث پاڪ جي پوٽي، شيخ الاسلام، حضرت رڪن عالم رحه، پاڻ، مشهور سياح، ابن بطوطه سان ڳالهه ڪئي ته، 'اسان جا ابا ڏاڏا محمد بن قاسم جي لشڪر سان سنڌ ۾ آيا هئا.' "

مولانا فريديءَ جو چوڻ آهي ته:

"سو، جڏهن سنڌ جي تاريخ ۾ هبارين جي اچڻ ۽ تن پيڙهين تائين حڪومت ڪرڻ جي پڪي پختي ثابتي ملي ٿي، تڏهن غوث پاڪ جي 'سنڌي وطنيت' جي دعوىٰ ڪندڙن جي ڳالهه کي وزن ملي ٿو."

**علم جي تحصيل:**

غوث پاڪ پاڻ ننڍيءَ عمر ۾ قرآن پاڪ ياد ڪيو. ڪن ستن سالن جي عمر لکي آهي، ته ڪن، مثلاً سيد صباح الدين عبدالرحمان ٻارهن سالن جي عمر ڄاڻائي آهي ۽ وڌيڪ چيو اٿس ته، " ستن ئي قرآتن ۾ قرآن پاڪ ياد ڪيائون." پوءِ پاڻ علم حاصل ڪرڻ لاءِ اول خراسان ۽ پوءِ بخارا ويا. ست اٺ سال هڪڙي هنڌ ۽ ست اٺ سال ٻئي هنڌ، ديني عالمن ۽ اڪابرن کان ظاهري ۽ باطني علم حاصل ڪيائون.

عام طرح، جوانيءَ ۾ ماڻهو دنيا جي رنگينين ڏانهن متوجه ٿيندا آهن ۽ وڏيءَ ڄمار تائين انهن ڏانهن مائل رهندا آهن. ليڪن، قدرت جي هن گلستان ۾ اهڙا سُرها گل به ڦٽن ٿا، جن تي ڪابه مند ۽ موسم اثر نٿي ڪري. اهي سدا بهار آهن.

غوث پاڪ بہ جمندي ڄام هو. جڏهن ٻيا ماڻهو دنيا جي سير تماشي ۾ مست هئا، تڏهن پاڻ علم ۽ عبادت ڏانهن متوجهہ هو. خراسان ۽ بخارا جي رهائش واري زماني ۾ قوهہ جوانيءَ ۾ هوندو. پر، اهڙو تہ پرهيزگار هو، جو "خزينة الاسرار" جي مصنف لکيو آهي تہ

"اهل آنجا (خراسان وبخارا)
ايشانرا بهاؤالدين فرشتہ مي گفتند"

(خراسان ۽ بخارا جا رهاڪو کين بهاؤالدين فرشتو ڪوٺيندا هئا)

**حرمين ۾ حاضري:**

بخارا ۾ علم جي تحصيل کان پوءِ حج جي ارادي سان پاڻ مڪي شريف ويا ۽ اتان روضہ ۽ رسول جي واٽ ورتائون:

اتران ٿي آئيون، ڪري هڪل هوءِ
پري تلَ ترائيون، جوڙي هليون جُوءِ
پسو جا پَتن ۾ ڪتوريءَ خوشبوءِ
اچي روبروءِ، اُنيون روضي تان رسول جي

حرم نبويءَ ۾، ڪمال الدين محمد يمني نالي هڪ محدث هو، جو تيونجاهہ سالن تائين روضي پاڪ جو مجاور ٿي رهيو هو. ڪانئس علم حديث سکيا ۽ پنج ورهيہ حرم ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريائون. بعد ازان، قبلہ اول، بيت المقدس ويا ۽ مختلف زيارتون ڪندا، وچي بغداد پهتا.

**شيخ شهاب الدين سهروردي:**

بغداد ان زماني ۾ اسلامي علوم جو مرڪز هو. جڏهن غوث پاڪ منجهس وارد ٿيا تہ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي عظمت جا نغارا وڄي رهيا هئا.

سهرورد، سهراب گرد جي بدليل صورت آهي. سهراب، قديم زماني ۾ هڪ ايراني گورنر هو. هيءَ قديم بستي ان جي نالي تي

مشهور ني. همدان کان زنجان ڏانهن هڪ سڙڪ پهاڙي علائقي مان وجي ٿي. سهرورد جي بستي انهيءَ ئي سڙڪ تي آباد هئي. چوٿينءَ صديءَ هجريءَ ۾ جڏهن سهروردي خاندان منجهس رهندو هو، تڏهن شهر تي ڪردن جو قبضو هو، جن جو اخلاق، دين ۽ ڌرم سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو. "جاني آءُ، جواني ماڻ" سندن زندگيءَ جو مقصد هو. قدرت ڪردن جي هدايت لاءِ سهروردين جو متبرڪ خاندان موڪليو.

شيخ شهاب الدين سهروردي، انهيءَ ئي ڳوٺڙي ۾، ٥٣٦ هجريءَ ۾ جائو. سندس نالو عمر هو. ڪجهہ وڏڙو ٿيو تہ تعليم ۽ تربيت لاءِ پنهنجي چاچي شيخ ابونجيب وٽ بغداد هليو آيو. ٻارهن سالن جي عمر ۾، علم حديث سان تعليم جو آغاز ڪيائين، پوءِ علم فقه پڙهيائين ۽ آخر ۾ علم تصوف سکيو. پنهنجي چاچي کان وعظ جا سبق بہ ورتائين. جڏهن جوان ٿيو، تہ علم الڪلام سان رغبت رکيائين. پر، اها ڳالهہ چاچس کي نہ وڻي، جو سندس استاد بہ هو ۽ مرشد بہ هو. سو، کيس بغداد ۾، اسلامي دنيا جي هاڪاري عالم، درويش، صوفي، بزرگ ۽ ولي الله، سيدنا عبدالقادر جيلاني، پيران پير دستگير جي خدمت ۾ وٺي ويو.

شيخ شهاب‌الدين جي ڪتاب "عوارف المعارف" ۾ لکيل آهي تہ پيران پير مون کان پڇيو تہ "علم‌الڪلام جا ڪهڙا ڪتاب پڙهيا اٿيئي؟"

مون ڪتابن جا نالا ڪنيا. پيران پير منهنجي سيني تي پنهنجو هٿ رکيو. مون کان ڪتابن جا نالا تہ وسري ويا، پر دل جو دروازو کلي پيو. پيران پير مون کي دعا ڪئي:

"يا عمر، انت آخر المشهورين بالعراق"

[اي عمر تون عراق جي مشاهيرن مان آخرين آهين.]

قدرت کي ائين ئي منظور هو. پيران پير سنه ٥٦٢ هجريءَ ۾ وفات ڪئي. سال ڪن ڪان پوءِ، شيخ ابو نجيب هي جهان ڇڏيو. علم ۽ فضيلت جي پڳ، شهاب الدين عمر سهرورديءَ جي مٿي تي آئي. حافظ جي لفظن ۾: "قرعه فال بنام من ديوانه زدند."

هاڻي، شهاب الدين عمر سهروردي پنهنجي زماني جو قطب هو، شيخ الشيوخ هو. اوري پري جا پيرانِ طريقت ڪانئس ئي فتوي وٺندا هئا. اسلامي دنيا جا سلاطين سندس سلامي هئا. پري پري کان علم جا پياسا سندس حضور ۾ حاضري ڏيندا هئا. انهن ۾ شيخ نجيب الدين علي برغش، شيخ نورالدين غزنوي، شيخ ضياءالدين رومي، شيخ محمد يمني ۽ سيد جلال تبريزيءَ جهڙا مشاهير به شامل هئا. فارسي زبان جي هاڪاري شاعر، شيخ سعديءَ به سندس ئي قدمن ۾ ويهي فيض حاصل ڪيو. پنهنجي عالمي شهرت يافته ڪتاب "بوستان" ۾ سندس ساراهه ڪندي چيو اٿس:

مرا شيخ دانائے مرشد شهاب
دو اندرز فرمود بر روئے آب
يکے آن که در جمع خود بين مباش
دوئم آن که در نفس خوش بين مباش
[منهنجي عقلمند رهنما ۽ مرشد شهاب هڪ ڀيري
درياهه ۾ سفر ڪندي مون کي ٻه نصيحتون ڪيون:
هڪ اها ته عام ماڻهن سان خراب نه هل ۽
ٻي اها ته پنهنجي باري ۾ گهڻي خوش فهمي نه
رکُ.]

انسان فقط ٻئي انسان کان ئي متاثر ٿئي ٿو. غوث بهاؤالدين زڪريا، خراسان، بخارا، مڪي شريف، مديني منور، بيت المقدس ۽ علم جي بين مرڪزن ۾ الائي ته ڪيترن مشاهيرن،

عالمن، بزرگن ۽ درويشن سان ملاقاتون ڪيون هونديون، پر سندن شخصيت فقط شيخ شهاب الدين سهرورديءَ کان متاثر ٿي. سو، سندن مريد ٿيڻ ۾ پنهنجي سعادت سمجهيائون ۽ تاحيات ان تي فخر ڪيائون.

غوث پاڪ، سيد صباح الدين عبدالرحمان جي روايت موجب سترَ ڏينهن ۽ نظامالدين اولياء جي روايت موجب سترهن ڏينهن مرشد وٽ ترڪيو. مرشد ڪيس خلافت جو خرقو ڏنو ۽ ملتان موٽي وڃڻ جو حڪم ڏنو، ۽ خلق خدا جي هدايت جو ڪم سونپيو.

شيخ الشيوخ جا ٻيا مريد اهو لقاءُ ڏسي رنجيده ٿيا ۽ ادب سان عرض ڪيائون تہ اسان کي حضور جي قدمن ۾ رهندي مدتون گذري ويون آهن، مگر هڪ هندي شخص آيو سنت سرفراز ٿي ويو. (ڪن تذڪرن ۾ هنديءَ بدران "سنڌي" لفظُ لکيل آهي.)

شيخ الشيوخ کين ورندي ڏني تہ "اوهان جو مثال آلين ڪاٺين وانگر آهي، جن کي باهہ دير سان وٺندي آهي. بهاؤالدين زڪريا جو مثال سڪين ڪاٺين وانگر هو، جن کي باهہ جلد وٺندي آهي."

**ملتان ڏي موٽ:**

غوث پاڪ جن جڏهن ملتان موٽي آيا تہ سندن سرهاڻ ڪتوريءَ جي خوشبوءِ وانگر هند سنڌ کي واسي ڇڏيو. شيخ محمد نور بخش مولف "سلسلة الذهب" لکيو آهي تہ:

> غوث بهاؤالحق ملتاني ظاهري علمن جا عالم ۽ مڪاشفات ۽ مشاهدات ۾ ڪامل هئا. خلق خدا کي وٽانئن هدايت ۽ رهبري نصيب ٿي. ماڻهو ڪفر کان ايمان ڏانهن موٽيا. گناهہ کان نيڪيءَ جو رستو ورتائون. نفسانفسيءَ جي اونده مان روحانيت جي روشنيءَ ۾ آيا.

ساڳيءَ ريت سفينة الاولياءَ ۾ چيل آهي تہ:

"پاڻ جڏهن شيخ الشيوخ کان موڪل وٺي ملتان موٽي آيا، تہ خلق جي رشد ۽ هدايت جي ڪم ۾ لڳي ويا. ماڻهن ڪانئن ڀلائيءَ ۽ برڪت جي وات سکي ۽ ٽولن پٺيان ٽولا سندن مريد ٿيندا ويا."

**ناصرالدين قباچه:**

غوث جو فيضُ عام خاص لاءِ هڪجهڙو هو. ان زماني ۾، ملتان تي ناصرالدين قباچه جي حڪومت هئي ۽ سڄيءَ سنڌ تي سندس فرمان جاري هو. هند تي سلطان التمش حڪمراني ڪري رهيو هو، جيڪو زهد، تقويٰ، دينداريءَ ۽ شريعت جي پابنديءَ جي لحاظ کان اولياءُ الله ۾ شمار ٿيندو هو. ناصرالدين قباچه ڪي سائس ڏاڍو ساڙ هو. سدائين پيو سندس خلاف سازشون سٽيندو هو.

غوث بهاؤالحق توڙي ملتان جو قاضي، شرف الدين اصفهاني انهيءَ ڪري قباچه کان ناراض هوندا هئا. هنن التمش کي حقيقت کان واقف ڪرڻ لاءِ خط لکيا، پر اتفاق سان اهي پڪڙجي پيا. قباچه ٻنهي جڻن کي پاڻ وٽ سڏيو. اول قاضيءَ کان پڇا ڳاڇا ڪيائين. هو خاموش رهيو. جلاد کي حڪم ڏنائين، جنهن ڪيس اتي جو اتي شهيد ڪري ڇڏيو. پوءِ غوث ڏانهن متوجه ٿيو. غوث ڪيس چيو تہ، "هائو، اهو خط مون لکيو آهي ۽ سڀ سچ لکيو اٿم. تون مون کي ڇا ٿو ڪري سگهين؟"

قباچه اهي اکر ٻڌي ڏڄي ويو. غوث کان معافي وٺي، کين عزت احترام سان واپس روانو ڪيائين.

**شيخ جلال تبريزي:**

شيخ جلال تبريزي وڏو عالم، غوث پاڪ جو صحبتي ۽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو مريد هو. جڏهن ٻئي ڄڻا پنهنجي مرشد

وٺان بغداد مان موٽي رهيا هئا، تڏهن وات تي نيشاپور ۾ جلال تبريزي اسلامي دنيا جي هاڪاري عالم، شيخ فريد الدين عطار سان ميل ملاقات لاءِ ويو ۽ واپسيءَ تي سندس ساراهه ڪيائين. غوث پاڪ چيس ته، "جڏهن عطار توکان ڪنهن وڏي عالم جي پڇا ڪئي، ته تو سندس اڳيان اسان جي مرشد شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو نالو ڪنيو؟" جلال تبريزيءَ چيو ته، "نه. مون تي عطار جو ايڏو ته رعب پئجي ويو، جو مون کان سڀڪجهه وسري ويو." اها ڳالهه غوث پاڪ کي نه وڻي. ٻئي ڄڻا الڳ الڳ ٿي ويا ۽ هر ڪو پنهنجي ليکي سفر تي اڳتي روانو ٿيو. غوث پاڪ ملتان موٽيو ۽ شيخ جلال تبريزي نيشاپور مان خراسان ويو، جتان ڪجهه عرصي کان پوءِ، دهليءَ روانو ٿيو.

سلطان التمش شيخ جلال تبريزيءَ جي هاڪ ٻڌي هئي، سو سندس استقبال لاءِ شهر کان ٻاهر ويو. دهليءَ جي شيخ الاسلام نجم الدين صغريٰ کي شيخ جلال تبريزيءَ جي ايڏيءَ پذيرائيءَ ڪري ساڻس ساڙ ٿي پيو. بادشاهه کي صلاح ڏنائين ته کيس دهليءَ ۾ "جنن واريءَ جاءِ" ۾ ٽڪايو. پلارو بزرگ هوندو ته جنن مان جند ڇٽي پوندي. مڪر ڪندو هوندو، ته پاڻ لوڙيندو. بادشاهه چيس ته "توکي شيخ الاسلام جي منصب تي هوندي هڪ درويش لاءِ اهڙي ڳالهه نه ڪرڻ گهرجي".

سلطان التمش ڏينهون ڏينهن جلال تبريزيءَ ڏانهن مائل ٿيندو ويو ۽ نجم الدين صغريٰ ساڙ ۾ سڙندو رهيو. نيٺ هڪ سازش سٽيائين. هڪ خوبصورت رقاصه کي پنج سو سونا سڪا رشوت ڏيئي، کانئس فرياد ڪرايائين ته شيخ جلال تبريزيءَ مون سان زوري ڪئي آهي.

ڏڪڙ تي اتو لڳو. مقدمي جي شنوائيءَ جي تاريخ مقرر ٿي. سڄي هندستان مان هاڪارا عالم فيصلي لاءِ دهليءَ سڏيا ويا. غوث

پاڪ کي فيصلي ۽ فتوا لاءِ چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو. جڏهن شيخ جلال تبريزي، هڪ جوابدار جي حيثيت ۾، جامع مسجد جي دروازي تي پهتو، ته سمورا علماءَ ادب سان اٿي بيٺا. غوث پاڪ جن پاڻ اڳني وڏيا ۽ سندس جتي، هٿن سان ڪٽي، ادب سان ناهي رکيائون. سلطان التمش اهو لقاءُ ڏسي، اتي ئي مقدمي جي ڪاروائي روڪڻ وارو هو، پر غوث پاڪ فرمايو ته "ائين ڪرڻ ڪري عام تاثر بيهندو، ته منهنجيءَ تعظيم ڪرڻ ڪري، جلال تبريزيءَ جي ڏوهه تي پردو پئجي ويو. سو ائين نه ڪريو، مقدمو هلڻ ڏيو."

رقاصه کي سڏ ٿيو ته پنهنجو بيان ڏئي. هوءَ جيئن غوث جي اڳيان آئي ته مٿس اهڙو ته رعب پئجي ويو، جو سيني جي سامهون، سچي حقيقت صاف صاف اکرن ۾ بيان ڪري ٻڌايائين. سازشي نجم الدين اهو لقاءُ ڏسي، اتي جو اتي، ڦهڪو ڏيئي وڃي پٽ تي ڪريو ۽ بيهوش ٿي ويو. سلطان التمش ڪيس هڪدم "شيخ الاسلام" جي عهدي تان برطرف ڪيو ۽ غوث پاڪ کي اهو منصب قبول ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. غوث پاڪ سوچڻ لاءِ مهلت ورتي. ڪجهه عرصي کان پوءِ، جڏهن قبوليت ڏنائون، تڏهن سلطنت هند جي "شيخ الاسلام" جي اعليٰ منصب تي سرفراز ٿيا.

**غوث جي فياضي:**

هڪڙي دفعي، ملتان ۾، سخت ڏڪر پيو. واليءَ کي اناج جي ضرورت پئي. خبر پيس ته غوث جي گدام ۾ موجود آهي. مدد لاءِ ماڻهو موڪليائين. غوث پاڪ هڪدم گهربل اناج موڪلي ڏنس. جڏهن ان جون ڳوڻيون کوليائون، ته انهن مان ست ڪوزا نڪتا، جيڪي سونن روپن سڪن سان پريل هئا. واليءَ فوراً امانت موٽائي موڪلي، پر غوث پاڪ وٺڻ کان انڪار ڪيو، ته جا شيءِ هڪ دفعو ڏنم، سا موٽائي نه وٺبي.

**غوث جو لنگر:**

ملتان ۾ غوث پاڪ جو لنگر رات ڏينهن جاري هوندو هو. وٽن هميشه فقير فقراءَ جو هجوم رهندو هو. هڪ دفعي، گودڙي پوش فقيرن جي هڪ ٽولي آئي ۽ کانئن خيرات گهريائين. پر ٿوري گهڻي تي راضي ئي نہ ٿئي. لاچار غوث پاڪ نوڪرن کي چيو تہ "خانقاهہ جو دروازو بند ڪري ڇڏيو." اهو ڏسي، فقيرن دروازي تي پٿرن ۽ سرن جو وسڪارو لائي ڏنو.

غوث پاڪ نوڪرن کي چيو تہ "دروازو کولي ڇڏيو. مان هت پنهنجيءَ مرضيءَ سان ڪونہ وينو آهيان. مون کي منهنجي مرشد شيخ شهاب الدين سهرورديءَ وهاريو آهي."

فقير پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيا ۽ معافي ورتائون. غوث پاڪ پنهنجي مرشد جي نقش قدم تي هلندي، شريعت جي سخت پابندي ڪندا هئا. ٻين صوفي بزرگن وانگر، سماع ۾ شريڪ ڪونہ ٿيندا هئا. اڪثر وقت ورد، وظائف ۽ نماز ۾ گذاريندا هئا.

خواجہ امير حسن سجزيءَ، پنهنجي مرشد نظامالدين اولياءَ جي ملفوظات "فوائد الفواد" ۾ لکيو آهي تہ، "غوث پاڪ هڪ دفعي فرمايو تہ مون کي جيڪي ڪجهہ مليو، سو نماز ۾ مليو."

حضرت نظام الدين اولياء جي مفلوظات "فوائدالفواد" وانگر "سيرالعارفين" جي مولف حامد بن فضل الله جماليءَ غوث پاڪ جي ڪن مريدن جا واقعابيان ڪيا آهن.

**غوث جا ڪي معاصر ۽ مصاحب:**

حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جا جيڪي اصحاب هئا، سي سندن معتقد يا مريد ڪونہ سڏبا هئا. قرآن انهن کي حضور جا رفيق ڪوٺيو آهي. اسلامي دنيا جا اڪابرَ، خصوصاً سونهاريءَ

سنڌ جا مشاهيرَ، مثلاً، پير سائين، روضي ڌڻي رحمة الله عليه بہ حضور صلعم جن جي سنت جي پيرويءِ ۾، پنهنجن ساٿين کي "يار" ڪوٺيندا هئا. جو اصحاب لفظ جو سنڌي ترجمو آهي. غوث پاڪ جن کي بہ سنت جي پابنديءَ جو خاص خيال هوندو هو، سو پاڻ بہ پنهنجن اصحابن سان ازحد محبت ڪندا هئا. سندن مصاحبن ۾ هي بزرگ سر فهرست آهن:

**فخرالدين عراقي:**

فخرالدين عراق جو وينل هو، سو عراقي ڪوٺبندا هئس. سهروردي مسلڪ ۾، سماع ۽ شعر شاعريءَ کي پسند ڪونہ ڪيو ويندو آهي، پر عراقي فارسي زبان جو وڏو شاعر هو ۽ پنهنجي مٺي آواز ڪري مشهور هو.

هڪ دفعي غوث پاڪ جي ڪن عقيدتمندن عراقيءَ کي پنهنجي حجري ۾ نغمہ سرائي ڪندي ڏٺو. غوث پاڪ کي وڃي دانهن ڏنائون تہ، "اسان جي مسلڪ ۾ تہ انهن ڳالهين جي منع آهي. پوءِ عراقي ائين ڇو ٿو ڪري؟" غوث پاڪ کين جواب ڏنو تہ

شما را ازين چيزها منع است او را منع نيست
[اوهان کي انهن جي منع آهي؛ هن کي ڪانهي]

ان واقعي کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ، غوث پاڪ جو هڪ خاص ماڻهو، شيخ عمادالدين شهر ۾ ويو تہ هڪ هنڌ ڳائڻن جي ٽوليءَ کي عراقيءَ جو هيءُ غزلُ، چنگ ۽ چنگانہ تي، ڳائيندي ٻڌائين:

نخستين باده کاندر جام کردند
ز چشمِ مست ساقي وام کردند

بہ عالم هر کجا درد و غمے بود
بهم کردند و عشقش نام کردند

چو خود کردند رازِ خویشتن فاش
عراقي را چرا بدنام کردند

[سڀ کان اول جام ۾ جيکو شراب اوتيائون،
سو ساقيءَ جي مست اکين کان اذارو ورتائون
دنيا ۾ جتي به ڏک ۽ غم هو
ان کي گڏ کري، عشق نالو رکيائون.
جڏهن پاڻ ئي پنهنجو راز ظاهر کيائون
ته پوءِ عراقي غريب کي ڇو بدنام کيائون]

گهڻا گهڻا سال اڳ، ملتان تي هڪ اردو ڪتاب ۾ پڙهيم ته جڏهن غوث جي معتقدن عراقيءَ تي غزل سرائيءَ جو الزام مڙهيو ته پاڻ عراقيءَ کي طلب ڪيائون. عراقي غريب ته بيخوديءَ جي حالت ۾ هو. پاڻ ئي پنهنجو غزل غوث جي حضور ۾ پڙهيائين. جڏهن هي شعر پڙهيائين، ته غوث جي اکين مان ڳوڙها وهي آيا:

به عالم هر کجا درد و غمے بود
بهم کردند و عشقش نام کردند

سيد صباح الدين عبدالرحمان "بزم صوفيه" ۾ لکيو آهي ته هي سڄو غزل "تذکري دولت شاهيءَ" ۾ ڏنل آهي، ۽ "مخزن الغرائب" جي مولف جو بيان آهي ته عراقيءَ اهو غزل پنهنجي مرشد شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي فراق ۽ پنهنجيءَ غريب الوطنيءَ تي چيو هو، جنهن کان پوءِ غوث پاڪ کيس واپس عراق وڃڻ جي اجازت ڏني. ائين به لکيو اٿس ته جڏهن شيخ ع ادالدين غوث کي اچي دانهن ڏني ته رندن جي محفل ۾ عراقيءَ جو غزل، هيئن چنگ ۽ چنگانه تي ڳائي رهيا هئا، تڏهن غوث پاڪ، خلوت ۾، عراقيءَ جي

حجري ڏانهن ويا ۽ فرمايائونس ته

"عراقي، مناجات درخرابات مي کني. بيرون آئي".

عراقي ٻاهر آيو ۽ پنهنجو منڍ غوث پاڪ جي پيرن ۾ رکي، روئڻ لڳو. غوث پاڪ کيس پاڪر پاتو، پنهنجن هٿن سان پنهنجو چولو پاتو، خلافت ڏني ۽ سائس پنهنجيءَ نياڻيءَ جو نڪاح ڪيو.

عراقي رڳو بلند پايي شاعر ڪونه هو، وڏو عالم به هو. غوث پاڪ جي وفات کان پوءِ عرب ۽ عجم جي ملڪن ۾ سير سفر ڪندو وڃي قونيه نڪتو. اتي اسلامي دنيا جي هاڪاري مفڪر، محي الدين ابن عربيءَ جي خليفي ۽ سجاده نشين، شيخ صدرالدين جي صحبت ۾ رهيو ۽ "فصوص الحڪم" جو اڀياس ڪيائين. پوءِ پاڻ "لمعات" نالي هڪ ڪتاب لکيائين، جيڪو اهل تصوف کي ڏاڍو وڻيو. مولانا جاميءَ ۽ مولانا اصفهانيءَ ان جون شرحون لکيون. سيرالعارفين جي مولف لکيو آهي ته "لمعات، فيض جي ڪڪر جو هڪ ڦڙو آهي، جو معرفت جي درياء يعني غوث بهاؤالدين زڪريا جي دهن مبارڪ مان عراقيءَ جي زبان تي ڪريو."

عراقيءَ پورا پنجويهه ورهيه غوث پاڪ جي صحبت ۾ گذاريا هئا. سندن نياڻيءَ مان کيس هڪ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو ڪبيرالدين رکيائين. جڏهن عرب ۽ عجم جي ملڪن جي سير سفر تي ويو ته اتي سندس وڏي عزت افزائي ٿي ۽ اعليٰ منصب مليا. پر، پاڻ الهه لوڪ ماڻهو هو. انهن کي ليکيائين به ڪونه. دراصل، پاڻ غوث پاڪ جي وفات جو صدمو برداشت ڪري ڪونه سگهيو. منڍ جيڪي دردناڪ مرثيا لکيا اٿس، سي پڙهي، پٿر دل انسان جو هيانءُ به ڦسي پوي ٿو.

سيد صباح الدين عبدالرحمان پنھنجي ڪتاب "تذڪره اوليائے ڪرام" ۾، "سير العارفين" جي مؤلف جو اھو بيان ڏنو آھي تہ "عراقي غوث پاڪ جي همشيره جو پٽ يعني سندن ڀاڻيجو ھو." ليڪن، ٻين تذڪرن ۾ عراقيءَ کي غوث جي مرشد "شيخ شھاب الدين سھرورديءَ جو ڀاڻيجو" لکيو ويو آھي. تذڪري نويسيءَ ۾ اھڙي ڀل چڪ ڪا نئين ڳالھہ نہ آھي. مثلاً، بابا فريد گنج شڪر کي ڪيترن تذڪري نگارن غوث جو ماسات لکيو آھي. اھو مغالطو، ٻنھي بزرگن جي ڀاڻ ۾ گھٽيءَ سڪ سببان پيدا ٿيو.

توجھہ طلب ڳالھہ ھيءَ آھي تہ سيد صباح الدين عبدالرحمان جھڙي ھاڪاري ۽ محتاط محقق، "تذڪره اوليائے ڪرام" ۾، بابا فريد گنج شڪر جي معاصرن ۽ مصاحبن جي فهرست ۾، غوث پاڪ کي "سنڌي" سڏيو آھي: ھي نالا ڏنا اٿس:

١. سلطان المشائخ نظام‌الدين اولياء رحہ
٢. شيخ جمال الدين قطب رحہ
٣. شيخ دائود پالھي رحہ
٤. شيخ برهان الدين محمود رحہ
٥. شيخ منتخب الدين چشتي رحہ
٦. خواجہ علاؤالدين ديال پور رحہ
٧. شيخ برهان الدين ھانسوي رحہ
٨. مولانا علي بھاري
٩. شيخ حميد الدين مڪاني رحہ
١٠. عصباره سيد سناني رحہ
١١. شيخ علاؤ الدين صابر رحہ
١٢. شيخ نجيب الدين متوڪل رحہ

١٣. سيد امام علي رحہ
١۴. سيد محمد بن سيد محمود ڪرماني رحہ
١۵. شيخ زڪريا سنڌي رحہ
١٦. مولانا محمد مولهاني رحہ
١٧. شيخ محمد نيشاپوري رحہ
١٨. شيخ شهاب الدين بلخي رحہ

**بابا فريد گنج شڪر:**

غوث پاڪ جي معاصرن ۾ سر فهرست بابا فريد گنج شڪر جو نالو اچي ٿو. شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ لکيو آهي تہ:

"ٻئي ڄڻا، ڪيترا سال گڏ رهيا ۽ ڏاڍيءَ محبت سان وقت گذاريائون. هڪ دفعي، ڪن ماڻهن غوث جي پاران بابا فريد کي هڪ اهڙو نياپو ڏنو، جو سندن شان مطابق نہ هو. جڏهن غوث پاڪ کي اها خبر پيئي تڏهن پاڻ بابا فريد کي وضاحت طور خط لکيائون تہ، "اسان ۽ اوهان جي وچ ۾ عشق بازي آهي."

بابا فريد ڪين جواب ۾ لکيو تہ "اسان ۽ اوهان جي وچ ۾ عشق آهي. بازي ڪانهي."

بابا فريد جو اصل نالو مسعود هو. سندس خاندان، شهاب الدين غوريءَ جي زماني ۾ ڪابل کان لاهور آيو. اتان ملتان ويو، پوءِ قصور ۽ آخر ۾ کهني وال آيو، جتي مسعود ڄائو. تن ڏينهن ۾، خواجہ معين الدين چشتيءَ جو وڏو خليفو خواجہ قطب‌الدين بختيار ڪاڪي ملتان ۾ رهندو هو. مسعود بہ تعليم لاءِ ملتان آيو، جتي ساڻس ملاقات ڪيائين ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيائين. جڏهن خواجہ ڪاڪي دهليءَ هليو ويو تہ مسعود اعليٰ تعليم لاءِ غزنيءَ،

بغداد، سيوستان، بدخشان ۽ بغداد ويو، جتي شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي زيارت ڪيائين ۽ ڪجھ عرصو سندن صحبت ۾ رهيو.

مسعود، جو پوءِ "بابا فريد" جي خطاب سان مشهور ٿيو، پڇاڙيءَ تائين شيخ شهاب الدين سهرورديءَ سان وڏي عقيدت رکندو هو ۽ سندس ڪتاب "عوارف المعارف" جو دورُ ڪندو رهندو هو. غوث پاڪ سان ڏاڍي محبت هئس. بابا فريد جي پنهنجي ملفوظات "راحت القلوب" جي نالي سان مشهور آهي. پاڻ شعر تي به وڏو ملڪو رکندو هو. سندس ڪي شعرَ، سک ڌرم جي پاڪ ڪتاب "گرنٿ صاحب" ۾ شامل آهن. ڪن ڪي وري پلاري پتائيءَ سنڌي زبان جو سهڻو ويس ڍڪايو آهي.

بابا فريد گنج شڪر پاڪ پٽڻ ۾ دفن ٿيل آهي، جنهن جو اصلوڪو نالو اجودهن هو. پر، شهنشاهه هند، اڪبر اعظم بابا فريد جو معتقد هوندو هو، تنهن عقيدت سببان، اهو نالو ڦيرائي "پاڪ پٽڻ" رکيو. پاڪ پٽڻ معنيٰ پاڪ پٽ يا پاڪ جاءِ. پاڪ پٽڻ هاڻي هندستان ۽ پاڪستان جي تمام وڏي درگاهه آهي، جتي بيشمار ماڻهو رات ڏينهن زيارت ۽ دعا لاءِ ويندا آهن.

**چار يار:**

غوث پاڪ جن تبليغ جي خيال کان گهڻو سير سفر ڪندا هئا. اڪيلي سر، ورلي سفر تي نڪرندا هئا. گهڻو ڪري، بابا فريد، قلندر لعل شهباز ۽ سيد جلال سرخ بخاري ساڻن گڏ هوندا هئا، انهيءَ ڪري ماڻهو کين "چار يار" ڪوٺيندا هئا.

"تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي ته سيوهڻ جي پرسان جبل ۾ چشمو آهي. (ان مان مراد غالباً لڪيءَ وارو چشمو آهي). اتي چمڙيءَ

جي بيمارين وارا مريض اچي ٽڪندا آهن ۽ چشمي جي پاڻيءَ سان غسل ڪندا آهن، ته چڱا ڀلا ٿي ويندا آهن. ويجهڙو هڪ ٽنيي جاءِ آهي، جتي غوث پاڪ، قلندر شهباز، بابا فريد ۽ سيد جلال بخاري چلا ڪڍندا هئا.

مولانا نور احمد فريديءَ پنهنجي ڪتاب "بهاؤالدين زڪريا" ۾ لکيو آهي ته "پاڻئجي ٿو ته سلطان حميد الدين حاڪم جي شامل ٿيڻ کان پوءِ، 'چار يار' ڦري 'پنج پير' ٿيا، جو ته پنجاب جي لوڪ ادب ۾ 'پنج پير' اصطلاح گهڻي قدر رائج آهي." هن اهو خيال به ظاهر ڪيو آهي ته "ممڪن آهي ته سنڌي شاعريءَ ۾ به پنجن پيرن جو ذڪر هجي."

"هنن پنجن پيرن جو اونهاري جو سفر، اڪثر ڪري، ڪشمير ۽ صوبي سرحد ۾ ٿيندو هو. ڪڏهن بلخ ۽ بخارا ڏانهن به نڪري ويندا هئا. چيٽ جي مند ۾، سليمان جبل جي پاسي ۽ سانوڻ ۾ سنڌ ايندا هئا. سيوهڻ جي پرسان، لڪيءَ واري چشمي کان سواءِ، ڪراچيءَ جي پاسي منگهي پير وٽ ۽ سکر جي پر پاسي ۾، ڪيترائي تيرٿ، تڪيا ۽ اوتارا اڄ به سندن راهه تڪي رهيا آهن. جڻ ته اداس اکڙين سان چئي رهيا آهن ته

ڪاڪ ڪومائي، ويل وهائي، پينگ ٿيا سڀ پاڻا
آءُ موٽي تون راڻا.

هيءَ انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي، جڏهن سڄي عالم اسلام ۾ بادشاهه گرديءَ جو دور هو. وڏي اٿل پٿل هئي.

چنگيز خان جي پوٽي، هلاڪو خان بغداد ٿي ڪاهيو. اسلامي خلافت جو چراغ هڪڙيءَ ئي ڦوڪ سان وسائي ڇڏيائين ۽ پوءِ عام ماڻهن جو اهو ڪوس ڪرايائين، جو تاريخ ۾ ان جو ڪو مثال ئي

ڪونہ ٿو ملي.

چنگيز خان جي ڪاھ ڪري، جيڪي لکين انسان قتل ٿيا ھئا ۽ شھر اجڙي ويرانا ٿي ويا ھئا، اتي اجا ساوا سلا نڪتا ئي ڪونہ ھئا، تہ مٿان ھلاڪوءَ جا اُرِدَ اچي پھتا. چوڌاري چيخ و پڪار ۽ ماڻھن جون آھون دانھون ھيون. بغداد تہ ظلم جو مرڪز ھو!

جڏھن دنيا جي اسلامي مرڪز بغداد جي اھا حالت ھئي تہ ان جي پسگرداين جي ڪھڙي حالت ھوندي؟ چنگيزي بگھڙن انساني خون چکيو ھو، سو سندن خونخوار چنبن ۽ ڏندن ڪان نہ خوارزم بچيو، نہ ايران، نہ عراق ۽ نہ ھندستان. چوطرف اوندھہ انڌوڪار ۽ چيخ و پڪار جو آواز ھو. اھڙي زماني ۾ ڪير ھوندو، جو گھر ڪان ٻاھر نڪرڻ جو سوچيندو؟ ليڪن، غوث پاڪ ۽ سندن چار يار، عين انھيءَ وقت، ڪشمير ڪان ملتان ۽ دھليءَ ڪان بخارا تائين سفر ڪندا ھئا ۽ ھر ھنڌ ڏکويل انسان ذات جي ڦَٽن تي پھا رکندا ھئا.

**تذڪرن ۽ تاريخن ۾ غوث جو ذڪر:**

سيرت، سوانح ۽ تذڪري جي ڪتابن ۾ جيترو ذڪر غوث پاڪ جو ملي ٿو، اوترو ٻين مشاھيرن جو مشڪل سان ملي.

ھندستان ۾، مشھور ۽ ممتاز صوفين جا جيڪي بہ تذڪرا سندن زماني ۾، يا ڪانئن پوءِ، لکيا ويا، تن ۾ سندن ذڪر سر فھرست آھي. اھي سڀ تذڪرا فارسي زبان ۾ ھئا، بر پاڪستان ٺھڻ ڪان پوءِ اردوءَ کي وڏي ھٿي آئي. سو، سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارن ۾ ھاڻي روزمره ڪيئي ڪتاب اردوءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپجي رھيا آھن، جن ۾

گهڻا اهڙا بہ آهن، جن ۾ غوث پاڪ جو احوال آهي.

**اخبارالاخيار:**

شيخ عبدالحق محدث دهلوي برصغير جي تذڪري نويسن ۾ تمام وڏو نالو آهي. سن ۹۹۸ هجريءَ ۾ ڄائو ۽ ۱۰۵۲ هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. سندس تذڪرو "اخبار الاخيار" ڏاڍو مشهور آهي. منجهس لڳ ڀڳ ٽن سون اوليائن، صوفين ۽ مشاهيرن جو احوال اختصار سان ڏنل آهي. ڪنهن تي ٽي صفحا تہ ڪنهن تي چار صفحا. غوث پاڪ متعلق ٽي صفحا آهن. پنهنجي هڪ مُريد کي خط ۾ لکيو اٿن تہ:

۱. جسم جي سلامتي گهٽ کائڻ ۾ آهي.
۲. روح جي سلامتي گناهن کان بچڻ ۾ آهي.
۳. دين جي سلامتي درود پڙهڻ ۾ آهي.

**"فوائد الفواد"**

خواجہ نظامالدين اولياء جي ملفوظات جو نالو آهي، جنهن جو مولف حسن سجزي هو. لاهور جي اداره ثقافت اسلاميہ جي ڊئريڪٽر رشيد جالنڌريءَ مون کي چيو تہ هن تذڪري کي صدق دل سان پڙهبو تہ هڪ قسم جو ذهني سرور ايندو. مون واقعي ائين محسوس ڪيو. شايد سندس چوڻ جو نفسياتي اثر ٿيو.

خواجہ نظامالدين اولياء جي معتقدن ۾ سڀني کان مٿانهون مرتبو حسن سجزيءَ جو ڪونہ هو، امير خسروءَ جو هو. بلاشبہ، خسرو، "مسلم-هندستان" (Muslim-India) جي نهايت قدآور شخصيت

آهي. تازو، فارسيءَ ۾ سندس ڪليات جو ۽ سهڻو ڇاپو پئڪيجز لاهور جي مالڪ، سيد بابر عليءَ ٽن جلدن ۾ شايع ڪيو آهي.(١١) امير خسروءَ هندي زبان ۾ به شعر چيو آهي. چون ٿا ته موسيقيءَ جو جيترو علم ڪيس هو، اوترو هندستان ۾ ٻئي ڪنهن کي مشڪل سان هجي. پر، سندس دل جو لاڙو تصوف ڏانهن هو. خواجه نظامالدين اولياء جي هٿ تي بيعت ڪيائين ۽ سندس قدمن ۾ ئي روح کي راحت ايندي هئس. خواجه نظامالدين اولياء جي هندستان ۾ حيثيت آسمان ۾ چمڪندڙ سج واري هئي. دهليءَ جا تاجدار هجن يا فقير فقراءَ، سڀ سندن آستاني تي حاضري ڀريندا هئا. امير خسروءَ کي ته خواجه سان عشق هو. سندن ملفوظات کي وڏيءَ عقيدت سان قلمبند ڪيو اٿس. پر ان کي اها مقبوليت ڪانه ملي، جا "فوائد الفواد" کي نصيب ٿي. خود امير خسرو چوندو هو ته "حسن سجزي منهنجا سمورا ڪتاب پنهنجي نالي ڪري ڇڏي، مون کي رڳو 'فوائدالفواد' ڏئي."

"فوائد الفواد" ۾ حضرت نظامالدين اولياء جي زباني، غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جا فرمودا ۽ روزمره جي زندگيءَ جا احوال، مختلف نقلن نظيرن ۾ بيان ٿيل آهن. انهن مان ڪي هي آهن:

١. غوث بهاؤالحق ملتانيءَ هڪ ڀيري، هڪ رڪعت ۾، سڄو قرآن پاڪ پڙهيو.

٢. غوث پاڪ جي حويليءَ تي عبادت جو ايڏو ته زور هوندو هو، جو سندن ٻانهيون، جنڊ پيهنديون به ذڪر ڪنديون رهنديون هيون.

٣. غوث پاڪ جن سير سياحت گهڻي قدر ڪندا هئا. هزارين ماڻهو سندن هٿ تي مسلمان ٿيا.

٤. غوث پاڪ جو دسترخوان تمام وسيع هوندو هو. طرح

طرح جا طعام رکيل هوندا هئا. کين مسافرن ۽ درويشن کي ماني کارائڻ ۾ مزو ايندو هو.

٥. غوث پاڪ "نفس گيرا" رکندا هئا، يعني کين حالتن پرکڻ ۽ واقعن جو اڳوات اندازو ڪرڻ ۾ غير معمولي درڪ هوندو هو. ساڳئي وقت سندن زبان ۾ وڏو تاثير هوندو هو.

٦. هڪ دفعي غوث پاڪ گهر مان ٻاهر نڪتا ۽ چيائون ته "انالله وانا اليه راجعون." ڪنهن سبب پڇيو؟ فرمايائون ته "شيخ سعدالدين حمويه گذاري ويو." ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سندن قول جي تصديق ٿي ويئي.

٧. هڪ فوجي غوث پاڪ جي خدمت ۾ آيو ۽ چيائين ته، "سائين، رات خواب ڏٺو اٿم ته منهنجي نماز قضا ٿي ويئي آهي." چيائونس ته، "تنهنجو وقت پورو ٿيڻ تي آهي. وڃي توبهه تائب ٿي." فوجي اٿي ويو، ته خانقاهه جو هڪ صوفي آيو ۽ چيائين ته، "سائين مون به ساڳيو اهڙو خواب ڏٺو آهي." غوث پاڪ چيو ته "هو شخص ته فوجي هو، شايد جنگ ۾ مارجي وڃي. هن صوفيءَ کي چا چئجي، جو بظاهر کيس ڪا بيماري به ڪانهي." سنت خبر آئي ته اهو فوجي مارجي ويو ۽ انهيءَ صوفيءَ جي فجر جي نماز قضا ٿي وئي.

٨. هڪ دفعي چنگيزي مغلن جو وڏو لشڪر ملتان تي ڪاهه ڪري آيو. ناصرالدين قباچه ملتان جوحاڪم هو. ڏاڍو دلگير ٿيو. تن ڏينهن ۾ غوث بهاؤالحق، شيخ جلال الدين تبريزي ۽ خواجه بختيار ڪاڪي، ٽيئي بزرگ ملتان ۾ هئا. کين دعا لاءِ عرض ڪيائين. خواجه بختيار ڪاڪيءَ کيس هڪ تير ڏنو ۽ چيائينس ته، "رات جي اونداهيءَ ۾ دشمن جي لشڪر ڏانهن هڻو."

قباچه ائين ئي ڪيو. صبح ٿيو تہ هڪ سپاهي بہ ڪونہ بچيو هو. مغلن جو سجو لشڪر رات جي اونداهيءَ ۾ شهر جو گهيرو ڇڏي هليو ويو هو.

٩. غوث پاڪ جن ڪنهن کي ڪا شيءِ ڏيندا هئا، تہ سني ڏيندا هئا. جيڪي استاد سندن اولاد کي تعليم ڏيندا هئا، تن کي تہ سون ۽ چاندي بہ ڏيندا هئا.

١٠. غوث پاڪ جن ماڻهن کي پرکڻ ۾ سخت احتياط ڪندا هئا. مشڪل سان ڪنهن ڏانهن راغب ٿيندا هئا. پر، مخلص ماڻهوءَ جو قدر ڪندا هئا. سندن هڪ سعادتمند مريد حسن افغان نالي هو. هڪ دفعي چيائون تہ جيڪڏهن قيامت ڏينهن مون کان پڇا ٿي تہ "زڪريا، تو ڇا آندو آهي؟" تہ مان بارگاهہ الاهيءَ ۾ عرض ڪندس تہ، "مون حسن افغان آندو آهي."

١١. هڪ دفعي خواجہ نظامالدين اولياء فرمايو تہ اهو ڪهڙو نہ سنو زمانو هو، جڏهن هي پنج بزرگ حيات هئا.

(١) ابوالغيث يمني
(٢) سيف الدين باخرزي
(٣) سعيد سعدالدين حمويہ
(٤) بهاؤالحق زڪريا
(٥) فريد الدين گنج شڪر.

١٢. هڪ دفعي غوث جا ڪي مريد تلاءَ تي وضو ڪري رهيا هئا. ڪين ڏسي سپ اتي بيٺا. پر هڪڙو ڄڻو وضو ڪندو رهيو. جڏهن واندو ٿيو، تہ غوث سان اچي مليو. پاڻ فرمايائون تہ "سمورن مريدن ۾ هيءُ ئي شخص سچو درويش آهي، جو وضو پورو ڪري، پوءِ اچي مون سان مليو آهي."

**"تذڪره بزم صوفياء"**

هاڻوڪي دور جو هڪ اهم تذڪرو آهي، جنهن جو مؤلف سيد صباح الدين عبدالرحمان اسان جي زماني ۾ هندستان جو هاڪارو عالم هو. ٻه چار سال اڳ، موٽر جي حادثي ۾ وفات ڪيائين. زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين علامه شبلي نعمانيءَ جي قائم ڪيل اداري دارالمصنفين اعظم ڳڙه سان وابستہ رهيو.

سائين حسام الدين شاهہ راشديءَ جي پاڪستان، هندستان، ايران، افغانستان، روس، اولهہ جرمنيءَ، انگلستان ۽ ٻين ملڪن جي عالمن، دانشورن ۽ مستشرقين (Orientalists) سان گهري ڏيٺ ويٺ هوندي هئي. سندس گهر علم ۽ عالمن جو مرڪز هوندو هو. ٻاروهي دعوتون ڪندو رهندو هو. اتي، ڪنهن موقعي تي، سيد صباح الدين عبدالرحمان سان منهنجي ملاقات ڪرايائين، جو ڪجهہ ڏينهن لاءِ هندستان کان آيو هو. عمر ۾ مون کان پنجويهہ ٽيهہ ورهيہ وڏو ٿي لڳو، پر سندس نشست برخواست ۾ وڏائيءَ يا "عالمانہ نخ نخسنين" (۱۲) جي بوءِ بہ ڪانہ هئي. منو ماٺهو هو. وضع قطع ۾ خالص هندستاني عالم هو ۽ قول فعل ۾ "تن صفا، مَن صفا، قولِ محمد مصطفيٰ" جو پيڪر هو.

۱۹۸۳ع ڌاري جڏهن ٻيهر ڪراچيءَ آيو، تہ مون کيس حيدرآباد جي دعوت ڏني. قبول ڪيائين. ناشاد کي بورڊ جي گاڏيءَ ۾ موڪليم، سو ڪراچيءَ مان کيس ڊاڪٽر فرمان فتح پوريءَ سان گڏ منهنجي غريب خاني تي وٺي آيو. بعد ۾، سنڌي ادبي بورڊ جا ڇپيل ۽ قلمي ڪتاب ڏنائين. ۽ پوءِ پير صاحب مرحوم جي ادبي ۽ تحقيقي خدمتن تي حيدرآباد جي نيشنل سينٽر ۾ ليڪچر ڏنائين، جنهن جو مون بورڊ طرفان بندوبست ڪيو هو. موٽ تي آءٌ کيس ننئو،

شاهجهاني مسجد ۽ مڪلي گهمائيندو ڪراچيءَ ڇڏي آيس.

سيد صاحب "بزم صوفياء" ۽ "تذڪره اولياء ڪرام" نالي سان ٻه تذڪرا لکيا آهن، جن ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي ناميارن مشاهيرن جو احوال آهي. غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جي تذڪري ۾ اهڙي احوال کان درگذر ڪيو اٿس، جيڪو علمي لحاظ کان مستند نه هجي. خاص ڪري ڪانئن ڪرامتن بيان ڪرڻ کان پرهيز ڪئي اٿس. سندس تحرير عالمانه، باوقار ۽ نهايت سنجيده آهي. "تذڪره اولياء ڪرام" جي تمهيد ۾ لکيو اٿس ته:

> "ممڪن آهي ته هن تصنيف ۾ پڙهندڙن کي مشايخ ڪرام جون ڪي اهڙيون تصويرون ملن، جي ٻين تذڪرن ۾ نه هجن. هن ڪتاب ۾ اڪابر صوفين جا حالات ۽ سندن تعليم جو احوال، ملفوظات ۽ مڪتوبات ٻين ڪتابن جي مدد سان پيش ڪيل آهي. عام طرح، اها غلط فهمي آهي ته چشتي طريقي جي بزرگن جي تعليم ۾ زياده تر رنگيني، مستي ۽ نغمه و سرور جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هن ڪتاب جي مطالعي مان اهو خيال ختم ٿي ويندو."

سيد صاحب جي راءِ اکين تي آهي. پر، حقيقت اها آهي ته چشتي طريقي ۾ سماع جو رواج آهي. سهروردي مسلڪ ۾ انهيءَ کان پاسو ڪندا آهن. سيد صباح الدين عبدالرحمان خود "تذڪره اولياء ڪرام" ۾ غوث پاڪ جو هڪ قصو لکيو آهي ته هڪ دفعي عبدالله روميءَ نالي هڪ قوال وٽن آيو ۽ عرض ڪيائين ته شيخ الشيوخ شهاب الدين سهرورديءَ سندس قوالي ٻڌي آهي. اهو ٻڌي غوث پاڪ چيو ته "جيڪڏهن شيخ الشيوخ ٻڌي آهي ته زڪريا ٻه ٻُڌندو."

سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ قوال کي سڏ ٿيو. رات جو پهريون

پهر گذريو تہ غوث پاڪ جن حجري ۾ آيا. پهريائين قرآن شريف جا ٻہ سيپارا تلاوت ڪيائون. پوءِ قوال کي سڏيائون ۽ حجري جو در بند ڪيائون. قوال قوالي شروع ڪئي، جنهن جو آغاز هن طرح هو:

مستان کہ شراب ناب خوردند

از پهلوے خود کباب خوردند.

(جن مستن خالص شراب پيتو،

تن پنهنجي ئي اندر کي ڪباب ڪري کاڌو.)

سيد صباح الدين لکيو آهي تہ "غوث بهاؤالحق زڪريا وجد ۾ اچي ويو ۽ ڪمري جو ڏيئو وسائي ڇڏيائين."

**تذڪره سيرالعارفين**

هن تذڪري جو مولف حامد بن فضل الله جمالي آهي. پنهنجي دؤر جو نامور شاعر، اديب، سياح ۽ صوفي هو. ڪيس خسرو ثاني بہ ڪوٺيندا آهن. سندس لکيل تذڪرو فارسي نثر ۾ هندستان ۽ پاڪستان جو اولين ليکيو وڃي ٿو. مؤلف هن تذڪري لکڻ ۾ جن ڪتابن تان مدد ورتي آهي، تن ۾ هي شامل آهن:

١. طبقات ناصري

٢. سير الاولياء

٣. خيرالمجالس

٤. فوائد الفواد

٥. ضرب المجالس

٦. مناقب قطبي

٧. خزانہ جلالي

سيرالعارفين جي اردو مترجم محمد ايوب قادريءَ ان مان مطلب ڪڍيو آهي تہ غالباً تيسين هينيان تذڪرا يا تہ اجا لکيا ئي ڪونہ ويا

هتا، يا وري جماليءَ انهن کي پاڻ ئي رد ڪري ڇڏيو:

١. انيس الارواح
٢. دليل العارفين
٣. فوائد السالڪين
۴. اسرار الاولياء
٥. راحت القلوب
٦. افضل الفوائد
٧. مفتاح العاشقين

ايوب قادري مرحوم منهنجو دوست هو، پر، مان پانيان ٿو تہ سندس اها راءِ صحيح نہ بہ هجي. ٿي سگهي ٿو تہ اهي يا انهن مان ڪي تذڪرا موجود تہ هجن، پر جماليءَ کي مطالعي لاءِ نہ مليا هجن.

"سيرالعارفين" ۾ غوث پاڪ سميت ستن سهروردي ۽ ڇهن چشتي مشاهيرن جو احوال آهي. هن تذڪري جي خصوصيت ان جو شاهڪار مقدمو آهي، جو سونهاريءَ سنڌ جي هاڪاري عالم، پير سائين حسامالدين شاهہ راشديءَ لکيو آهي. ان باري ۾، مترجم ايوب قادري جا اکر هي آهن:

> "پير صاحب پنهنجي مقدمي ۾ تذڪره سيرالعارفين جي مولف حامد بن فضل الله جمالي جي سيرت ۽ سوانح تي پرپور بحث ڪيو آهي ۽ ڪو ڪنڊ پاسو ڇڏيو ئي ڪونهي."

سنڌ جا اهي عالم، جن کي پير صاحب کي تصنيف ۽ تاليف جو ڪم ڪندي ڏسڻ جو موقعو ڪونہ مليو، سي هاڻي هن مقدمي جي مطالعي مان ئي ان حقيقت جو مشاهدو ڪري سگهن ٿا، تہ هو جڏهن ڪو ڪم هٿ ۾ کڻندو هو، تہ ان تي ڪيڏي نہ محنت ڪندو هو.

پير صاحب پنهنجي مقدمي ۾ لکيو آهي ته :

١. شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي جانشين جماليءَ کي ’عوارف المعارف‘ جو اهو نسخو ڏنو، جو غوث بهاؤالحق ملتانيءَ مطالعي ڪيو هو.

٢. جماليءَ، بغداد ويندي، سنڌ جي سفر ۾، مخدوم بلال سان ملاقات ڪئي ۽ کيس ’عوارف المعارف‘ جا ڪي سبق پڙهايائين.

٣. سنڌ ۾ ”ريل“ نالي بستيءَ ۾ هڪ بزرگ جي خاندان سان ملاقات ڪيائين، جو غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جو مُريد هو.

٤. مخدوم بلال جي ابدي آرام گاهه واري بستيءَ ۾ حاجي آرام (آدم ؟) نالي هڪ ٻئي بزرگ سان ملاقات ڪيائين، جو پلاءَ جو ڏاڍو شوقين هوندو هو. سو، الاهي ڍڳيون ۽ ٻڪريون ڌاريون هئائين، جيڪي ڪنهن به ڌنار کان سواءِ جهنگ ۾ پيون چرنديون هيون. ڪوبه شخص نه ته ڪڏهن ڪا ٻڪري چورائي ويو ۽ نه ڍڳي ڪاهي ويو. حاجي آرام جماليءَ جي وڏي خذمت چاڪري ڪئي ۽ پلاءُ به رڌي ڪارايائينس.

٥. جمالي جڏهن سنڌ ۾ آيو ته سنڌ جو هاڪارو سمو حاڪم ڄام نظامالدين خان حڪومت ڪري رهيو هو.

پير صاحب جو مقدمو، ضخامت ۾، ١١۴ صفحا آهي. ان جي پڇاڙيءَ ۾ لکيو اٿس ته:

”شيخ جماليءَ جي باري ۾ پاڪستان ۾ جيڪو به مواد ملي سگهيو آهي، سو پڙهي، سندس حياتيءَ جي باري ۾ هي احوال لکيو اٿم. ٿي سگهي ٿو ته هندستان يا دنيا جي ٻين ڪتبخانن ۾، ٻيا به ڪي معلومات جا ذريعا

ملي وڃن، جن جي مون کي خبر ڪانهي ۽ نہ انهن تائين
پهچ اٿم:

"ڪار دنيا ڪسي تمام نہ ڪرد."

جماليءَ کي غوث پاڪ سان خاص اُنس هو، جيڪو سندس تذڪري ۾، غوث پاڪ جي احوال پڙهڻ سان صاف نظر اچي ٿو.

* * *

هندستان ۾ لکيل صوفين جي تذڪرن کان علاوه، سنڌ جي لوڪ ادب جي بيتن ۾ بہ غوث پاڪ جو ذڪر آهي. اهي بيت سندن مدح ۾ چيا ويا آهن. سنڌي نثر جي ڪتابن ۾ بہ غوث پاڪ جا حوالا ملن ٿا. پر، سنڌي زبان ۾ مٿن لکيل مستند ڪتاب اجا تائين نہ مون ڏٺو آهي ۽ نہ وري ٻڌو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ننڍا مضمون هجن. محترم سرفراز احمد پٺيءَ جي ڪتاب Religious Movements in Sindh in the Pre-Akbar Times جو هڪ باب غوث پاڪ تي آهي، پر اهو ڪتاب اجا ڇپيو ناهي. هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ:

"Muhammad Tahir Nisyani writes in 'Tarikh-e-Tahri' that Shaikh Baha al-Din Zakriyya was originally a Sindhi and was born in 565 A.H at سکور Sakur (Sukkur), then migrated to Multan with his other parents, after the downfall of Habbari dynasty of Sindh."

[يعني محمد طاهر نسيانيءَ "تاريخ طاهريءَ" ۾ لکيو آهي تہ شيخ بهاؤالدين زڪريا اصل ۾ سنڌي هو ۽ سنہ ٥٦٥ هجريءَ ۾ سکور (سکر) ۾ ڄائو هو. پوءِ سنڌ ۾ هباري خاندان جي زوال اچڻ ڪري، پنهنجن والدين سان گڏ ملتان لڏي ويو.]

منهنجي پنهنجي راءِ اها آهي تہ غوث پاڪ جي ولادت بابت

اڪثر علماء جو اهو چوڻ صحيح آهي ته پاڻ ڪوٽ ڪروڙ ۾ ڄاوا هئا ۽ شيخ الاسلام، رڪن عالم ملتانيءَ، مشهور سياح ابن بطوطي سان جنهن سنڌ جو ذڪر ڪيو آهي، ان جون سرحدون ملتان ۽ اُچ تائين هيون.

**غوث جي وفات:**

غوث پاڪ جي وفات جي سن بابت اختلاف آهي. "راحت القلوب" ۾ ٦٥٦ هجري لکيل آهي، "سير الاولياء" ۾ ٦٦٧ هجري، "سفينة الاوليا" ۾ ٦٦٦ هجري، "مراة الاسرار" ۾ ٥٦٥ هجري ۽ "اخبار الاخيار" ۾ ٦٦١ هجري لکيل آهي. سندن عرس ٧ صفر تي ٿئي ٿو، سو اهائي صحيح تاريخ ڄڻبي. چنانچه عالمن جي اڪثريت جو رايو آهي ته پاڻ ٧ صفر ٦٦١ هجري تي وفات ڪئي هئائون.

مشاهيرن جي وفات يا ولادت جي باري ۾ اهڙي قسم جا اختلاف هڪ عام ڳالهه آهن. ڏانهن ٻيون به ڪيتريون ئي روايتون منسوب ڪيون ويندڻيون آهن، جي اڪثر ڪري معتقدن جي ذهني پرواز جو ڪرشمو هونديون آهن. مثال جي طور، شاهه پنائيءَ ڏانهن هڪ روايت منسوب آهي ته پاڻ هالين ويو ته اتان جي ڪن بزرگن کيس کير سان پريل پيالو موڪليو، جنهن جو مطلب اهو هو ته "هي شهر درويشن سان اڳيئي پريو پيو آهي." پنائي صاحب پيالي جي مٿان گلاب جو گل رکي موڪليو، ته "منهنجي حيثيت هن گل واري هوندي."

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سائينءَ سان منهنجي محبت هئي، سو ڪانئن اها ڳالهه پڇيم. جواب ۾ چوائي موڪليائون ته "اها ساڳي روايت مون به ٻڌي هئي، پر پوءِ خبر پيم ته ٻين به گهڻن بزرگن سان منسوب آهي."

ان ڳالهہ کي ورهيہ گذري ويا. تازو غوث پاڪ جي زندگيءَ جي مطالعي لاءِ ڪي مکيہ تذڪرا ورتم، تہ ڏٺم تہ ساڳي روايت "اخبار الاخيار" ۾، غوث پاڪ منعلق پڻ لکي پيئي آهي.

شيخ عبدالحق محدث دهلوي فرمائي ٿو تہ:

"ڳالهہ ڪندا آهن تہ جڏهن پاڻ بغداد مان ملتان آيا تہ ملتاني صوفين کين کير سان ڀريل هڪ پيالو موڪليو. مطلب ان جو هي هو تہ شهر ملتان ۾ اسان کان سواءِ ٻئي لاءِ جاءِ ڪانهي. شيخ زڪريا، انهن حاسدن جي اشاري ۽ رمز کان واقف ٿي، کير جي پيالي تي گلاب جو گل رکي، واپس ڪيو، جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ ملتان ۾ اسان جو وجود ائين هوندو، جيئن کير تي گل بينو آهي."

غوث پاڪ جي وفات بابت بہ هڪ اهڙي روايت مشهور آهي، جنهن مان ظاهر ظهور خوش اعتقاديءَ جي خوشبو اچي ٿي. "درر نظاميءَ" ۾ سندن وفات بابت هڪ ٻي روايت بيان ٿيل آهي، جا معقول لڳي ٿي.

بهرحال، عام مشهور روايت هيءَ آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ حسب دستور حجري ۾ عبادت ڪري رهيا هئا تہ هڪ شخص خط کڻي آيو. صدرالدين عارف خط کڻي حجري ۾ اندر ويو ۽ غوث جي حضور ۾ پيش ڪري باهر نڪتو، تہ قاصد هئوئي ڪونہ. سو، پاڻ وري موٽي حجري ۾ ويو، تہ غوث پاڪ ڪونہ هو. سندن ساهہ جو پکيئڙو پرواز ڪري چڪو هو. اهو لقاءُ ڏسي، صدرالدين عارف ائين سمجهيو تہ "دوست بدوست رسيد"، يعني "دوست وجي دوست سان مليو."

لنواريءَ جي لعل، خواجہ محمد زمان بہ اهڙي ڪا ماجرا من ۾ رکي، فرمايو هو:

اوڏڻ اوري آءُ، توکي لاکي ڪونيو،
لهي تو متاءُ، سندو متيءَ مامرو.

غوث جي وفات جي سلسلي ۾ هڪ ٻي روايت ٻہ مشهور آهي، سا هيءَ تہ جنهن وقت ٻاڻ وصال ڪيائون تہ پاڪ پٽڻ ۾ بابا فريد گنج شڪر بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو تہ چيائين تہ "برادرم بهاؤالدين زڪريا ڪي فنا جي هن بيابان مان بقا جي شهر ڏانهن ڪٽي ويا." پوءِ مريدن سان گڏ، غائبانہ جنازي نماز پڙهيائين.

**غوث جا لکيل ڪتاب:**

سيد صباح الدين عبدالرحمان لکيو آهي تہ غوث جي لکيل ڪتابن يا 'ملفوظات' جو ڪو پتو ئي ڪونهي. البت پنهنجن ڪن مريدن ڏانهن جيڪي خط لکيائون، سي موجود آهن. ليڪن، محمد نسيم عباسيءَ پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ لکيو آهي تہ "سندن ملفوظات 'خلاصة العارفين' نالي سان قلمي ڪتاب جي صورت ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي." جيڪڏهن اها ڳالهہ صحيح آهي، تہ پوءِ ان قلمي ڪتاب کي سانڍي رکڻ ۾ تہ ڪو فائدو ڪونهي. ان کي سهڻي نموني ۾ ايڊٽ ڪري، ڪڏهوڪو ڇاپڻ کپندو هو! قلمي نسخو بہ پنهنجيءَ جاءِ تي برقرار رهي ها، ۽ ڇپيل نسخو غوث پاڪ جي معتقدن عالمن ۽ تاريخنويسن جي مطالعي لاءِ موجود هجي ها.

غوث پاڪ کان پوءِ جيڪي مشاهير هند سنڌ ۾ پيدا ٿيا، تن جون ملفوظات تہ ڪڏهوڪو ڇپجي ويون. نہ رڳو اينرو پر پاڪستان ۾ انهن جا اردو ۽ ڏيهي ٻولين ۾ ترجما بہ شايع ٿي ويا آهن. غوث پاڪ کي رحلت ڪئي پريا ست سؤ ورهيہ ٿيا، ايڏي عرصي ۾ اهو ڪتاب ڇو ڪونہ ڇپيو، سا ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪانہ ٿي اچي. خدا جي فضل سان غوثيہ جماعت جا عقيدتمند هر سال وڏي تعداد ۾ عرس جي موقعي تي ملتان ۾ گڏ ٿين ٿا. هاڻي تہ غوث پاڪ جي نالي تي ملتان ۾ هڪ

يونيورسٽي بہ قائم ٿي آهي. ان کان اڳ غالباً سندن نالي تي هڪ چيئر قائم ٿيل هئي، جنهن جو ڪم ئي تحقيق ۽ تصنيف هوندو آهي. ازانسواءِ، غوث پاڪ جو خاندان خود بہ علم، قلم ۽ ڪتاب جي اهميت کان بخوبي واقف آهي. پوءِ بہ غوث پاڪ جي ملفوظات گمناميءَ ۾ ڇو پئي هجي؟

غوث پاڪ پاڻ داتا گنج بخش هجويريءَ جو ڪتاب ”ڪشف المحجوب“ نقل ڪيو هو، جو سندن تصنيف تاليف جي شوق جو دليل آهي. اهو ڪتاب لاهور جي مولوي محمد شفيع جي فرزند احمد ربانيءَ جي ڪوشش سان هاٿي چيچي چڪو آهي. ان جو هڪ نسخو مون کي غوث پاڪ جي سجاده نشين، مخدوم سجاد حسين قريشي صاحب عنايت ڪيو هو. ان کان اڳ، مولوي محمد شفيع جو فرزند احمد رباني صاحب، جو ريلوائيءَ ۾ وڏو عهديدار هو، حيدرآباد آيو هو۽ مون سان ۽ سائين مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملاقات ڪئي هئائين.

تازو، مون هڪ تذڪري ۾، ڪنهن عالم جو ذڪر پڙهيو تہ هن هڪ عمدو ڪتاب لکيو، پر جڏهن پورو ڪيائين، تڏهن خيال آيس تہ پاڻ کان وڏي ڪنهن عالم کي ڏيکاريان تہ ان ۾ ڪا ڀل چڪ تہ ڪانہ آهي. سو، غوث پاڪ کي عرض ڪيائين، جن سندس لکيل ڪتاب جو مطالعو ڪري، تعريف ڪئي تہ عمدو لکيل آهي. سو، غوث پاڪ جهڙي بلند پايہ عالم لاءِ ائين سوچڻ تہ دنيا جي وڏن وڏن علمي مرڪزن ۾ تعليم ورتائون، اسلامي دنيا جي مشاهيرن سان مليا، ”شيخ الاسلام“ جي منصب تي فائز رهيا، هزارين لکين ماڻهن کي ڪانئن هدايت ۽ رهبري حاصل ٿي، بلند پايہ عالمن سان سندن

صحبتون رهيون، پر پاڻ پوءِ بہ ڪوبہ ڪتاب ڪونہ لکيائون، اعتبار جهڙي ڳالهہ نہ آهي.

**غوث جو اولاد:**

غوث پاڪ کي ست پٽ هئا. وفات کان پوءِ سندن وڏو پٽ، صدرالدين عارف سجاده نشين ٿيو. ٻين خوبين سان گڏ، سخاوت لاءِ مشهور ٿيو. "خزينة الاولياء" جي مصنف لکيو آهي تہ غوث پاڪ جي هر هڪ فرزند کي لکين سونيون اشرفيون والد جي وفات کان پوءِ، ورثي ۾ مليون، پر صدرالدين سڄو ارڪو ترڪو خدا جي واٽ ۾ خيرات ڪري ڇڏيو.

ڪنهن زماني ۾، صدرالدين عارف ۽ ملتان جي حاڪم، شهزادي محمد جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيا. ڳالهہ ايتري وڌي ويئي، جو شهزادي محمد ملتان ۾ غوث جي درگاهہ تي حملي جو ارادو ڪيو. اها خبر باهہ وانگر سڄي شهر ۾ پکڙجي ويئي. ڪي ماڻهو مسجدن ۾ امن امان لاءِ دعائون گهرڻ لڳا، تہ ڪي وري ترارون ڪڍي درگاهہ جي حفاظت لاءِ پهتا. مولانا نور احمد فريديءَ لکيو آهي تہ

> "محمود خان سنڌيءَ، صدرالدين عارف کي ادب سان عرض ڪيو تہ 'سائينجن جي اجازت ملي تہ سڀ کان اول سنڌي مجاهد شاهي لشڪر جي مقابلي ۾ نڪرن ۽ سرخرو ٿين.' صدرالدين عارف اها ڳالهہ ٻڌي پنهنجن سنڌي مريدن جي مٿن تي پيار سان هٿڙا گهمائيندو، غوث پاڪ جي روضي ۾ دعا لاءِ داخل ٿيو."

قدرت خدا جي، جو مقابلي جي نوبت ئي ڪانہ آئي. مغلن جي حملي جي اوچتو خبر آئي، سو، شهزادو لشڪر ڦيرائي، اوڏانهن ويو، ۽ مقابلي ۾ مارجي ويو.

صدرالدين عارف اڪثر ڪري، سنڌ جو سفر ڪندو هو، جن ۾ ٻين مشاهيرن سان گڏ قلندر لعل شهباز به ساڻس گڏ هوندو هو.

وفات کان پوءِ سندن وڏو فرزند رڪن عالم مسند نشين ٿيو. وڏو عالم هو. چوطرف سندس علم ۽ پرهيزگاريءَ جي هاڪ هئي. سنت، سڄي هندستان جو "شيخ الاسلام" ٿيو.

شيخ السلام شاهه رڪن عالم ملتاني پڻ پنهنجي نامور ڏاڏي ۽ والد بزرگوار وانگر، سنڌ جو سفر ڪثرت سان ڪندو هو. هڪڙو سفر خلجي دورِ حڪومت ۾ ڪيائين، جنهن ۾ به قلندر لعل شهباز ساڻس گڏ هو.

سنڌ ۾ شيخ ريحاڻ نالي هڪ درويش هوندو هو، جو ڏاڍو مشهور هو. جڏهن شاهه رڪن عالم ملتاني سنڌ ۾ آيو ته سندس هاڪ ٻڌائين يا وري قلندر شهباز ساڻس اهو ذڪر ڪيو. بهرحال، ٻئي ڄڻا گڏجي، شيخ ريحاڻ سان ملڻ ويا، جو هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ رهندو هو. هنن ٻنهي بزرگن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪجهه دير تائين تنهي پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪئي. بعد ۾، اهو ڳوٺ اول رڪن پور ۽ پوءِ رڪن جي نالي سان مشهور ٿيو. اڄا تائين موجود آهي. دادو ضلعي ۾ پياري ڳوٺ ريلوائي اسٽيشن کان پاٽ ويندڙ رستي تي آهي.

سنڌ ۾، ان زماني ۾، ٻيو هڪ بزرگ شيخ بوسن نالي هوندو هو، جو غوث پاڪ جو مريد هو. جڏهن شاهه رڪن عالم ملتاني سنڌ جي سفر تي هو، ته ڪيس ماڻهو موڪليائين. شيخ بوسن ته وفات ڪري ويو هو: سندس به فرزند نصير ۽ امام پيغام ٻڌي، شاهه رڪن عالم ملتانيءَ سان اچي مليا. هو کين ملتان ساڻ وٺي آيو، ۽ شهر جي اتر ۽ اوير ۾ زمينون ۽ باغ ڏنائين. سندن اولاد

محنت ڪئي، زمينون آباد ڪيون. هاڻي اهو سنڌي خاندان "حاجي" سڏبو آهي. وڏو ديندار آهي ۽ ايترو آسودو آهي، جو رڳو ملتان شهر ۾ نه پر سڄي ضلعي ۾ مشهور آهي.

مولانا نوراحمد فريديءَ پنهنجي ڪتاب "شاهه رڪن عالم ملتاني" ۾ ٻين به ڪيترين سنڌي ذاتين ۽ خاندانن جو ذڪر ڪيو آهي، جي غوثيه درگاهه مان مستفيد ٿيا. انهن ۾ خاص طرح جويا ذات جي ماڻهن جو ذڪر ڪيو اٿس، جي سنڌ ۽ پنجاب ۾ پکڙيل آهن ۽ شاهه رڪن عالم مسلمان ڪيا هئا.

**غوث جو سنڌ تي اثر:**

غوث پاڪ تقريباً سؤ سالن جي ڄمار ماڻي. طبعي لحاظ کان اها ڀرپور زندگي ڇئبي ۽ معنوي لحاظ کان ايترو ڇوڙ ئي ڪافي ٿيندو ته تاريخنويسن سندن دور کي "سڀ کان سنو دور" ڪوٺيو آهي.

وقت هر ڳالهه جي وڏي پرک آهي. غوث پاڪ پنهنجيءَ حياتيءَ جو وقت اهڙو ته سجايو گذاريو، جو وفات کان پوءِ، ستن سَوَن سالن جو ڊگهو عرصو به سندن عِلمَ ۽ عَملَ جي سهڻن نقش ونگارن کي نڪي ته تاريخ جي ورقن تان ميساري سگهيو آهي ۽ نه وري ماڻهن جي دلين مان مٽائي سگهيو آهي. سنڌ ۾ "غوث جا دمبا" انهيءَ حقيقت تي شاهد آهن.

شيڪسپيئر ٽن ڳالهين کي ڪامياب زندگيءَ جو ڪليو قرار ڏنو آهي : Love, Honour and Troops of Friends پٽائيءَ جي نگاهه اڃا به پرڀرو پهتي. حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جي ڪمال ڪاميابيءَ جو ذڪر ڪندي چيائين ته:

بئي ڏنائين، سرايون سيد کي

(يعني قدرت کين ٻئي جهان عطا ڪيا:

هي جهان به ۽ هو جهان بہ)

غوث پاڪ حضور پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن جي راهہ جو پانڌيئڙو هو. ڪين زندگيءَ جون مڙئي نعمتون نصيب ٿيون: خدا جي عبادت، خلق جي خذمت، عزتَ ۽ عظمتَ، دولتَ ۽ سخاوتَ، عوام ۽ خواص ۾ مقبوليتَ، بي پناهہ شهرت، دوستن، معتقدن ۽ مريدن جا ڪَتڪَ ۽ صالح اولاد. ايڏيءَ وڏيءَ شخصيت جي اٿي وڃڻ سان صفن جون صفون خالي ٿي وينديون آهن. ڪنهن ڪنهن خوشنصيب خاندان ۾، عزت ۽ عظمت جي دستارَ، هڪ نسل کان پوءِ ٻئي نسل کي ملندي آهي. ۽ ورلي ڪو ائين ٿيندو آهي تہ اها سعادتَ ٽئين نسل جي قسمت ۾ بہ لکيل هوندي آهي. پر، غوث پاڪ جي متبرڪ خاندان ۾ نور ۽ هدايتَ جا چراغَ، نسل در نسل، روشن رهيا.

سيد صباح الدين عبدالرحمان لکيو آهي تہ "غوث بهاوالحق ملتاني رئيس الاولياءُ هو. سندس وڏو شان هو." حقيقت اها آهي تہ سڄو هندستان، پوري اڌ صدي، غوث پاڪ جي فيض ۽ برڪت سان منور هو، پر جنهن علائقي يا سرزمينَ، ڪائنن گهڻي ۾ گهڻو اثر ورتو، سا سنڌ هئي. غوث پاڪ جي اهل سنڌ سان اينتري تہ قربت هئي، جو ڪن تذڪره نگارن کين "زڪريا سنڌي" ڪوٺيو آهي ۽ سنڌ جي ماڻهن جي ساڻن ايڏي محبت آهي، جو ورهين جا ورهيہ ۽ صدين جون صديون ٿر، بر، بيابان، جهنگ، ٻيلا ۽ درياءَ پار ڪري، سندن در تي هر سال حاضري ڏيندا رهيا آهن. امير خسرو عشق ۽ عقيدت جي انهيءَ ڪيفيت کي ڪهڙن نہ سهڻن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

من تو شدم تو من شدي،
من تن شدم تو جان شدي،
تا ڪس نہ گويد بعد ازين
من ديگرم تو ديگري.

●

## غوث پاڪ جي مضمون جا حوالاءِ اضافا

(1) For a long time then, through centuries Brohies, particularly of 'Jhalwan' continue migrating into Sindh, during the winter season. Thus, Sir Dennys Bray says "visiting Sindh winter after winter, he (Brohi) comes to look upon it, as a land of ease, after his own inhospitable mountains." The whole belt (Jacobabad) running through Larkana, finally emerging into Dadu district, became a "BALOCHI-BROHI Belt." According to the 1941 census, Balochi population constituted 23 percent of the total Muslim population of the province of Sindh.

NASSER BROHI: "STUDIES IN BRAHUI HISTORY." pp-96-98

(٢) ڊاڪٽر سرفراز پنهيءَ جي تحقيق موجب، خواجه فريد جا وڏا نتي مان لڏي ويا هئا. ذات جا ڪوريجا هئا ۽ سيد انيس شاهه جيلاني (صادق آباد) جي تحقيق موجب، ٻه ٽي سؤ سال اڳ، سنڌ مان لڏي چاچڙان شريف آيا هئا. خواجه صاحب سنه ١٩٠١ع ۾ وفات ڪئي.

(3) "SINDH JO AJRAK" BY NOOR JEHAN BILGRAMI.

(4) "As far as written records are concerned, it would appear that poetry in the Sindhi Language was composed as early as the Soomra period (1032-1350). L.H. Advani argues that prior to Sumra rule no specimen of Sindhi poetry has survived. According to him the Sindhi Literature of the Hindu period and pre-sumra period has perished beyond recall." ------ During the Sumra and Samma periods the use of Sindhi Language was encouraged." DURR-E-SHAHWAR SAYED: "THE POETRY OF SHAH ABDUL LATIF" pp- 3-4.

(٥) 'لب تاريخ سنڌ' جي مصنف ان ڪان مختلف اکر ڪم آندا آهن.

(6) The Origin of Thatta By Dr. N.A.Baloach.

(7) AHMED NABI KHAN: "MULTAN-HISTORY & ARCHITECTURE."

(٨) "لاهور ملتان جي پسگرداين مان هڪ آهي."

(9) The History of ancient Multan remains shrouded in mystery, until the close of the fifth century. A.D. AHMED NABI KHAN: "History & Architecture of Multan". pp-21.

(10) M. H. PANHWAR: "A CHRONOLOGICAL DICTIONARY OF SINDH."

(١١) سيد بابرعلي ملڪ جي امير خاندانن مان هڪ سان تعلق رکي ٿو. سندس وڏو ڀاءُ سيد امجد علي، ايوب خان جي زماني ۾ وزير خزانہ هو. سياستدان ۽ اهل قلم هو. سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ ۾ سنو رول ادا ڪيائين. تازو وفات ڪئي اٿس. وچون ڀاءُ سيد واجد علي، اداره ثقافت اسلاميہ جو روح روان ۽ وڏو زندهہ دل انسان آهي. سندس اڪيلو پٽ، سيد شاهد علي، اداري جي اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمن ۽ پنهنجي والد وانگر وڏو وضعدار انسان آهن. سيد بابر علي ننڍو ڀاءُ آهي. علم ۽ ادب جو سرپرست آهي. هن خاندان جي توجهہ ڏيڻ ڪري ڪيترا اهم علمي ڪتاب، خاص طرح پنجاب جي صوفي شاعرن جا ڪليات ضايع ٿيڻ کان بچي ويا ۽ ڏاڍي سهڻي نموني ۾ شايع ٿيا. پير سائين حسام الدين شاهہ اداره ثقافت اسلاميہ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر هوندو هو ۽ مون سان اداري جي ڪم جي ساراهہ ڪندو هو. هاڻي مون کي بورڊ جو ميمبر ڪيو اٿن تہ چئي سگهان ٿو تہ پير صاحب اداري جي جيڪا ساراهہ ڪندو هو، سا حرف بحرف صحيح آهي. افسوس رڳو اهو آهي تہ سنڌ ۾ هاڻي اهڙو ڪوبہ علم پرور خاندان ڪونہ بچيو آهي.

(١٢) پير علي محمد راشدي صاحب هڪ دفعي ڪنهن سنڌي دانشور جو ذڪر ڪندي مون کي چيو تہ ”هائو، وڏو پڙهيو آهي، پر منجهس 'نخ نخستين' گهٽي آهي.“ ڳالهہ ڪيائين تہ 'نصرالله' نالي هڪڙو عالم هو، سو پنهنجي طالب سان گڏ ڪنهن ڳوٺ ۾ مسافر ٿي ويو. اتي جي ماڻهن کين پاڻ وٽ ٽڪايو ۽ نالو پڇيو. عالم سڳوري جواب ڏنو تہ 'نخ نخستين نصرالله' . سندس طالب اهو ٻڌي وائڙو ٿي ويو. ڳوٺ جي ماڻهن سندن سٺي خدمت چاڪري ڪئي. رات خير سان گذري ويئي. صبح ٿيو تہ ٻيئي جڻا پنڌ پيا. وات تي طالب پنهنجي استاد کان پڇيو تہ 'سائين،

رات اوهان پنهنجو نالو سنئون سڌو ڪونہ ڪنيو ۽ وڏي مخرج سان چيو تہ 'نخ نخستين نصرالله' . تڏهن عالم سڳوري چيس تہ 'اي درويش! جي مان ائين نہ ڪريان ها ، تہ جنن تي رعب ڪيئن پوي ها!"

**(١) مهن جو دڙو:** سنڌ جي قديم تهذيب جي هن يادگار جي نالي جي صحيح خبر ڪانهي. اڳي ان کي 'موهن جو دڙو' لکندا هئا. پر پاڪستان کان پوءِ ان کي هندڪو نالو سمجهي، 'مئن جو دڙو' لکڻ لڳا. هڪ دفعي مون عبدالله چنا صاحب سان اهو ذڪر ڪيو. چنا سنڌ جا قديم رهاڪو آهن. چچ نامي ۾ بہ سندن ذڪر آهي. مرحوم جي سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب ۾ وڏي دلچسپي هئي. چيائين تہ انگريزن جي حڪومت ۾ هڪ دفعي ان پاسي ضلعي عملدار تيس. نالي جي پڇا ڳاڇا ڪيم. تَرَ جي ماڻهن چيو تہ اسان ان کي 'مهين جو دڙو' ڪوٺيندا آهيون.

ساڳي ڳالهہ مون سان پنهنجي ڳوٺ جي ماڻهن بہ ڪئي. اسان جو ڳوٺ آڳرا ڪنرياري تعلقي ۾ آهي. درياءُ ان کان چار پنج ميل اتر ۾ وهي ٿو. اونهاري جي مند ۾ تہ ويجهو وهي ٿو. درياءَ جي پرئين پارِ لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعو آهن، جنتي آڳرن جا بہ تي ڳوٺڙا آهن، جن جي رهاڪن سان اسان جي ڳوٺ جي ماڻهن جون مٽيون مائٽيون آهن. سو هونئن تہ پاڻ ۾، سجو سال پيا ايندا ويندا آهن. ليڪن، مناسب مند ۽ موسم ۾، اسان جي ڳوٺ مان ڪٽڪ جون ڳوٺيون ڪٽي پار ويندا آهن ۽ موت ۾ اتان وري چانور آڻيندا آهن. هڪ دفعي، مون پنهنجي ڳونائيءَ کان پڇا ڪئي تہ چيائين تہ "اسان سياري جي مند ۾، درياءُ تپي پار ويندا آهيون ۽ 'مهين' تي وجي لهندا آهيون."

عبدالله چنا صاحب ۽ پنهنجي ڳونائيءَ جون اهي ڳالهيون ٻڌي،

مون ٻيڙي فقير کان پڇيو تہ 'اهڙو ڪو بيت آهي، جنهن ۾ 'مهين' لفظ آيو هجي؟' هڪڙو بيت ٻڌايائين جنهن جي پوئين سٽ ياد اٿم:

"سي ئي ماءُ مُحنِ، سي ئي راحت رُوحَ جي"

سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي ۽ فارسي اکر ڳاٽاٽي کان ٻاهر آهن، پر عام ماڻهو اڪثر ڪري، جڏهن انهن کي استعمال ڪندا آهن، تہ سندن اصلوڪو عربي يا فارسي اُچار بدلائي، سنڌي ٻوليءَ جو ويسُ پهرائيندا آهن. هن سٽ ۾ 'مُحن' لفظ 'راحت' لفظ جي ابتڙ آيو آهي، جنهن جي معنيٰ وڃي بيهندي 'ڏک ڏولائو.' سو، پانئجي ٿو تہ هتي 'مَحن' اهوئي لفظ آهي، جيڪو 'رنج و محن' محاوري ۾، عام طور استعمال ٿيندو آهي.

محترم محمد علي جوهر، مهراڻ رسالي ۾، موهن جي دڙي بابت هڪ خط لکي 'موئن جو دڙو' لفظ جو رد ڏنو آهي. وضاحت اها ڪئي اٿس تہ ميرزا قليچ بيگ جي لغات لطيفيءَ ۾ 'مهڻ' لفظ جي معنيٰ آهي عذاب ڏيڻ ۽ فنا ڪرڻ وغيره. ڪاڪي ڀيرومل وري (محن) 'مهن' لفظ جي معنيٰ ڪندي چيو آهي تہ سنڌيءَ ۾ ماهو معنيٰ خون يا ڪوس. ڪي ماڻهو اڦٽ مري ويندا آهن تہ چئبو آهي تہ 'ماهو' ٿيو. ماهو جو بنياد آهي مش ۽ معنيٰ ڪهڻ يا ناس ٿيڻ. 'مهن جو دڙو' معنيٰ 'مات ٿيل يا فنا ٿيل جو دڙو' . جوهر صاحب اهو پڻ چيو آهي تہ بيت ڀٽائي صاحب جو آهي ۽ اتي بہ، موت ۽ تباهيءَ جي معنيٰ ۾ آيو آهي:

ڪهن تان ڪر لهن، ڪر لهن تان ڪهن

سي ئي ماءُ مهن، سي ئي راحت روح جي.

مٿينءَ تشريح موجب، چئي سگهجي ٿو تہ 'مُهين' يا 'مُهن جو دڙو' معنيٰ تہ ڏک ڏولائي وارو دڙو. جي ائين آهي تہ پوءِ

جوهر صاحب جنهن ڳالهہ جو رد ٿي ڏنو، تنهن جي ٻين اکرن ۾ پاڻ ئي تصديق ڪري رهيو آهي، ڇو تہ 'مهن جو دڙو' يا 'مئن جو دڙو' ڳالهہ تہ وجي ساڳي ٿي!

پر، منهنجي خيال موجب، ڳالهہ ساڳي ڪانہ ٿي. جيڪڏهن 'مهين جو دڙو' کي 'مئن جو دڙو' ڪوٺڻ صحيح آهي، تہ پوءِ 'ڪاهوءَ جو دڙو' ، 'چانهوءَ جو دڙو' ۽ 'جهڪر جو دڙو' نالا ڇو پيا؟ سيئي 'مئن جا دڙا' آهن، ان ڪري ساڳئي نالي سان سڏجن ها. پر، ڪاهو، چانهو ۽ جهڪر تہ اسم خاص آهن!

مان پانيان ٿو تہ 'موهن' لفظ بہ هت اسم خاص آهي. ان جو اُچارُ 'مهن' آهي يا 'مهين' آهي، يا 'موهن' آهي، سا جدا ڳالهہ آهي. پر، آهي اسم خاص. دليل هي آهي تہ 'مهين جي دڙي' کان هڪ سو ميل ڏکڻ اولهہ ۾ 'آمريءَ جو دڙو' آهي. ٽيهارو ورهيہ اڳي، فرانس ۽ اٽليءَ جي ماهرن جي هڪ ٽولي آئي هئي، جنهن انهيءَ دڙي کي کوٽيو. مون سندس رپورٽ جي ڪاپي، ڪراچيءَ واري نيشنل ميوزيم ۾ پڙهي آهي. اصل تہ فرانسيسي ٻوليءَ ۾ آهي، پر ان جو تت ويهن صفحن ۾، ڪتاب جي آخر ۾، انگريزيءَ ۾ ڏنل آهي. منجهس لکيل آهي تہ "آمريءَ جي تهذيب موهن جي دڙي جي تهذيب کان ڇهن سون کان ان سو ورهيہ زيادهہ قديم آهي." ٻئي ڪنهن هنڌ لکيل آهي تہ "موهن جي دڙي جي تهذيب جا معمارَ آمريءَ مان آيا هئا."

آمريءَ ۽ سن کان اٽڪل ويهارو ميل اولهہ طرف، جبلن ۾ رني ڪوٽ جو قلعو آهي، جو پڻ هڪ قديمي يادگار آهي. ٽيهارو ورهيہ اڳ، سائين جي.ايم. سيد مون کي ٻڌايو هو تہ رني ڪوٽ جو پراڻو نالو موهن ڪوٽ آهي ۽ پاسي واريءَ ديهہ جو نالو موهن مڪان آهي. نہ رڳو اينترو، پر رني ڪوٽ کي پاڻي پهچائڻ جو ذريعو هڪ نئن آهي،

جنهن جو نالو نئن رني ڪوٽ يا نئن رني آهي. ليڪن، اڳوڻن ڪتابن ۾ ان جو نالو نئن موهن بہ لکيل آهي. تازو، بدر ابڙي رني ڪوٽ تي تحقيق ڪري، هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس تہ موهن ڪوٽ، رني ڪوٽ جي هڪ برج جو نالو آهي ۽ رني ڪوٽ جي هڪ حصي کي موهن ماڙي (وادي) ڪوٺين ٿا. نئن موهن جي نالي جي بہ تصديق ڪئي اٿس.

رني ڪوٽ جي نهڻ جو زمانو اسان جي زماني کان موهن جي دڙي کي ويجهو آهي، تڏهن تہ موهن ڪوٽ، موهن مڪان ۽ نئن موهن نالا پيا. عام سمجهہ جي ڳالهہ آهي تہ اهي نالا ڪڏهن بہ تباهيءَ ۽ بربادي جي معنيٰ ۾ ڪونہ رکيا هونداءُن. البت ائين هوندو تہ مهن يا مهين يا موهن نالو، انهيءَ زماني ۾، ڪنهن نہ ڪنهن سبب ڪري، سنڌ ۾ مقبول ۽ مروج هوندو.

**(٢) "لب تاريخ سنڌ"** جي مصنف لکيو آهي تہ "انگريزن جي حڪومت ۾ سنڌ جي انين ڪمشنر سر وليم ميري ويدر جي حڪومت ۾ روهڙيءَ ۽ سکر جي بندرن تي، ٻيڙين جي عيوض، جهاز مقرر ڪيا ويا، جن ۾ وڏو آرام ۽ ماڻهن جي جان ۽ مال جي سلامتي آهي." سنڌ ۽ ملتان جي وچ ۾ دريائي سفر جو ذڪر ڪندي وڌيڪ لکيو اٿس تہ "ڪمشنر صاحب ڪراچيءَ کان، ڪن معززن سان گڏجي، راقم الحروف کي ساڻ ڪري، ڪوٽڙيءَ پهتو ۽ اتان جهاز تي سوار ٿي، ڏينهن رات سفر ڪندي، ملتان جي پرسان شيرشاهہ بندر تي لنگر انداز ٿيو ۽ پوءِ ريل گاڏيءَ تي چڙهي ملتان آيو" . ائين بہ لکيو اٿس تہ "سن ١٨٧٤ع ۾، ڪوٽڙيءَ کان وٺي ملتان تائين سنڌونديءَ جي ڪاپي ڪپ سان ريل گاڏي هلڻ شروع ٿي."

**(٣) تحفة الڪرام** مان چٽو ظاهر ٿئي ٿو تہ ٺٽي جي آبادي انڪري جلد وڌي، جو منجهس پنڀور، ديبل، بڪار ۽ ٿرڙيءَ نالن سان چئن جدا جدا شهرن مان ماڻهو لڏي آيا. هيءَ ڳالهہ تمام اهم آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ پنڀور ۽ ديبل جدا جدا شهر هئا.

آثار قديمہ کاتي، پنڀور جي دڙي جي کوٽائي ڪئي آهي. پنڀور جو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو نالو آهي. پر، آثار قديمہ کاتي جي دلچسپي ديبل ۾ هئي. ديبل تہ صدين جي مفاصلي تي لڪو پيو هو. البت، پنڀور جو دڙو ڪراچيءَ کان چاليهار ميل پرڀرو، پڪي رستي جي پاسي سان، اکين اڳيان بيٺو ... سو، مٿس ئي ڪٽي کوڏر وهايائون ۽ اعلان ڪيائون تہ "اهو اٿو ديبل جو دڙو."

"ديبل ڪهڙي هنڌ تي هو؟" -- ان باري ۾ علامہ شبليءَ پنهنجي شاهڪار ڪتاب "الفاروق" ۾ لکيو آهي تہ "نشيبي هنڌ تي هو." ميجر ريورٽيءَ پنهنجي ڪتاب THE MEHRAN OF SIND ۾ جاگرافيائي لحاظ کان ديبل جي باري ۾ ڪارآمد معلومات ڏني آهي ۽ محمد حسين پنهور مون سان ان جي تعريف ڪئي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ديبل تي حيدرآباد دکن جي "اسلامڪ رويو" جرنل ۾ هڪ اهم مضمون لکيو آهي. پير سائين، حسام الدين شاهہ صاحب بہ "جنگ" اخبار ۾ مضمون لکيو آهي، جنهن ۾ ديبل ۽ ٺٽي جو تقابلي جائزو ورتي ڏيکاريو اٿس تہ سنڌ جي تاريخن ۾ ديبل جو نالو ڪيستائين اچي ٿو، ڪڏهن کان وٺي ديبل-ٺٽو ٻئي نالا اچن ٿا، ۽ ڪڏهن کان وري ديبل جو نالو گم ٿي وڃي ٿو، فقط ٺٽي جو نالو اڳتي نظر اچي ٿو. هڪ دفعي ٺٽي مان پئي موٽياسين، تہ رستي تي مون کي چيائين تہ "پير پٺي وارو دڙو ديبل هجي تہ عجب ڪونهي."

پير پٺي تي جيڪو پٿر جو ڪتبو لڳل آهي، ان تي 'پير پٺو

ديبلي' اڪر اڪريل آهن. اتي هڪڙيون چرون آهن، جن کي ڏاهر جي هاٿين جي چرن سان منسوب ڪندا آهن. هڪ مسجد بہ آهي، جنهن کي محمد بن قاسم جي مسجد ڪوٺيندا آهن.

سو، ديبل، تيستائين، اختلافي موضوع رهندو، جيسين ان جو صحيح هنڌ معلوم نہ ٿيو آهي.

تازو، ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽر رياض الاسلام جي اداري طرفان، انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب ڇپيو آهي، جنهن ۾ ديبل تي ڪارائتي معلومات ڏنل آهي. ڪتاب جو نالو آهي:

THE DUTCH EAST INDIA COMPANY AND "DEWAL -- SIND."

•

سونهاريءَ سنڌ جي سرزمين تي، الائي ته ڪيترين زمانن کان وٺي، الله وارن پنهنجا پاڪ پيرَ گهمايا آهن. پر، انهن مڙني ۾، قلندر لعل شهبازُ بين کان ائين ئي منفرد ۽ ممتاز بيٺو آهي، جيئن نيري آسمان جي ڪروڙن تارن ۾ قطب تارو.

هڪ ڀيري حيدرآباد مان ريل گاڏيءَ رستي ڳوٺ پئي ويس. منهنجو همسفر هڪ ڳوناٺو شخص هو، پر ڏاڍو دلچسپ هو. خبر ناهي ته ڪيئن قلندر شهبازَ جي ڳالهه نڪتي. چيائين ته، "سائين، سنڌ جي سمورن اوليائن سندس روضي تي حاضري ڀري آهي."

مون چيس ته، "ڀٽائيءَ به؟"

چيائين ته، "ڀٽائي صاحبَ قلندر شهبازَ جي روضي تي چاليهه ڏينهن مَنِتي ڀري آهي."

'مَنِتي ڀرڻ' جو محاورو سنڌ جي ڳوٺن ۾ اڳي عام جام رائج هوندو هو. شايد اڃا به هجي. مون پنهنجين اکين سان ڳوٺن ۾ اهڙا ماڻهو ڏٺا، جيڪي روزانو ڪنهن نه ڪنهن درگاهه يا مقدس جاءِ، يا عامُ رهگذر تي مَنِتي ڀريندا هئا ۽ ان کي خير جو ڪم سمجهندا هئا. ڀانئيندا هئا ته ڪو واٽهڙو اجارو هوندو، ته پاٽيءَ ڍُڪ پي، ڪين دعا ڪندو.

پر، ڪنهن درويش جي درگاهه تي مَنتي ڀرڻ جي اصطلاحي معنيٰ وجي ٿيندي انهيءَ بزرگ سان پنهنجيءَ عقيدت جو اظهار ڪرڻ. سو، مون ائين ئي سمجهيو، ته هن يارَ جو مطلب آهي ته ڀٽائي صاحب به قلندر لعل شهبازَ سان صدقُ رکندو هو. ڪجهه ڏينهن ٿيا، ته

محبوب صادق نالي منهنجي هڪ علم ـ دوستَ، (جيڪو پنهنجي ڏنڌي روزگار سان گهڻو ڪري، سعودي عرب ۾ رهندو آهي)، ڪراچيءَ ۾ ڪچهري ڪندي، هڪ بيت ٻڌايو ۽ چيائين ته، "ڀٽائي صاحب اهو بيت تڏهن چيو هو، جڏهن پاڻ قلندر شهبازَ جي درگاهه جي مَٽي پريندو هو."

سنت ئي محمڪه اطلاعات حيدرآباد جي طرفان سال ١٩٦٣ع ۾ "نذر شهباز" نالي سان ڇپايل هڪ ڪتابڙو ڏٺم، جنهن ۾ به اهڙي ڪا ڳالهه ڪيل هئي. منجهس هڪڙو مضمون ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب جو لکيل آهي. عنوان اٿس "قلندري آستاني تي." ميمڻ صاحب لکي ٿو ته:

"سنڌ جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي لعل جي درگاهه جو پانڌيئڙو هو. سنڌ جو محب وطن بزرگُ، مخدوم بلال به ڀيڙيءَ تي چڙهي، سندن زيارت لاءِ ايندو هو. مخدوم جعفر بوبڪن واري جهڙو عظيم عالم به سيوهڻ سرڪار جي سلام تي ويندو هو."

انهيءَ ئي ڪتابڙي ۾، محبوب علي چنا صاحب پنهنجي مضمونَ "قلندر شهباز سيوهاڻي" ۾ وري ائين لکيو آهي ته:

"مخدوم بلال ۽ مخدوم جعفر جهڙا بزرگ روحاني ڪچهريءَ لاءِ قلندر لعل شهباز جي آستاني تي حاضري ڏيندا هئا. ازانسواءِ ٻيا ڪيئي مشاهيرَ ڪانئن مستفيد ٿيا، جن ۾ سيد حيدر سنائي (سائين جي.ايم. سيد جو تڙ ڏاڏو) به شامل هو."

حافظ محمد احسن چنا پنهنجي مضمون ۾ لکيو آهي ته "شاهه صدر لکياريءَ سان به لعل جون ملاقاتون ٿيندريون هيون.

راڻــي ڀڳوانــداس وري ساڳئي ڪتــابڙي ۾ پنهنجــي مضمــون ۾ "قلندر نامه هنديءَ" جي حوالي سان لکيو آهي تہ:

"قلنــدر لعل شهبــاز کان فيض حاصــل ڪنــدڙن ۾ پير پني ۽ ساجن سوائيءَ جهڙا وڏا بزرگ شامل آهن. سنڌ جي سيني صوفين حضرت شهباز کي پنهنجو روحاني رهبر تسـليـم ڪيـو آهـي. شـاهہ عبــداللطيــف ڀٽــائيءَ، سچل سرمست، بيدل، بيڪس، سيد ثابت علي شاهہ، نجفيءَ ۽ فقير خير محمد هيسباڻيءَ سندن مدح سرائيءَ ۾ شعر چيا آهن."

مون اهي شعر ڪونہ ڏٺا آهن. پر، سترهن ارڙهن سالن جي عمر جو هئس ۽ نوشهري فيروز جي مدرسي هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هئس، تہ سنڌي درسي ڪتاب ۾ خوش خير محمد جي مدح پڙهي، دل تي اهو تاثر وينو، تہ فقير صاحب ڏاڍو ڪو اهلِ دل انسان هو. ان باري ۾، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب لکيو آهي تہ :

"هڪ دفعي سندس پٽ کي ڪنهن سبب ڪري قيد ڪيائون. ان جا بند ڀڃائڻ لاءِ لعل جي در تي دانهن ڪٺي ويو. سئن هٿي سوال ڪيائين تہ:

تـوکـي چـوطرف چـوڌاري، نمـي ثـي هـنـد سـنـڌ سـاري
ڪابـل ڪـشـمـيـر قنڌاري، بلـخ بـيـحـد سـمـرقـنـدي
نہ گـهـرجـي ديـر تـو هـاتِي، مـدد ڪـر شـاهہ سيـوهاڻِي
اچـي ٿـي سـيـگهہ مـون سـاٽِي، ڪـدي چـڏ قـيـد مـان بـنـدي.

ميمڻ صاحب لکيو آهي تہ خير محمد فقير جو ٻچڙو سنت قيد مان آزاد ٿيو.

هن واقعي جي تاريخي طور تحقيق تہ شايد اجا تائين ڪنهن بہ

ڪانه ڪئي آهي. سو، چئي سگهجي ٿو ته عقيدتمند انسانن افسانه طرازي ڪئي هجي. پر، اهڙا واقعا الله وارن سان گهڻي قدر منسوب آهن. مون به هڪ واقعو جلال الدين روميءَ متعلق پڙهيو آهي. ڪنهن زماني ۾ پاڻ وڏي رعب تاب سان رهندو هو. عبا ۽ قبا ڪانسواءِ ٻاهر ڪونه نڪرندو هو. مريدن، معتقدن ۽ طالبن جا ڪٽڪ سندس اڳيان ۽ پويان هلندا هئا. فقيريءَ جي لذت اڃا ڪانه چکي هئائين. هڪ ڏينهن مسندِ ارشاد تان درس ويني ڏنائين. هشام ماڻهن جا هجن. روميءَ جي زبان مان علمَ ۽ عرفانَ جا موتي پيا ڇڻن. اوچتو، شمس تبريزي، قاتل، ليڙونُ ليڙَ ڪپڙن ۾، ڪمري ۾ اندر داخل ٿيو ۽ هڪڙي ڪنڊ وٺي ويٺو. روميءَ پرسان رکيل ڪتابن جي ڍير مان ڪو ڪتاب هٿ ۾ ڪنيو ۽ ڪنهن علمي ڳالهه جي تاويل ڪئي. شمسَ ڪانئس ڪو سوال ڪيو، جو اعتراض جوڳو هو. روميءَ ڪتاب جي سَنَدَ تي زور ڏيندي، شمس ڏي نهاري چيو ته "فقيرَ، علمَ ۽ معرفَتَ جي هيءَ ڳالهه تنهنجي سمجهه کان مٿي آهي."

شمس اهو ٻڌي، ڪتابن جي ڍير ڏي نهاريو، ته امالڪ منجهانئن دونهان ۽ باهه جا اُلا نڪرڻ لڳا. اهو ڏسي، روميءَ دانهن ڪئي ته، "فقيرَ، تو هي ڇا ڪيو؟"

شمس چيو ته، "اها ڳالهه تنهنجي سمجهه کان مٿي آهي."

ٻي روايت هيءَ آهي ته روميءَ ڪنهن سر سبز چمن ۾، وهندڙ پاڻيءَ جي ڪسيءَ جي پاسي سان درس ويني ڏنو. ماڻهن جي هجوم ۾ شمس به ويٺو هو. تنهن ڇا ڪيو، جو اهو ڪتابُ، جيڪو روميءَ بار بار پئي پڙهيو، کڻي، وهندڙ پاڻيءَ جي ڪسيءَ ۾ اڇلايو.

رومي اهو ڏسي گهبرائجي ويو، ۽ کيس ڪو مجذوب سمجهي، دانهن ڪيائين ته "درويش، تو هي ڇا ڪيو؟"

شمس کسيءَ ۾ هٿ وجهي، ڪتابُ ڪڍي ، ڪيس موٽائي ڏنو. ـــ مٿس پاڻيءَ جو ڦڙو به ڪونه هو.

هن ڳالهه ۾ باهه ۽ پاڻيءَ جون روايتون گڏ آنديل آهن. عام طرح باهه ۽ پاڻي هڪٻئي جو ضد سمجهيا آهن. پر قدرت پاڻيءَ مان به باهه پيدا ڪندي آهي. بادل ۾ بجليءَ جو چمڪڻ عالم آشڪار آهي. سو، حقيقت شايد اجا به ڪنهن ٻيءَ طرح هجي. حقيقت جيئن به هجي، تاريخي طرح اها ڳالهه بهرحال ثابت آهي ته روميءَ تي جيئن ئي شمس جو پاڇو پيو، ته ڪانئس عَبا ۽ قَبا، مسندَ ۽ ارشادُ، معتقدَ ۽ مريدَ سڀ وسري ويا؛ جڻ ته ڪنهن اکين تان پٽي کولي ڇڏيس. حياتيءَ ۾ پهريون دفعو، پنهنجو پاڻُ ڏنائين ۽ سڃاتائين. شمس کي پنهنجو مرشد ڪيائين ۽ سندس عشقَ ۽ عقيدتَ ۾، دلاويز شعر چيائين. هڪ ۾ ته ائين به چيائين:

مولوي هرگز نه شد مولائے روم
تا غلامِ شمس تبريزي نه شد
[مولوي پنهنجو پاڻ مولانا رومي ڪونه ٿيو
جيسين شمس تبريزيءَ جو غلام نه ٿيو.]

روميءَ جي مثنوي، اسان جو ڀٽائي صاحب، هرهنڌ قرآن ڪريم سان گڏ رکندو هوءِ ڪيس سڪ سان ساري فرمايو اٿس:

طالب ڪٿر سونهن سر، ايءَ روميءَ جي رهاڻ
پهرين وِڃائِڻ پاڻُ، پَسَڻُ پوءِ پرينءَ کي

شمس تبريزي ۽ جلال الدين رومي اسان جي اکين تي. پر، شاهه ڀٽائي ۽ مخدوم بلال ته سنڌ جا آفتاب ۽ ماهتاب هئا. جنهن قلندري آستاني تي جلوه افروز ٿيندا هئا، تنهن فقير جو شانُ ڏاڍو ڪو مٿانهون هو.

* * *

سوليءَ سنڌيءَ ۾ قلندر جي معنيٰ ٿيندي اهو شخص، جو هر ڪنهن کان بي نيازُ هجي، مٿس ڪابہ ميار نہ هجي. جنهن جي توڪل خدا تي هجي.

قلندرانہ طريقي سان زندگي گذارڻ سولي ڳالهہ نہ آهي. يونان جي ڏاهي سقراطَ کان جڏهن زندگي گذارڻ جو ڏسُ پڇيائون، تڏهن چيائين تہ، "غلط ڪم نہ ڪجي: صحيح واٽ تي وک وجهڻ ڪپي."

ڪنهن شخص پڇيس تہ، "پلا ان ڳالهہ جي خاطري ڪيئن ٿئي، تہ غلط واٽ تي ڪونہ وجي رهيو آهيان؟"

تڏهن سواليءَ کي چيائين تہ، "پاڻ کان پڇي پڪ ڪر، ڇو تہ تنهنجي اندر ۾ قاضي وينو آهي."

سقراط سني ڳالهہ ڪئي. ان ۾ وڏي سياڻپ آهي. پر، اصل ڳالهہ قرآن ڪئي. انسان کي سمجهايائين تہ چئہ تہ:

"مون پنهنجو پاڻ انهيءَ ذات ڏانهن متوجهہ ڪيو
آهي، جنهن زمين ۽ آسمانن کي خلقيو آهي."

قلندر اهين ئي ڪندا آهن. ڪنهن جي ڪاڻ ڪونہ ڪڍندا آهن. پلا، جنهن ماڻهوءَ جو منهن ان ئي پَهرَ الله ڏي هوندو، تنهن کي ڪهڙو خوف، ڪهڙي لالچ؟ ڪهڙو شڪ، ڪهڙو شبهو؟ ڪهڙو نفعو، ڪهڙو نقصان؟ ڪهڙو ڊپ، ڪهڙو ڊاءُ — نہ دوزخ جي ڏڙڪي جي پرواهہ، نہ بهشت جو دم دلاسو.

سنڌ جي صوفي شاعر دريا خان تڏهن تہ فرمايو آهي:

شاهہ حُسنَ تنهنجي شوق ۾ لاڳاپا ويا لهي
بهشت دلاسو، دوزخ ڏڙڪو، ڊوهہ ويا سڀ ڊهي

بصري واري بيبي رابعہ هڪڙي ڏينهن بزار مان پئي ويئي:

هڪ هٿ ۾ باهہ سان ڀريل ٿانو ۽ ٻئي ۾ پاڻيءَ سان ڀريل پيالو هئس. ڪنهن شخص پڇيس تہ، "بيبي صاحبہ باهہ ۽ پاڻي ڇو کنيا اٿو؟"

چيائين تہ "پاڻيءَ سان دوزخ جي باهہ وسائڻ ٿي وڃان ۽ باهہ سان بهشت کي ساڙي ڇڏيندس ، تہ من پوءِ ماڻهو الله جي عبادت، خوف ۽ لالچ کان سواءِ ڪن."

خوف ۽ لالچ کان آجو ٿيڻ قلندريءَ جي نشاني آهي. سو، بيبي رابعہ کي قلندرن ۾ ڳڻيندا آهن. قلندرن جو پير سدائين سنئينءَ واٽ تي هوندو آهي. پٺائيءَ جي ٻوليءَ ۾،

"او فائق ۾ فرمان، اوتڙ ڪنهن نہ اوليا."

سيد عثمان مروندي قلندر هو. سندس وڏو شان هو. حسيني سيدن مان هو. دنيا جهانَ جي سيرِ سفر کان پوءِ، سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. خاڪ پاڪ سنڌ ۾دفن ٿيو. هاڻي، هند سنڌ ۾، قلندر لعل شهباز جي لقب سان مشهور آهي.

•

- ٢ -

**قلندر شهباز جو احوال**
**ڪتابن ۾**

هندستان جي اوليائن ۽ اڪابر صوفين جا جيڪي مکيہ تذڪرا آهن، تن ۾ قلندر لعل شهباز جو احوال يا تہ آهي ئي ڪونہ، ۽ جي آهي تہ تمام اختصار سان. مثال جي ڳالهہ تہ شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جي تذڪري "اخبار الاخيار" کي عالمن مستند مڃيو آهي، پر منجهس قلندر شهباز تي هڪ سٽ بہ ڪانهي. ٻئي طرف انهيءَ ئي دور جي ڪيترن اوليائن تي ڪجهہ نہ ڪجهہ احوال منجهس موجود آهي.

"سيرالعارفين" جو مولف جمالي سنڌ ۾ آيو آهي ۽ بغداد ويندي، مخدوم بلال سان ملاقات ڪئي اٿس. قلندر لعل شهباز جي دوستن، بابا فريد گنج شڪر، غوث بهاوالحق ملتانيءَ ۽ صدرالدين عارف ۽ ٻين ڪيترن بزرگن جو احوال پنهنجي تذڪري ۾ لکيو اٿس، پرقلندر شهباز جي باري ۾ خاموش آهي.

سيد صباح الدين عبدالرحمان پنهنجي تذڪري "بزم صوفيہ" ۾ غوث بهاؤالحق ملتانيءَ، بابا فريد گنج شڪر، صدرالدين عارف ۽ بوعلي قلندر جو ذڪر ڪري ٿو، پر قلندر شهباز جو نالو ڪونہ ٿو ڪٺي.

انهن مڙني کان اڳاٽو تذڪرو فريدالدين عطار جو آهي، جنهن ۾ اسلامي دنيا جي وڏن وڏن اوليائن جو احوال آهي. هو غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جو همعصر هو، جنهن سان قلندر شهباز جون

رهاٽيون ٿيون. غوث پاڪ ته سندس هم وطن ڪونه هو، پر قلندر شهباز هو. ان زماني ۾ ايران ۽ افغانستان جڻ ته گڏيل ملڪ هو. ٻنهي ملڪن جون سرحدون اهي ڪونه هيون، جي هاڻي آهن، پر ان تذڪري ۾ به قلندر شهباز يا سندس متبرڪ خاندان ڏانهن ڪو به اشارو ڪونهي.

صدر ايوب خان جي زماني ۾ ٽپال کاتي سنڌي ادبي بورڊ کي خط لکي موڪليو ته "ٽن ماڻهن جي حياتيءَ جو احوال گهربل آهي: (١) قلندر لعل شهباز (٢) شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ (٣) سچل سرمست، ڇو ته سرڪار کي سندن يادگار ٽڪليون (Postal Stamps) ڪڍڻ جو ارادو آهي. مون پير سائين حسام الدين شاهه سان صلاح ڪئي. چيائين ته "ڀٽائي صاحب ۽ سچل سرمست بابت گهربل احوال ته موجود آهي، البت قلندر شهباز جي باري ۾ مستند احوال ملڻ مشڪل آهي." اسان، جيئن تيئن ڪري، ٽپال کاتي جي گهُر ته پوري ڪئي. ڪين ٽڪلي ڪڍڻي ڪانه هئي، سا ڪانه ڪڍيائون، پر سنڌ جي مجيل محققَ ۽ مصنفَ جي حيثيت ۾، پير صاحب جي راءِ اسان کي منجهائي وڌو.

عيسوي ويهينءَ صديءَ جي پوئين اڌ واري عرصي ۾ جيڪي تاريخنويسَ سنڌ جي آسمان تي اڀريا ۽ چمڪيا، تن ۾ پير صاحب جو نالو نهايت نمايان هو. ڪانئس اڳ، ٻيا به ٻه ٽي وڏا بزرگ ٿي گذريا هئا، جي آئنده هر دور ۾ به نهايت عزت ۽ احترام سان ياد ڪيا ويندا، مثلاً شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، مولوي دين محمد وفائي ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.

مرزا قليچ بيگ مختلف موضوعن ۾ گهڻا ڪتاب لکيا. انگريزن کيس شمس العلماءَ جو خطاب ڏنو. اهو نه پڇجي، ته ڪهڙي موضوع تي

ڪتاب لکيائين؟ اهو پڇجي ته ڪهڙي موضوع تي ڪونه لکيائين. پر، "قديم سنڌ ۽ ان جي مشهور ماڻهن" تي جيڪو ڪتاب لکيائين، ان ۾ قلندر شهباز جو ذڪر مختصر آهي. مولوي دين محمد وفائي ۽ جي انهيءَ موضوع تي اونهي نگاهه هئي. "تذڪره مشاهير سنڌ" نالي سان اهم ڪتاب لکيائين، جو هاڻي تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. پٺاڻيءَ تي "شاهه جي ڪلام جو مطالعو" نالي سان هڪ سهڻو ڪتاب لکيائين، پر قلندر شهباز تي ڪتاب ڪونه لکيائين. اهو حق حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ادا ڪيو. "قلندر نامو" (سنڌي) سندس يادگار ڪتاب آهي.

انهي ٽنهي بزرگن جي پنيان به ٻيا وڏا عالم آيا: علامه آءِ.آءِ. قاضي ۽ شمس العماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو. هونئن، هئا اهي ٻئي به سيوهڻ ـ سرڪار جي پاڙي جا: هڪ پاٽ جو، ته ٻيو تلٽيءَ جو، پر ٻئي پٺاڻيءَ ڏي متوجهه ٿيا. قلندر شهباز متعلق خاموش رهيا. علامه صاحب جي ته دنيا ئي ٻي هئي. ڊاڪٽر صاحب ان موضوع تي قلم ڪٽي ٿي سگهيو، پر همه وقت پٺاڻيءَ ڏانهن متوجهه رهيو. انهيءَ دؤر جي سنڌ جي مايه ناز عالمن ۽ محققن جي لڙهيءَ ۾ ٻه چار ٻيا موتي به آبدار نڪتا. سندن جوت ۽ جمال قائم ۽ دائم آهي. الله پاڪ کين وڏي حياتي ڏئي. سنڌ جي سونهن آهن: هڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻيو سائين غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب. قدرت مون کي ٻنهي جي قدمن ۾ ويهي اَدبُ ۽ ساڄهَ سِکڻَ جي سعادت نصيب ڪئي. ٻنهي جڻن وٽ علم جا املهه خزانا آهن. پر ڪڏهن به ڪنهن ڪچهريءَ ۾ مون قلندر شهباز متعلق ڊاڪٽر صاحب کان ڪا ڳالهه ڪانه ٻڌي. سائين قاسمي صاحب ته مون سان پهرن جا پهرَ ۽ ڏينهن جا ڏينهنَ يادگار ڪچهريون ڪيون آهن. ساڻس سيوهڻ

جو ذڪر بہ نڪتو. مخدوم بصرالدين جا ڪيئي دلچسپ قصا ٻڌايائين، پر قلندر شهباز جو ذڪر ڪونہ ڪيائين.

انهيءَ دور جو ٻيو بہ هڪ بزرگ هو، جو نسبتاً پاسيرو هو، انڪري جو سندس دلچسپيءَ جو موضوع رڳو سنڌ جي تاريخ ۽ ادب ڪونہ هو. ٻيا بہ گهڻائي شغل هئس، وڏو تاجر هو. سندس نالو غلام علي الله ڏنو هو. پر جيئن سائين غلام مرتضيٰ شاهہ نالو ڪٽبو، تہ گهڻ ماڻهو ڪيس سڃاڻندا، ليڪن جي ڪيس جي.ايم. سيد ڪوٺبو، تہ هرڪو سڃاڻندو ، تيئن مرحوم غلام عليءَ کي بہ جي. الانا ڪوٺبو، تہ ماڻهو فوراً ڪيس سڃاڻي وٺندا. ڪراچيءَ جو ٺيٺ سنڌي باشندو هو. سندس نشست برخواست ۾ سنڌي ڪلچر جي جهلڪ نمايان هئي. ڦريائين لس ٻيلي واريءَ پل جي پرسان البرڪات نالي گهر ۾ رهندو هو، جو پنهنجيءَ جاءِ تي چڱو خاصو ميوزيم هو. رڳو منجهس اڻلڀ ڪتابَ ۽ قلمي نسخا ڪونہ هئا، پر دنيا جهانَ جا نوادرات هئا، جي الائي تہ ڪٿان ڪٿان ڳولي گڏ ڪيا هئائين. البرڪات تي عالمن ۽ اديبن جون نشستون (SITTINGS) بہ ٿينديون هيون. هڪ دفعي، سنڌي ادبي بورڊ ۾ فون ڪيائين تہ "هن ٻيري واريءَ نشست ۾ سنڌي ادب مرڪزي موضوع آهي، سو ڪي اديبَ نمائندا ڪري موڪليو." جويي صاحب مون کي ۽ رشيد آخوند کي موڪليو. مجلس ۾ انگريزي ادب جا ماهر، پروفيسر حسن شهيد سهروردي (جو وزير اعظم حسين شهيد سهرورديءَ جو وڏو ڀاءُ هو)، بيگم شائستہ اڪرام الله ۽ اردوءَ جا ڪي سينئر اديب موجود هئا. بحث جو مرڪزي نڪتو مارئيءَ جو مثالي ڪردار هو، جيئن شاهہ ڀٽائيءَ ان کي علامتي انداز سان پيش ڪيو آهي.

سنت، الانا صاحب جو هڪ اهم ڪتاب مارڪيٽ ۾ آيو، جيڪو

قائداعظم محمد علي جناح جي لائيف تي هو ۽ محترمه فاطمہ جناح جي چوڻ تي لکڻ شروع ڪيو هئائين. پوءِ ٻيو ڪتاب قومي سورمن تي آيو، جنهن ۾ هوشو شيديءَ کي بہ شامل ڪيو هئائين ۽ ان سلسلي ۾ مون سان فون تي ڳالھ ٻولھ ڪندو رهندو هو. الانا صاحب سان منهنجا تعلقات ائين آهستي آهستي گهرا گهاٽا ٿيندا ويا. ١٩٨۴ع ۾، مان اسلام آباد بدلي ٿيس، تہ هڪ ڏينهن آفيس ۾ سندس فون آيم تہ "صبح جو سنين ٻجي نيرن مون وٽ اچي ڪر."

مون چيو تہ "حيدرآباد ۾ اوهان اچڻ شرط فون تي چيو هو تہ "ماني تنهنجي گهر جي رڌل پڪل کائيندس. گاڏي بہ تون ڏيندين. هتِ اسلام آباد ۾ بہ منهنجو گهر آهي."

چيائين تہ، "هاليڊي ان ۾ ٽڪيل آهيان. اها بہ منهنجي پنهنجي هوٽل آهي."

صبح جو سنين ٻجي نيرن کائي، اسان ڪچهري شروع ڪئي، تہ نوين ٻجي اٿيا سين. انهيءَ عرصي ۾، ڳالهين ڪندي، مون سائنس قلندر شهباز جو ذڪر ڪيو ۽ افسوس جو اظهار ڪيو تہ "هيڏيءَ وڏيءَ شخصيت تي اسان وٽ ڪوبہ مستند مواد موجود نہ هجي، رڳو اها ڄاڻ هجي، تہ ملتان ۽ سنڌ ۾ آيو. سال بہ رهيو ۽ وفات ڪيائين."

مون کي اهو احساس هو، تہ الانا صاحب آغا خاني خوجو آهي. ڪي ماڻهو چوندا آهن تہ قلندر شهباز اسماعيلي هو، سو شايد ڪانئس ڪو پيرائتو احوال ملي پوي. الانا صاحب خاموشيءَ سان منهنجي ڳالھ ٻڌندو رهيو. جڏهن ڳالهائي بس ڪيم، تہ چيائين تہ، "يانيان ٿو تہ تو قلندر شهباز تي منهنجو ڪتاب ڪونہ پڙهيو آهي."

پوءِ ٻڌايائين تہ "قلندر شهباز جڏهن اجا اينرو ننڍڙو هو، جو پيءُ

جي چيچ جهلي پنڌ ڪندو هو، تڏهن ڪان وني، سنڌ ۾ ايندو هو. هڪ پيرو نه، ڪيئي پيرا آيو. ايراني نار جي رستي سان ايندو هو. ڪيس ست پائر هئا. هڪ پيڻ سنڌ ۾ پرٽيل هئس. هڪڙي پاٽس سنڌ ۾ وفات ڪئي."

ٻيون به اهڙيون ڪي ڳالهيون ڪيائين، جي ٻڌي مان ته وائڙو ٿي ويس! انهيءَ ڪان اڳ جو ڪجهه ڪڇان، پاڻ ئي چيائين ته، "اڄ ته وڃان ٿو ڪراچيءَ. ايندڙ مهيني جي چوٿينءَ تاريخ، لاهور جي هِلٽَنِ هوٽل ۾ منهنجو ليڪچر رکيل آهي. اتان ٿي، اسلام آباد ايندس ۽ تو لاءِ ڪتاب جي ڪاپي کنيو ايندس."

مان ڪو خوش ٿيس. ڪيڙن ۾ ڪونه ماپان ! پر، چوندا آهن ته ٻندي جي من ۾ هڪڙي، ته صاحب جي من ۾ ٻي. ايندڙ مهيني جي چوٿينءَ تاريخ مون کي ڪتاب ته ڪونه پهتو، البت اهو اطلاع مليو ته الانا صاحب هي جهانُ ڇڏي ويو! سندس رحلت جو ٻڌي، ڏاڍو ڏک ٿيو. تمام ڏاڍو ڏک ٿيو. سنڌ ۾ هاڻي الانا صاحب جهڙا ماٹهو گهٽا ڪونه ٿا ملن. سچ چوندا آهن ته جڏهن ڪو ماڻهو هي جهانُ ڇڏي ٿو وڃي، تڏهن اها ڪنڊ ئي خالي ٿيو وڃي.

مون الانا صاحب جو قلندر شهباز تي لکيل ڪتاب حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا وسَ ڪيا. ڊاڪٽر الانا کي عرض ڪيم، عزيزي نفيس احمد شيخ تي بار رکيم ۽ برادرم آغا نور محمد پٺاڻ کي جناب پيار علي الانا وَٽ موڪليم. پر ڪتاب جو پتو ڪونه پيو.

هڪ ڏينهن شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ يا ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ هڪ هنڌ پڙهيم ته 'هن شهر جي پرسان قلندر شهباز جو پاءُ دفن ٿيل آهي.'

اهي اکر پڙهي، الانا صاحب جي ڳالهه وري ياد آئي. اهو به ياد آيو ته پاڻ چيو هئائين ته "ميريٽ هوٽل منهنجي پنهنجي آهي." سو جناب صدرالدين هاشوانيءَ سان وجي مليس. هڪ دفعي بئي جڻا ايوان صدر اسلام آباد ۾ ڊنر تي گڏ هئاسون. مون کي سڃاڻندو هو، سو محبت سان مليو. ساڻس قلندر شهباز جي ڳالهه ڪيم. چيائين ته، "ننڍي هوندي، پنهنجن وڏڙن کان قلندر شهباز جا ڪيئي قصا ٻڌاسين. باقي ڪتاب جي مون کي ڪابه خبر ڪانهي. اوهان پيار علي الانا کان پڇو ۽ ڪراچيءَ ۾ گارڊن جي پرسان ۽ خوجا جماعت خاني جي پنيان اسماعيليه ايسوسيئيشن وارن سان ملو. اتان ئي اوهان کي قلندر شهباز جي خبر چار ملندي."

مان آغا نور محمد پنان سان گڏجي اسماعيليه ايسوسيئيشن جي آفيس ۾ ويس. اتي شيخ محمد اقبال نالي هڪ بزرگ سان ملاقات ٿي، جيڪو ٽيهارو ورهين کان ايسوسيئيشن سان وابسته آهي. سڄي ڳالهه توجهه سان ٻڌائين ۽ آخر ۾ چيائين ته، "اصل ڳالهه اها آهي ته قلندر شهباز اسماعيلي ڪونه هو."

•

- ٣ -

حيدرآباد ۾ پنجويهه تيهه ورهيه اڳ، فردوس سئنيما جي پاسي ۾ 'شهباز ريسٽارنٽ' هوندي هئي. اتي چاءِ به ملندي هئي ۽ ماني به. مان ڪڏهن ڪڏهن سير سپاٽو ڪندو اتي ويندو هوس. ريسٽارنٽ جو مالڪ پنجاهه سٺ ورهين جي پيٽي ۾ هو. پاڻ ۾ ڪجهه گهائل مائل ٿيا سين ته ڪچهري ڪرڻ لڳاسين. هو يارُ ڳالهه ڳالهه ۾ قلندر شهباز جي ڪانه ڪا ڪرامت بيان ڪندو هو. هڪ دفعي چيائين ته "قلندر شهباز تي ڪتاب ڇپايو اٿم." اهو ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي. هفتي کن ۾ مون کي ڪتاب جي ڪاپي تحفي طور ڏنائين. سؤ ڏيڍ سو صفحن جو ڪتاب هو، پر منجهس قلندر شهباز جو ڪو به مستند احوال ڪونه هو. سڄو ڪانئين ڪرامتن سان ڀريل هو. مثلاً، هڪ دفعي شينهن تي سوار هو ۽ نانگ چهبڪ وانگر هٿ ۾ هئس. سيوهڻ ۾ آيو ته پاپي راجا سان مقابلو ٿيس. راجا لشڪر وٺي سامهون ٿيس، ته پنهنجو پاٽي پيڻ جو پيالو جو اونڌو ڪيائين، ته راجا ۽ سندس سڄو لشڪر ان جي هيٺان ائين بند ٿي ويا، جو سندن ڪوڪ ئي ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو.

هندستان جي ولين، اوليائن ۽ اڪابر صوفين جا اڪثر تذڪرا اهڙي قسم جي موادَ سان ڀريا پيا آهن. ٻيو ته نهيو ملتان جي ممتاز عالمَ، مولانا نور احمد فريديءَ، "بهاؤالدين زڪريا" نالي سان جيڪو ڪتاب لکيو آهي، تنهن ۾ قلندر شهباز لاءِ هيئن لکيو اٿس ته:

"حسيني سيد هو. نالو سيد عثمان هئس، ۽ مرند

جي رعايت سبحان المرندي ڪونائيندو هو. مٿس هر وقت سوچ ۽ استغراق جي ڪيفيت طاري هوندي هئي. جذبي ۽ مستيءَ جي گهٽائيءَ ڪري، شرعي حڪم پورا ڪونہ ڪندو هو. نماز جي تڪبير چوڻ شرط وار وار مان رت وهندو هوس. ملتان جي قاضي قطب الدين ڪاشانيءَ ڪي جڏهن ان ڳالهہ جي خبر پئي، تڏهن سندس خلاف فتوا جاري ڪيائين. تن ڏينهن ۾ قلندر شهباز ڪو ملتان جي ويجهو ڪنهن ڳوٺ ۾ رهيل هو. ڪاوڙ ۾ پنهنجيءَ جماعت ڪي هڪل ڪيائين ۽ شينهن تي چڙهي ملتان روانو ٿيو.

"غوث بهاؤالحق پنهنجي خانقاهہ ۾ ويٺو هو. سندس چوطرف عالمن جو حلقو هو. اوچتو شور ٿيو تہ سنڌ مان عثمان نالي ڪو بزرگ عجب انداز سان اچي رهيو آهي ۽ چوي ٿو تہ 'قاضي قطب الدين ڪاشاني منهنجي حوالي ڪيو نہ تہ ملتان جي سِرَ سِرَ سان ٽڪرائيندس.'

"غوث پاڪ پنهنجي نوجوان پائٽي شيخ حسن ڪي موڪليو، تہ کين نرميءَ سان سمجهايو.پر، نہ مڙي، تہ جيئن بہ ٿي سگهي، تيئن ملتان ڪي بچايو."

"شيخ حسن ڏاند تي سوار ٿي، ملتان مان مقابلي لاءِ نڪتو. شيخ عثمان پري کان ڏسي هڪل ڪيس تہ، 'او ڇوڪرا، ڏاند پاسي ڪر، نہ تہ هي شينهنُ پيٽ ڦاڙي ڇڏيندس.'"

شيخ حسن جواب ڏنس تہ "اوهان پنهنجي شينهن جو خير گهرو. ڪٿي ائين نہ ٿئي، جو هي ڏاند کيس سڱن تي کڻي، ڇيري ڦاڙي ڇڏي."

شيخ عثمان اهو ٻڌي، اڳتي وڌيو ۽ شينهن کي ڏاند تي حملي لاءِ چڙيائين. جڏهن شينهن ويجهو آيو تہ ڏاند کيس سڱن تي کڻي، هڪڙي وڻ جي ٿـڙ تي ائين کڻي سٽيو، جو مٿو ڦاٽي پيس ۽ اتي جو اتي ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو.

شيخ عثمان شينهن جي مرڻ کري باهہ ٿي ويو. گرز کڻي اڳتي وڌيو. ليڪن، شيخ حسن کيس ۽ سندس سڄيءَ جماعت کي قابو ڪري، آڻي غوث پاڪ اڳيان پيش ڪيو. غوث بهاؤالحق مٿس شفقت سان نظر وڌي ۽ فرمايو تہ، "اي لعل شهباز، اڳتي اچ." پوءِ تہ غوث پاڪ کيس پاڪر وجهي اهڙو زور ڏنو، اهڙو تہ زور ڏنو، جو قلندر شهباز فيض ۾ رڱجي، ريٽو لعل ٿي ويو."

•

-۴-

افسانہ طرازي انسان جي فطرت آهي. وڏن ماڻهن سان وڏيون ڳالهيون وابستہ ڪرڻ، سندن وڏائيءَ جا من گهڙت داستانَ ناهڻ، ساڻن مافوق الفطرت قوتون وابستہ ڪرڻ، مثلاً شينهن کي وَهَٽَ وانگر سندن سواريءَ لاءِ استعمال ڪرڻ جو سوچڻ ۽ نانگ کي وري چهبڪ جيان ڪم آڻڻ، افسانہ طرازيءَ جا اهڙا نقش ۽ نگار آهن، جيڪي انساني ذهنُ، هر هنڌ، صدين کان چٽيندو رهيو آهي. اها ماجرا رڳو سنڌ تائين محدود ڪونہ آهي.

هڪڙي تذڪري ۾ پڙهيم تہ، "ڪي درويشَ سيدنا عبدالقادر جيلانيءَ جي درگاهہ تي حاضري ڏيڻ ويا. دروازي جي اڳيان ہہ شخص زمين تي ڪريا پيا هئا ۽ بيهوش هئا. درويشن مان هڪڙي صحيح ڪري ورتو، تہ هي ٻئي جڻا 'چهل ابدالن' مان آهن، سو مزار شريف تي دعا گهرڻ مهل اها ماجرا سمجهڻ لاءِ عرض ڪيائين. جواب مليس تہ، "اهي ٻئي ابدال، روحاني طاقت جي زور تي، روضي جي مٿان اڏامندا ٿي ويا. انهيءَ بي ادبيءَ جي سزا ملي اٿن."

اها ڳالهہ پڙهي مون سوچيو تہ روزانو الائي تہ ڪيترا هوائي جهاز بغداد جي مٿان اڏامندا رهن ٿا، پر ڪين تہ انهيءَ بي ادبيءَ جي ڪابہ سزا ڪانہ ٿي ملي!

گلف جي جنگ کان پوءِ، هاڻي بغداد جي حالت اها آهي تہ يورپي طاقتن عراق جي اقتصادي ناڪيبندي ڪئي آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ معصوم ٻارڙا، دوائن ۽ کير جي خوراڪ نہ ملڻ ڪري اسپتالن ۾ ڦٿڪي رهيا آهن. اهڙا ڪي لونءَ ڪانڊاريندڙ نظارا

بي.بي.سيءَ جي پروگرامن ۾ تي. ويءَ تي ڏيکاريندا رهندا آهن، پر پوءِ بہ بغداد جي ڪنهن بہ وليءَ جي روح کي اجا تہ ڪو جهوبو اچي ئي ڪونہ ٿو.

مغربي ذهنُ، جيڪو روحاني طاقتَ بدران، عَقُلَ جي زور تي سڄيءَ دنيا تي حڪومت ڪري رهيو آهي، سو مسلمان مشاهيرن جي تذڪرن ۾ الف ليليٰ جا داستان پڙهي، حيرت ۾ پوي ٿو. ڪيس اها ڳالهہ اصل سمجهہ ۾ نٿي اچي تہ اسان پنهنجن مشاهيرن جي نقشِ قدم تي هلڻ بدران، ڪين پنهنجين ذاتي غرضن ۽ مطلبن حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڇو ٿا سمجهون؟ پنهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عقل کم ڇو نٿا آڻيون؟

سنہ ١٩٥٣ع ڌاران، ڊاڪٽر ائڊرين ڊيوآرٽ حيدرآباد جي ڦليليءَ واري ڪاليج ۾ اسان جو پرنسيپال هوندو هو. گوا جو باشندو هو، پر سنڌ سان محبت هئس، جو سڄي عمر منجهس گذاريائين. پوئينءَ عمر ۾ بہ ڪتاب لکيائين:

1. EARLY BRITISH CONTACTS WITH SIND
2. SEHWAN AND OTHER SKETCHES

پوئين ڪتاب ۾ لکيو اٿس تہ جيڪڏهن ڪو چورُ ڪنهن شخص جي رڍ يا ٻڪري ڪاهي ويندو آهي، تہ مظلوم شخص قلندر شهباز جي درگاهہ تي دانهن ڪٽي ويندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪانئس روحاني معاملن ۾ دستگيري وٺڻ سان گڏ، پاڳين ۽ چورن جي معاملن نبيرڻ ۾ بہ مدد ورتي ويندي آهي.

ڊاڪٽر ڊيوآرٽ جو اهو مشاهدو مطالع ڪرڻ تي مون کي ياد آيو، تہ هڪ دفعي حيدرآباد مان ڳوٺ پيئي ويس. پٽ شاهہ وٽان لنگهيس، تہ روضي تي حاضري ڏيڻ ويس. شاهہ سائينءَ جي مزار مبارڪ وٽ دعا گهريم ۽ پر واريءَ مسجد ۾ نفل پڙهيم. موٽڻ مهل،

پٽ تي، پينسل سان لکيل ڪن سنهن اکرن تي نظر پيم. ويجهو وڃي چتائي ڏٺم، ته هيئن لکيل هو:

"شاهه پتائي، هاٿي، مهرباني ڪري، ديدار
جي پيڻ سان منهنجي شادي جلدي ڪراءِ."

* * *

علي بن عثمان هجويري، جيڪو "داتا گنج بخش" جي شاهاڻي خطاب سان هنڌين ماڳين مشهور آهي، سو، شايد، پهريون پهريون ولي الله آهي، جيڪو مسلمان ملڪن مان هندستان آيو. لاهور ۾ ئي عمر گذاريائين ۽ وفات ڪيائين. بيشمار ماڻهو سندس اعليٰ اخلاق کان متاثر ٿي مسلمان ٿيا. مون ڪيترائي پيرا سندس ابدي آرامگاهه تي حاضري ڏني آهي. ملڪ ۾ ٻيءَ ڪنهن به درگاهه تي ماڻهن جا ايڏا ميڙَ مشڪل نظر ايندا. جمعي رات ته ايڏي پيهه، جو مزار تائين پهچڻ ئي مشڪل!

داتا گنج بخش پنهنجيءَ پرهيزگاريءَ ڪري حياتيءَ ۾ ئي ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويو هو. هڪڙي پيري، ڪو شخص پري کان پنڌ ڪري وٽس آيو ۽ پورا پنج ورهيه سندس خدمت ڪندو رهيو. پوءِ هڪ ڏينهن ڪانئس موڪل گهريائين.

داتا گنج بخش پڇيس ته، "ابا، سدا وڄ، پرخير ته آهي؟"

چيائين ته، "سائين، مان اوهان جو نالو ٻڌي، ڏاڍو پري کان پنڌ ڪري آيو هئس، ته پهتل شخص آهيو. ڪانيءَ ڪرامت جا صاحب آهيو، پر پورن پنجن سالن ۾ مون ته اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانه ڏٺي. سو، لاچار هاڻي موٽي ٿو وڃان."

داتا گنج بخش اها ڳالهه ٻڌي ڪا گهڙي ته خاموش ٿي ويو، پوءِ پيار سان چيائينس ته، "ابا، انهن پنجن سالن جي عرصي ۾ تو مون

ڪي ڪڏهن بہ ڪوڙ ڳالهائيندي ٻڌو؟"

چيائين تہ، "نہ، سائين"

داتاگنج بخش چيس تہ، "ڀلا، تو مون ڪي ڪنهن سان ڪابہ چالاڪي ڪندي ڏٺو؟"

چيائين تہ، "نہ، سائين."

داتا گنج بخش چيس تہ، "تو مون ۾ ڪابہ لالچ ڏٺي؟"

چيائين تہ، "نہ، سائين."

داتا گنج بخش چيس تہ، "پنج ورهيہ چڱو ڊگهو عرصو آهي. تو مون ڪي جاڳي واڳي ڪڏهن بہ روزو ۽ نمازَ قضا ڪندي ڏٺو؟"

چيائين تہ، "نہ، سائين."

داتا گنج بخش چيس تہ، "ابا، پوءِ ائين سمجهہ تہ مان سادو سودو مسلمان آهيان. مون وٽ ڪابہ ڪاني ڪرامت ڪانهي. وڃُي تہ تڪُ، وڃُي تہ موتي وڃ."

* * *

ماڻهوءَ ڪي اوليائن ڏانهن ڪهڙيءَ نيتَ ۽ مُرادَ سان وڃڻ کپي، اها ڳالهہ سمجهڻ لاءِ داتا گنج بخش جو گفتو سونن اکرن ۾ لکڻ لائق آهي. پر بدقسمتيءَ سان اسان جو اوليائن ڏانهن پنڌُ رڳو انهيءَ مطلب لاءِ هوندو آهي تہ، "لوح محفوظ جو لکيو بدلائي بہ اسان ڪي مڙئي هي ڪم ڪرائي ڏيو." اسان جو سڄو زور سندن ڪانيءَ ڪرامت تي هوندو آهي تہ 'ٻڌل ٻيڙا ترندا اچن.' پر فارسيءَ ۾ چوندا آهن تہ 'پيرَ پاڻ ڪونہ اُڏامندا آهن، مريد کين اُڏائيندا آهن' ، يعني ساڻن ڪوڙيون ڪرامتون منسوب ڪندا آهن.

عراقَ جي ڪنهن پير لاءِ ڪتاب ۾ پڙهيم تہ هڪڙي بادشاهہ

---

* سيد صاحب تازو ٽريفڪ جي هڪ حادثي ۾ هندستان ۾ وفات ڪئي.

سندس دعوت ڪئي. جڏهن محل ۾ آيو، تہ بادشاهہ وڏي ادب سان کيس انهيءَ ڪمري ۾ وٺي ويو، جنني دعوت جو انتظام ٿيل هو. منجهس هڪ سهڻو غاليچو وڇايو پيو هو، جنهن جي وچ ۾ سونهري تارن سان شينهن جي تصوير نهيل هئي. پر، بہ شينهن ٻيلي ۾ پلا ڪيئن نهن، سو پير کي شينهن جي شڪل ڏسي ڏاڍو غصو لڳو. تصوير کي لت هڻي چيائين تہ، "خدا جي حڪم سان اٿي کڙو ٿيءُ." جڏهن ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو، تہ ٻيهر تصوير کي لت هڻي ڏاڍيءَ ڪاوڙ مان چيائين تہ "منهنجي حڪم سان اٿي کڙو ٿيءُ."

غاليچي تي چاپيل شينهن سچي پچي شينهن وانگر گجگوڙ ڪري اٿي کڙو ٿيو ۽ چنبو هڻي بادشاهہ کي ماري وڌائين.

بادشاهہ کي پير جي دعوت جو اهڙو عمدو عيوض ڏيئي، غاليچي وارو شينهن وري تصوير ٿي ويو، يا پڇ سان نڪاءَ ڪيندو، محلات مان نڪري، جهنگ ۾ هليو ويو. اهو قصو انهيءَ ڪتاب ۾ لکيل ڪونہ هو.

•

- ٥ -

قلندر لعل شهباز جهڙيءَ مُتَبَرِڪُ شخصيتَ جي زندگيءَ جو پيرائتو احوال قلمبند ڪرڻ ته ڪنهن ڪان به ڪونه پُڳو. البت، ڏانهنِ ڪانيون ڪرامتون منسوب ڪرڻ ۾ اڳي به ڪونه گهٽايو هئائون ۽ هاڻي به ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي اٿن.

مولانا نور احمد فريديءَ جي ڪتاب ۾، شينهن تي سواريءَ جو داستان مٿي بيان ٿي چڪو آهي. پر، شهباز هوٽل واري جو ڇپايل ڪتاب به پڙهڻ وٽان آهي. ڪن ڪتابن ۾ ٻيون ڪي ڪرامتون وڏي شد مد سان بيان ڪيون اٿن. پر، گهڻو زور سيوهڻ ۾ سندن تشريف آوريءَ سان منسوب ڪرامت تي لاتو اٿن، جا مختلف ڪتابن ۽ رسالن ۾، اکرن جي ٿوريءَ گهٽيءَ مٽاسٽا سان، اجهو هيئن لکي پيئي آهي:

"جڏهن سيوهڻ پهتا، ته سڌو اتي آيا، جتي هينئر سندن درگاهه آهي. ان زماني ۾ اتي ڪسبياڻيون رهنديون هيون. ان رات جيڪو به مرد ڪيسي ۾ چار پئسا وجهي ڪنهن ڪسبياڻيءَ وٽ ويو، سو ٻيڙي ڪم ۾ ڪامياب ڪونه ٿيو. صبح جو جڏهن مڙني هڪٻئي کي حال احوال ڏنا، تڏهن سمجهي ويا، ته پڪ ئي پڪ اهو اثر انهيءَ ولي الله جو پيو آهي، جو اڄ سيوهڻ آيو آهي. پوءِ ته سڀ اچي کين پيرين پيا ۽ توبهه تائب ٿيا."

* * *

نرالي نوع جي هيءَ ڪرامت پڙهي، مون کي ياد آيو ته هڪ وڏي پرهيزگار شخصَ ۽ هندستان پاڪستان جي مسلمانَ عالمَ

سيد صباح الدين، عبدالرحمانَ* مون سان ڳالهه ڪئي ته پاڻ جڏهن ارڙهن ورهين جي عمر جو هو، ته اله آباد ۾ پڙهندو هو. اتي هڪ مندر جي هاڪ هئي، جو شهر کان ٻاهرپرو هو. چيائين ته هڪ دفعي دوستن سان گڏجي ڏسڻ ويس. پٿر جو ٺهيل هو، چوڪنڊيارو هو ۽ ڊگهو ئي ڊگهو، ايو ئي ايو، سڌو مٿي هليو ويو. الاهي ياتري ۽ زيارتي اسان کان اڳي پهچي چڪا هئا ۽ مندر ڏسي رهيا هئا، جنهن جي هڪ پاسي قدرتي نظارا اڪريل هئا، ٻئي پاسي قسم قسم جا پکي هئا، ٽئين پاسي گل، ٻوٽا، وڻ ٽڻ ٺهيل هئا ۽ چوٿين پاسي، هڪ چمن ۾، خوبصورت عريان زالون ۽ مردَ رازَ ۽ رمزَ سان هڪ ٻئي کي تڪي رهيا هئا. مون مندر جي مهنت کي پاسيرو وٺي پڇيو ته "مندر ته پاڪ جاءِ آهي، عبادتگاهه آهي. هتي هي قبيح منظر ناهڻ ۾ ڪهڙو راز آهي؟" چيائين ته، "جڏهن ياتري مندر ڏسڻ ايندا آهن، تڏهن ان جي هرهڪ پاسي کي چتائي ڏسندا آهن. اسان جون نگاهون وري سندن نگاهن کي چتائي ڏسنديون آهن، ته ڪنهن جي دلچسپي ڪهڙي نظاري ۾ آهي؟" جنهن شخص جي جنهن شيءِ ۾ دلچسپي هوندي آهي، اهو ان کي ئي تڪيندو آهي. هر شخص جو پنهنجو پنهنجو ذوق ۽ شوق آهي."

* * *

ابوالڪلام آزاد ڪنهن زماني ۾ احمد نگر جي قلعي ۾ انگريزن جي قيد ۾ هو. اسيري ءَ جي انهيءَ زماني ۾ پنهنجو شاهڪار ڪتاب "غبار خاطر" لکيائين. هڪ هنڌ لکيو اٿس ته :

هڪ ڏينهن ٻن پهرن جو پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هئس، ته بلبل جي صدا ٻڌم:

باز نوائے بلبلان عشق تو یاد می دهد

ڪمري مان ٻاهر نڪري جو ڏسان، تہ گلن جي چمن ۾ بلبل ويٺي آهي. هي علائقو توڙي جو ٿڌو ملڪ ڪونهي، پر مٿاهينءَ تي آهي، سو منجهس پهاڙي بلبل موجود آهي. احمد نگر جي ببل، ايراني بلبل وانگر، هزار داستان تہ ڪونہ آهي، پر، رسيلي گلي جي هڪڙي تان ئي ڪا گهٽ نعمت آهي! سو، ٻپهرن جي سبز چيني چاءِ جو آخرين ڍڪ بلبل جي تراني تي پيتم.

ٻئي ڏينهن صبح جو وراندي ۾ وينا هئاسين، تہ وري بلبل جي صدا ٻڌڻ ۾ آئي. مون پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ، "بلبل جي صدا ٻُڌ."

تيون ساٿي، جيڪو چمن ۾ پسار ڪري رهيو هو، سو اهي اکر ٻڌي، هلندي هلندي، بيهي رهيو ۽ ڪَنُ ڏئي ٻڌڻ لڳو. پوءِ چوڻ لڳو تہ "قلعي ۾ ڪو چڪڙو اچي رهيو آهي، تنهن جي ڦيٿن جو آواز آهي!"

ابوالڪلام لکيو آهي تہ:

"ٻڌڻ واري جي ذوق تي ويچار ڪريو! ڪيس بلبل جي صدا ۽ چڪڙي جي ڦيٿن جي رين رين ۾ ڪوبہ فرق محسوس ڪونہ ٿو ٿئي!"

* * *

هيءَ ڳالهہ آهي بہ ماڻهوءَ جي ذوق ۽ شوق جي! جنهن ڪور ـ ذوقَ ۽ ڪم ـ فهم شخصَ، قلندر لعل شهباز جهڙيءَ متبرڪ شخصيت جي سيوهڻ شريف ۾ تشريف آوريءَ تي، ڪنهن وڏي واقعي جي ظهور پذير ٿيڻ جو سوچيو، تنهن جي مٿي ۾ "ڪسبياڻين جو ڪاروبار" آيو. ان ۾ حيرت جي ڪا ڳالهہ ڪانهي، چو تہ 'فڪر هر ڪس، بقدر همت اوست.' اهڙي قبيح ڳالهہ ساڻن منسوب ڪندي،

انهيءَ نامراد شخص کي ڪوبہ حياءُ ۽ حجاب ڪونہ ٿيو، بلڪ پانيائين تہ اها ڳالهہ ڪري، سندن شانَ ۾ اضافو ٿو ڪريان!

اهڙا بَد وضعَ ماڻهو رڳو انهيءَ زماني ۾ ڪونہ هئا، هاڻي بہ جام آهن. رات ڏينهن پيا قلندر شهباز تي احسان ڪن. سندن ڪورِ ـ ذوقيءَ ۽ بي حِسيءَ جو ماتم ڪندي، پير علي محمد راشديءَ "اهي ڏينهن، اهي شينهن" ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ لکيو آهي تہ :

"سيوهڻ پراڻو شهر آهي. قلندر لعل شهباز ان جو غيرفاني بادشاهہ آهي. ڪنهن زماني ۾ اتي وڏا وڏا ماڻهو پيدا ٿيندا رهيا. هڪ دنيا پئي اتلندي هئي. سيوهڻ ڪيترن ئي ڪلچرن جو سنگم هو. انهيءَ سنگم مان سيوهائي ڪلچر اسريو. عرف عام ۾ موالين جو ڪلچر، بي فڪرن جو ڪلچر. سو، هن طرح تہ هنڌ هنڌ ڪافيون يعني ڀنگ جا اوتارا. ڀنگ، چرس، آفيم. ميلي جي موقعي تي ڏيهي پرڏيهي ڪنجرين جا ڳانا.

"ميلي جي موقعي تي قلندر سائينءَ جي شاديءَ جي رسم پوري ڪئي ويندي هئي. ان گهٽتائيءَ پوري ڪرڻ جي جوابداري هندن پاڻ تي کنئي هئي. مينديءَ جا ٿالهہ ڀري، جلوس ڪري، نڪرندا هئا خيالي طرح گهوٽ (قلندر شهباز) کي ميندي لائڻ لاءِ."

"ڪي نوابي نموني جا زميندارَ ميلي جي موقعي تي مَلَهَہ وني، وڏي شان مان سان اچي پرگهٽ ٿيندا هئا ۽ پنهنجيءَ دولت جي نمائش هن ريت ڪندا هئا تہ رپين جون جهوليون ڀري، انن تي چڙهي، بزار مان لنگهندا هئا ۽ منيون ڀري رپيا ماڻهن ۾ اڇلائيندا ويندا هئا، تہ جيئن

نالو نڪري. احسانُ قلندر سائينءَ تي ۽ نمائش پنهنجي!

"ڪن ماڻهن جو شڪ هو تہ (اهڙن نوابي زميندارن ڪي) ڪجرين جي لونجهہ بہ لڳل هوندي هئي، چو تہ ميلي واري موقعي تي، گهڻيون ئي نالي واريون ڪجريون اچي سيوهڻ ۾ ديرو دمائينديون هيون."

لعل جي ميلي جو هيءُ ذڪر پڙهي،جنهن شخصَ قلندر شهباز جي سيوهڻ ۾ تشريف آوريءَ تي "ڪجرين جي ڪاروبار" کي "پنجو اچڻ" جي ڳالهہ هُلائِي هئي، سو راشدي صاحب جو لکيل اهو احوال پڙهي، خبرناهي تہ هاڻي ڪهڙو نئون قصو هُلائي ها ؟

هر انسانُ عزت ۽ محبت جوطالبو آهي. ڪسبياڻيءَ جو ڪم جسم فروشي آهي. وچ بازار ۾ ڪير ويهي پنهنجي عزت وڪڻندو ؟ اهوئي جيڪو بکيو ۽ بيوس هوندو. تڏهن تہ سنڌ جي ڏاهن چيو آهي: "بک بچڙو تولُ، داناءَ ديوانا ڪري."

ڪنهن شهر جو حاڪمُ ڪسبياڻين تي اچي ڪاوڙيو. ڪين ڪوبہ آبروءِ وارو روزگار تہ مهيا ڪري ڪونہ ڏنائين، پر مٿانئن رات ڏينهن پادر جو وسڪارو پيو پوي! ڏاڍيون ڦاٽيون. هڪ ڏينهن پنهنجي ڏُکَ ۽ ڀُکَ جو ماتم ڪرڻ لاءِ جلوس ڪڍيائون. چون ٿا تہ جڏهن حاڪم جي محلات وٽان لنگهيون، تڏهن حافظ شيرازيءَ جو هي شعر سندن چپن تي هو ۽ اکين ۾ ڳوڙها:

در کوئے نیکنامی مارا گذر ندادند
گر تو نمی پسندی تغییر کن قضارا

[ نيڪناميءَ جي گهٽيءَ مان اسان جو لنگهڻ پاڻ پسند ڪونہ ڪيائون.

توکي اسان جي روش پسند ناهي، تہ قضا کي بدلاءِ ]

* * *

پراڻن تذڪرن ۾ قلندر سائينءَ ڏانهن ٻي روايت هيءَ مشهور ڪئي اٿن ته سدائين سوچَ ۽ استغراق جي عالم ۾ هوندا هئا، سو روزي نماز جو پورو خيال ڪونه رکندا هئا. البت، ڀنگ جام پيئندا هئا. ان سلسلي ۾، تذڪرة الانساب، رياض الاولياء، تذڪرة الفقراء، برڪت الاولياء، اخبار الاولياء ۽ تاريخ الاولياء جا نالا سند طور ڏين ٿا. ليڪن، "معارج الولايت" واري جا اصل لفظ هي آهن:

وے صاحب کمالات ظاهری وباطنی و تصرفات صوری و معنوی بود ـ خوارق و کرامات بی اختیار از وی بظهور می آمدند ـ اصل وے از سندهـ است و از سادات عظام حسینی است ـ نام نامی وے سید عثمان مرید و خلیفه شیخ الاسلام بهاؤ الدین ذکریا ملتانی است ـ چون جذب و مستی بغایت داشت پابند احکام شرع نبود ـ لباس سرخ داشتیے و خطاب شهباز از پیشگاه پیر روشن ضمیر بوے عطا شد در میان خلق بسبب طریق ملامیة وے بحضرت شهباز قلندر اشتهار یافت ـ

هائي، هن اقتباس ۾ 'ڀنگ پيئڻ' جي ته ڳالهه ڪانهي! پر، تنهن هوندي به ڪن ڪتابن ۾ جو ڀنگ جي روايت بيان ڪئي اٿن، ته ان تي به ويچار ڪجي ته خبر پوي ته مجهس ڪيتري قدر حقيقت آهي يا اها به رڳو افسانه طرازي آهي!

چوندا آهن ته ماڻهو سڃاڻندو آهي پنهنجي سنگت سات سان. قلندر شهباز جا هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ، جن بزرگن سان گهڻي ۾ گهڻا لڳ لاڳاپا ٿيا، تن ۾ غوث بهاؤالحق ملتاني، بابا فريد گنج شڪر

۽ سيد جلال سرخ بخاريءَ جا نالا مشهور آهن.

غوث بهاؤالحق سڄي هندستان جو شيخ الاسلام هو. سندس عبادت ۽ رياضت بابت ڪجهه به چوڻ سج کي ڏيئو ڏيکارڻ آهي. ڏانهنِ ڪوبه غير شرعي ڪم منسوب ڪرڻ حد درجي جي بي ادبي آهي. سندن عبادت جو اهو شان هو، جو هڪ ڀيري هڪ رڪعت ۾ سڄو قرآن پاڪ پڙهيائون. سندن حويليءَ جون ٻانهيون به جنڊ پيهڻ مهل، مٺي آواز سان 'ذڪر' ڪنديون رهنديون هيون.

بابا فريد ايڏو نه وڏو اولياءُ هو، جو سندس وفات کان پوءِ، مغلِ اعظم، اڪبر جهڙو هاڪارو مغل بادشاهه وڏي ادب سان سندس ابدي آرامگاهه تي حاضري ڏيڻ ويندو هوءِ ڏيان ۽ ايڪانت ۾ پهرن جا پهر وينو هوندو هو.

بابا فريد انن پهرن ۾ هڪ ويلو ماني کائيندو هو. هڪ ڀيري سندس مريد ڪرڙَ جي ڏيلهُنِ جو ٻوڙ چاڙهيو. ماني کائڻ وٺا، ته بابا فريد چيو ته، "بوئے اصراف مي آيد." مريد ٻاسيو ته "برابر، ٻوڙ لاءِ لوڻ ڪونه هو. سو، پئسي جو لوڻ دڪاندار کان اوڌر تي وٺي آيس، ته توکي سپاٽي ڏيندس." اهو ٻڌي، بابا فريد، مانيءَ مان هٿ ڪڍي ڇڏيو. رُکو سکو ٽُڪر وات ۾ وجهي، پاڻي پي ڇڏيو ۽ چيائين ته: "بابا حياتيءَ تي ڪهڙو ڀروسو! قرض جو بار، سڀاڻي تائين ڪيئن کڻبو."

هاڻي، ڪم عقل کان ڪم عقل ماڻهو به سوچي سگهي ٿو ته ايڏا پرهيزگار ۽ عبادت گذار شخصَ، جن جي عبادت ۽ اخلاق کان متاثر ٿي، لکين ماڻهو ابي ڏاڏي جو دين ڌرم ڇڏي مسلمان ٿيا، تن سڄي ملڪ ۾ جيڪو چوٿون يار ڳولهي ڳولهي وڃي هٿ ڪيو، سو نماز روزي کي نه ويجهو ڪونه ويندو هو. البت، رات ڏينهن پنگ

وڏي ذوق شوق سان پيئندو رهندو هو!

* * *

قلندر سائينءَ ڏانهن تين ڪرامت هيءَ منسوب ڪئي اٿن تہ پاڻ سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪري، ڪا ايراضي پسند ڪيائون تہ ان جو مالڪ اچي نڪتو ۽ ساڻن تڪرار ڪيائين. پاڻ ڪاوڙ ۾ ڪيس لٺ وهائي ڪڍيائون، سو تڏي تي مري ويو. سندس وارثن جڏهن دانهن ڪوڪ ڪئي، تہ فرمايائون تہ "بابا، مون تہ ڪنو ماريو آهي." -- اجا جو وجي قبر کوٽن، تہ واقعي مئل شخص جي جاءِ تي ڪنو پوريو پيو آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ پنهنجي ڪتاب 'سوانح قلندر' ۾، هن روايت تي هيٺيون تبصرو ڪيو آهي. لکيو اٿس تہ :

> "اهي ڳالهيون ڪنهن عالم، فاضل ۽ اهل الله ڏانهن منسوب ڪرڻ بلڪل غلط آهي. اهل الله ڪنهن جو استحصال نہ ڪندا آهن، پوءِ ڪهڙي بہ مذهب جو هجي. هو تہ پرمار ۽ ظلم جا مخالف هوندا آهن. انهن ڳالهين جي روشنيءَ ۾ اها روايت جڙتو سمجهڻ گهرجي، جنهن جو حقيقت سان ڪوبہ تعلق ڪونهي. اهل الله جي مانَ مرتبي ۽ ڪردار کي سامهون رکي ائين ٿو سمجهي، تہ بزرگ جاءِ جي مالڪ کان رضا خوشيءَ سان موڪل ورتي، ان جاءِ تي پنهنجو آستانو اڏيو هوندو."

ميمڻ صاحب عقل ۽ انصاف جي ڳالهہ ڪئي آهي تہ الله وارن ڏانهن 'خرافات' منسوب ڪرڻ ۽ انهن کي وري سندن پٺرين، ٻي ۽ ٽين ڪرامت ڪوٺڻ، حد درجي جي ڪم فهمي ۽ ڪم ظرفي آهي. هونئن بہ سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ ماڻهو ڪنو ڪيئن ٿي ويندو؟

الله سائينءَ تہ ڪيس انسان ڪري خلقيو هو، پر قلندر شهباز کي ڪاوڙ آئي، سو ڪنو ڪري چڏيائينس.

جناب تاج صحرائيءَ تہ "ولين جو ادارو" مضمون ۾ لکيو آهي تہ "اهو هنڌ جتي قلندر شهباز آستانو اچي اڏيو، سو اصل ۾ قديم هندڪو عبادتگاهہ هو. اتي دونهيون دکنديون رهنديون هيون، جن کي مسلمان وري 'عليءَ سائين جو مچ' ڪوٺيندا هئا."

جناب انعام محمد بہ پنهنجي انگريزي ڪتاب ۾ ساڳي اهڙي ڳالهہ ڪئي آهي تہ 'جتي قلندر شهباز جو هاڻي روضو آهي، اتي اڳي شِوَ جو مندر يعني هندڪو ـ عبادتگاهہ هوندو هو' سائين جي. ايم. سيد بہ اهائي ڳالهہ ڪئي آهي.

اها ڳالهہ دل سان بہ لڳي ٿي، ڇو تہ ٻين هنڌن تي اهڙا مثال موجود آهن. مثلاً: ملتان ۾ غوث بهاؤ الحق جي درگاهہ پرهلاد جي تاريخي مندر سان گڏوگڏ بيٺي آهي.

مندرن سان گڏوگڏ مسجدون ۽ درگاهون، غوث بهاؤالحق ۽ قلندر شهباز جهڙين تاريخ ساز شخصيتن جا حقيقي ڪرشما ۽ ڪرامتون آهن. پر، تذڪري نگارن انهن تي غور ئي ڪونہ ڪيو.

پير علي محمد راشديءَ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "هن دنيا ۾ اڪثريت عقل جي انڌن جي رهي ٿي." تن عقل جي انڌن قلندر شهباز سان انڌيون ۽ اونڌيون ڪرامتون منسوب ڪيون، ۽ پوءِ انهن کي اکيون ٻوٽي ڪتابن ۾ نقل ڪندا ويا. هاڻي جو ڪٿي اهي ڪتاب پڙهہ، تہ صورت حال هيئن بيٺي آهي:

١. ڪچرين جو ڪاروبار ٻهرينءَ رات لاءِ بلڪل بند. ليڪن، بعد ۾، ميلي جهڙي متبرڪ موقعي ۾ بہ ٻَڪا ۽ ٻَڪن ۾ بدمٽيون موجود.

٢. ينگ جي ڏندن کوندن ۽ گهرڙِ گهوٽَ جي اڳي بہ عام اجازت ۽ هائي بہ جاري ۽ ساري.

٣. خدا انسان کي "احسن التقويم" ۾ خلقيو هو، پر قلندر شهباز کاوڙ ۾ کنو کري ڇڏيس.

٤. قلندر لعل سڄي عمر، سَني جَتني تي رهيو، پر اها ڳالهہ هندن کي اصل کانہ وڻي. تن سندن وفات کان پوءِ، سگهو ئي سندن شاديءَ جو سعيو ڪيو ۽ راشدي صاحب جي چوڻ موجب، "هائي هرسال مينديءَ جي رسم پوري ڪندا آهن."

ڪتابن ۽ تذڪرن ۾، قلندر شهباز سان منسوب اهي ڪرامتون ۽ قصا پڙهي، ماڻهو سوچيندو تہ حافظ شيرازيءَ حق تي دانهن ڪئي هئي:

مـا را بـہ رنـدی، افـسـانـہ کـردنـد
پـيـرانِ جـاهـل، شـيـخـان گـمـراه

•

- ٦ -

ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار "ڊان" ۾ WORDS OF WISDOM "ڏاهپ جا اکر" عنوان هيٺ بعضي بعضي سهڻيون ڳالهيون نظر اينديون آهن. هڪ دفعي هي گفتو لکيل هو:

RICH IS THE PERSON WHO HAS A PURPOSE IN LIFE

"امير آهي اهو ماڻهو، جنهن جي زندگي بامقصد آهي."

ٻئي دفعي وري انهيءَ عنوان هيٺ هي گفتو نظر آيو:

"ڪرامتون هاڻي به ٿين ٿيون، پر اسان جي
مٿن نظر ڪانه ٿي پوي."

قلندر لعل شهباز جي ڪرشمه ساز شخصيت جي حقيقي ڪارنامي ۽ ڪرامت تي ڪنهن جي به نظر ڪانه پئي، ته شو جو مندرُ، قلندري آستانو ڪيئن ٿي ويو، جو ته اله آباد واريءَ عبادتگاهه جي ياترين وانگر اسان جا تذڪري نگار به ڪتابن ۾ پنهنجيءَ پنهنجيءَ پسند جو منظر چِٽيندا رهيا. درحقيقت، دنيا جي ميلي ۾ هر انسان پنهنجيءَ پنهنجيءَ پسند جو منظر ڳولي ٿو.

هاڻي، هنن غلط روايتن جي گرد ۽ غبار ۾ قلندر لعل شهبازَ جي متبرڪ قدمن جا صحيح نشان ڳولڻ، انڪري به ڏکيرو ڪم ٿي پيو آهي، جو وقتُ پهنجي بي رحم دستور موجب، "وُجُودَ" تي "عَدَمَ" جا پَڙن مٿان پَڙَ چاڙهيندو رهيو آهي. قلندر شهباز کي هن جهانَ کان پردو اختيار ڪئي، پريا ست سؤ ورهيه ٿيا. ان وجهه، پٺائيءَ جي ٻوليءَ ۾:

لڳي لڳي واءِ، ويا انگڙا ئي لٽجي.

سنڌ ۾ انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾، علمي لحاظ کان، هڪ تمام

سهڻو ڪم ٿيو. شاهه سائينءَ جي حياتيءَ، ڪلام ۽ پيغام تي گهري تحقيق (IN-DEPTH STUDY) ٿي. شاهه جو پهريون پهريون رسالو، هڪڙي يوروپي عالمَ ئي جرمنيءَ مان ڇپايو. ڪا محنت ڪئي هوندائين! سنڌي زبان جي پهريون پيرو، ديارِ غير ۾، ٽائيپ نهرائي هوندائين، ۽ الائي تہ ڪيڏا ڪشالا ڪڍيا هوندائين.

انگريزَ ١٩٤٧ع ۾ هتان هليا ويا. اسان جو ملڪ غلاميءَ مان آزاد ٿيو، ۽ پير علي محمد راشديءَ جي لفظن ۾: "هندُ کي سوراجُ ۽ سنڌُ کي پاڪستان جُڙيو." سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم جي واڌاري واسطي جدا جدا ادارا ۽ يونيورسٽيون ۽ شاهه سائينءَ جي آفاقي ڪلام کي عام ڪرڻ لاءِ خاص انجمنون ۽ مرڪز جڙيا. ڪئين ڪروڙين رپيا خرچ ٿيا. پر، ڪنهن ڪان بہ اينرو ڪونہ پُڳو، تہ ارنيسٽ ٽرمپ جي سنڌ ۽ اهلِ سنڌ تي احسان جي اعتراف طور، سندس ياد ۾ ڪو باوقار جلسو ئي ڪري! بي حسيءَ ۽ بي مروتيءَ جي حد آهي.

· حمیت نام تھا جس کا، گئی تیمور کے گھر سے

هڪ انگريز ڪمشنر پنهنجيءَ نياڻيءَ جي تعليم ۽ تربيت لاءِ، شاهه سائينءَ جي حياتيءَ جو احوال لکرايو. ٻئي هڪ انگريز اعليٰ عملدار، جنهن سنڌ ۾ نوڪري ڪندي، سنڌي ٻوليءَ تي سٺو ملڪو حاصل ڪري ورتو هو. شاهه سائينءَ جي حياتيءَ، ڪلام ۽ پيغام تي تحقيق ڪري، SHAH ABDUL LATIF OF BHIT نالي سان هڪ اهڙو تہ شاهڪار ڪتاب لکيو، جنهن جهڙو ٻيو تحقيقي ڪتاب اجا تہ سنڌ ڪونہ لکي سگهي آهي. ڪتاب ڇا آهي جڻ تہ شاهه سائينءَ جي زماني جي "سنڌ جي انسائيڪلوپيڊيا" آهي، ۽ سورلي ان کي اهڙن تہ دل ڇڪائيندڙ اکرن ۾ سنڌ جي عوام ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جو پڙهہ تہ اکيون آليون ٿي ٿيون وڃن. پر، سنڌ جي ڪنهن بہ عالم يا اديب کي

اها توفيق ڪانہ ٿي، جو پنهنجو ڪتابُ سورلي ڏانهن منسوب ڪري.

"جي وَڏَ جن سونهن، سي وَڏَ سي ئي ڪن."

سورلي نوڪريءَ مان رٽاير ڪيو، تہ ست سمنڊ پار بہ سنڌ ۾ ڀٽائيءَ کي ڪونہ وساريائين. روڊيشيا ۾ گهرڙو ڪري وهڻ ڪان پوءِ، سڄيءَ دنيا جي اڍائن هزارن ورهين جي چونڊ "غنائيہ شاعري" * (LYRICAL POETRY) تي (MUSA PARVAGUNIS) نالي سان ٻيو عمدو ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ دنيا جي اعليٰ ڪان اعليٰ شاعرن سان ڀيٽ ڪري، ڀٽائيءَ کي پهريون نمبر ڏنائين. سندس اصل انگريزي لفظ هي آهن:

> "BUT TO ME IN THIS GATHERING OF EXCERPTS FROM THE WORKS OF THIRTEEN REAL POETS, SPEAKING SIX DIFFERENT LANGUAGES, THE FIRST PLACE GOES TO ṢHAH ABDUL LATIF OF SINDH"

[پر، منهنجي خيال موجب، (دنيا جي) تيرهن سچن
شاعرن مان، جيڪي ڇهہ مختلف ٻوليون ڳالهائن ٿا،
پهرئين نمبر تي سنڌ جو شاهہ عبداللطيف اچي ٿو.]

قلندر لعل شهباز تي بہ ڪو ارنيسٽ ٽرمپ، ڪو ڊاڪٽر سورلي تحقيق ڪري ها، تہ غلط روايتن جي گرد و غبار ڦهلجڻ بدران، اڄ جيڪر سندن حياتيءَ ۽ پيغام تي HIGH WAY OF INFORMATION "معلومات جي شاهراهہ" جڙي پوي ها.

متئين ءَ صورت حال تي ۾، مون کي قلندر شهباز تي سلسلي ۾، جيڪي چار چڱيرا ڪتاب اهڙا نظر آيا، تن جو مختصرجائزو وٺي، انگ اکرَ پڙهندڙن جي خدمت ۾، ادب سان پيش ڪريان ٿو، تہ جيئن ڪين سنڌ جي هن ولي الله جي متبرڪ خدو خال جو ذهن ۾ ڪو خاڪو تيار ڪرڻ ۾ مدد ملي.

•

---

* غنائيہ شاعري يعني اهو ڪلام جيڪو ڳائي سگهجي. 'مُغني' معنيٰ ڳائڻو. يورپ ۾ اڄڪلهہ اهڙو شعر بہ لکجي ٿو جيڪو ڳائبو ڪونهي. پڙهبو آهي.

- ٧ -

**قلندر نامو سنڌي**

هيءُ ڪتاب حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ سنہ ١٩٠۴ع ۾ لکيو ۽ شڪارپور جي ڪتب فروش، منشي پوڪرداس ساڳئي سال شايع ڪيو.

حڪيم فتح محمد سيوهڻ جو وينل هو. سندس شمار ويهينءَ صديءَ جي شروعاتي برک سنڌي عالمن ۽ اديبن ۾ ٿئي ٿو. سنڌي زبان ۾ قلندر نامي سنڌيءَ کان سواءِ ٻيا بہ ڪتاب لکيائين، جن ۾ "حيات‌النبي"، "ميراڻي سنڌڙي" ۽ "آفتاب ادب" مشهور آهن. چوٿون ڪتاب "ابوالفضل ۽ فيضي" آهي، پر اهو ننڍڙو آهي. ضخامت جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏو "حيات النبي" آهي.

سنڌي زبان ۾، هن وقت تائين جيڪي بہ ڪتاب شايع ٿيا آهن، تن ۾ ٻيو ڪوبہ ڪتاب ڪنهن بہ موضوع تي "حيات النبي" کان وڏيڪ ڪونہ ڇپيو آهي. پهريون ڇاپو تہ الاهي ڪنهن ۽ ڪٿي ڇپيو هو. پر، پوءِ جا سڀ ڇاپا سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا. ڪتاب جي ايڏي مقبوليت ان ڳالهہ جو بہ پڪو پختو دليل آهي تہ سنڌ جي ماڻهن کي 'ڪهڙيءَ اعليٰ ۽ ارفع شخصيت جي ڳالهہ' سڀ کان گهڻي وڻي ٿي:

ماهرچہ دانسيم، فراموش کردئيم
الا حديث يارُ، کہ تکرار مي کنيم

[اسان جيڪي بہ سکون ٿا، سو سڀ وساري ڇڏيون ٿا
سواءِ يارَ جي ڳالهہ جي، جيڪا وري وري ڪريون ٿا.]

حڪيم صاحب سنو اديب بہ هو ۽ هوشيار طبيب پڻ. سيوهڻ

مان لڏي ڪراچيءَ اچي وينو هو، جو سيوهڻ پؤٽو پوندو تي ويو ۽ ڪراچي اسرندڙ شهر جي صورت وٺي رهي هئي. اها ڳالهه حڪيم صاحب جي "مستقبل جي سوچ" جي نشاندهي ڪري ٿي. موصوف راڄنيتي مسئلن يعني ان دؤر جي "امورِ سياست" ۾ بہ گهري دلچسپي رکندو هو. مون سان رحيم بخش سومري صاحب ڳالهہ ڪئي تہ، "بابا (خانبهادر الله بخش سومرو، چيف منسٽر سنڌ) مون کي موٽر ۾ ساڻ ڪٺي، حڪيم صاحب جي دواخاني تي هلندو هو. مُلڪَ اڃا آزادي ڪانہ ماڻي هئي، سو پوليس وارا وڏن ماڻهن جي موٽرن اڳيان توتارا وڄائيندا ڪونہ ويندا هئا. ننڍي وڏي وزير جي ڪار بہ ٻين عام خاص ماڻهن جي موٽرن وانگر پنهنجو پاسو ڏئي رستي سان خاموشيءَ سان لنگهي ويندي هئي. حڪيم صاحب اسان کي ڏسي، دواخاني جي اڳيان آرام ڪرسيون وڇائيندو هو ۽ پنهنجي پائنتي کي چاءِ ناهڻ لاءِ چوندو هو. پوءِ اسان چاءِ بہ پيئندا هئاسون ۽ حڪيم صاحب سان سنڌ جي سياست تي ڪچهري بہ ڪندا هئاسين."

حڪيم صاحب جهڙا بزرگَ پنهنجي عزيز اقاربَ، يارَ دوستارَ، پاڙي پنبي، راڄَ، ترَ، شَهرَ ۽ وَطُنَ جي معاملن ۾ گهري دلچسپي وٺندا هئا ۽ هر معاملي ۾ پنهنجو فرض ادا ڪندا هئا. سو حڪيم صاحب اِن ڳالهہ کي پنهنجو فرض سمجهيو، تہ قلندر شهباز جي مقدس حياتيءَ تي ڪتاب لکي، ڇو تہ سندس چوڻ آهي تہ "اڄ ۾ قلندر شهباز تي سنڌي زبان ۾ ڪو بہ ڪتاب ڪونہ لکيو ويو هو."

مون حڪيم صاحب جو ڪتاب پڙهيو آهي. شروع ۾ جناب شيخ عبدالواسع "عبد"، حڪيم صاحب جو 'تعارف' لکيو آهي، جنهن ۾ حڪيم صاحب جي علمي خدمتن سان گڏ ان دور جي ادبي ماحول ۽ سرگرمين جو ذڪر بہ آهي. پر، ڪٿي اشاري سان بہ ائين

چيل ڪونہ آهي تہ قلندر شهباز تي سنڌي زبان ۾ ڪي ڪتاب اڳيئي موجود آهن ۽ هاڻي حڪيم صاحب هي نئون ڪتاب لکي، انهن ۾ واڌارو ڪيو آهي. اها حقيقت بہ ان ڳالهہ جي تصديق ڪري ٿي تہ قلندر نامي سنڌيءَ ڪان اڳ سنڌي زبان ۾ قلندر لعل شهباز تي ڪوبہ معتبر ڪتاب لکيل ڪونہ هو.

حڪيم صاحب پنهنجي 'پيش لفظ' ۾ چيو آهي تہ ڪيس گهڻا قلمي ڪتاب دستياب ٿيا، جن مان انتخاب ڪري "قلندر نامو" سنڌي ناهيائين. خاص طرح سان ٽن ڪتابن مان مدد ورتائين. ١.تذڪره مشائخ سيوستان، ٢. قلندر نامو فارسي ۽ ٣. اخبار الاخيار. انهن ٽنهي ۾ قلندر نامي فارسيءَ جي گهڻي تعريف ڪئي اٿس ۽ اهو بہ لکيو اٿس تہ ان جو لکندڙ معلوم نہ آهي. ان روايت ڪي بہ رد ڪيو اٿس تہ مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جو لکيل آهي، ڇو تہ منجهس ڪجهہ احوال 'تذڪره مشائخ سيوستان' تان ورتل آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب جي حياتيءَ جو احوال، وفات جي تاريخ سميت ڏنل آهي. حڪيم صاحب اهو پڻ چيو آهي تہ "ڪيترا ڪتاب اهڙا بہ هٿ آيا، جيڪي نامحقق هئا. انهن ۾ هڪ تہ گلستان جيڏو ضخيم هو، پر نامحقق هو." يعني غلط روايتن ۽ ڪوڙين ڪرامتن سان پريل هو.

حڪيم صاحب قلندر نامو سنڌي سنہ ١٩٠۴ع ۾ لکيو ۽ ساڳئي سال ان کي شڪارپور جي تاجر ڪتب منشي پوڪرداس شايع ڪيو، جيڪو سنڌي ڪتابن جو واپاري بہ هو ۽ ناشر بہ پڻ. مون سنہ ١٩۴٣ع ڌاران، ڪيس ڏٺو. اچا بار هئس، پر اينترو ياد اٿم تہ سندس دڪان وچ بزار ۾ هو ۽ ان تي گولا (پيٽرومئڪس) پئي بريا. سومهانيءَ جي مهل هئي، پر سندس دڪان تي چڱي پيهہ هئي.

بابا سائينءَ کي خليفي نبي بخش جو سرائڪيءَ ۾ سسئي

پنهونءَ جو منظوم قصو ونٹو هو، جو منشي پوڪرداس جو لٿو ۾ ڇپيل هو. اسان کي چگّي دير ڪتاب لاءِ انتظار ڪرڻو پيو، جو الاهي ماٺو اڳيئي دڪان اڳيان بيٺا هئا. ان زماني ۾ گھٹا تٹا ڪتاب لٿو ۾ ڇپبا هئا.

منشي پوڪرداس هو تہ ڪتابن جو واپاري، پر واپار جي سانگي سان ئي سهي، سنڌي زبان ۽ ان جي ادب جي تہ وڏي خدمت ڪري ويو. هندستان ۾ منشي نولڪشور اردو ادب جي خدمت ڪئي، تہ اڄ اردو عالم پاڪستان ۾ سندس ساراهہ جا قصيدا ڳائيندا رهن ٿا. پر، اسان وٽ جيڪڏهن ڪتابن ۽ رسالن ۾ هاٹي منشي پوڪرداس جو نالو نشان بہ نظر ڪونہ ٿو اچي، تہ ان ۾ حيرت جي ڳالهہ ڪانهي. احسان جو قدر ڪرڻ لاءِ ماٹهوءَ ۾ شناس جو انگ هئڻ ضروري آهي.

•

- ٨ -

### سوانح حيات قلندر

سنڌي زبان ۾ قلندر شهباز تي پهريون پهريون معياري ڪتابُ حڪيم صاحب جو آهي، ته پويون اهم ڪتاب "سوانح حيات قلندر" جي نالي سان ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو آهي. ٻئي اڻلڀ آهن. عزيزم الطاف آگري حڪيم صاحب جي ڪتاب جي فوٽو ڪاپي برادرم عبدالقادر جوڻيجي کان هٿ ڪري ڏني، قلندر شهباز تي ٻه ڪتاب ٻيا ٻه ڏنائين، پر چيائين ته رڳو ڪرامتن جا انبار هئا. عزيزم ناشاد وري ميمڻ صاحب جو ڪتابُ، برادرم غلام محمد لاکي کان وٺي موڪليو. اينتري ۾، ميمڻ صاحب ٻه ڪتاب جي ڪاپي موڪلي ڏني، ۽ ٻڌايائين ته "ڪجھ عرصي کان ناچاق هئس." مڙني مهربانن علم پروري ڪئي. اها سندس سخاوت جي نشاني آهي.*

هندستان جي هڪ سنڌي پروفيسر، مسز روما ڪي سنڌي ٻولي ٻاهران ٻاهران ڪتاب ڪپندا هئا. "چنيءَ چماهيءَ، مون کي خط پٽ لکندي رهندي آهي، سو اميد رکي، گهُر ڪيائين. مون کيس گهربل ڪتابَ موڪليا. ڏاڍي خوش ٿي. پڇا تي ٻڌايائين ته "اسان حيدرآباد جا سنڌ ورڪي آهيون. اتان سائگان لڏي وياسين، جنان وري ڪجھ سالن کان پوءِ فرانس لڏي آياسين. مان پئرس مان فرينچ ۾ پي. ايچ. ڊي. ڪري رهي آهيان. هاڻي هندستان آيا آهيون، ته مائٽن زور رکيو آهي، ته

* ميمڻ صاحب مون کي ڪتاب موڪليو ۽ سڪ ڀريو خط لکيو. مهينن کان پوءِ خبر پيئي ته پاڻ وفات ڪري ويو. ڏاڍو ڏک ٿيو. الله سائينءَ کيس جنت مرحمت ڪري. مرجايون ڏي.

سنڌي ڀاڪن تي ريسرچ ڪر. سو ان لاءِ ڪتاب ڪپن. پر، هنان جا سنڌي هندو ڀائي سخت ڪنجوس آهن. مجال جو ڪٿي ڪو ڪتاب ڏسڻ لاءِ ڏين!"

سندس شڪايت ٻڌي افسوس ٿيو. هند جا هندو هجن يا سنڌ جا مسلمان، علم ۾ بخل ته حيرت جهڙي ڳالهه آهي!

سنڌي زبان ۾ قلندر شهباز تي رڳا ٻه ٽي مختصر ڪتابَ هجن، سا به حيرت جهڙي ڳالهه آهي! سنڌ جي ماڻهن کي ته **لعل** سائينءَ سان عشق آهي.

سنڌ ۾ ايامن ڪان وٺي وڏي ۾ وڏا ميلا ٻه لڳن ٿا: هڪ لعل جو ۽ ٻيو ڀٽائيءَ جو. جي چئجي ته انهن ٻن ميلن ۾ سوين هزارين ماڻهو اچن ٿا ته ڪوبه وڌاءُ ڪونهي. ايڏي تعداد ۾ ماڻهن جو ميلن ۾ اچڻ ٻه ڳالهيون ڏيکاري ٿو: هڪ ته خلقَ جي لعل ۽ ڀٽائيءَ سان عقيدت ۽ ٻيو ميلي ۾ وندر ورونهن. جيڪڏهن ائين چئجي ته خلق رڳو اوليائن سان عقيدت ڪري اچي ٿي، ته به صحيح ڪونهي. ٻهراڙين جا ماڻهو ڏاڍا مجبور آهن. ڪين وندر ورونهن آهي ئي ڪونه. هڪڙا ويچارا دال مانيءَ لاءِ رات ڏينهن هڻ هٿان ۾، ته ٻيا وري نڪمٽا خان، جن کي سواءِ پيٽ پري ڪائڻ جي ٻيو ڪو ڪم ڪونهي. سو، غريب غربو جو ميلي جو ٻڌي، ته هن لاءِ ته جڻ عيد ٿي! سائين جي. ايم. سيد چوندو هو ته چوڻي آهي ته، "ياران جهرمر لاني، ساڏا روح به نه رهيا." لعل ۽ ڀٽائيءَ جي ميلن ۾ ته هشامَ ماڻهن جا مڙن ٿا.

ٻنهي اوليائن سان خلق جي عقيدت جي ٻي به ثابتي آهي. منهنجو دوستُ، دريا خان ڪوريجو، اوقاف کاتي جو چيف ايڊمنسٽريٽر هو. سنڌ ۾ جن درگاهن تي خلق سڀ کان گهڻو نذرانو ڏئي ٿي، تن جا نالا پڇيامانس، ته چيائين ته قلندر شهباز ۽

پٺاڻي بادشاهه جا نالا انهن ۾ سرفهرست آهن.

جيڪڏهن اهو نذرانو سرڪاري ٽئڪس هجي ۽ زوريءَ وصول ٿيندو هجي ته بي ڳالهه ٿي، پر غريب ماڻهو جو لکين رپيا هر سال سڪ سان نذرانو رکن ٿا ته اها سنڌن دلين ۾ اوليائن جي عقيدت جي پڪي پختي ثابتي چئبي.

تاهم، حقيقت اها آهي ته سنڌي زبان ۾ حڪيم صاحب جو ڪتاب سنه ١٩٠۴ع ۾ ڇپيو ته ان جو ٻيو ڇاپو مس مس وري وڃي سٺر سالن کان پوءِ نڪتو. سيد قطب علي شاهه حسيني، سيڪريٽري اوقاف، ان سان گڏ، مرحوم ضياءُ الدين جو انگريزي زبان ۾ ڪتابڙو به ڇپايو، پر اهو هاڻي نظر ڪونه ٿو اچي.

ميمڻ صاحب جو ڪتاب به اوقاف کاتي ڇاپيو آهي. ١٩٩٥ع ۾ ڇپيو آهي. تڏهن به سولائيءَ سان ڪونه ٿو ملي. پنو سادو اٽس. جلد ڪچو، پر دلڪش ڇپيل صاف آهي.

* * *

### قلندر شهباز جا ميلا ۽ ڪاميٽيءَ جا ڪتابڙا

قلندر شهباز ميلا ڪاميٽي، ساليانن ميلن جي موقعي تي، نندا نندا ڪتابڙا ڪيا آهن، جن ۾ ڪي ڪي مضمون معلوماتي آهن. انهن ڪتابڙن مان چونڊ مضمون گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪجن، ته اهو به قلندر شهباز تي معلومات جو چڱو ذريعو ٿيندو.

•

- ٩ -

## شاهباز نامو

ڪوٽڙي ڪبير جي ميان غوث محمد گوهر "شاهباز نامو" نالي "قلندر شهباز سان منسوب" فارسي ڪلام جو سنڌي ترجمو، پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري، سهڻي نموني ۾ ڇپايو آهي. سنڌ جي زميندار طبقي مان علم ۽ ادب جي سرپرستيءَ جو جذبو هاڻي تقريباً ختم ٿي ويو آهي، پر ميان صاحب، بنيادي طرح، هڪ وڏي تاريخي اهلِ علم خاندانَ جو وارثُ آهي، سو پنهنجي بنيءَ باري جي ڪمائي بہ ڪتابن سانڍڻ ۽ ڇپائڻ تي خرچ ڪري ٿو. انهيءَ مقصد سان "الڪبير ايڪيڊمي" نالي هڪ ننڍڙو ادارو بہ قائم ڪيو اٿس، جنهن ۾ ڪتابن (ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل) سان گڏ، سنڌ جي قديم تهذيب ۽ ثقافت جون نادر ۽ ناياب شيون بہ جمع ڪيون اٿس، جي ڏسڻ وٽان آهن.

"شاهباز نامي" لاءِ ڪابہ ثابتي ۽ خاطري ڪانهي، تہ قلندر شهباز جو ڪلام آهي، پر هوندئن جو ضايع ٿي وڃي ها، سو هاڻي محفوظ ٿي ويو. ڪلام جي چند چاڻَ عالمَ اڳتي هلي پيا ڪندا.

ميان غوث محمد گوهر جي ڇپايل "شاهباز نامه" ۾، محترم نياز همايونيءَ "ڪلام بلاغت نظام بابت" عنوان هيٺ، هڪ هنڌ لکيو آهي تہ:

> "سنڌ جو هاري رهنما جناب حيدر بخش جتوئي ١٩٥٢ع ڌاري شڪارپور ۾ آيو ۽ مون کي گهرائي چيائين تہ 'توکي سپاٽي خانپور جي پريان رهندڙ

ملا جام ڏانهن هاري ڪاميٽيءَ جي ڪنهن ضروري ڪم سان موڪليو اٿم.

ٻئي ڏينهن، جتوئي صاحب جو خط کڻي، مان اهو پور پچائيندو، ملا جام ڏانهن وڃڻ لڳس، ته علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب هڪ پيري ڳالهہ ڪئي هئي ته 'قلندر شهباز جي ملفوظات' جو فارسيءَ ۾ قلمي نسخو وٽس موجود آهي.

جڏهن ملا جام سان مليس، ته سائس اها ڳالهہ ڪيم. چوڻ لڳو ته، 'اُنهيءَ شرط تي ڏيندس ته مون کي انهيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيو.

ميان غوث محمد جي ڪتاب ۾ نياز جي اها ڳالهہ پڙهي، خيال آيم، ته هن کان اڳ تہ ڪنهن بہ تذڪري، تاريخ يا ٻئي ڪنهن ڪتاب ۾ 'قلندر شهباز جي ملفوظات' جو ذڪر ڪونهي. سو، سائين غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب سان انهيءَ ڳالهہ جي تصديق لاءِ ملڻ ويس. پاڻ گهر ۾ ڪونہ هئا، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، ڪنهن جلسي ۾ ويا هئا. سو، ملاقات ڪانہ ٿي سگهي.

ٻئي ڏينهن، 'مهراڻ' جو مدير مسٽر ناشاد مليم. سائس اها ڳالهہ ڪيم ۽ منس بار رکيم تہ سائين قاسمي صاحب ۽ برادرم عشقي صاحب سان ملي، مون کي حقيقت حال کان واقف ڪري، جو نياز ائين بہ لکيو آهي تہ "ٻئي هڪڙي ڀار ڪي وري قلندر شهباز جي ڪلام جو قلمي نسخو هٿ آيو. جو ريڊيئي پاڪستان حيدرآباد ۾ ملازمت ڪندڙ هو. اهو نسخو هاڻي عشقي صاحب وٽ آهي."

مسٽر ناشاد ادبي ڪانفرنس ۾ اسلام آباد نہ آيو. پر، اسان جي ملاقات ڪانہ ٿي، جو نہ مان سرڪاري ڪم سان ڪوئٽيا ويل هئس،

سو خط لکي هينيون احوال موکليائين:

١- سائين قاسمي صاحب سان ڳالھ ڪيم. بڌي، ٺهڪ ڏنائين ۽ چيائين تہ 'توبھ' 'توبھ' ! سائينءَ بڌايو تہ 'ملا جامر برابر علمي ماڻھو هو ۽ منهنجي ساڻس واقفيت بہ هئي. پر، مون ڪڏهن بہ وٽس قلندر شهباز جي ملفوظات ڪانہ ڏٺي، ۽ نہ وري هن ڪڏهن بہ مون سان اهڙو ڪو ذڪر ڪيو. مون سان منسوب اها ڳالھ غلط آهي.'

٢- عشقي صاحب سان بہ مليس. هن چيو تہ، "اها ڳالھ صحيح ڪانهي، تہ مون وٽ قلندر سائينءَ جي ڪلام جو ڪو قلمي نسخو موجود آهي." هڪ عالم جي حيثيت ۾، پنهنجي راءِ ڏيندي چيائين تہ "قلندر لعل شهباز سان منسوب ٻہ چار فارسي ڪلامَ بہ درحقيقت سندن ڪونہ آهن."

عشقي صاحب، انهيءَ کان پوءِ، پنهنجي گهران وڃي، هڪ قلمي نسخو کڻي آيو ۽ مون کي ڏيکاري چيائين تہ "ربذني واري يار کي جيڪو قلمي نسخو هٿ آيو هو، ۽ مون کي ڏنو هئائين، سو تہ اجهو هيءُ آهي. پر، اهو تہ قلندر شهباز سان غلطيءَ سببان منسوب ڪيو ويو آهي. ڏاڍو ڪچو ڪلام آهي."

مسٽر ناشاد جي ڏنل احوال مان ٻئي ڳالهيون بي بنياد ثابت ٿيون. ڀانئجي ٿو تہ اسان جي يارَ، نياز سان بہ ڪنهن اهي ڳالهيون ڪيون هيون، جي هن وري عام معلومات لاءِ لکي ڇڏيون.

•

- ۱۰ -

**لعل شهباز قلندر**

هن نالي سان، فارسي زبان ۾، چاليهارو صفحن جو هڪ ڪتابڙو، ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل آهي، جيڪو اصل ۾ ساڳئي نالي سان انگريزي ڪتابڙي جو ترجمو آهي. انهيءَ جو اردو ترجمو بہ ڇپيو هو. ان جو مصنف سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فارسي زبان جي شعبي جو اڳوڻو صدر پروفيسر قاضي نبي بخش آهي. ڪتاب جي فارسي ترجمي جي فهرست هن ريت آهي:

۱. زمينهٔ تاريخي و اجتماعي ايران در قرن هفتم هجري.
۲. شبه قاره هند و پاڪستان در دورهٔ استيلاي مغول بر ايران
۳. اوضاع مذهبي سند درقرن سيزدهم ميلادي
۴. فرقه دراويش قلندريه
۵. خلاصه ئي از زندگينامه لعل شهباز قلندر
٦. اشعار لعل شهباز قلندر
۷. محتواي شعر لعل شهباز
۸. يادداشتها و منابع

هي انگريزي ڪتابڙو .R.C.D ڇپيو هو. مون وٽ ورهين جا ورهيہ هو. پوءِ ڪو ڪٽي ويو ۽ موٽائي ڪونہ ڏنائين، سو قاضي صاحب کان فوٽو ڪاپي گهريم. ان وچ ۾، ڪتاب جو فارسي ترجمو ڏنم، جيڪو موسسهٔ فرهنگي منطقه ئي تهران، مهر ماد ۱۳۵۲ ۾ ڇاپيو هو ۽ بها ۲۵ ريال هئس. بعد ۾، قاضي صاحب مون کي انگريزي ترجمي جي

فوٽو ڪاپي بہ عنايت ڪئي. پر، هاڻي اصل انگريزي ڪتابڙو، توڙي ان جو فارسي ۽ اردو ترجمو اڻلڀ آهن.

قاضي صاحب جي تحرير هر قسم جي اجائيءَ سجائيءَ لفاظيءَ کان پاڪ صاف آهي. جيڪي ڪجهہ لکيو اٿس، سو، چنڊي چاڻي لکيو اٿس. سندس تحرير مان هڪ ديانتدار عالمَ جي مطالعي جي خوشبوءِ اچي ٿي.

•

_ ١١ _

HAZRAT LAL SHAHBAZ QALANDAR
OF SEHWAN SHARIF

هي انگريزي ڪتاب انعام محمد لکيو آهي، جو ڪراچيءَ جي "رايل بڪ ڪمپنيءَ" ١٩٧٨ع ۾ ڇاپيو آهي. ڪتابن جو اهو دڪان، ڪراچيءَ ۾ بندر روڊ تي، سول اسپتال جي آمهون سامهون هوندو هو. ويهارو ورهيه اڳ، مان اڪثر اتي ويندو هوس، جو منجهس نوان نوان سنا ادبي ڪتاب هر وقت موجود هوندا هئا. هاڻي ته سڄيءَ ڪراچيءَ ۾ سٺو ڪتاب ڳولڻ ئي مشڪل آهي.

انعام محمد سيوهڻ شريف ۾ درگاهه شريف جي توسيعي ۽ تعميري پروجيڪٽ، توڙي اوقاف کاتي جي مذهبي ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. اوليائن جو عقيدتمند هو. لعل سائينءَ سان ته وڏي سڪ هئس پر شاهه ڀٽائي، سچل سرمست، داتا گنج بخش، ميان مير لاهوري (جو اصل ۾ سنڌي آهي ۽ سيوهڻ جو آهي)، بابا فريد، معين الدين چشتيءَ، ۽ دهليءَ ۾ نظام الدين اولياء جي درگاهن جو پانڌيئڙو هو. سندس روح کي انهن آستانن تي قرار ملندو هو.

سندس ٻيو تعارف هي آهي ته پاڻ پاڪستان جي اڳوڻي گورنر جنرل غلام محمد (مرحوم) جو پٽ هو، جنهن جمهوريت جو سَلو پاڙان پٽيو، ملڪ جي پهرينءَ دستور ساز اسيمبليءَ کي توڙيو، 'ون يونٽ' ناهڻ جي ڪڏي ڪم ۾ اهم ڪردارُ ادا ڪيو، سڪندر مرزا جي آپيشاهيءَ لاءِ راهه هموار ڪئي، ايوب خان جي مارشل لا

واسطي بچ ڇنيو، ۽ ملڪ تي ٻيون ڪي ئي آفتون آنديون، جن جي عذابن مان ملڪ اڃا آجو ڪونہ ٿيو آهي. پوين ڏينهن ۾ اڌرنگو ٿيس، هلي ڪونہ سگهندو هو، ڳالهائي ڪونہ سگهندو هو، پر همراھ جي همت اها جو مرڪزي وزيرن کي پنهنجيءَ ڇچريل زبان ۾ ڇھريون، ڪچيون ۽ ڪوسيون گاريون ڏيندو هو.

چوندا آهن تہ ”بادشاھ کي ويهن ولين جي طاقت هوندي آهي.“ پر، غلام محمد کي شايد چاليهن جي هئي، تڏهن تہ چڱن ڀلن کي گارين جا دس لايون وينو هو. نيٺ جڏهن کيس مسند اقتدار تان لاٿائون، تہ بجنسي تنگو ٽالي ڪري ڪنيائونس. تڏھوڪيءَ سنڌ سرڪار تہ کيس خوش ڪرڻ لاءِ، ڪوٽڙي براج تي ’غلام محمد براج‘ نالو رکيو هو. پر، سنڌ جي پبلڪ ڪونہ مڃيو. سو، اهو ڪوٽڙي براج ئي سڏجي ٿو. غلام محمد صاحب جڏهن گورنر جنرل هو، تہ سرڪاري ڪم ڪار، اڌرنگي جي بيماريءَ جي باوجود، ڪيئن هلائيندو هو، اهو احوال معلوم ڪرڻو هجي، تہ قدرت الله شهاب جو ڪتاب ”شهاب نامو“ پڙهي ڏسجي.

جناب انعام محمد اهڙو ڪوبہ ڪڏو ڪم ڪونہ ڪيو. نيڪ ماڻهو هو. عربيءَ ۾ چوندا آهن تہ پُٽُ پيءُ جو اثر وٺندو آهي. انعام محمد اوليائن سان شايد لنؤ انڪري لاتي، جو غلام محمد (مرحوم) پاڻ بہ پيرن فقيرن جو معتقد هوندو هو. ادبي بورڊ جي آفيس ۾ مولانا غلام محمد گرامي روزانو اچي مون سان ڪچهري ڪندو هو. ائين هڪ دفعي چيائين تہ ”ٻڌو اٿم تہ غلام محمد گورنر جنرل ڪالھ پٽ شاھ تي حاضري ڏيڻ ويو، سو روضي جي چائنٺ تي ويهي چڱي دير رئندو رهيو.“ غلام محمد جا قهري ڪارناما اکين

اڳيان هئا. سو نه پر چيو مانس ته، "اها ڳالهه ڪنهن جاٽي بجهي هلائي آهي." پر، پوءِ ڪنهن پڪي ماڻهوءَ ان ڳالهه جي تصديق ڪئي ته رڳو پت شاهه تي نه پر جتي به ڪنهن ناmياري پير فقير جي درگاهه هوندي هئي، اتي غلام محمد حاضري ڏئي ايندو هو.

قلندر لعل شهباز تي انعام محمد جو ڪتاب ڊاڪٽر رفيعه موڪليو. ان جي هڪ ڪاپي برادرم نواز علي شوق پڻ تحفي طور موڪلي هئي، جا ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته سچو سنڌي هڙئون وڙئون سخي ٿيندو آهي. ڪتاب سهڻو ڇپيل آهي. جهڙو عمدو ڪاغذ اٿس، اهڙوئي عمدو ڳاڙهي رنگ جو جلد ٻڌل اٿس. ڊيمي سائيز ۾ آهي. جملي صفحا لڳ ڀڳ به سؤ اٿس. ڪتاب کوليو، ته پهريائين هن دلچسپ عبارت تي نظر پوندي:

انتساب قائم ۽ دائم پيار پريءَ
يادگيريءَ سان، جيڪا وابسته آهي
حضرت مخدوم حافظ حاجي سيد
محمد عثمان مروندي قلندر لعل
شهباز سيوهاڻيءَ (لج پال) ۽
حضرت حافظ حاجي سيد وارث علي
شاهه حسني حسيني ديوا شريف واري ڏانهن
(پالٺهار)

انهيءَ عبارت وارو ورق اٿلائبو ته سامهون واري صفحي تي انعام محمد جي پيڪيدار اچي ۽ ڪاري تصوير نظر ايندي. پٺس جوانيءَ ۾ ڪا تصوير ڪڍائي هوندي، ته لاشڪ اها به ائين ئي لڳندي هوندي. تصوير کان پوءِ اچي ٿي ڪتاب ۾ ڏنل مواد جي فهرست، جا هن ريت آهي:

## حصو پهريون



## حصو ٻيو

موضوع سان متعلق مواد پهرئين حصي ۾ ئي آهي. ٻيو حصو جن بزرگن جي احوال سان پريو پيو آهي، تن مان ڪي قلندر شهباز کان صديون اڳي ٿي گذريا ته ڪي صديون پوءِ. پر، انعام محمد پيزن فقيرن جو عقيدتمند هوندو هو. سو، ٻئي حصي جي ابتدا حضرت ابوذر غفاريءَ سان ڪيائين ته انتها بابا فريد سان. پر، انهيءَ ڪري نه جو بابا فريد قلندر شهباز جو ڪو صحبتي هو. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته بابا فريد جي احوال ۾ ماڳهين قلندر شهباز جو نالو به ڪونه ڪنيو اٿس. نه وري انهن سفرن جو ذڪر ڪيو اٿس، جيڪي بابا فريد ۽ قلندر شهباز گڏجي ڪيا هئا.

پر، ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ ڪم جو احوال چڱو ڏنو اٿس. ڪنهن به قسم جي 'خرافات'، جنهن کي اسان وارا ڪي عقل جا اڪابر 'ڪرامات' قرار ڏين ٿا، سندس ڪتاب ۾ درج ٿيل ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي اچي. قلندر لعل شهباز جي باري ۾ مفيد معلومات ڏني اٿس.

انعام محمد جي ڪتاب جي خاص خوبي هيءَ آهي ته قلندر شهباز جي سيوهڻ ڏانهن هجرت ڪري اچڻ لاءِ اهڙو اشارو ڏنو اٿس، جو تاريخي لحاظ کان نهايت اهم آهي.

•

_ ۱۲ _

PERSIAN POETS OF SINDH

هي ڪتاب ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ پي. ايچ. ڊيءَ جي ڊگريءَ لاءِ لکيو هو. سندس پورهيو سجايو ٿيو ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ سنه ۱۹۴۶ع ۾ کيس ڊگري ڏني. تڏهن سنڌ يونيورسٽي اجا ڪانه ٺهي هئي. سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنه ۱۹۵۶ع ۾ شايع ڪيو ۽ ٻيو ڇاپو سنه ۱۹۸۷ع ۾. ٻئي ڇاپا هزار هزار ڪاپين جا آهن ۽ ڪتاب جي ضخامت پوڻا چار سؤ صفحا آهي.

ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته، "تاريخ ۾ ٻن پرڏيهين جا مثال ملن ٿا، جيڪي سنڌ ۾ آيا ۽ رهيا*. فارسي زبان جي شاعر طور مڃتا حاصل ڪيائون. منجهانئن هڪڙو هو علي بن حامد ڪوفي ۽ ٻيو شيخ عثمان ولد ابراهيم ڪبير مروندي، جو عام طرح 'لعل شهباز' مشهور آهي.

پهريون عربي ڪتاب "منهاج الدين و الملک" جي فارسي ترجمي "چچ نامي" لکڻ ۾ مصروف ٿي ويو. انهيءَ ڪتاب ۾، ملتان ۽ سنڌ جي حاڪم، ناصرالدين قباچه جي تعريف ۾ پنهنجا فارسي شعر ڏنا اٿس، جن جي ٻوليءَ ۽ فن مان پائنجي ٿو ته قابل قدر شاعر هو ۽ غالباً سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ جي بنياد وجهندڙن مان هو.

ٻيو بزرگ لعل شهباز هو. ڪن حلقن ۾، 'عشقيه' نالي سان هڪ فارسي شعر جو ڪتاب، جيڪو روحانيت سان لبريز آهي، ڏانهس منسوب ٿي ويو، سو سندس شاعر هجڻ بابت شڪ شبها پيدا

ٿيا. اهو مغالطو ان ڪري ٿيو جو 'عشقيہ' جي مصنفَ (شاعر) جو نالو بہ عثمان هو ۽ ذات انصاري هئي. بحر وزن جي لحاظ کان 'انصاري' ۽ 'مروندي' لفظن ۾ فرق ڪونہ ٿي ٿيو. عثمان انصاري قادري ۽ نقشبندي هو ۽ سترهينءَ ارڙهينءَ صديءَ عيسويءَ جو زمانو ڏنائين. لعل شهباز جو زمانو عيسوي تيرهين صدي هو. 'عشقيہ' جي تصنيف بابت اها بہ تصديق ٿي ويئي تہ منجهس حافظ، جاميءَ ۽ ٻين شاعرن جا شعر موجود آهن، جيڪي لعل شهباز جهڙي سگهوري ۽ ٻلاري درويش کان گهڻو پوءِ ٿي گذريا آهن.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ قلندر نامي سنڌيءَ ۾ لکيو آهي تہ "مخدوم عبدالواحد بياض والا (جيڪو ارڙهينءَ صديءَ عيسويءَ ۾ ٿي گذريو آهي) پنهنجي ڪتاب 'فتويٰ' ۾ لکيو آهي تہ "شيخ عثمان مروندي ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو هو." ۽ پنهنجي ڪتاب فتويٰ ۾ مثال جي طور سندس بہ غزل ڏنا اٿس، جن جون مصراعون هي آهن:

ز عشق دوست هر ساعت درون نارمی رقصم

* * *

من آں درم کہ در بحر جلال اللہ بوده ام

ڊاڪٽر سدارنگاڻي مخدوم عبدالواحد جي انهيءَ راءِ تي تبصرو ڪندي چيو آهي تہ، "شيخ عثمان مرونديءَ جهڙا اعليٰ ۽ ارفع روح، جيڪي روحاني عشق ۾ مست هوندا آهن، تن کي يقيناً ساعريءَ جي ذات، قدرت جي سوغات طور ملندي آهي. ان باري ۾ اسان وٽ جلال الدين روميءَ جو قول موجود آهي:

شاعری جزویست از پیغمبری

ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ ائين بہ لکيو آهي تہ، "ان ڪان سواءِ مخدوم عثمان مرونديءَ کي شاعر ثابت ڪرڻ لاءِ تاريخي شهادت بہ موجود آهي. هو هندستان جي سلطان غياث الدين بلبن جي وليعهد شهزادي محمد جي عربي شعر جي محفلن ۾ سماع ۾ شريڪ ٿيندو هو."

"سو، هنن حقيقتن جي پيش نظر ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ، علي شير قانع، فقير قادر بخش بيدل، مهتامولچند نارائڻداس (بياض صالح جي مؤلف) ۽ خانبهادر خداداد خان، جن سندس شعر حوالي طور ڏنا آهن، تن جي آڌار تي بہ فتويٰ جي مصنف مخدوم عبدالواحد سان شامل راءِ ٿيڻو پوي ٿو تہ قلندر لعل شهباز مروندي شاعر هو."

ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ اها ڳالهہ بہ چٽن لفظن ۾ چئي آهي تہ "حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ لعل شهباز جي مٿي ڄاڻايل غزلن جي باري ۾ لکيو آهي تہ اهي عثمان انصاريءَ ۽ شمس تبريزيءَ جا آهن. پر، مون جاچ ڪئي آهي تہ اها ڳالهہ صحيح ڪانہ آهي."

ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ سنڌ جي فارسي ٻوليءَ ۾ شعر چوندڙ شاعرن تي پي. ايچ. ڊي. ڪئي ۽ جنهن زماني ۾ ڪيائين، تنهن ۾ ڊگريون ڀڳڙن مٺ تي ڪونہ وڪامنديون هيون. تڏهن علم جو مان هو.

سدارنگاڻي هڪ طرف هو لعل شهباز کي هندستان ۾ فارسي شعر جو بنياد وجهندڙ بن شخصن مان هڪ ڪوني ٿو. ٻئي طرف سندس ڪلام جي بياض کي پرائو ڪوني، رد ڪري ڇڏي ٿو. آخر ۾ تڪيو اڃي انهيءَ ڳالهہ تي ڪري ٿو، تہ فلاڻا بہ غزل سندس آهن. حڪيم صاحب تہ لکيو آهي تہ اهي بہ سندن ڪونہ آهن. سدارنگاڻي دليل ڏئي ٿو تہ شيخ عثمان مرونديءَ جهڙا اعليٰ ۽ ارفع روح قدرت

طرفان شاعريءَ جي سوغات سان سنواريل هوندا آهن.

اهو ته ڪو دليل ڪونه ٿيو. شاعري ۽ درويشي پاڻ ۾ لازم ملزم ڪونه آهن.

پنجاب جي عظيم صوفي شاعر، وارث شاهه چيو آهي ته "درويشن جو دنيا سان ڪهڙو پيوند؟"

سريش* هٿي ڪو پٿر جي ڀن ٽڪرن کي پاڻ ۾ جوڙي سگهيو ڇا؟

•

* سريش کي سنڌيءَ ۾ واڍا ٿنيڻ به ڪوٺيندا آهن. اهو مسالو هٿي ڪاٺ جا ڀڳل ٽڪر ڳنڍيندا آهن.

ـ ١٣ ـ

## قلندر لعل شهباز جو ذڪر

### سائين جي. ايم. سيد جي تحريرن ۾

سائين جي. ايم. سيد پنهنجين ڪچهرين ۾ ڪڏهن ڪڏهن قلندر لعل شهباز جو ذڪر ڪندو هو ۽ اها ڳالهه خاص طرح دلچسپيءَ سان بيان ڪندو هو ته "سنڌ جا هندو کيس راجا ڀرتريءَ جو اوتار سمجهندا هئا."

جڏهن سائينءَ "بزم صوفيائي سنڌ" ناهي ته صوفين ۽ درويشن جي درگاهن تي، خاص ڪري، سندن ساليانن ميلن ۾ جلسا ڪندو هو، جنهن ۾ سندن تعليم جو ذڪر ڪندو هو.

قلندر لعل شهباز بابت هيٺيون احوال، "لعل جي سالياني ميلي" جي موقعي تي، ١٩ شعبان ١٣٨٩هجري مطابق ١، نومبر ١٩٦٩ع واريءَ بزم صوفيائي سنڌ جي ڏهين سنڌ ثقافتي ڪانفرنس ۾، سندس افتتاحي خطبي مان ورتل آهي. لکيو اٿس ته:

"انساني زندگيءَ جي ڪاروبار جا مکيه ٽي شعبا آهن، جن جي فرائض جي ڄاڻ حاصل ڪري، سندن مختلف مسائل جي وچ ۾ تميز ڪرڻ نهايت ضروري آهي:

(١) پهريون مکيه شعبو مذهب آهي.

(٢) ٻيو مکيه شعبو سياست آهي.

(٣) ٽيون مکيه شعبو طريقت يا ڪلچر آهي.

جيڪڏهن غور سان چنائي ڏسبو ته ماڻهن ۾ محبت ۽ اتفاق،

امن ۽ سلامتي، ڀلائي ۽ بهتري آڻڻ لاءِ جي راهون ۽ رستا، طريقا ۽ تجويزون سوچيون يا رٿيون ويون آهن، تن ۾ مذهب کي مکيه درجو حاصل آهي. دنيا جا عالمگير مذهب، بنيادي طرح ماڻهن کي محبت ۽ امن جو سبق سيکارڻ ۽ سندن فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ آيا هئا، ليڪن اُنهن کي اڪثر ڪري، شخصي ۽ گروهي مقصدن ۽ طبقاتي مفاد لاءِ به ڪتب آندو ويو آهي.

هن وقت دنيا ۾ چار عالمگير مذهب رائج آهن جهڙوڪ: (۱) هندو ڌرم (۲) ٻڌ ڌرم (۳) ڪرسچنٽي ۽ (۴) اسلام. ٻين مذهبن کي ڇڏي، جيڪڏهن اسلام جي تاريخ ۽ اُن جي موجوده ترڪيب تي نظر ڪبي ته معلوم ائين ٿيندو ته خود اُن جا پوئلڳ به ڪنهن وحدت خيال ۽ عمل تي متفق ٿي نه سگهيا آهن ۽ ڪيترن فرقن ۾ ورهائجي ويا آهن، سو قديم زماني کان وٺي اوليائن انهن کي متحد ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون آهن. ڪن اولياء ڪرام مسلمانن جي مختلف گروهن کي هڪ رسيءَ ۾ پوئڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته ڪن مورڳو هڪ وک وڌيڪ اڳتي وڌائي، مکيه مذهبن جي وچ ۾ اتحاد پيدا ڪري، عوام جي ڪاروبار زندگيءَ کي سهل بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

حضرت قلندر لعل شهباز عليه الرحمت، انهن مان هڪ مکيه بزرگ آهي. جڏهن هن شهر سيوهڻ ۾ آيو، ته اهو شو ڌرم جو مکيه مرڪز هو. مسلمان ڪي نالي ماتر موجود هئا. شهر ڪيترين خرابين جو اڏو هو، ليڪن حضرت قلندر شهباز رحه اتحاد انسانيءَ جي نقطء نگاهه کان اهڙو رويو اختيار ڪيو، جو ٻنهي مذهبن جي پوئلڳن جي دلين تي قابض ٿي ويو. هندو کيس راجا ڀرٿريءَ جو اوتار ڪري مڃڻ لڳا ته مسلمان وري دين فطرت يعني اسلام جو پرچارڪ سمجهي پيروي ڪرڻ لڳا. هو نهايت وڏيءَ عمر ۾ هتي آيو هو، گهڻو

وقت حيات نہ رهيو. ليڪن جڏهن وفات ڪيائين تہ هندن هن کي پنهنجي مکيہ مندر ۾ دفن ڪرڻ جي اجازت ڏني، ۽ شو جا جملي پوجاري ڦري سندس ملنگ بنجي پيا. وٽس رواداري اهڙي آهي، جو سندس ملنگ، اجا تائين کيتريون قديم رسمون قائم رکندا اچن ٿا، جي اڪثر شو جي پوجارين وٽ مروج آهن. جهڙوڪ:

(١) نفيل وڄائڻ، جا اُتر هند ۾ شو جي مندرن ۾ ناد يا ناقوس وانگر وڄائي ويندي آهي.

(٢) صبح شام نقاراءِ گهنڊ وڄائڻ، جن جو شو جي مندرن ۾ اجا تائين رواج آهي. ان کي آرتي سڏبوآهي.

(٣) ملنگ ڏاڙهي ڪوڙائي مهر هٿائين ٿا ۽ چرش پيئن ٿا. اهو دستور بہ شو جي پوجارين ۾ اجا تائين هليو اچي ٿو.

(٤) ميلي جي موقعي تي نقارن جي ڌمال جو رقص بہ انهن رسمن مان آهي.

(٥) درگاهہ جي دروازن تي چڙا ٽنگيل آهن، جي شو مندر جي دروازن تي ٽنگيل گهنڊن جي يادگيري تازي ڪرائين ٿا.

اهڙا مثال نہ رڳو حضرت قلندر شهباز رحہ جي تعليم مان ملن ٿا، ليڪن حضرت شاهہ عنايت عليه الرحمة، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة ۽ حضرت سچل سرمست عليه الرحمة جي تعليم پڻ اهڙا مثال پيش ڪري ٿي. انهن بزرگن جون درگاهون، هندن توڙي مسلمانن لاءِ مرجع عام آهن.

•

- ۱۴ -

## قلندر شهباز جو ذڪر
### پير سائين حسام الدين شاهه راشديءَ جي تحريرن ۾

پير سائين حسام الدين راشديءَ کي سيوهڻ جي بزرگن تي تحقيقي ڪم ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو. هڪ ڀيري مون کي چيائين ته "سيوهڻ تاريخي لحاظ کان ڏاڍو قديم آهي ۽ ان تي تحقيق جي سخت ضرورت آهي."

ماڻهو سيوهڻ جو سوچيندو، ته سر فهرست قلندر شهباز جي قداور شخصيت اکين اڳيان ايندي. ليڪن پير صاحب کي قلندر شهباز متعلق ڪنهن به تاريخ يا تذڪري مان مستند مواد نه ٿي مليو، سو هڪ تاريخنويس جي حيثيت ۾، کيس ان ڳالهه جو احساس محرومي هو. ٻئي طرف، قلندر شهباز جي برگزيده شخصيت سان، سنڌ جي ماڻهن جو صدين سون سالن کان 'بي پناهه عشق' به ڪانئس مخفي ڪونه هو.

پير صاحب پاڻ به قلندر شهباز جي ولايت ۾ ويساهه رکندو هو. مون سان ڳالهه ڪيائين ته "جڏهن مرحوم پٽي صاحب سان منهنجا تعلقات هميشه سٺا رهيا. جڏهن هو پاڪستان جو صدر ٿيو، ته منهنجي وڏي ڀاءُ (پير علي محمد راشدي صاحب) سان سندس کي اختلاف هئا. سو مون کي پنهنجي خاندان جي باري ۾ ڏاڍا انديشا

هئا. ڏاڍو مُنجهي پيس. هڪ ڏينهن، صبح جو سوير، ڪراچيءَ مان موٽر ۾ چڙهيس ۽ سڌو سيوهڻ هليو ويس. قلندر شهباز جي مزار تي حاضر ٿيس ۽ خدا ڪان دعا گهريم. اجا مزار مبارڪ وٽان هٽيو ئي ڪونه هئس، ته هڪ ڳورو، وڏيءَ جسامت وارو شخص، ياڪر پائي اچي مليو. پانيم ته اسان‌جي تَرَ جو ڪو چڱو مڙس هوندو. ساڻس خوش مرحبا ڪري، موٽر ۾ ويهي، ڪراچيءَ موٽيس. پر، واٽ تي موچيندو آيس ته اهو شخص ڪير هو، ڪير هو، جنهن کي مون ڪونه سڃاتو؟ اوچتو ذهن ۾ خيال آيو ته ڳوري، قوي ۽ جسيم شخص سان ملاقات دراصل بزرگ وٽان بشارت آهي، ته ڪو به ڊپ ڊاءُ ڪونهي. انهيءَ احساس اچڻ شرط طبيعت ۾ ڏاڍي فرحت آئي.

ٻن ڇئن ڏينهن ڪان پوءِ ڪراچيءَ گهر وينو هئس، ته ٽيليفون وارا آيا ۽ مهينن ڪان ڪٽجي ويل ٽيليفون لائين جوڙڻ لڳا. پڇا تي چيائون ته 'اسان کي مٿين عملدارن جو حڪم مليو آهي.' نيٺ هو ٽيليفون ٺاهي هليا ويا."

"رات جو ڪو ڏهين ساڍي ڏهين جو ٽائيم هوندو، جو فون جي گهنٽي وڳي ته 'راولپنڊيءَ مان ڪال آهي.' گهڙيءَ ڪان پوءِ وري گهنٽي وڳي ۽ فون جي آپريٽر پڇيو ته "پير صاحب حسام‌الدين راشدي موجود آهي؟"

"مون چيو ته 'مان ڳالهائي رهيو آهيان.' تڏهن چيائين ته 'صدر پاڪستان، جناب ذوالفقار علي ڀٽو ڳالهائيندو. لائين تي رهو.'

ڪجهه دير ڪان پوءِ، ڀٽي صاحب جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. چيائين ته، "چاچا، هاڻي ته سيڪجهه پنهنجي هٿ وس آهي. ڪو

ڪم ڪار؟ ڪا صلاح سباب؟"

مون سندس شڪريو ادا ڪيو ۽ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪئي.

پير صاحب، پنهنجي صاحب سان انهيءَ غير متوقع ۽ برمحل خوشگوار رابطي جو تعبيرُ، قلندر شهباز جي مزار وٽ گهريل دعا سان ڏني ڪيو.

قلندر شهباز سان انهيءَ عقيدت جي باوجود، هو مٿس ڪوبہ ڪتاب لکي ڪونہ سگهيو. هڪ سبب شايد اهو هو تہ ڪيس سيوهڻ ڏانهن اچڻ وڃڻ جي سهوليت ڪانہ هئي. هڪ دفعي ڊاڪٽر شمل کي بہ ساڻ وٺي ويو. جڏهن ڪراچيءَ موٽيا، تہ ڊاڪٽر شمل مون کي چيو تہ، 'رباني، موت تي مون کي ڪو اچ ستايو! گرميءَ جي مُندا! پاڻيءَ جي ڍڪ ڪاڻ سِڪي سڪي، تڙپي ڪندا ٿي ويئي."

اهڙن سببن ڪري، پير صاحب قلندر شهباز ۽ سيوهڻ تي دلجمعيءَ سان تحقيق ڪري ڪونہ سگهيو. ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون ڪتاب ۾، 'تذڪره مشايخ سيوستان' جي پيش لفظ ۾، لکيو اٿس:

> 'تذڪره مشايخ سيوستان' جو فارسي خطي نسخو لنڊن ۾ موجود آهي، جنهن جو فوٽو اسٽيٽ منهنجي دوست سائمن ڊگبيءَ مون کي سنہ ١٩٧١ع ۾ مهيا ڪيو.*

---

*سائمن ڊگبي مون ڏٺو. ١٩٧٥ع واري 'سنڌ سيمينار' ۾ آيو هو. قد جو ٺندرو، پيٽ وڏو، ڏاڙهي ايڏي ڊگهي جو ڏن تائين پهچي پوندي هئس. فرصت جو سمورو وقت، ڪراچي پرل ڪانٽيننٽل هوٽل جي سوئمنگ پول (وهنجڻ جي تلاءُ) ۾ پيو ترڳندو هو. مون کي بہ هڪ انگريزي ڪتاب تحفي طور ڏنائين، جنهن جو نالو هو: "مغل حڪومت ۾ گهوڙي ۽ هاٿيءَ جي اهميت"




**- قلندر لعل شهباز جي شبيه مبارڪ -**

هيءَ تصوير، لاهور جي ميوزيم ۾ رکيل آهي. پير سائين، حسام الدين شاهه راشديءَ، ان جو عڪس "مقالات الشعراء" جي صفحي ۴۳۴ تي ڏنو آهي.

ڪتاب ۾ ٢٤ ورق آهن ۽ هر صفحي ۾ ١٣ سٽون. ڪتاب جي حاشين تي، شروع کان آخر تائين، 'قوت باهه' ۽ ان سلسلي ۾ 'مڙني ضرورتن' جا مجرب نسخا مرقوم آهن.

هن تذڪري (مشايخ سيوستان) ۾ ذڪر ڪيل بزرگن جي تلاش ۽ تحقيق ۾، آءٌ ڪيترا دفعا سيوهڻ ويو آهيان. نتي وانگر سيوهڻ جي به مِٽي اٿلائي اٿم. پريل ٽن سالن جي جاکوڙ کان پوءِ اج آءٌ هن تذڪري کي شايع ڪري رهيو آهيان."

پير صاحب جي سيوهڻ بابت سموري تحقيق گويا 'تذڪرهٔ مشايخ سيوستان' تائين محدود آهي. مظهر شاهجهانيءَ ۾ به سيوهڻ جو ڪجهه ذڪر ڪيو اٿس. خاص طرح تعليقات ۾ قلندرلعل شهباز متعلق سنا حاشيا NOTE ڏنا اٿس، جن ۾ روضي بابت مفيد معلومات ڏنل آهي، جيڪا اگ ۾ مير مائل تي هڪ مضمون ۾ به ڏني هئائين.

سيوهڻ جي درويشن جا تذڪرا بيان ڪندي حديقة الاولياء جي
مقدمي ۾ هي احوال ڏنو اٿس:

سيوهڻ جي مشايخن جا تذڪرا:

۱ـ تذڪره اولياء سيوستان: هن جو نالو تذڪرهٔ حبيبيه ۾ (ميان مير سيوستانيءَ لاهوري جي سلسلي ۾) آيو آهي. راقمالحروف کي هن جي ڪنهن به نسخي جي ڄاڻ نه آهي.

۲ـ حالات بزرگان سيوستان: هن تذڪري جو نسخو به مون کي ڏسڻ ۾ ڪونه آيو آهي.

۳ـ قلندر نامه: مخدوم عبدالواحد نعمان ثاني سيوستاني. تذڪرهٔ حبيبيه ۾ هن جو ذڪر آيو آهي. قلندر لعل شهباز ۽ سندس مريدن جي سوانح تي مشتمل آهي.

۴ـ رساله قلندري: خضر علي سيوستاني. هي نسخو منهنجيءَ نظر ۾ نه آهي.

۵ـ تذڪره مشائخ سيوستان: عبدالغفور سيوستاني. هن جو نسخو پڻ راقم جي علم ۾ نه آهي.

٦ـ تذڪره قلندري: حضرت قلندر لعل شهباز جي سوانح ۽ ڪرامتن تي مشتمل هي ڪتاب، نهايت غير مستند ۽ غير معتبر آهي. راقم وٽ هن جو نسخو آهي. تصوف جي تاريخ لکندڙن لاءِ سرسري مطالعو ضروري آهي.

۷ـ سڪينة الاولياء داراشڪوه تاليف ۱۰۵۲هه. ميان مير سيوستاني ۽ سندس مريدن تي هيءُ نهايت معتبر ۽ معاصرانه ڪتاب آهي.

۸ـ مڪتوبات واحدي: جامع ميان فضل الله. هن جو ذڪر تذڪرهٔ حبيبيه ۾ آهي.

۹ـ رساله حبيبيه مخدوم حبيب الله صديقي پاٽائي. تاليف ۱۳۰۰هه کان بعد. هي تذڪرو پاٽ ۽ سيوهڻ جي صديقي مخدومن جي احوال ۾ آهي.

۱۰ـ يمن البرڪت: مهتہ مولچند. تاليف ۱۰۷۲هه. هي ڪتاب فارسيءَ ۾ سيوهڻ جي هڪ اهلِ علم ۽ صوفي منش هندوءَ فارسيءَ ۾ تاليف ڪيو آهي. 9 x 5 سائيز جي ۲۱۷ صفحن تي آهي. ابتدائي چند ورقن تي مختلف شاعرن جا غزل، رباعيون فرد، قطعا ۽ قصيدا آهن، جن مان ڪي قصيدا قلندر لعل شهباز جي مدح ۾ آهن، جيڪي ڪرپال نالي هندو شاعر جا تصنيف آهن.

هي ڪتاب مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي ۲۲ مارچ ۱۹۵۸ع تي سنڌي ادبي بورڊ کي هديہ طور ڏنو هو. ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جي سوانح آهي، جيڪا غير مستند ۽ ڏند ڪٿائن تي مشتمل آهي. مؤلف پنهنجي خاندان جو شجرو ڏنو آهي. درگاهہ سان هندن جي تعلق تي ڪافي معلومات آهي.

پير صاحب جي بيان ڪيل مٿين تذڪرن مان قلندر شهباز تي ڪجهہ نہ ڪجهہ احوال ملي ويندو. پر، ٿورو گهڻو احوال منفرقه ڪتابن ۾ بہ هوندو. مثلاً، پير صاحب "تذڪرة الانساب" جو ذڪر ڪندي، لکي ٿو:

"هي رسالو منهنجي برادر بزرگ پير علي محمد راشديءَ جي هٿ اکرين (۱۲ـآڪٽوبر ۱۹۳۲ع) نقل ٿيل آهي. سانيڪو صفحن جي هن رسالي ۾ ڪيترن ئي مشايخن ۽ قبيلن جا شجرا ڏنل آهن، مثلاً ۱. قلندر لعل شهباز، ۲. غوث بهاؤالحق ملتاني. ۳. مخدوم نوح هالائي.

۴. مخدوم فيروز قريشي ٺٽوي. ۵. ملاڪاتيار جا قاضي، ٦. ميـر معصوم بکري، ۷. لڪياري سادات، ۸. مٽياري سادات، ۹. لاڪيار، لاکا، لنجار، چنا، ساند ۽ سما.“

* * *

متي ڄاڻايل تذڪرا معلوم هئڻ جي باوجود، پير صاحب جهڙو بلندپايہ عالم قلندر لعل شهباز متعلق ڪوبہ مستند ڪتاب لکي ڪونہ سگهيو. شايد انڪري جو انهن تاريخي دستاويزن جا نالا تہ معلوم ڪري سگهيو، پر پاڻ انهن کي (جيئن مقدمي ۾ اشارا ڏنا اٿس) اکين سان ڏسي ڪونہ سگهيو. هاڻي تہ اهو دور بہ گذري ويو.

پير صاحب جهڙا روشن ضمير انسان هن جهان ۾ هاڻي گهٽا آهن؟ ۽ ڪاٿي آهن؟— جيڪي علم جي مرڪزن ۽ پرينءَ جي پارَ ڏي ويندڙ پيچرن جا ڏَس ڏيندا هئا.

پير صاحبَ، حديقة الاولياءَ جي مقدمي ۾، پنهنجي هڪ مرحوم رفيقَ جي ياد ۾، عربي زبان جي دلنواز شاعر، لبيدَ جا ڪي دلاويز اشعار ڏنا آهن. پر، اڄ ٿي اهي اشعار خود مٿس ڪيترا نہ صحيح ۽ صادق آهن:

- ــ اهي وسئون، جتي پَلُ پَهرُ، آجهاپ ڪندا هئاسين، ۽ جتي رهائيون ڪندي راتيون گذاريندا هئاسين، سي سڀ ويران ٿي ويون.
- ــ رجام وارين ٽڪرين جي پِڪَ ۾، اڄ انهن جا نشان بہ ڪونہ بچيا.
- ــ نشانَ انهن ماڳن ۽ محفلن جا، جن مان اسان جو ساٿ ڏٺي سروائُ هليو ويو.
- ــ مهينا ۽ سال گذري ويا. مٿن بهار جون بوندون بارِ بار پيون ۽ ڪيترائي پيرا، اُتر پارَ جا ڪارا ڪُڪر انهن ويرانن تي وِڏڦڙا وسائي ويا.

•

_ ١٦ _

**قلندرشهباز جو احوال**

**ماثرالڪرام ۾**

مير غلام علي آزاد بلگراميءَ (هندستان پاڪستان جي) ممتاز عالمن، صوفين ۽ بزرگن جو هڪ تذڪرو لکيو آهي. موصوف، اڄ کان ٻـه سو ٽيهتر سال اڳ، سنہ ١١٤٣ هجريءَ ۾، سيوهڻ ۾ ڪافي عرصو رهي ويو هو. منجهس قلندر لعل شهباز جو هي احوال ڏنل آهي:

"مخدوم لعل شاهباز قلندر الحسيني

المرندي السيوستاني قدس سره"

"راقم‌الحروف (هي حرف لکندڙ) مولانا محب علي ٺٽويءَ (جو پنهنجي دور جي انهن بزرگن مان آهي، جن جو ذڪر جميل 'شاهجهان نامي' ۽ ٻين تاريخي ڪتابن ۾ آهي) جي تصنيفات ۾، هيءَ عبارت ڏٺي آهي تہ:

"حضرت مخدوم لعل شهبازُ، قلندر جو اسم شريف آهي."

انهيءَ کان علاوه، فقيرَ، ڪاري رنگ جي پٿر تي هڪ تختيءَ تي هڪ عبارت هيئن اڪريل ڏٺي هئي تہ:

"شيخ عثمان مرندي قطب‌الدين باز سفيد و مرند بفتح

ميم و رائے مهملہ و سڪون نون و دال مهملہ قريہ

است از قراياٸے تبريز"

سندن نسب تيرهن واسطن سان حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه تائين پهچي ٿو.

تذڪره مشايخ سنڌ جي مولف لکيو آهي تہ:

"حضرت مخدوم جي ولادت ۽ پرورش گاه 'مرند' آهي. مرتبہ رجال تائين پهچڻ کان پوءِ، بابا ابراهيم جي خدمت ۾ پهچي، مريد ٿيا، جي پاڻ حضرت شيخ جمال مجرد جا مريد هئا. هڪ سال پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ رهيا ۽ ڪمال جي درجي تي پهتا. ڪانئن خرقه خلافت ۽ اجازت حاصل ڪيائون. پاڻ سڄي عمر شادي ڪانہ ڪيائون. آخر هندستان آيا ۽ حضرت فريد گنج شڪر ۽ شيخ الاسلام حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ سان مليا ۽ حضرت صدرالدين عارف سان صحبتون ڪيائون. سيوهڻ ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائون."

مٿيون احوال ڏيڻ کان پوءِ آزاد بلگراميءَ تاريخ فرشتي ۾، قلندر لعل شهباز ۽ صدرالدين عارف جي شهزادي محمد واريءَ عربي شعرن جي مجلس جو احوال بيان ڪيو آهي. ان کان پوءِ لکي ٿو تہ:

"ماه ربيع الاول ۾، سنہ ۱۱۴۳ هجريءَ جي ڏهينءَ تاريخ، سيوستان جي شهر ۾ پهتس، تہ مير سيد محمد خان، "بخشي گريءَ ۽ وقائع نگاريءَ" جو ڪم منهنجي حوالي ڪري پاڻ بلگرام هليو ويو. سندس وڃڻ کان سنت پوءِ اهي ٻئي ڪم -- ملازمتون -- مون کان کسيون ويون. سو، ڏاڍو دلگير ٿيس.

هڪ رات خواب ۾ ڏٺم تہ شهر جي ڪنهن گهٽيءَ مان لنگهي رهيو آهيان. هڪ شخص تي نظر پيم. ڪانئس پڇيم تہ 'هيءَ گهٽي اڳتي بہ ويندي (يا هت ختم آهي؟)' هن عربيءَ ۾ جواب ڏنو تہ 'نوکي کي ماٺهو ملندا.' اڳيرو ويس، تہ تي شخص سنڌي لباس ۽ وضع قطع ۾ هڪ هنڌ ويٺا هئا. ٽنهي ۾ هڪ جٿو ٻين جو بزرگ ٿي لڳو. مون ويجهو وڃي کين سلام ڪيو ۽ بزرگ شخص جي اڳيان

ادب سان گوڏا کوڙي، ويهي عرض ڪيم ته "مون کي وري نوڪري ملندي؟" هن، اهو ٻڌي، پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪيو ۽ مراقبي ۾ هليو ويو. هڪ ساعت ڪان پوءِ چيائين ته، "هائو، توکي نوڪري ملندي.

مون تنهن تي ورجائي ڪانئس پڇيو ته "ڪڏهن ۽ ڪيئن ملندي؟"

تڏهن چيائين ته "مان ته ائين ئي چوان ٿو."

هڪ سال ڪان پوءِ مون کي نوڪري ملي ويئي ۽ بزرگ جي ڳالهه صحيح ثابت ٿي. مون کي ائين لڳو ته مون کي اها بشارت ڏيندڙ بزرگ حضرت مخدوم لعل شهباز قدس سره هو. هڪ ساعت مان مطلب هو ته انهيءَ ڳالهه ۾ هڪ سال لڳندو.

حضرت مخدوم لعل شهباز قدس سره جي وفات جي تاريخ ٢١ـ شعبان ٦٧٣ هجري آهي."

•

- ۱۷ -

## قلندر شهباز جو احوال
## تاريخ فرشته ۾

هندستان جي نهايت مشهور تاريخ آهي، جنهن جو اردو ترجمو منشي نولڪشور لکنوءَ مان شايع ڪيو. منجهس لاهور، دهليءَ، دکن، مالوا، گجرات، خانديش، بنگال، ملتان، سنڌ، ڪشمير ۽ مليبار جي حڪمرانن جي احوال سان گڏ، مشايخن جو احوال به ڏنل آهي. ڪتاب جو پنجون ڇاپو مارچ ۱۹۳۳ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ قلندر لعل شهباز جو احوال، غياث الدين بلبن جي فرزند، شهزادي محمد جي باب ۾ هن طرح آيو آهي:

"جيڪي خوبيون بادشاهزادن کي جُڳائن ٿيون، سي حق سبحانہ تعاليٰ کيس (شهزادي محمد کي) عطا ڪيون هيون. فضيلت، دانش ۽ هنر ۾ سندس مثال ئي ڪونہ هو. سندس مجلس ۾ فاضل شخصَ، شاعرَ ۽ عالمَ هوندا هئا. امير خسرو ۽ خواجہ حسن پنج ورهيہ وٽس ملازم ٿي رهيا. اهڙو تہ مهذب ۽ مؤدب هو، جو مجلس ۾ گوڏو مٿي ڪري بہ ڪونہ وهندو هو. مجلس ۾ شاهنامي، ديوان خاقاني، انوري، خمسہ مولوي نظامي ۽ امير خسروءَ جا شعر پڙهيا ويندا هئا. ارباب فهم ۽ دانش سندس شعر فهميءَ جو داد ڏيندا هئا. امير خسروءَ جو چوڻ آهي تہ 'مون سخن شناسيءَ ۾، متقدمين توڙي متاخرين جي شعرن ياد رکڻ ۾، شهزادي محمد جهڙو ٻيو گهٽ ڏٺو.'

- ١٨ -

## قلندر شهباز جو ذڪر
## ’آب ڪوثر‘ ۾

هن وقت، هرهنڌ، شيخ اڪرام جا ٽي ڪتاب عام جام ملن ٿا: ا. آب ڪوثر، ۲. رود ڪوثر ۽ ۳. موج ڪوثر. ٽئي ڪتاب اداره ثقافت اسلاميہ لاهور جا ڇاپيل آهن ۽ اردو زبان ۾ آهن.

شيخ صاحب، پنهنجن ٽن ڪتابن کي ’اسلامي هندستان جي روحاني ۽ مذهبي تاريخ‘ ڪوٺيو آهي. پر، سندس تصنيف ۽ تاليف جي نوعيت ۾ تبليغي رنگ جي جهلڪ وڌيڪ آهي، تحقيقي گهٽ آهي. قلندر لعل شهباز بابت، هِتان، هُتان، جيڪو بہ مواد مليو اٿس، سو ڪنهن بہ ڪنهن ڇنڊڇاڻ ڪانسواءِ، ’سنڌ ۾ اشاعت اسلام‘ عنوان هيٺ، مانڊي ڪري، ڇاپيندو ويو آهي. ’آب ڪوثر‘، جي صفحي ۲۹۳ (ڏهين ڇاپي) تي ”مخدوم لعل شهباز“ عنوان هيٺ، سر آغاز، هيئن لکيو اٿس تہ:

> ”غوث بهاؤالحق جو مشهور مريدُ، جنهن جو هندستان جي تذڪرن ۾ عام ذڪر ملي ٿو، ۽ جنهن جي مزار سنڌ جي سڀ کان وڏي زيارت گاد آهي، مخدوم لعل شهباز قلندر آهي.“

(۱) انهيءَ فقري جا عدد ٦۴٨ آهن، نہ ٦۴۴ (مترجم: حافظ اوحدي)

قلندر شهباز ۽ غوث بهاؤالحق جي پيريءَ مريدي يا خليفي هجڻ جي روايت ٻين بہ ڪن ڪتابن ۾ موجوذ آهي. پر، مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ قلندر شهباز تي، پنهنجي ڪتاب ۾، ان کي رد ڪري ڇڏيو آهي.

ميمڻ صاحب لکيو آهي تہ قلندر شهباز غوث جي مريدي اختيار ڪري ها تہ پاڻ بہ مرشد جي مسلڪ اختيار ڪري ها. اهڙيءَ صورت ۾، شهزادي محمد جي قرب ۽ اصرار تي ملتان ۾ ٽڪي پوي ها. پر، هن ائين ڪونہ ڪيو. ڪائنن لاتعلق رهيو۽ پنهنجي قلندري طريقي تي سختيءَ سان ڪاربند رهيو. البت غوث پاڪ جي متبرڪ خاندان سان سندس لڳ لاڳاپا هميشه قرب ۽ محبت وارا رهن.

شيخ اڪرام، قلندر شهباز بابت جيڪي ٻيون ڳالهيون ڪيون آهن، سي ساڳيون ٻين ڪتابن ۾ لکيون پيون آهن. هڪ هنڌ فٽ نوٽ ۾ سو رچرڊ برٽن جو اهو حوالو آندو اٿس تہ "قلندر شهباز وڏو عالم، لسانيات ۽ گرامر (صرف و نحو) جو ماهر هو."

شيخ اڪرام لکي ٿو تہ، "برٽن جي زماني ۾ (١٨٥٢ع)، صرف و نحو جا جيڪي ڪتاب (سنڌ ۾) رائج هئا، مثلاً ميزان، صرف ۽ صرف صغير، سي قلندر لعل شهباز سان منسوب هئا."

شيخ اڪرام جي ڪتاب جي ٻي دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ قلندر شهباز سان منسوب شعر شاعريءَ جي باري ۾، 'مڪمل خاموشي' اختيار ڪئي اٿس. نڪي تہ ان ڳالهہ کي قبول ڪيو اٿس، تہ هي يا هو ڪلامُ، قلندر شهباز جو آهي ۽ نہ وري ان

ڳالهہ کي رد ڏنو اٿس تہ قلندر شهباز جو کوبہ ڪلام ڪونهي. ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ جي پيت ۾ وڏيڪ علمي ديانتداري ڏيکاري اٿس.

سدارنگاڻيءَ پنهنجي ڪتاب ۾ انهن ٽي ٻن غزلن تي تڪيو ڪيو هو. پر، حافظ اوحدي مرحوم جي تنقيد جي روشنيءَ ۾ هاڻي تہ اها ڳالهہ چٽي ٿي وئي آهي تہ اهي ٻئي غزل قلندر لعل شهباز ڏانهن منسوب ڪرڻ سندن شان ۾ بي ادبي ٿيندي.*

---

* حوالي لاءِ ڏسو صفحي ٢٣٢ تي مرحوم حافظ اوحديءَ جو فٽ نوٽ:

- ١٩ -

## قلندر شهباز جو احوال
## مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي تصنيف ۾:

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ، پنهنجي ڪتاب "مدح نامه سنڌ" * (فارسي) ۾ قلندر شهباز بابت لکيو آهي تہ سنڌ ۾ الله تعاليٰ جو ولي، ملڪ جو شهباز اشهب، جبروت جو واقف، ملڪوت جو شهشاهہ، ناسوت ۽ لاهوت جو رهبر، شيخ، سيد، عثمان لعل شهباز قلندر رحمة الله عليه آهي. هو وليـن ۾ يگانو موتي آهي: پهرين ڳالهہ تہ هو قلندر آهي. ٻيو تہ سيد آهي. ٽيون تہ بعضي بزرگن ان کي قطب سڏيو آهي. چوٿون تہ حضرت غوث بهاؤالدين ملتاني عيله الرحمة جو گهاٽو يار ۽ رفيق آهي ۽ پنجون تہ عالم آهي. سندس لکيل ڪتاب مشهور ۽ ظاهر آهن. سيني ۾ وحدت الاهيءَ جا موتي پويل ۽ معنائن جا اسرار آهن. پاڻ صبر جي باري ۾ غزل چيو اٿن، جنهن جا ٻہ بند هي آهن:

گر خدا را دوست داری خاموشی باید گزید
با هزاران سوزوزاری خاموشی باید گزید
جيڪڏهن الله تعالي سان دوستي ٿو رکين تہ صبر ڪرڻ گهرجي.
هزارن سورن ۽ سختين جي باوجود صبر ڪرڻ گهرجي.
در طلب کاری وصلش بنده عثمان همے
مے کند شب وروز زاری، خاموشی باید گزید
خدا جي وصل جي طلب ۾ ٻانهو "عثمان" رات ڏينهن
زاري ڪري ٿو. جو هر حال ۾ صبر ڪرڻ گهرجي.

•

* مدح نامه سنڌ، محمد هاشم ٺٽوي، ناشر رئيس علي نواز انڙ، صفحو ٦٥.
مدرسہ جامع محمديہ، شاهپور جهانيا، ضلعو نوشهروفيروز.

-٢٠-

**HAZRAT SHAHANSHAH LAL SHAHBAZ QALANDAR**
**BY SAYED DINAL SHAH**

قلندر لعل شهباز تي، انگريزي زبان ۾، جن صاحبن ڪتاب يا ڪتابڙا لکيا آهن، تن ۾ جناب انعام محمد، پروفيسر قاضي نبي بخش ۽ جناب ضياءالدين جو ذڪرِ خيرُ مٿي آيو آهي. پويان ٻئي صاحب سنڌي آهن ۽ ٽيون سنڌي اهل قلم، جنهن قلندر شهباز تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکيو، سو آهي سائين ڏنل شاهه. سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ گهڻن سندس نالو ڪونه ٻڌو هوندو. سڄي عمر منهنجو به انهن ئي حلقن ۽ مرڪزن سان واسطو رهيو، پر سندس نالو ڪڏهن ڪونه ٻڌم، توڙي جو پاڻ منهنجو ڳوٺائي به هو. ڊيري جو وينل هو، جو منهنجي ڳوٺ 'آڳرا' کان ويهارو ميلن جي مفاصلي تي ٿيندو. پاڻنجي ته سڄي عمر عدالت ڪاتي جي ميز ڪرسيءَ تي گذاريائين. قلندر شهباز سان عقيدت هئس، سو مٿس چڱو وڏو ڪتاب لکيائين. مون سان ان جو ذڪر برادرم نور محمد پنهل ڪيو، پر وٽس ڪاپي ڪانه هئي. اها ڊاڪٽر رفيعه سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينٽرل لئبرريءَ مان پڙهڻ لاءِ وٺي ڏني.

سائينءَ جي ڪتاب پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هئم، پر جيئن جيئن ورق ورائيندو ويس، تيئن ٿڌو ٿيندو ويس. برادرم نور محمد پنهل سان اها ڳالهه ڪيم. چيائين ته 'شعر وارو باب پڙهي ڏسو، جو سائين انهيءَ جو گهڻو ذڪر ڪندو هو.' ان تي به نظر وڌم، پر سائين جون ڳالهيون سمجهه ۾ ڪونه آيون. بهرحال، هت رڳو انهيءَ ئي باب جو

ڪٿي ڪجهه ذڪر ڪجي.

قلندر شهباز سان عقيدت رکندڙ احبابن ۽ مٽني اهل قلم اصحابن کان اها ڳالهه ڳجهي ڪانه آهي، ته ڏانهنِ منسوب شعر جي باري ۾ شروع کان اختلاف آهي، ته ڪل ڪيترو آهي، ۽ سندن آهي به يا ڪن ٻين شاعرن جو آهي؟ سنڌي عالمن ۾، سڀ کان اول اهو آواز اٿاريندڙ بزرگُ، غالباً حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هو، جنهن سڀ کان پهريائين قلندر شهباز تي سنڌيءَ ۾ سهڻو ڪتاب لکيو هو. لعل سائينءَ سان ڪا سڪ هئس! سندس پروانو هو. پر، انهيءَ ٿي عشق ۽ عقيدت جي تقاضا اها سمجهيائين، ته ڪابه غلط ۽ مشڪوڪ ڳالهه سائن منسوب نه ٿئي، سو انهيءَ غلط فهميءَ کي دور ڪيائين ته 'عشقيه' نالي هڪ شعر جو ڪتاب، جو سلوڪ ۽ تصوف ۾ مشهور آهي، سو سندن ناهيل آهي. حڪيم صاحب چٽن لفظن ۾ لکيو آهي ته:

"مشهور آهي ته 'عشقيه' نالي هڪ ڪتاب حضرت عثمان مرونديءَ جو ناهيل آهي، پر، اها بلڪل غلط فهمي آهي. 'عشقيه' ڪتاب، جو مشهور آهي ۽ سلوڪ و تصوف جي باب ۾ نهايت لذيذ بي حساب آهي، سو عاشق، ڪامل، عارف، عامل شيخ عثمان انصاري قادري نقشبنديءَ جو نهيل آهي، جو ڏسڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو."

انهيءَ وضاحت کان پوءِ، حڪيم صاحب ان ڳالهه جو سبب ڄاڻايو آهي ته 'چا جي ڪري اها غلط فهمي پيدا ٿي؟' لکيو اٿس ته:

"شيخ عثمان انصاري عليه الرحمة قادري طريقي جو هو ۽ شاگرد شيخ جلال خليفه غوث الثقلين (پيران پير رحه)

جو هو ۽ نسبت نقشبندي طريقي جي حضرت خواجه باقي باالله قدس سره کان ورتي هئائين. خود 'عشقيه' جي ديباچي مان، جو هن حقير وٽ موجود آهي، معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ غلطيءَ جو سبب رڳو هي آهي ته حضرت شهباز بلند پرواز جو نالو به عثمان آهي ۽ 'عشقيه' جي ناهيندڙ جو نالو به عثمان آهي.'

محترم محبوب علي چنا، جنهن حڪيم صاحب جي ڪتاب جي ٻئي ڇاپي تي نظرداري ڪئي، تنهن ان سلسلي ۾، پنهنجي 'فٽ نوٽ' ۾ وري هڪ ٻي ڳالهه جي نشاندهي ڪئي آهي. لکيو اٿس ته 'هي غزل:

ز عشق دوست هر ساعت، درونِ نارمی رقصم

ٻين ڪن ڪتابن ۾ به آيل آهي. معلوم هجي ته اهڙي قسم جو غزل ٿوريءَ تبديليءَ سان حضرت خواجه اجميري رحه جي مرشد حضرت خواجه عثمان هارونيءَ ڏي به منسوب آهي.'

حافظ خير محمد اوحديءَ ته انهن غزلن تي بحر وزن جي خيال کان به نڪته چيني ڪئي آهي.

حڪيم فتح محمد به انهن غزلن بابت اهائي ڳالهه ڪئي آهي ته قلندر شهباز جا ڪونهن.

هن صورتحال ۾، سائين ڏنل شاهه کي اول ته بنيادي اختلاف ڏانهن توجهه ڏيڻ کپندو هو. ڪي وزندار دليل ڏيئي ثابت ڪرڻ کپندو هو ته 'جيڪو شعر مان ڪتاب ۾ ڏيئي رهيو آهيان، سو قلندر لعل شهباز جو مستند ڪلام آهي.'

پر، سائينءَ ان ڳالهه کي توجهه لائق ئي ڪونه سمجهيو. مانڙي

ڪري، پنهنجي ڪتاب ۾، پورو هڪ بابُ، جو صفحي ٨٦ کان شروع ٿئي ٿو ۽ ١٢٦ تي ختم ٿئي ٿو، 'مشڪوڪ شعر' لاءِ مخصوص ڪيائين ۽ ان ۾ منقبت، مثنوي ۽ غزل ڏڙاڏڙ داخل ڪندو ويو. پوءِ، ڪسر نفسيءَ جو اظهار ڪندي فرمايائين تہ:

> مون احترام جي ڪري، شهنشاهہ جو ڪلام پيش ڪندي، 'ادبي نقاد' ٿيڻ کان پاڻ بچايو آهي.

'ادبي نقاد' مان سائينءَ جو مطلب رڳو قلندر شهباز ڏانهن منسوب 'مشڪوڪ ڪلام' جون خوبيون بيان ڪرڻ آهي. لکيو اٿس تہ:

> "ان ڳالهہ جو ضرور ئي ڪونهي، تہ سندن ڪلام جون خوبيون، مثلاً شاعرانہ خيال، اسلوب، شعر جي رواني، شاعرانہ تخيل جي پرواز، زبان جو لاڙو، انداز بيان، اظهار خيال جي سادگي، يا خيال ۽ زبان جو حسن، ۽ شعر ۾ سمايل خيال، سڀ کان گهٽ (سندن شعر ۾) آسمانن ۽ عرش ڏانهن پرواز، آسماني ۽ بهشتي منظر ۽ الاهي فلسفو ۽ الاهي عشق وغيره ڳڻائجن."

سائين ڏنل شاهہ انهن خوبين جو ذڪرِ خير ڇو ضروري ڪونہ سمجهيو، تنهن جو سبب بہ بيان ڪيو اٿس. لکيو اٿس تہ:

> "هي ڪو سعديءَ ۽ روميءَ جو اخلاقي يا صوفيانو مسئلو نہ آهي، نہ وري ڪو جنگ جي ميدان جو منظر آهي، جو فردوسيءَ بيان ڪيو هجي، جنهن سان 'دنياوي فلسفو' لاڳو ٿي سگهي ۽ هي شعر ادبي تنقيد جي نارازيءَ ۾ توري سگهجي."

سائينءَ جي راءِ گويا اها آهي ته قلندر لعل شهباز سان منسوب ڪلام ۾ جيڪڏهن صوفيانه ۽ اخلاقي مسئلن جو ذڪر اذڪار هجي ها، يا وري انهيءَ ۾ جنگ جا ڪي منظر هجن ها، جيڪي فردوسيءَ جي دنياداريءَ جي ذهن واري فلسفي (MUNDANE PHILOSOPHY) سان تعلق رکن ٿا ته پوءِ اهو 'ادبي تنقيد' جي تارازيءَ ۾ توري سگهجي ها، پر هت ته ڳالهه ئي ٻي آهي! لکي ٿو ته:

"عربي محاورو ته 'ڪلام الملوڪ-ملوڪ الڪلام'

اسان جي سورمي (HERO) جي شعر سان لاڳو ٿئي ٿو."

اها ته ٿي ڪلام جي وصف، پر ان ڳالهه جي ڪمزي ثابتي آهي، ته اهو ڪلام، 'جيڪو فارسي ڪلام جو چٽ آهي ۽ سعديءَ، روميءَ ۽ فردوسيءَ جي ڪلام کان گهٽو گهٽو مٿي بيٺو آهي، سو سچ پچ قلندر لعل شهباز جو ڪلام آهي؟ ان باري ۾ سائينءَ جو ارشاد هي آهي:

"هو (اسان جو سورمو) غزل تي زياده زور ڏئي ٿو،

جيڪو اسان ڪافي، لمبيءَ تحقيق کانپوءِ ڪنو ڪيو."

اهو غزلن جو ذخيرو، سائينءَ ڪٿان ڪنو ڪيو، ۽ ڪهڙا قلمي ۽ ڇپيل نسخا ويهي پيتيائين؟ ان باري ۾ سائين بلڪل خاموش آهي. ڪنهن به وضاحت جو ضرور ڪونه سمجهيو اٿس. البت، ٻئي هنڌ مهرباني ڪري ايترو ارشاد فرمايو اٿس ته:

'فقر' جي باري ۾، سلطان العارفين (يعني لعل سائين) فلسفي ۽ خيال ۽ عمل جي جيڪا چٽائي ڪئي آهي، سا اسان پنهنجن پڙهندڙن کي، خاطريءَ واريءَ تحقيق، پيتا ۽ تصديق کانپوءِ پيش ڪئي آهي.

سائين ڏنل شاهہ سچي عمر عدالت جي ڪرسيءَ تي گذاري. عدالت جي فتويٰ آئي، ڳالهہ ختم ٿي. وڏيڪ بحث جي اجازت ڪانهي. سو، مان تہ ادب سان رڳو ايترو عرض ڪندس، تہ 'سائينءَ جي راءِ، سو، سائينءَ جي راءِ آهي.' هونئن بہ هر شخص کي پنهنجي راءِ جو حق آهي. سائين ڏنل شاهہ کي بہ آهي.

پر، ڪي ڳالهيون، تلهي عقل وارن ماڻهن کي پوءِ بہ اصل سمجهہ ۾ ڪونہ اينديون. مثلاً هو چوندا تہ جيڪڏهن قلندر لعل شهباز جو 'مستند ڪلام' قلمي يا ڇپيل صورت ۾ ڪاٿي بہ موجود هو، ۽ سائين ڏنل شاهہ کي پيتا ۽ تحقيق لاءِ دستياب ٿيو، تہ پوءِ پريا ست سؤ سال ڪاٿي لڪو پيو هو؟ مشرق ۽ مغرب جي مڃني عالمن کان مخفي ڪيئن رهيو؟ جيڪڏهن سنڌ گذريل ست سؤ سالن کان قلندر لعل شهباز جي آستاني تي رقص ڪندي رهي آهي، تہ پوءِ سنڌ جي عالمن کان سندن ڪلام جمع ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪيئن ٿي؟ مير علي شير قانع پنهنجي تاريخ 'تحفة الڪرام' ۾ لعل سائينءَ جو تذڪرو ڪيو آهي. پر، 'مقالات الشعراء' نالي شاعرن جو جيڪو تذڪرو لکيو اٿس، تنهن ۾ قلندر شهباز جي ڪلام جي ثنا ڪرڻ ۾ خاموش ڇو آهي؟ 'تڪمله مقالات الشعراء' ۾ بہ ساڳي صورت حال ڇو آهي؟ پير سائين حسام الدين شاهہ راشدي ڪشمير جي فارسي شاعرن جا تہ پورا پنج ضخيم جلد ايڊٽ ڪري وجي پار پيو، پر، 'مقالات الشعراء' ايڊٽ ڪرڻ کان پوءِ بہ قلندر شهباز سان منسوب ڪلام جي باري ۾ خاموش رهيو. ايڏن وڏن سنڌي عالمن جي خاموشي 'بي معنيٰ' آهي يا 'با معنيٰ'؟

* * *

سائين ڏنل شاهہ وڏو ڪم ڪيو. روميءَ، حافظ، سعديءَ ۽ فردوسيءَ جو رعب ختم ڪري ڇڏيائين. چڱو ڪيائين، لٿو لڙ. 'چشم ما روشن، دل ما شاد.' هونئن، نہ تہ مون جهڙا تہ ڪيئي اڻ گهڙيل ڪاٺ، ائين سمجهندا هئا، تہ ايراني ادبي حلقن ۾ جيڪا مقبوليت حافظ کي ملي، سا ٻئي ڪنهن کي بہ ڪانہ ملي. کيس 'لسان الغيب' (اڻ ڄاتل جو ترجمان) ڪوٺيندا آهن ۽ ويهينءَ صديءَ ۾ بہ سندس ڪلام مان فال ڪڍندا آهن.

ساڳيءَ طرح ائين بہ سمجهندا آهن تہ سعديءَ جي مشرق توڙي مغرب تي ڌاڪ ويٺل آهي. سندس ڪتاب گلستان تہ گهڻو مشهور آهي، پر ٻئي ڪتاب بوستان جا بہ يورپ ۾ ڪافي ترجما ٿيا آهن. مثلاً ١. وينا ۾ ڪي. ايچ. گراف جو ترجمو، ٢. لنڊن ۾ اي. راجرس جو ترجمو، ٣. فرانسيسي زبان ۾ بار بيرڊي منيارڊ جو ترجمو، ۴. جرمن زبان ۾ رڊ ڪرٽ جو ترجمو، ۵. انگريزيءَ ۾ هڪ. ايچ. ولبر فورس جو ترجمو، ٻيو جي. ايس ڊيويءَ جو ترجمو ۽ ٽيون رابنسن جو ترجمو.

حافظ ۽ سعديءَ جي ايڏيءَ عظمت ۽ شهرت ڪانپوءِ بہ ايراني عوام ۽ خواص وٽ 'قومي شاعر جو درجو' فردوسيءَ لاءِ مخصوص آهي، جنهن جي سوچ کي سائين ڏنلَ شاهہَ غور ۽ فڪر ڪانپوءِ (MUNDANE PHILOSOPHY) ڪوٺيو آهي. پر، ايران ۾ شاهنامي کي فارسي زبان جو شاهڪار سمجهن ٿا تہ پلي سمجهن. ائين تہ خود فردوسيءَ بہ فرمايو آهي تہ:

بسی رنج بردم دریں سال سی
عجم زندہ کردم بدیں پارسی

مولانا جلال الدين روميءَ جو نالو نہ گھٽا ماڻھو وضوءَ کان سواءِ ونن ئي ڪونہ، تہ بي ادبي ٿي پوندي. روميءَ پاڻ چيو آهي تہ:

'مثنوي، مولوي، معنوي، هست قرآن در زبان پهلوي.'

ٻيو تہ ٺهيو پر شاھ ڀٽائيءَ سندس ئي مثنوي هميشہ ساڻ رکندو هو.

پر، هت رڳو روميءَ، حافظ، سعديءَ، فردوسيءَ ۽ قرة العين طاهره جي شعر شاعريءَ جي ڳالھ ڪانهي. فارسي زبان جي شاعرن جي فهرست تمام طويل آهي ۽ انهيءَ ۾ بہ ڪيترائي ٻيا نالا تمام اهم آهن، مثلاً، رودڪي، دقيقي، خيام، نظامي گنجوي، سنائي، انوري، عطار، رومي، عراقي، امير خسرو، جامي، فيضي، عرفي، نظيري، خاقاني ۽ صائب وغيره.

ايراني هندستان مان بہ ٻہ فارسي شاعر مڃن ٿا: اڳوڻن مان امير خسرو ۽ هاڻوڪن مان اقبال. هونئن تہ غالب بہ فارسيءَ ۾ شعر چيو آهي ۽ دعويٰ ڪئي اٿس تہ 'منهنجي فن جو ڪمال آهي ئي فارسي زبان ۾.' پر ايراني کيس اهميت ڪانہ ٿا ڏين. البت امير خسروءَ جا معتقد آهن. خود سعديءَ بہ سندس تعريف ڪئي آهي. اها روايت درست ڪانہ آهي تہ سعدي هندستان آيو هو. دراصل، پاڻ ٻڌو ٿي چڪو هو ۽ پويان ڏينهن هڪ خانقاھ ۾ گذاريائين. اهو نڪتو اهم آهي.

هندستان جي مغل شهنشاهن جي ٻولي فارسي هئي. سڀني شعر جو قدر ڪندا هئا. بابر بادشاھ سٺو شاعر هو، پر فارسي ادب گهڻي ۾ گهڻي ترقي اڪبر اعظم جي دور ۾ ڪئي. سندس والد همايون، نوڙي فرزند سليم، جنهن بادشاھ ٿيڻ کان پوءِ جهانگير جو لقب اختيار ڪيو، ٻئي چڱا فارسيءَ ۾ شعر چوندا هئا. جهانگير هڪ هنڌ

لکيو آهي تہ 'منهنجي طبع موزون آهي. ڪڏهن ارادي سان، تہ ڪڏهن ارادي کان سواءِ شعر چئي ويندو آهيان.' ملڪه نورجهان، جنهن جي سونهن، ۽ سمجهہ، جهانگير جي دل ۽ دماغ سان گڏ، سڄيءَ مغل سلطنت کي مٺ ۾ قابو ڪري ڇڏيو هو، سني شعر جو اعليٰ ذوق رکندي هئي. في البديه شعر چوندي هئي. سندس ڪيئي قصا مشهور آهن. چون ٿا تہ هڪ دفعي جهانگير هرڻ جي شڪار تي ويو. ڪو هرڻ سامهون آيو تہ جهانگير مٿس تير ڪشيو. نورجهان جي چپن تي بي اختيار خسروءَ جو شعر آيو:

همہ آهوان صحرا سر خود نهاد بر ڪف
بہ اميد آن ڪہ روزی بہ شڪار خواهی آمد

(صحرا جا سمورا هرڻ پنهنجو مٿو پنهنجن هٿن ۾ جهلي بيٺا آهن.
انهيءَ اميد سان تہ تون هڪ ڏينهن ڪين شڪار ڪرڻ ايندين.)

جهانگير شعر ٻڌو تہ نورجهان ڏانهن نهاريائين. سندس نظرن جي تيرن، خود کيس گهايل ڪري ڇڏيو. ڪمان هٿن مان ڪري پيس.

اورنگزيب عالمگير جي ڌيءُ، زيب النساء وڏي پايي جي فارسي شاعره هئي. "مخفي" تخلص ڪندي هئي. هندستان پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، منشي نولڪشور سندس 'ديوان مخفي' ڇاپيو هو. هڪ دفعي ڪا نوڪرياڻي سندس حڪم تي آئينو کڻي ٿي آئي، تہ امالڪ ڪري پيس ۽ پرزا پرزا ٿي ويو. ويچاري ڌڄي ويئي ۽ بي اختيار منهن مان نڪتس:

از قضا آئينہ چينی شڪست

زيب النساء في البديه ٻي مصرع چئي:

خوب شد، اسباب خود بيني شڪست

* * *

هند کي چڙيو، خود سنڌ ڪنهن زماني ۾ ايران جي سلطنت ’هفت اقليم‘ جو هڪ حصو هئي. اها ظهور اسلام کان اڳي جي ڳالهه آهي. ايڏي ڊگهي عرصي جي لڳ لاڳاپي ۾ فارسي زبان ۽ سنڌي زبان جا هڪٻئي تي ڪي اثر ضرور پيا هوندا ۽ سنڌ ۾ فارسي شعر لاءِ فضا هموار ٿي هوندي. سنڌي ادبي بورڊ جا ڇپايل ڪتاب "مقالات الشعرا" ۽ "تڪمله مقالات الشعرا" انهيءَ حقيقت تي شاهد آهن.

مٿئين پس منظر ۾ هرڪو ماڻهو اها ڳالهه آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو ته فارسي شعر شاعريءَ جو سرمايو تمام وسيع آهي ۽ فارسي شعر چوڻ جي روايت نهايت ڪهنه آهي. مشرق ۽ مغرب جي عالمن، عظيم فارسي شاعرن جا تذڪرا وڏي سعيي ۽ ڪوشش سان شايع ڪيا آهن. هاڻي ته ڪو اهڙو ڪو عظيم ڪلاسيڪي شاعر رهيو ئي ڪونهي، جنهن جو ڪلام ڇپيل نه هجي. فارسي شعر ڄڻ ته هڪ وڏو سهڻو باغ آهي، جو ڪوهن ۾ هليو ويو. منجهس سوين هزارين سهڻا ۽ سرها گل ٻوٽا ٽڙيا ٻينا آهن. پر، عجب جي ڳالهه آهي ته ڪنهن به مستند تذڪري ۾، ڪٿي به، ڪنهن ڪنڊ پاسي سان، قلندر لعل شهباز جو اسم مبارڪ، شاعر جي حيثيت ۾، نظر ڪونه ٿو اچي. سو، وڏن وڏن سنڌي عالمن جي ڏانهُنِ منسوب ٿيل شعر جي باري ۾ مڪمل خاموشيءَ جو سبب به سمجهه ۾ اچي ٿو. پر سائين ڏنل شاهه کي اها ڳالهه الائي ڇو سمجهه ۾ ڪانه آئي.

* * *

سائين ڏنل شاهه شعر واري باب ۾ ٻيون به ڪي دلچسپ ڳالهيون ڪيون آهن. مثلاً فرمايو اٿس ته: "فارسي درويشن جي زبان آهي ۽ عربي پيغمبرن جي." هي نئون نقطو سائينءَ وري الائي ڪٿان

هٿ ڪيو؟ ڪچڻ پچڻ جي جاءِ ڪانهي، اينترو عرض ڪرڻ ڪافي آهي ته حضرت ابراهيم، حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ سڀ پيغمبر هئا، پر عربي انهن مان ڪنهن جي به زبان ڪانه هئي.

فارسي زبان جيڪڏهن درويشن لاءِ مخصوص آهي ته سائينءَ جي مرضي اسان اڻ گهڙيا ڪان ڇا ڪنداسين. پر، مسئلو اهو آهي ته سنڌ جا اهي درويش ڪيئن ڪندا، جيڪي فارسيءَ کان اڻ واقف هئا. ڀٽائي صاحب ته ماڳهن اهو ارشاد فرمايو آهي ته:

جي فارسي سکيو، گولو توءِ غلام
اچيو تان "آب" گهري، بکيو تان "طعام"
اي عامن سندو عام، خاصن منجهان نه ٿيو.

بلاشبه، سائينءَ انگريزيءَ جهڙيءَ ڏاريءَ زبان ۾ ۲۵۷ صفحن جو ضخيم ڪتاب لکڻ ۾ ڏاڍي محنت ڪئي هوندي. ورهين جا ورهيه نور نچويو هوندائين. ڪتاب لکڻ ڏکيو ڪم آهي. پر، ڇپائڻ اجا به ڏکيو. سائين ڏنل شاهه ٻئي ڪم ڪيا. ڪيس آفرين هجي. پر، سائين جيڪڏهن ايڏي محنت قلندر لعل شهباز جي زندگيءَ جا ڪي مستند احوال ۽ آثار گڏ ڪرڻ تي ڪري ها ۽ انهن کي سنڌيءَ يا انگريزيءَ ۾ ڇپائي ها، ته وڏو ڪم ٿي پوي ها.

جيستائين لعل سائينءَ سان منسوب شعر جو تعلق آهي، ته سوچڻ جي ڳالهه اها آهي ته سندن اعليٰ ۽ ارفع، بلند ۽ برگزيده شخصيت جي هند سنڌ ۾ هاڪَ، فارسي شاعر جي حيثيت ۾ آهي، يا ولي الله جي حيثيت ۾؟ -- جواب پڌرو پيو آهي. قرآن ڪريمَ، پنهنجن پاڪ لفظن ۾، الله پاڪ جي اوليائن کي ئي بشارت ڏني آهي. -- اهائي اصل ڳالهه آهي ۽ ان تي ئي اسان جو ايمان آهي.

•

- ٢١ -

## قلندر شهباز جو احوال
## سنڌ جي تاريخن ۾

لب تاريخ سنڌ

هن تاريخ جو مؤلف خدا داد خان هو، جو سکر جو رهاڪو هو. کيس سنڌ جي تاريخ جو شوق هوندو هو.

انگريزن جي حڪومت ۾، مسٽر جيمس ڪمشنر جي چوڻ تي 'لب تاريخ سنڌ' لکيائين، جنهن جو مکيه سبب اهو هو تہ، سندس پنهنجن لفظن ۾، "اڳوڻين تاريخن ۾ پوئين زماني جا ڪي ضروري حالات، جن جو انگريز سرڪار جي نقطہ نگاهہ کان قلمبند ٿيڻ ضروري هو، ملڻ مشڪل هئا."

'لب تاريخ سنڌ' جو سنڌي ترجمو حافظ خير محمد اوحديءَ ڪيو ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان جي تصحيح ڪئي. ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جو احوال سرفهرست ذيل آهي، جو هيءُ آهي:

قلندر لعل شهباز جي اصلي رهائش مروند (ميمند) ۾ هئي، جو افغانستان ۾ 'هرات' جي پسگردائيءَ ۾ آهي. قلندر شهباز ٥٨٣هہ مطابق ١١٨٧ع ۾ ڄائو. جڏهن وڏو ٿيو تہ هندوستان جي سياحت لاءِ روانو ٿيو. پهريائين منصور جي خدمت ۾ سندس صحبت اختيار ڪيائين، جو پنهنجي وقت جو عارف ڪامل هو. علم حاصل ڪرڻ بعد سندس هٿ تي بيعت ڪيائين ۽ ڪانئس موڪلائي، بهاؤالدين زڪريا ملتاني، فريدالدين شڪر گنج ۽ جلال جهانيان اُچ واري سان گڏجي، هند ۽ سنڌ جي اڪثر حصن جي سياحت ڪيائين. اهي

چار ئي بزرگ هندستان جا "چار يار" مشهور هئا.

حضرت قلندر شهباز جي ڪيترن ئي شعرن منجهان ٻن مشهور ۽ مقبول غزلن جا ٻه شعر هت پيش ڪجن ٿا.*

(١)

ز عشق دوست هر ساعت درون نار مى رقصم
گهـے بر خاک مى غلطم، گهـے بر خار مى رقصم

(٢)

من آن دُرم کـه در بحر جلال الله بوده ام
بـه کوه طور با موسىٰ کليم الله بوده ام

(١)

دوست جي عشق هر وقت ۾ باه جي اندر رقص ڪندو (ٿڙپندو) ٿو رهان.
ڪڏهن مٽيءَ ۾ بيهوش پيو آهيان ته ڪڏهن ڪَنڊن تي رقص پيو ڪريان.

(٢)

مان اهڙو گوهر آهيان، جو الله جي عظمت ۽ جلال جي سمنڊ ۾ رهي چڪو آهيان.
حضرت موسىٰ ڪليم الله سان طورسينا تي به گڏ رهيو آهيان.

---

* هن سچي غزل جي قافين ۽ رديفن مان ائين ٿو ڀانئجي، ته منجهس ٽن مختلف غزلن جا ابيات شامل آهن، جي هڪ ئي بحر ۾ ۽ هڪ ئي وزن تي چيل آهن. چوٿين، پنجين ۽ ستين جا قافيا ۽ رديف مطلع جي قافين ۽ رديف سان ملن ٿا. گويا اهي ٽئي بيت هڪ الڳ غزل جا بيت آهن. نمبر ٻئي ۽ نمبر ٽئين بيتن ۾ رديف ڪونه آهي. صرف قافيا اٿن، ۽ ٻنهي جا قافيا هڪ جهڙا هجڻ سبب، ٻئي بيت هڪ الڳ غزل جا بيت معلوم ٿا ٿين. مقطع جو قافيو بالڪل الڳ آهي، اهو ڪنهن ٽئين غزل جو آخري بيت معلوم ٿو ٿئي. (مترجم حافظ اوحدي).

قلندر شهباز گهڻو عرصو سياحت ۾ گذارڻ بعد، سيوهڻ کي اچي رونق بخشي. ڪنهن شاعر سندس تشريف آوريءَ جي تاريخ "نمود آفتاب دين" (دين جو سج ظاهر ٿيو) مان ڪڍي آهي، جنهن مان ابجد جي حساب موجب هجري سن ٦۴۴ ٿو نڪري، جو عيسوي سن ١٢۴٦ جي مطابق آهي [١].

قلندر شهباز شادي ڪانه ڪئي هئي. سيوهڻ ۾ فقط ڇهه سال رهيو، ۽ پوءِ ٦٥٠هه مطابق ١٢٥٢ع ۾ رحمت ايزديءَ جي آغوش ۾ وڃي آرامي ٿيو. ڪنهن شاعر سندس وصال جو سال "برحمت" جي لفظ مان ڪڍيو آهي، جنهن جا عدد ٦٥٠ آهن [٢].

قلندر جو روضو پهريائين هندوستان جي بادشاهه سلطان محمد تغلق جي سؤٽ سلطان فيروز شاه جي زماني ۾ تعمير ڪيو ويو هو، جو ان جي وفات کان پوءِ ٧٥٢هه مطابق ١٣٥١ع ۾ هندستان جي تاج ۽ تخت جو وارث ٿيو. سلطان فيروز تغلق انهيءَ وقت ٺٽي ۾ هو ۽ هندوستان رواني ٿيڻ کان اڳ ۾ قلندر شهباز جي مزار تي حاضري ڏيئي روضي جي تعمير جو ڪم ملڪ رڪن الدين عرف اختيارالدين کي سونپيو ويو، جو اُن وقت سيوستان (سيوهڻ) ۽ ٺٽي ۾ سندس نائب هو. هن ٧-رجب ٧٥٧هه تي، روضي جو ڪم مڪمل ڪرايو، جو هڪ قطعه مان ظاهر آهي جنهن جو سنڌي ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:

(١) سلطان فيروز شاه دين پرور بادشاهه جي حڪومت جي زماني ۾، جنهن جي بارگاه جي مٽيءَ کي، دنيا جا بادشاه پنهنجو تاج ڪري پائن ٿا.

---

(١) انهيءَ فقري جا عدد ٦۴٨ آهن، نه ٦۴۴ (مترجم: حافظ اوحدي)

(٢) "نمود آفتاب دين" ۽ "برحمت" جي عددن مان ظاهر آهي ته قلندر سيوهڻ ۾ فقط ٻه سال رهيو (مترجم: حافظ اوحدي).

(٢) جڏهن کان وني اهو بادشاه، شهنشاهيءَ جي تخت تي جلوه افروز ٿيو آهي، سڄي دنيا سندس بادشاهيءَ جي نور سان منور ٿي وئي آهي.

(٣) حضرت عثمان ميمنديءَ جو روضو تعمير ٿي ويو آهي، جو ولي الله هو ۽ بحر ۽ بر جو سفيد باز هو.

(۴) ڪهڙي نہ سهڻي درگاه آهي، جنهن جو گنبذ بهشت جهڙن محرابن سان سينگاريل آهي. نون ئي آسمانن جو رنگ، سندس بالاخاني جي رنگ جي اڳيان ڦڪو آهي.

(٥) جيتوڻيڪ حضرت قلندر جي زماني ۾ ٻيا اولياءَ بہ گهڻا ئي هئا، پر قلندر سيني کان وڏي درجي وارو هو.

(٦) هيءُ روضو مبارڪ رجب مهيني جي ستين تاريخ تعمير ٿيو. هجري سال ٥٧٥ هو.

(٧) هيءُ روضو معزز حاڪم ملڪ اختيارالدين تعمير ڪرايو، جو منصف مزاج ، سخي، بهادر ۽ رتبي ۾ سڪندر ثاني هو.

(٨) جڏهن کان سيوهڻ شهر آباد ٿيو آهي، تڏهن کان اهڙو حاڪم نہ ٿيو آهي، جو مهربان، بخششون ڏيندڙ، پرهيزگار ۽ خوش اعتقاد ديندار آهي.

(٩) اميد آهي تہ ڪيس انهيءَ جي عيوض الله تعاليٰ جي فضل سان بهشت ۾ هزارين محلات ملندا.*

ان کان پوءِ ٺٽي جي حاڪم مرزا جاني بيگ ترخان پنهنجي حڪومت جي زماني ۾ (٩٩٣هہ کان ١٠٠٠هہ مطابق ١٥٨٥ع کان ١٥٩١ع تائين) روضي کي نئين سر اڳي کان وڏو ڪري، موزون ۽

* جيتوڻيڪ ڪن بيتن ۾ سقم نظر اچن ٿا، پر جيئن تہ روضي مبارڪ تي لکيل آهن، انهيءَ ڪري ڪُجهہ ڦيرڦار جي مجال نہ آهي -- مترجم حافظ اوحدي.

خوبصورت نموني نهرايو. سندس وفات کان پوءِ، سندس فرزند مرزا غازي بيگ ترخان پنهنجي حڪومت جي ڏينهن ۾ (١٠٠٩هه کان ١٠٢١هه مطابق ١٦٠٠ع کان ١٦١٢ع تائين) سندس مرمت ڪرائي، مگر اها اجا پوري نه ٿي هئي ته وري هندوستان جي بادشاهه دين پناه شاهجهان ان کي نهرايو، جو سچ پچ اسم بامسميٰ هو (يعني جهڙو سندس نالو هو، پاڻ به اهڙو ئي هو). چو ته راقمالحروف (خداداد خان) هندستان جي سياحت وقت، پنهنجين اکين سان سندس ڪرايل خير جا ڪم جهڙوڪ مسجدون، تلاءَ ۽ پليون وغيره ڏٺيون آهن. دهليءَ جي جامع مسجد ۽ ٺٽي جي جامع مسجد به انهيءَ ئي بادشاه جهان پناه جي خواهش سان تعمير ٿيون. سيوهڻ ۾ نواب ديندار خان بخاريءَ کي ١٠٣٦هه مطابق ١٦٢١ع ۾ خاص طور تي قلندر شهباز جي روضي جي تعمير لاءِ مقرر ڪيائين، ۽ هڪ جريب زمين خانقاه مبارڪ ۽ ان جي صحن لاءِ ڏنائين ۽ پنهنجي خرچ تي ڪا شيءَ جي اعليٰ درجي جي سرن سان نهرايائين. ان جي تعمير، زيبائش ۽ آرائش جي تاريخ هڪ قطعه مان نڪري ٿي، جنهن جو سنڌي ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:

(١) بادشاه شهاب الدين شاه جي زماني ۾، جنهن جي سخا جي ڪري دنيا آباد ۽ خوشحال آهي.

(٢) قلندر جي حضور ۾ ديندار خان جو نذرانو قبول پيو، جو سندس بخت چڱو هو.

(٣) مان انهيءَ مقدس صحن جي ڪهڙي تعريف ڪريان، ڪاريگر سِرن جي بجاءِ ستارا سجايا آهن.

(٤) جيڪڏهن تون ان جو سال معلوم ڪرڻ ٿو گهرين، ته مقطع (آخري بيت) تي نظر ڪر، جنهن مان تعمير جو سال نڪري ٿو.

(٥) هڪڙو سال آهي "فرش مسند شاه" ١٠٤٠هجري ۽ ٻيو
"فرش جنت آباد" ١٠٤١ هجري.

دروازي جي ٻاهران مسجد شريف، چبوترا ۽ حجرا شاهجهان جي ياران نواب ديندار خان جا نهرايل آهن. مسجد جي تعمير جو سال هيٺئين قطعہ مان نڪري ٿو:

(١) شهنشاه شاهجهان جي دور حڪومت ۾، جنهن جي سخا جي ڪري دنيا بهشت جو باغ بنجي پئي آهي.
(٢) دينداز خان قلندر شهباز جهڙي عاليشان خاندان جي درگاه وٽ مسجد تعمير ڪرائي.
(٣) عقل ان جي تعمير جو (هڪ) سال "چوبيت العتيق" (١٠٣٢ هجري) ٻڌايو- ۽ ٻيو سال "مسجد ز شيخ بهوه" (١٠٤٣ هجري) لکيائين.

١٨-١٩ ۽ ٢٠ تاريخ شعبان جي مهيني ۾ قلندر جي درگاه تي ميلو لڳندو آهي. هندوستان، افغانستان، بلوچستان ۽ سنڌ مان هر طبقي جا ماڻهو مسلمان، هندو، اعليٰ، ادنيٰ، پوڙها، جوان، عورتون ۽ مرد اچي گڏ ٿيندا آهن.

* * *

تحفة الڪرام:

سنڌ جي تاريخن ۾ وڏو مان ۽ مرتبو اٿس. ان جو مصنف مير علي شير قانع سنڌ جو وڏو اهل قلم هو. هڪ روايت موجب، نثر ۽ نظم (فارسي) ۾ سوين ڪتاب لکيائين، جن مان ڪي ضايع ٿي ويا، پر ڪي بچيا، جن مان ڪي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا آهن.

تحفة الڪرام ۾ بہ تاريخ معصوميءَ وانگر قلندر لعل شهباز جو ڪجھ احوال آهي، جنهن ۾ ڪم جي فقط ڳالھ هيءَ آهي:

"شيخ عثمان مروندي عرف مخدوم لعل شهباز بن سيد ڪبيرالدين محمد بن سيد صدرالدين، امام جعفر صادق عليہ السلام حضرت اسماعيل جي اولاد مان آهن."

مير علي شير قانع اها غيرمستند روايت بہ بيان ڪري ڇڏي آهي تہ قلندر لعل شهباز، بو علي قلندر جي مشوري تي، هند مان سنڌ ۾ آيوس هو.

* * *

تاريخ معصومي:

مير معصوم سکر جو رهاڪو هو، ۽ اڪبر بادشاهہ جو درباري امير هو. گهڻين ئي خوبين وارو شخص هو. عام ماڻهن جي ديدار لاءِ سکر ۾ سندس نهرايل منارو اڃا صحيح ثالم بيٺو آهي.

سنڌ جي عالمن ۽ محققن لاءِ وري سندس لکيل 'تاريخ معصومي' ، 'علم جي مناري' واري حيثيت رکي ٿي. منجهس قلندر لعل شهباز جو ذڪر تہ آهي، پر تمام مختصر. اهو بہ سنڌ ۽ ملتان جي حاڪم شهزادي محمد جي احوال ۾ آيو آهي. تاريخ فرشتي تان ورتل آهي.

مير معصوم، پاڻ مورخ، عالم ۽ شاعر هو، تڏهن بہ قلندر لعل شهباز کي 'سنڌ جو بزرگ' ڪوني ٿو، سو، شايد انڪري جو قلندر شهباز جي زماني ۾ سنڌ ۽ ملتان هڪ ئي صوبو هو.

* * *

چچ نامو:

سنڌ جي تاريخ جا ٽي مکيه ذريعا آهن:

١- چچ نامو، ٢-مير معصوم جي تاريخ سنڌ، ٣- تاريخ تحفة الڪرام. انهن ٽنهي ۾ 'چچ نامي' کي اولين حيثيت حاصل آهي. بلڪ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رايو آهي تہ 'چچ نامو' هندستان پاڪستان ۾ تاريخي سلسلي جو آڳاٽو ڪتاب آهي.

هي ڪتاب اصل ۾ عربيءَ ۾ لکيل هو، جنهن کي علي ڪوفيءَ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. پنهنجي 'پيش لفظ' ۾ لکي ٿو تہ: "هيءَ تاريخ انهيءَ وقت لکي ويئي، جڏهن سلطان محمد بن سام جي بادشاهيءَ جي تخت کي، ناصرالدين قباچه پنهنجي جلوس سان سينگاريو هو."

قباچه جي حڪومت جو زمانو سنہ ٦٠٢ هجريءَ کان سنہ ٦٢٥ هجريءَ تائين هو ۽ سندس حڪومت جو علائقو ملتان کان عربي سمنڊ تائين هو، جو 'سنڌ صوبو' سڏبو هو ۽ انهيءَ جي گاديءَ جو هنڌ ملتان هو. قباچه، چچ نامي جي مترجم علي ڪوفيءَ جو محسن هو، جو پنهنجو وطن ڇڏي، وڃي اچ شريف ۾ اچي رهيو هو.

علي ڪوفيءَ جو سچو نالو علي پٽ حامد پٽ ابي بڪر ڪوفي هو. چچ نامي جي پيش لفظ ۾ پاڻ لکيو اٿس تہ:

> هن تاريخ جو لکندڙ (يعني علي ڪوفي پاڻ) جڏهن پنهنجي عمر جو هڪ عرصو آرام ۽ نعمت ۾ گذاري چڪو ... تڏهن 'حادثن جي مصيبتن ۽ زماني جي اوچتين آفتن' سبب، پنهنجي اصلوڪي وطن کان جدا ٿيو ۽ 'ڪي ڏينهن' اچي، اچ شريف ۾ آرام ڪيائين.

سوال آهي تہ علي ڪوفيءَ جي وطن ۾ اهي "اوچتيون آفتون" ڪهڙيون اچي ڪڙڪيون، جو ڪيس پنهنجو اباڻو وطن ڇڏڻو پيو؟

چچ نامي جي تصنيف بابت سندس چوڻ آهي تہ:

" محمد بن قاسم جي هٿان، هن ملڪ (هند سنڌ) ۾ اسلام ظاهر ٿيو، سمنڊ کان وٺي ڪشمير ۽ قنوج تائين، مسجدون ۽ منبر ٺهيا، ۽ اروڙ جي تختگاهہ ۾ رهندڙ راجا ڏاهر پٽ چچ پٽ سيلائج قتل ٿيو. هي سارو ملڪ، پسگردائين سميت، محمد بن قاسم جي حوالي ٿيو."

"مون چاهيو تہ اهو بيان ۽ هن ملڪ جي خلق جي ڪيفيت وغيره معلوم ٿئي، سو اهڙي تاريخ تيار ڪجي. (انهيءَ مقصد سان معلوماتي ڪتابن جي تلاش ۾) اچ شريف کان اروڙ ۽ بکر جي شهرن ڏانهن رخ رکيم."

علي ڪوفيءَ جو پنڌ سجايو ٿيو. اروڙ ۽ بکر مان ڪيس 'چچ نامي' جو عربي نسخو هٿ آيو، جنهن کي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. ائين ڪرڻ ۾ ڪيس ڪيترو وقت لڳو ۽ فارسي ترجمو ڪهڙي سال ۾ تيار ڪيائين، انهيءَ جي ڪا خبر ڪانهي. اهو ترجمو مڪمل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ ڪيترو عرصو زندهہ رهيو، تنهن جي بہ ڪا خبر ڪانهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اينرو معلوم ڪري سگهيو آهي تہ 'چچ نامي' کان سواءِ ٻيا بہ ڪتاب بہ لکيائين، جي هي آهن:

١. ڪتاب الانساب، ٢. تنقيح الانساد في تشريح الامصارو البلاد.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيق موجب، علي ڪوفي جي ولادت جو سنہ ٥٥٥ هجري آهي ۽ حڪيم فتح محمدسيوهاڻيءَ جي تحقيق

موجب، قلندر لعل شهباز جي ولادت جو سنہ ٥٣٨ هجري آهي. انهيءَ حساب سان هو علي ڪوفيءَ کان سترهن سال وڏو هو. مروند جو رهاڪو هو. علي ڪوفي وري ڪوفي جو رهاڪو هو. ٻئي شهر ٻن پاڙيسري مسلمان ملڪن ۾ هئا. پر، "مغلن جي فتني" ڪري رهڻ لائق نہ رهيا. ماڻهو لڏڻ لڳا، تہ هيءُ ٻئي بزرگ سنڌ ڏي لڏي هليا آيا.

انهيءَ جو مطلب وجي اهو نڪتو تہ علي ڪوفيءَ جن "اوچتين آفتن" اچڻ ڪري پنهنجو وطن ڇڏي، اُچ شريف ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي، سي هيون مغلن جون ڪاهون!

•

- ۲۲ -

## قلندر لعل شهباز جو ڄمر:

قلندر لعل شهباز کي هن جهان مان گذرئي، ڀريا ست سؤ سال ٿيا. پر، پاڻ ڪهڙيءَ سڳوريءَ ساعت، ماه ۽ سالَ ۾ تولد ٿيا، ان باري ۾تاريخنويسن ۽ تذڪري نگارن ۾ اختلاف آهي. صحيح سن ۽ سال معلوم ڪونهي. پر، اها ڪا نئين ڳالهه ڪانهي.

اڳوڻي زماني ۾ گهڻيون ڳالهيون ٻڌ سڌ تي لکي ڇڏيندا هئا، جيڪي تحقيق ۽ تصديق کان پوءِ صحيح ثابت ڪونه ٿينديون هيون. اهوئي سبب آهي جو وڏن وڏن مشاهيرن جي ولادت ۽ وفات جا سن ۽ سال، هڪڙن ڪتابن ۾ هڪڙا ته ٻين ۾ ٻيا لکيا پيا آهن.

حضور پيغمبر ﷺ جن لاءِ عام روايت آهي ته سندن حيات طيبه جي هر ڳالهه لکيل ۽ محفوظ ٿيل آهي. هندستان ۾، علامه شبلي نعمانيءَ * وڏي محنت ۽ تحقيق کان پوءِ سندن سيرت طيبه لکي آهي، جنهن کي علمي حلقن ۾ وڏي قدر جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو. علامه شبليءَ پاڻ سڳورن جي ولادت جي تاريخ بابت لکيو آهي ته مصر جي مشهور هيئتدان، محمود پاشا هڪ رسالو لکيو آهي، جنهن ۾ دليل ڏيئي ثابت ڪيو اٿس ته پاڻ سڳورن جي ولادت جي تاريخ

---

* علامه شبلي نعمانيءَ کان پوءِ، سڄيءَ دنيا ۾ جنهن محققَ، سيرت رسول پاڪ تي اونهي تحقيق ڪئي آهي، سو ڊاڪٽر حميد الله آهي. اصل ۾ حيدرآباد دکن جو آهي. پر گذريل چاليهن سالن کان پيرس ۾ رهي ٿو.

سنڌ ۾ سيرت جي موضوع تي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ به وڏي تحقيق ڪئي آهي. سندس هڪ عربي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي، جنهن جو اردو ترجمو "عهد نبوت کي ماه و سال" نالي سان لاهور جي ڪنهن جوڙي ٽرسٽ ڇپيو آهي. مرن گهڻا سال اڳ لاهور ۾ ڏٺو هو. ڪاپي خريد ڪيم، پر ڪو دوست کڻي ويو. ناشر سان ملاقات جي ڪوشش ڪيم، پر ڪري نه سگهي.

۹- ربيع الاول مطابق ۲۰- اپريل ۵۷۱ع آهي. پر، ان کان پوءِ، شبليءَ وضاحت لاءِ فٽ نوٽ ڏنو آهي ته "حضور ﷺ جن جي تاريخ ولادت بابت 'اختلاف' آهي. ليڪن، اينترو 'اتفاق' آهي ته ربيع الاول جو مهينو هو، سومر جو ڏينهن هو* ۽ تاريخ انيهءَ کان ٻارهينءَ تائين هئي، يعني نائين هئي، يا ٻي ڪا."

هاڻي پاڪستان ۾، عام طرح، ٻارهين ربيع الاول، پاڻ سڳورن جي ولادت جي تاريخ مڃي وڃي ٿي. انهيءَ ئي تاريخ تي ملڪ ۾ جلسا جلوس ٿيندا آهن. اخبارون سيرت - ايڊيشن شايع ڪنديون آهن. اسلام آباد ۾ حڪومت سيرت - ڪانفرنس به ڪندي آهي.

آدمشماريءَ جي هڪ اندازي موجب، دنيا ۾ پنجين پتي ماڻهو مسلمان آهن، يعني پنجن ماڻهن ۾ هڪ جڻو مسلمان آهي. گذريل چوڏهن سو ورهين جي عرصي اندر لکين، ڪروڙين انسان هن جهان ۾ آيا هوندا، تن ۾ مسلمان ملڪن اندر الائي ته ڪيترن عالمن ۽ محققن حضور ﷺ جن جي ولادت جي صحيح تاريخ ڳولڻ لاءِ ڪوششون ڪيون هونديون!

جيڪڏهن انهن سمورين ڪوشش کان پوءِ به شبلي نعمانيءَ جهڙي محقق کي اهو فٽ نوٽ ڏيڻو پيو، ته سندن ولادت جي تاريخ ۾ البت "اختلاف" آهي ته پوءِ تذڪري نگارن ۽ تاريخ نويسن ۾، جيڪڏهن قلندر لعل شهباز جي ولادت جي تاريخ تي "اختلاف" هجي، ته ان ۾ حيرت جي ڳالهه ڪانهي.

---

* سنڌ ۾ انهيءَ نسبت سان "سائو سومر" جو ڏڻ ملهائيندا آهن. ڳوٺن ۾، ڪٿي ڪٿي ڪير ورهائيندا آهن. ٻين مسلمان ملڪن ۾ به سومر جي ڏينهن جي تعظيم ڪندا آهن. تاشقند جي ڀاسي هڪ سهڻو شهر آهي، نالو اٿس دوشنبه، جنهن جي معني آهي سومر.

تاريخ طبريءَ ۾ لکيل آهي ته پاڻ سڳورا سومر ڏينهن تولد ٿيا. نبوت به کين سومر ڏينهن عطا ٿي هئي. سومر ڏينهن هن جهان کان پردو اختيار ڪيو هئائون.

قلندر لعل شهباز جي تاريخ ولادت جي باري ۾ ڪي اهم رايا هي آهن:

١- حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ سندن ولادت جو سن ٥٣٨ هجري ڏنو آهي.

٢- لب تاريخ سنڌ جي مصنف، خداداد خان، سندن ولادت جو سن ٥٨٣هه (مطابق ١١٨٧ع) ڏنو آهي.

٣- پير سائين حسام الدين شاهه راشديءَ مظهرشاهجهانيءَ جي تعليقات ۾ لکيو آهي ته قلندر شهباز جي ولادت جي تاريخ فقط ٽن ڪتابن ۾ ملي ٿي، جن مان، لاڙڪاڻي جي گزيٽيئر ۾ ٥٣٨ هجري ڄاڻايل آهي.

٤- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب پنهنجي ڪتابَ 'سوانح قلندر' ۾ لکيو آهي ته 'بستان العارفين' جي مؤلف سندن ولادت جو سن ٥٦٥ هجري ڏنو آهي.

٥- جناب انعام محمد پنهنجي ڪتاب ۾ سندن ولادت جو سنه ٥٧٣ هجري (مطابق ١١٧٧ عيسوي) ڏنو آهي.

٦- مرحوم محبوب علي چنا قلندر نامي سنڌيءَ جي ٻئي ڇاپي ۾ پنهنجي فٽ نوٽ ۾ لکيو آهي ته:

> منهنجي تحقيق موجب قلندر شهباز جي وفات جو سن ٦٧٣ هجري آهي، ڇو ته ٦٥٠ هجريءَ ۾ بلبن اڃا سلطانيءَ جون واڳون ڪونه ورتيون هيون. هو صاحب ٦٦٢ هجريءَ/١٢٦٥ع ۾ سلطان بڻيو. ان حساب سان قلندر لعل شهباز جي سن ولادت ۾ به ڦيرو ايندو، جيڪڏهن سندن عمر ١١٢ سال ليکبي. (ورنه عمر جي مدت به

تحقيق طلب آهي).

* * *

هي احوال پڙهي، مون کي ائين خيال ۾ آيو ته انگريزن جي حڪومت ۾، سنڌ جي ڳوٺن ۾، سنڌي پرائمري اسڪولن ۾ جمر ۽ موت جي داخلا جا رجسٽر رکيا ويندا هئا. قلندر لعل شهباز جن جنهن زماني ۾ پيدا ٿيا، ان زماني جو اهڙو ڪو جمر ۽ موت جو رجسٽرُ ته مليو ئي ڪونهي، جنهن کي ڏسي سندن ولادت جي صحيح تاريخ، سن ۽ سال معلوم ڪجي.

ازانسواءِ، اڳوڻي زماني ۾، ڪاتبن جون چڪون بہ مشهور هونديون هيون. لکڻ پڙهڻ ۾ انسان کان سموريءَ نيڪ نيتيءَ جي باوجود ڪا نہ ڪا غلطي ٿي ويندي آهي. ٥٣٨هہ ۽ ٥٨٣هہ جا انگ اکر بہ اڳتي پوئتي ٿي ويا هجن، تہ عجب ڪونهي. پر، خاطريءَ سان رڳو اينرو چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ هجري سن ٥٣٨ ۽ ٥٨٣ جي وچ ۾، ڪنهن سڳوري سال تولد ٿيا هئا.

•

- ٢٣ -

## قلندر شهباز جي
## چمڻ جو هنڌ:

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ قلندر نامي سنڌيءَ ۾ لکيو آهي تہ "سندن جنم ۽ نيپاج جي جاءِ مروند آهي، جو آذربائيجان ۽ تبريز ڏانهن اقليم پنجينءَ ۾ آهي. مروند شريف ۾ سندن والد ماجد سيد ڪبيرالدين جو مقبرو خلقَ جي لاءِ زيارت گاھ بہ آهي."

حڪيم صاحب پنهنجيءَ راءِ جي تصديق لاءِ 'حديقة الاولياء' ۾ ڏنل هڪڙي قصيدي جو حوالو ڏنو آهي،جنهن جي پڇاڙيءَ جو بيت هي آهي:

دمبدم رحمت خداوندي

باد برجان شاھ مروندي.

هن بيت مان سندن جنم جو هنڌ "مروند" نڪري ٿو. "مرند" ڪونہ ٿو نڪري.

* * *

خداداد خان پنهنجي ڪتاب لُبِ تاريخ سنڌ ۾ لکيو آهي تہ "حضرت عثمان مروندي (ميمندي) جي اصلي رهائش مروند (ميمند) ۾ هئي، جو افغانستان جي مشهور شهر 'هرات' جي پسگردائيءَ ۾ آهي." گويا، خداداد خان مروند ۽ ميمند کي ساڳيو شهر سمجهي ٿو.

... ... ... ... ...

مرحوم محبوب علي چنا سيوهاڻي پنهنجي مضمون، 'قلندر شهباز سيوهاڻي' ۾ هيئن لکيو آهي تہ:

"سندن آباءُ و اجداد جو وطن مالوف مروند هو،

جنھن کي لب تاريخ سنڌ جي مولف، افغانستان جي هرات پرڳڻي جي قريب ڄاڻايو آهي. مگر، 'ماثرالڪرام' جو مصنف لکي ٿو ته 'تذڪره مشايخ سنڌ' ۾ لکيل آهي ته قلندر شهباز جو وطن مرند آهي.
'الوحيد' جي 'سنڌ آزاد نمبر' ۾ به چيل آهي ته "لعل شهباز آذربائيجان (آرمينيا) پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ مرند ۾ تولد ٿيو."

انهن بنهي حوالن ڏيڻ کان پوءِ چنا صاحب پنهنجي راءِ ڏيندي چيو آهي ته، "حضرت لعل شهباز مرندي آهي، ۽ نه مروندي، جيئن عام مشهور آهي."

جيڪڏهن چنا صاحب جي خيال موجب، قلندر شهباز مرندي آهي ته پوءِ خلق خدا کيس مروندي ڇو ٿي ڪوٺي؟ انهيءَ ڳالهه جو چنا صاحب وٽ ڪوبه جواب ڪونهي!

اڳتي هلي لکي ٿو ته:

"مون کي ٻن انگريزي ڪتابن 'ايران، ماضي ۽ حال' از: ڊونالڊ. اين. ولبر ۽ 'افغانستان' از: فريزر ٽئلر جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته جنهن روس ۽ افغانستان جون سرحدون اچي ملن ٿيون، ان کان به اتر ۾، خشڪ جابلو ملڪ ۽ بيابان جي وچ ۾ هڪ وڻندڙ خيابان 'مرو' (MERVE) نالي سان آهي، جو عربن جي ڏينهن ۾، خراسان جي اڳوڻيءَ گاديءَ جو هنڌ هو. مَروَ (MERVE) علمَ، عرفانَ ۽ آسودگيءَ جو مرڪز هو. سلجوقين جي ڏينهن

۾ منجهس يونيورسٽي هئي. ڪيترن ئي سياسي حڪمرانن جي اک ۾ هو."

انهن انگريزي ڪتابن پڙهڻ کان پوءِ چنا صاحب کي شڪ پوي ٿو ته پاڻ شايد مَرو جا وينل هئا. سو لکي ٿو ته:

"هاڻي جيڪڏهن افغانستان جو شهر 'مرو' ونون ٿا، ته اهو مرو آهي ۽ نه مروند. سو، آذربائيجان پرڳڻي جي شهر مرند کي لعل شهباز جو اباڻو شهر سمجهبو."

... ... ... ... ...

قلندر شهباز ميلا ڪميٽيءَ طرفان ست سو ايڪتيهين عرس مبارڪ جي موقعي تي شايع ڪيل سووينيئر 'سنڌڙي جو شهباز قلندر' ۾ ڏنل هڪ انگريزي مضمونَ ۾، (جنهن جي لکندڙ جو نالو ڄاڻايل ڪونهي) قلندر لعل شهباز جي وطن جي باري ۾ هيئن لکيل آهي ته:

"سيد عثمان (٥٧٣هه - مطابق ١١٧٧ع) ۾، مرند ۾ ڄائو، جو آذربائيجان جو مشهور شهر هو. ياقوت حمويءَ جي زماني ۾ (وفات ٦٢٧هه - مطابق ١٢٢٩ع) تبريز کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي هو.

"حدود العالم" (تاليف ٣٧٢ هه- ٩٨٢ع) جي مصنف لکيو آهي ته "مرند ننڍي بستي هئي، پر سکي ستابي ۽ آباد هئي: اُنَ مان نهيل مال جي پيداوار لاءِ مشهور هئي."

حمدالله مستوفي پنهنجي ڪتاب "نزهت القلوب" (تاليف ٧٤٠هه مطابق ١٣٤٠ع) ۾، مرند کي 'هڪ وڏو شهر' ڪوٺي ٿو، "جنهن جون پنبيون (يعني 'شهر پناهه') گولائيءَ ۾، اٺ هزار وکون

هيون." ۾ لکي ٿو ته، "هاڻي شهر جو اڌ وچي بچيو آهي."

... ... ... ... ...

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (مرحوم) پنهنجي ڪتاب 'سوانح قلندر' ۾ لکيو آهي ته "سندن وطن بابت مختلف روايتون آهن." پوءِ، پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو ته "مرو" "ميمنه" "ميمند" يا "ميوند" مان ڪوبه اهڙو نالو مناسب نظر ڪونه ٿو اچي، جنهن مان مروندي نهيو هجي. ان کان سواءِ اهي شهر آذربائيجان ۾ نه آهن. اڪثر تذڪري نگار متفق آهن ته سندن وطن آذربائيجان ۾ هو، جتي صرف 'مرند' شهر جو نالو ملي ٿو. سو، جئي سگهجي ٿو ته صحيح نالو مرند آهي، پر "ي" پچاڙي وڌائڻ وقت "و" به وڌايو ويو آهي. ي ۽ و جي واڌاري لاءِ ميمڻ صاحب ڪوبه دليل ڪونه ڏنو آهي.

* * *

مٿين رايـن پـڙهڻ مـان مـعـلـوم ٿـئي ٿو ته عالمن ۽ مُحققن قلندر لعل شهباز جي سن پيدائش وانگر سندن جاءِ پيدائش جي باري ۾ به متفق ڪونه آهن. بهرحال، انهيءَ باري ۾ هي ڳالهيون اهم آهن:

(١) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي "مرند" ۽ "مروند" ۾ ڪوبه فرق ڪونه ٿو ڪري.

(٢) لب تاريخ جو مصنف، خداداد خان کين هرات جي پاسي، مروند جو وينل ڪوني ٿو، جيڪو، سندس چوڻ موجب، افغانستان جي حد ۾ آهي. پر، حقيقت اها آهي ته افغانستان ۾ مروند نالي ڪوبه شهر ڪونهي. سو، هو افغانستان جي ميوند شهر کي مروند ڪوني ٿو ۽ لکي ٿو ته: "سندس اصلي رهائش مروند، يعني

ميوند (ميمند) ۾ هئي، جيڪو هرات جي پسگردائيءَ ۾ آهي.“

*　　*　　*

مون کي هي رايا پڙهڻ کانپوءِ ائين سمجهه ۾ آيو تہ قلندر شهباز جو آبائي شهر ”مَروَ“ هو. مَروَ مان مَروَندي لفظ نهيو، سو بلڪل نيڪ آهي؛ ’اُتر‘ مان ’اُترادي‘ لفظ نهندو. ’اُتري‘ ڪونہ نهندو. مرو مان مروندي لفظ نهندو. مرند مان مروندي ڪونہ نهندو.

ٻيو تہ ”مرند“ ايران ۾ آهي، پر، ڪڏهن بہ، ڪوبہ ايراني سندن درگاهہ تي حاضري ڏيڻ ڪونہ ٿو اچي. پناڻ جي سندس درگاهہ سان وڏي عقيدت آهي. سدائين وڏي تعداد ۾ موٿود آهن. سندن تعلق افغانستان سان آهي. ملڪن جون سرحدون پيون مٽجن. ”وڳهيہ ڪوٽ“ اڳي سنڌ ۾ هو، هاڻي هند ۾ آهي. اڳوڻي زماني ۾، مَروَ جو شهر اتر افغانستان سان لاڳاپيل هوندو هو، تہ ان ۾ عجب ڪونهي.

”طبقات ناصري“ جي مصنف، منهاج سراج جو اصل وطن جوزجان هو، جنهن جون حدون اولهہ ۾ هرات، مَروَ (MERVE) ۽ مرغاب (مرغ آب) سان ملنديون هيون. اولهہ طرف ”مَروَ رود“ جو بہ رستو هوندو هو، جيڪو ڏاڍو آباد هوندو هو. مَروَ جون ڪي نديون جوزجان مان لنگهنديون هيون.

انهن ڳالهين جي باوجود، مون مرند کي رد ڪرڻ غلط ڳالهہ سمجهيو. سو، اسلام آباد ۾ ايراني سفارتخاني وارن سان رابطو قائم ڪيم.

اتي پنهنجو پراڻو يار تسبيحي وينو هو، تنهن چيو تہ ”آغا، اڄ ئي ايران تبليڪس موڪليون ٿا، تہ مرند مان خاطري ڪري ٻڌائن، تہ اتي حڪيم فتح محمدجي چوڻ موجب، قلندر شهباز جي والد بزرگوار جي خانقاہ آهي يا نہ؟“

مهيني ماسي کان پوءِ جڏهن ڪيس يادگيري ڏياريم، تڏهن چيائين تہ "آغا تيليڪس جي جواب جو انتظار آهي."

ٻہ چار مهينا ٻيا بہ ائين گذري ويا، تہ سمجهيم تہ "اها تيليڪس اُن تي چڙهي ايران ويئي آهي، سا مولائڻ موٽندي بہ اُن تي. سال ٻہ تہ سفر ۾ لڳي ويندس." سو، آسرو لاهي ڇڏيم.

تسبيحيءَ هڪ خوشخبري ٻڌائي هئي، تہ راولپنڊيءَ ۾ جيڪو خانہ فرهنگ آهي، تنهن جو ڊئريڪٽر مرند جو وينل آهي. سو، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي استاد ۽ محقق، ڊاڪٽر شبليءَ تي بار رکيم تہ "مروندي صاحب کان پڇ."

هن انهيءَ ئي ڏينهن مرندي صاحب سان ڳالهايو ۽ مون کي اطلاع ڏنو تہ "ايران ۾ چاليهارو کن ننڍا وڏا شهر اهڙا آهن، جن ۾ ابراهيم نالي بزرگن جون خانقاهون آهن. انهن مان ڪي آل رسول ﷺ آهن، جن کي 'امام زاده' ڪوٺيندا آهن."

پر، مرندي صاحب ائين بہ چيو تہ، "ڳالهہ ڏاڍي منجهائيندڙ آهي، چو تہ اها تصديق ڪيئن ڪجي، تہ مرند ۾ ابراهيم نالي جنهن بزرگ جي خانقاهہ آهي، قلندر شهباز جو والد هو يا ڪو ٻيو شخص هو؟"

* * *

هڪ دفعي پير سائين حسام الدين شاهہ ايران ويو. جڏهن موٽيو تہ چيائين تہ هن پيري ان پاسي وڃڻ ٿيو، جنهن طرف چوندا آهن، تہ اتي مرند نالي شهر آهي. مون ڏاڍي پڇا ڪئي. پر، چيائون تہ مرند نالي هتي ڪابہ وسندي ڪانهي. مون قلندر شهباز جو ذڪر ڪيو. پر، ڪنهن بہ ايراني عالم کي ڪابہ خبر ڪانہ هئي.

جڏهن تسبيحيءَ سان پير صاحب جي ڳالهہ ڪيم تڏهن چيائين تہ "مرند نالي شهر تہ موجود آهي. مان پاڻ يورپ کان موٽندي اتي رات رهيو آهيان." پر، قلندر شهباز جي سلسلي ۾ خود کيس بہ ڪا معلومات ڪانہ هئي، توڙي جو پاڻ ورهين جا ورهيہ پاڪستان ۾ رهيو آهي ۽ سنڌ گهميو آهي.

سو، مون ڳالهہ تي غور ڪرڻ ڪانپوءِ اهوئي نتيجو ڪڍيو، تہ ايرانين جي قلندر شهباز ۾ دلچسپي انڪري ڪانهي، جو هن جو ايران سان ڪو واسطو ئي ڪونهي.

*　　*　　*

ڳالهہ ڪي سمجهڻ لاءِ اسان کي اهو، ڏسڻ گهرجي تہ تاريخي لحاظ کان مرو (MERVE) جي ڪهڙي اهميت هئي؟ مَروَ تي اهي ڪهڙيون اوچتيون آفتون اچي ڪڙڪيون،، جن جي ڪري، قلندر شهباز کي پنهنجو وطن ڇڏي، هندستان جي دور دراز سفر تي اچڻو پيو! سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين تہ واپس وطن وڃڻ جو وري نالو ئي ڪونہ ورتائين؟ ڇو؟

تذڪرہ نگار عام تاثر اهو ڏيندا آهن تہ پنهنجي وطن مان سير سياحت لاءِ نڪتو هو. جي ائين آهي تہ پوءِ سير سياحت بعد واپس وطن ڇو نہ ويو؟ ابن بطوط جهڙو سياح بہ موٽي وطن ويو. جي پيريءَ ۾ پرديس ۾ وفات ڪري ويو، تہ پوءِ اها وصيعت ڇو نہ ڪيائين تہ منهنجي وفات بعد مون کي پنهنجي وطن، يا ڪربلا معليٰ، يا ديار پاڪ ۾ دفن ڪجو.

- ٢٤ -

## قلندر شهباز جي
## سنڌ ۾ آمد:

قلندر لعل شهباز جي سنڌ ۾ اچڻ بابت ڪتابن ۾ ڪوبہ خاص سبب ڄاڻايل ڪونهي. سنڌ جي تاريخ نويسن ۽ تذڪري نگارن سڀ کان اهم ڳالهہ ڏانهن سڀ کان گهٽ توجهہ ڏنو آهي.

ڪنهن بہ واقعي کي سمجهڻ لاءِ ان جو "پس منظر" (CONTEXT) سمجهڻ ضروري آهي تہ 'هي واقعو ڇو ٿيو؟'

جناب انعام محمد اهو اڪيلو مصنف آهي. جنهن ان ڳالهہ ڏي پورو پورو توجهہ ڏنو آهي ۽ عالمي شهرت جي ڪتاب LITERARY HISTORY OF PERSIA مان قلندر شهباز جي سنڌ ۾ آمد بابت هي اهم تاريخي حوالا ڏنا آهن. سندس اکر سون جي فريم ۾ مڙهائڻ لائق آهن. لکي ٿو تہ:

(١) تيرهين صديءَ عيسويءَ جي شروع ۾، علاؤالدين محمد شاهہ خوارزم جي تخت تي ويٺو. سندس سلطنت ايڏي وڏي هئي، جيڏي سلجوقين جي پنهنجي انتهائي اوڄ واري زماني ۾ هئي. هڪ طرف اڙل جبلن کان وٺي ايراني نار تائين پکڙيل هئي، تہ ٻئي طرف، سنڌو نديءَ کان فرات نديءَ تائين.

(٢) خوارزم جي اها سلطنت پنهنجي پيش رو غزنوي سلطنت، سلجوق سلطنت ۽ غوري سلطنت کان بہ وڌيڪ مستحڪم هئي، ۽

سؤ کن سال اجا بہ قائم رهيا ها، پر اهو واقعو، جنهن کيس، بلڪ ڪائنس وڏيـن اهميت وارين طاقتن کي تهس نهس ڪري ڇڏيو، سا هڪ آفت هئي. جا اوچتو ڪڙڪڻ کان اڳي، شايد، اڻ ڏٺل ۽ اڻ ٻڌل هئي. دنيا جو چهرو مسخ ڪري ڇڏيائيـن، اهڙيـن قوتن کي اپاريائين، جيڪي اڄ ڏينهن تائين اثرانداز آهن. انسان ذات تي جهڙو عذاب آندائين، تهڙو، دنيا جي تاريخ ۾، انسان جي زماني تائين محفوظ ٿيل رڪارڊ ۾ تہ ڪنهن بہ واقعي ڪونہ آندو آهي؛ انهيءَ مان مطلب آهي (MONGOL INVASION) مغلن جي چڙهائي.

* * *

٣- هلاڪو، مغل شهنشاهہ، ٦٥٦ هہ مطابق ١٢٥٨ع ۾، بغداد تي حملو ڪيو، اسلامي خلافت کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ اسماعيلي فدائين جي 'الموت' وارن قلعن جي مرڪز کي مسمار ڪري ڇڏيو. 'شيخ الجبال' (GRAND MASTER) رڪن الدين خورشاهہ ۽ سندس پوئلڳن لاءِ سواءِ ان جي ٻيو ڪوبہ رستو ڪونہ بچيو، تہ هو ٻين ملڪن ۾ وڃي پناهہ وٺن ۽ پنهنجون مذهبي سرگرميون جاري رکن. انهن مان هڪڙو ڄڻو، جيڪو نسب جي لحاظ کان تہ اسماعيلي هو، پر عقيدي جي لحاظ کان ڪونہ هو، سيد عثمان مروندي هو.* هن پنهنجو آبائي شهر ڇڏيو، اوڀر طرف رخ ڪيو، ۽ آخرڪار، سنڌ جي تاريخي شهر، سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين.

انعام محمد جي ڏنل مٿين حوالن مان صاف ظاهر آهي تہ قلندر لعل شهباز جي 'سنڌ ۾ آمد' جو اصل سبب هو سندس وطن تي

---

* هن انسان کي اها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ اسماعيليہ ايسوسيئيشن ڪراچيءَ جي شيخ اقبال صاحب پڻ مون کي چيو هو تہ 'اصل ڳالهہ اها آهي تہ قلندر شهباز اسماعيلي ڪونہ هو.'

'مغلن جي چڙهائي' .

قاضي نبي بخش صاحب به پنهنجيءَ تصنيف ۾ اهڙو اشارو ڏنو آهي، ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب چچ نامي جي فارسي مترجم، علي ڪوفيءَ جي وطن ڇڏڻ ۽ اچ شريف ۾ لڏي اچڻ جو سبب پڻ 'مغلن جو فتنو' ڄاڻايو آهي.

مغلن جي چڙهائيءَ (MONGOL INVASION) کي صحيح نموني ۾ سمجهڻ ۽ ڳالهه جي تهه تائين پهچڻ لاءِ، اسان کي تاريخ جا ورق پوئتي ورائڻا پوندا. جن ۾ ڏاڍو ڏکوئيندڙ داستان آهن.

تازه خواهي داشتن گر داغهائے سينه را
گاهے گاهے باز خوان اين قصهءِ پارينه را

•

- ٢٥ -

## چنگيز خان جو اسرڻ ۽ مغلن جي چڙهائي:

مغلَ، اصل ۾، گوبيءَ جي رڻ پٽ جا رولاڪَ ماڻهو هئا. فارسيءَ ۽ اردوءَ ۾ اهڙن ماڻهن کي خانہ بدوش ۽ انگريزيءَ ۾ NOMADS ڪوٺيندا آهن. نسلي لحاظ کان منجهن ترڪن ۽ ايرانين جو گڏيل رت هو. ڪين خاڪ تان ڪٿي اوڄ جي آسمان تي پهچائڻ وارو شخص چنگيز خان هو. ست سؤ سال اڳ سموريءَ انسانذات کي اهڙو تہ ڪنبائي ڇڏيائين، جو صدين تائين ايندڙ نسلن جي ذهن مان سندس خوف ڪونہ ويو. *

چنگيز خان جو اصلي نالو تيموجن هو، جنهن جي معنيٰ آهي "بهترين رُڪُ"، پر چيني زبان ۾ کيس "تيّ مؤجن" ڪوٺيندا هئا، جنهن جي معنيٰ ٿيندي "ڌرتيءَ جو سڀ کان اعليٰ انسان."

چنگيز خان جو پيءُ، يَسوڪائي پنهنجيءَ بهادريءَ ڪري مشهور هو ۽ مغلن جي هڪ قبيلي جوسردار هو، جنهن کي 'ڪاڪا' ڪوٺيندا هئا. مغلن جي ٻوليءَ ۾ اهو لفظ تعظيم ۽ تڪريم جي معنيٰ ۾استعمال ٿيندو هو. (سنڌيءَ ۾ بہ ڪاڪا لفظ جيساڳي معنيٰ آهي.)

خانہ بدوش ماڻهن جو هڪ هنڌ ماڳ مڪان ڪونہ هوندو آهي. خانہ بدوش معنيٰ تہ رلهي ڪلهي تي. اڄ هِتي نہ سڀاڻي هُتي. ڪاڪا

* حوالي لاءِ ڏسو: GENGHIS KHAN: THE EMPEROR OF ALL MEN
By HAROLD LAMB. PAGE 23, SECOND EDITION, 1928. (THORNTON BUTTER WORTH LTD, 15 BEDFORD STREET, LONDON)

مغلَ به، گوبيءَ جي رڻ پٽ جي بين خانه بدوش قبيلن وانگر، سدائين لڏ پلاڻ ۾ هوندا هئا. گاهه ۽ چاري جي سانگي سان هڪڙي هنڌان لڏو پٽي بئي هنڌ هليا ويندا هئا. ڪي به ڪچا پڪا گهر اڏي ڪونه وهندا هئا. بيل گاڏين وانگر ڦيٿن تي بيٺل گول گهرن ۾ رهندا هئا، جيڪي تنبن جي طرز تي ٺهيل هوندا هئا. انهن کي ڏاندن بدران گهوڙا (۽ رينڊيئر) ڇڪيندا هئا.

اهڙن گهرن کي 'يُرٽ' ڪوٺيندا هئا. منجهن بخارا جا ٺهيل غاليچا ۽ گهريلو قيمتي سامان، مثلاً، زالاٽا ريشمي وڳا ۽ چانديءَ جا ڳهه ڳٺا رکيل هوندا هئا. اهي ڪنهن شاطر عرب تاجر کان 'جنس جي بدلي ۾ جنس' جي واپاري اصول تي ورتل هوندا هئا، يا وري ڪنهن تجارتي قافلي مان چوريءَ يا ڦرلٽ وسيلي ڦبايل هوندا هئا. پر، انهن کان به اهم هوندا هئا هٿيار، مثلاً، ڀالا، ٻڙڇيون، نيزا، زرهون ۽ تيرن جون ٻنيون، جيڪي يُرٽ جي پاسن کان پيون لڙڪنديون هيون.

يُرٽ جي وچ ۾، پٿر مان ٺهيل چُلهه هوندي هئي. چوڪرين جي ٻلي اهو ڪم هوندو هو، نه چلهه کي وسامڻ نه ڏين. يُرٽ جي ڇت ۾ ڳڙک هوندو هو، جنهن مان چلهه جو دونهون هر وقت نڪرندو رهندو هو.

تيموجن جو پيءُ به بين قبائلي سردارن وانگر هڪ سينگاريل يُرٽ ۾، پنهنجين زالن ۽ ٻارن سان رهندو هو. تيموجن سندس وڏو پٽ هو. جڏهن رات ٿيندي هئي ته وڏيءَ عمر وارا ڳائڻا ۽ وڄائڻا ميراثي، يڪتارا کڻي، هڪڙي يُرٽ مان ٻئي يُرٽ ۾ ويندا هئا ۽ اڳوڻن سردارن جي بهادريءَ جا داستان ۽ قصا ڪندا هئا. ٻاهر رڻ پٽ ۾ برف وسندي رهندي هئي، پر، اندر يُرٽ ۾، چيٽن جي باهه ڌکندي رهندي هئي،

جنهن جي سوجهري ۾ تَوَ تي، نندڙو تيموجن اهي داستان ڏاڍي شوق
سان ٻڌندو هو. اتان ئي کيس خبر پئي ته پاڻ، خاڪي اکين وارن
ماڻهن جي نسل مان آهي ۽ سندس ڏاڏي - ڏاڏي، ڪابول خانَ، هڪ ڀيري
چين جي بادشاهه کي ڏاڙهيءَ کان جهلي ڇڪيو هو، جنهن ڪري کيس
زهر ڏيئي ماريو هئائون.

هڪڙي ٻيڙي ڏاهي ماڻهوءَ تيموجن کي راز جي ڳالهه ٻڌائي.
چيائينس ته، "چين جو ملڪ ۽ ماڻهو هڪ سو حصن ۾ ورهائجن، ته
اسان ان جي هڪ حصي جيترا به ڪونه آهيون. پر، رڳو انهيءَ ڪري،
منهن ڏيئي سگهيا آهيون، جو خانه بدوش آهيون ۽ وڙهڻ ڄاڻون ٿا.
جڏهن مقابلي جو ست نٿا ساريون، ته لڪي ٿا وڃون. پلا، جي گهرَ ۽
ڳوٺَ ۽ شهرَ ٻَڌِي وهون، ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جو اهو طور طريقو بدلايون،
ته به سکيا ستابا ڪونه ٿينداسون. ٻيو ته مڙهيون ۾ مندرَ ماڻهوءَ کي
نماڻائي ۽ ٻاجهه سيکارن ٿا. ماڻهن تي چڙهت اهو ئو ڪري، جيڪو
ويڙهاڪ آهي.

* * *

گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾ انساني حياتيءَ جي ڪا اهميت ڪانه هئي.
ڪو مئو ته ڇا، بچيو ته ڇا. رڻ پٽ جي اترئين علائقي ۾ جاول بارَ
سختيون سهڻ سگندا ڪونه هئا: انهن ۾ جمندا هئا ۽ انهن ۾ ئي وڏا
ٿيندا هئا. ڪچڙيءَ عمر ۾ ماءُ جي ٿڃ ڇڏي، گهوڙين جي کير ٻيڻ تي
اجا هرندا مَس هئا، ته کين پنهنجن پيرن تي بيهڻو پوندو هو.

يُرُت ۾، ٻاهه جي ڀر پاسي واري جاءِ ويڙهاڪ ماڻهن ۽ مهمانن
لاءِ مقرر هوندي هئي، زالون ٿورو پريرو، ڪابي پاسي سان وهنديون
هيون. ٻارن کي پنهنجي لاءِ ڪنڊ پاسي سان جاءِ ڳولڻي پوندي هئي.

ماني کائڻ مهل بہ ائين ٿيندو هو. چيٽ جي مند ۾، جڏهن ڳئون ۽ گهوڙيون کير جام ڏينديون هيون، تڏهن سيڪجهہ نيڪ ٺاڪ هوندو هو. رڍون ڇَرِي ڇَرِي، سٿيبون ۽ ٿلهيون ٿي پونديون هيون. شڪار جي بہ ڪمي ڪانہ هوندي هئي. سو، شڪاري ڏيري ڍورَ بدران هرڻ ۽ بعضي رڇ ماري ايندا هئا. سيڪجهہ ڪُني ۾ رجهندو هو. سڀ کان اول ڏاڍا مڙس، پنهنجيءَ پسند موجب، ڪُني مان بوڙ ڪڍندا هئا، بئي نمبر تي ٻڍڙن مردن ۽ عورتن کي وارو ملندو هو. ٻارن لاءِ رڳو اوبر بچندي هئي، جنهن ۾ بہ ڪين هڪبئي سان ڇتاپيتي ڪرڻي پوندي هئي. ڪتن لاءِ ڪو سڪتو هڏو بچيو نہ بچيي جهڙو.

* * *

'سورَ ۽ سختيُون' تيموجن جي پهرين پهرين ميراث هئي. خانہ بدوش قبيلن جا هڪبئي سان جهيڙا جهڳڙا ڪنندا ئي ڪونہ هئا. تيموجن جي ماءُ ڪاڪا قبيلي جي ڪانہ هئي ڏاري هئي. پر، ڏاڍي سهڻي هئي. تيموجن جو پيءُ، يسوڪائي، سندس پرڻي رات، پرائي قبيلي مان کيس زوريءَ کڻي آيو هو. ڪاڪا قبيلي وارن کي سُجهندو هو، تہ اڳلا بہ پلئہ ڪرڻ کان اصل ڪونہ مڙندا. ٿيو بہ ائين. تيموجن جو پيءُ ڪنهن هنڌ مهمان ٿي ويو. اتي دوهہ ڪري، زهر ڏيئي ماري ڇڏيائونس. تيموجن کي خبر پئي تہ گهوڙي تي سوار ٿي فوراً اتي پهتو. پر، مئل پيءُ جي لاش تي وڃي بيٺو. ڇڳيءَ دير تائين رڙندو رهيو. موٽي آيو، تہ پهريون پهريون مسئلو جيڪو اڳيان آيس، سو اهو هو تہ سندس قبيلي وارا بڏتر ۾ هئا، تہ هاڻي ڪيئن ڪريون؟ وڏو پاڻي وهي ويو. هن بار جي اڳواڻيءَ هيٺ رهڻ مان آخر ڇا ورندو؟ نيٺ، اڏرڪ سندس ساٿ ڇڏي ويا ۽ باقي جيڪي بچيا، سي بہ لاچار

انڪري جو تيموجن جي ماءُ کين ليلايو، ته 'همت ڪريو، حوصلو نه ڇڏيو. پنهنجي سردار جي گهرَ کي ائين اڪيلو ڇڏي نه وڃو.'

اهو مسئلو اجا اتي ائين ئي هو، ته ٻئي قبيلي، موقعي جو فائدو وني، مٿن ڪاهه ڪئي. ڪاڪا قبيلي جي قبضي ۾ جيڪي چراگاهه هئا، تن تي انهيءَ قبيلي وارن جي اک هئي. وٺ ونان ٿي وئي. ڪاڪا قبيلي وارن مان ڪي مارجي ويا، ته ڪي ڀڄي ويا. تيموجن جي ماءُ، پنهنجن ٻن ٽن ٻارن سان ڪنهن ڇُر ۾ وڃي لڪي. تيموجن پاڻ پر وارين پهاڙين ۾ لڪي ويو، پر ٽن ڏينهن جي بک چنو ڪيس، ته نيٺ ميدان ۾ لهي آيو. دشمن اڳيئي سندس تاڙ ۾ وينو هو. پڪڙي، اول سندس هٿ ٻڌائون ۽ پوءِ چيلهه ۾ رسو وڌائون. ان ڪانپوءِ "ڪانگ" (Kang) کڻي آيا، جو ڪاٺ جو هڪ چڪرو هوندو هو. ان کي چيري ٻه اڌ ڪندا هئا ۽ وچ تي اينرو ڳَڙک ڪندا هئا، جو منجهس ماڻهوءَ جي منڍي ڦاسي. پوءِ ٻئي اڌ ملائي، پيچ ڪَسيندا هئا، ته جئن ڪاٺ جو جندُ ماڻهوءَ جي ڳچيءَ ۾ پئجي ويو.

تيموجن کي ائين قابو ڪري، سندس قبيلي جا يُرُتَ، گهوڙا ۽ گهوڙيون ڪاهي، پنهنجي قبيلي ۾ موٽي آيا. هڪڙي يُرُتَ ۾ تيموجن کي بند ڪري، مٿس پهريدار ويهاريائون. پاڻ فتح جو جشن ملهائڻ لڳا. ڪاڏا پيتا راڳ روپ شروع ٿيا. آڌيءَ اسر جو هرڪو وڃي ستو: ڪو فتح جي خوشيءَ ۾ مسرور، ته ڪو شراب جي نشي ۾ مخمور. اڪيلو تيموجن بيوس اپين پيرين بينو رهيو. ڳچيءَ ۾ ڪانگ پيو هئس، سو پٺ تي ليٽي به نٿي سگهيو. هٿ ته هئئين قابو ٻڌل هئس. ائين وڏي رات گذري وئي. پهريدار اوجاڳو ڪري ٿڪو، سو ڪنهن مهل سندس اک به لڳي وئي. تيموجن سهي ڪيو، ته مهل اها آهي، نه ته

جان وئي! آهستي آهستي اڳتي وڌي، ننڍاڪڙي پهريدار کي پنهنجيءَ ڳچيءَ ۾ پيل ڪانگ اهڙي تہ زور سان اوچتو نڪاءُ ڪرايائين، جو هو اُمالڪ وڃي پٽ تي ڪريو ۽ ڏنڊٿجي ويو. اهو لقاءُ ڏسي، پاڻ ونئي پڳو. اوچتو ڪڙڪو جو ٿيو، تہ الاهي ماڻهو جاڳي پيا. اچا جو ڏسن تہ تيموجن آهي ئي ڪونہ! پهريدار بيهوش پيو آهي. سي هڪدم گهوڙن تي سوار ٿيا ۽ تيموجن جي پويان پيا، جيڪو پڄندو پڄندو وڃي پاٽيءَ جي وهندڙ نالي تي پهتو. گهوڙيسوار بہ پنيانئس ٽاپڙ ٽاپڙ ڪندا تي آيا. تيموجن ڪين ڏسي پاٽيءَ ۾ گهڙيو ۽ اينرو اندر هليو ويو، جو باقي رڳو سندس منڍي وڃي مٿي بچي. پوءِ ڪنڌيءَ تي بيٺل بوڙن ۽ جهنگ ۾ لڪي بيهي رهيو. اينري م گهوڙيسوار بہ اچي پهتا. ڪي هيڏي تہ ڪي هوڏي، ڪي پاٽيءَ ۾، تہ ڪي جهنگ ۾ ۽ ڪي وري بوڙن م ڪيس ڳولڻ لڳا. پر، ناڪام ٿيا ۽ پوئتي موٽڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ ڏٺائون. هڪڙو جتو اتان اچي لنگهيو، جنهن تيموجن پاٽيءَ وارن بوڙن م لڪو بيٺو هو. ڪيس ڏسي ورتائين. پر، روح ۾ ڪو رحم پيس، سو ڪڇيائين ڪونہ. ماٺڙي ڪري اڳتي هليو ويو.

جڏهن سڀ موٽي ويا، تہ تيموجن ٻاهر نڪتو. ڪانگ ڪيس ڏاڍو ڪَڪ ڪري وڌو. سوچي، سوچي، نيٺ وري دشمن جي ڪئمپ جو رستو ورتائين. رات جو پويون پهر هو، تہ اتي پهتو ۽ انهيءَ تي شخص جي پُرُتَ ۾ اندر هليو ويو، جنهن ڪيس پاٽيءَ م ڏٺو هو. اوچتي ڪڙڪي تي، هو ننڊ مان جاڳي پيو. تمندڙ پاٽيءَ م، تيموجن کي پنهنجين اکين اڳيان اٿين بيٺل ڏسي، گهٻرائجي ويو. اول تہ ڏاڍو ڏجي ويو، پر، پوءِ اٿيو ۽ اوزار ڪٺي، تيموجن جي ڳچيءَ مان ڪانگ ڪڍيائين، سندس ٻڌل هٿ ڇوڙيائين ۽ ڪيس گهوڙين جو ڪير ۽ ٻاجهريءَ جو پٽ ڪاٽڻ لاءِ

ڏنائين. ان ڪان پوءِ سر باٽ ڪيائينس تہ "هاڻي پڇي وڃ. ڪنهن ڏسي ورتو، تہ اڄ ڪان پوءِ منهنجي پُرتَ مان نڪرندڙ دونهون هميشہ لاءِ وسامي ويندو."

* * *

تيموجن جڏهن دشمن جي قيد مان آزاد ٿي نڪتو، تہ سندس عمر تيرهن ورهيہ هئي. گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾ هن لاءِ حياتي آسان ڪانہ هئي. سڀ ڪان اول ڪيس ماءُ، ڀيڻ ۽ ڀائرن کي ڳولڻو پيو. پوءِ دشمن کان ڪين ۽ پاڻ کي بچائڻو پيو. انهن جي وچ ۾ پاڻ ائين ٿي هو جيئن ڪا جهرڪي بکين بازن جي وچ ۾. ايندڙ چار سال هن وڏيءَ همت ۽ حرفت سان گذاريا. سترهن ورهين جو ٿيو، تہ پنهنجن پيرن تي بيهڻ جهڙو ٿيو. شادي ڪري آيو. آهستي آهستي اها ڳالهہ چؤطرف مشهور ٿيندي ويئي تہ تيموجن ۽ سندس ڀائر زور وٺي رهيا آهن. ماڻهو هوريان هوريان وري سندس جهنڊي هيٺان جمع ٿيڻ لڳا. نيٺ چڱو ڪٽڪ ٿي ويو. پر، ايتري ۾ سندس دشمنن فيصلہ ڪن جنگ جي تياري ڪري ورتي. هڪ سردارُ پلا ٻئي سردار کي ڪيئن سهندو؟ تيموجن ۽ سندس ڀائرن بہ ڀڄ ڊڪ ڪري تيهہ هزار ماڻهو گڏ ڪري ورتا. پر، سندس دشمنن جو لشڪر هڪ لک هو. خوفناڪ لڙائي لڳي. سڄو ڏينهن ماڻهو وڙهندا ۽ مرندا رهيا. لاشن جا ڍير لڳي ويا. هرڪو زخمن سان چڪنا چورُ هو. تيموجن تہ سڄو ئي رتو رت ٿي ويو. سج لٿو، تہ جنگ جي ميدان جو نظارو بہ بدلجي ويو. تيموجن سوڀارو ٿيو. دشمن جا باقي بچيل سپاهي ڀڄڻ لڳا ۽ سندن سپہ سالارن مان ستر ڄڻا گرفتار ٿيا، جن کي تيموجن جي حڪم تي تنگو تالي ڪري، ڪٽي تڇڪندڙ تيلَ جي وڏن ڪڙاهن ۾ اڇلايائون. تڇڪي تڇڪي،

جيئري ئي ڪباب ٿي ويا.

تيموجن جو خواب اهو ئي هو، جو ننڍپڻ ۾ يڪتاري تي لوڪ داستان ٻڌندي لڌو هئائين، ته وڏو ٿي، سمورن خانه بدوش قبيلن کي ماري مچائيندس ۽ گوبيءَ جي رڻ پٽ تي حڪومت ڪندس. پر، سندس قسمت اڳيئي ڪي ٻيون واٽون گهڙي ڇڏيون هيون.

•

- ٢٦ -

## مغلن جي چين تي چڙهائي

چين هر زماني ۾ دنيا جي وڏي طاقت رهي آهي. ست سو سال اڳ به هو ۽ اڄ به آهي. چين جو شمار دنيا جي انهن متمدن ملڪن ۾ ٿئي ٿو، جنهن سنڌ وانگر، هزارين ورهيه اڳ انساني تهذيب جا اولين گُوئنچ ڦٽا هئا.

دنيا جا شاهه ۽ شهنشاهه چيني ريشمي ڪپڙو ۽ ڪاڌي پيتي جا چيني ٿانوَ ۽ چيني دوائون هڪبئي کي تحفي طور ڏيندا هئا. انهن جي تجارتَ مشرق ۽ مغرب جي ڏورانهن ڏيهن ۾ ٿيندي هئي. انهن ئي تجارتي قافلن 'شاهراهه ريشم' (SILK ROUTE) کي جنم ڏنو.

چين جو بادشاهه خاقان سڏبو هو يعني خانن جو خانُ. سندس فوجن ۽ لشڪرن جي سڪيا ۽ اڳواٽي، وڏا وڏا جرنيل ۽ فيلڊ مارشل ڪندا هئا. ورلي ڪنهن ملڪ يا قوم کي چين تي حملي ڪرڻ جي جرئت ٿيندي هئي. البت، اينترو هو ته چين جي اُتر اولهه واريءَ سرحد تي، مغل ۽ ٻيا وحشي، خانه بدوش قبيلا، موقعو ۽ مهل ڏسي، چين جي شهرن ۾ ڦرلٽ ڪري ڀڄي ويندا هئا. سو، چين جي بادشاهن انهن حملن کي روڪڻ لاءِ هڪ عظيم ديوار تعمير ڪرائي، جيڪا پندرهن سو ميل ڊگهي هئي. زمين کان پنجويهه فوٽ اوچي هئي ۽ موڪري ايتري هئي، جو ڇهه گهوڙيسوار، مٿس هڪ ئي قطار ۾، ڪلهوڪلهي ۾ ملائي، پهري لاءِ هلندا هئا.

انهيءَ حفاظتي اپاءَ ونڻ کان سواءِ ائين به ٿيندو هو، ته جڏهن ڪو طاقتور بادشاهه چين جي تخت تي وهندو هو، ته ديوار جي پرئين پاسي، گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾ جيڪي خانه بدوش قبيلا هوندا هئا، تن جي سردارن کان ڏن وٺندو هو. پر، جڏهن بادشاهه ڪمزور هوندو هو، ته انهن وحشي قبيلن کي خوش رکڻ لاءِ سندن سردارن کي چاندي، ريشمُ، رنگين چمڙي جون کلون، زمرد جا گلدانَ ۽ اناج جون بوريون تحفي طور موڪليندو هو.

جڏهن چنگيز خان گوبيءَ جي خانه بدوش قبيلن: تاتارَ، وِيگرَ، مرڪيتَ، ڪريتَ، نائيمَن ۽ مغلن کي مغلوب ڪري، سندن 'خان' بڻيو، ته چين جي بادشاهه کيس باغي قبيلن جو سربراهه تسليم ڪيو.

جڏهن چين جو پيڙهو بادشاهه مري ويو، ته سندس نوجوان پٽ تخت تي ويٺو. قد جو ڊگهو هو ۽ ڏاڙهي ڏاڍي شاندار هئس. تصويرن ناهڻ ۽ شڪار ڪرڻ ۾ خاص دلچسپي هئس. سندس سپاهي، بين ماتحت سردارن وانگر، مغلن جي خانَ کان به ڏن وصول ڪرڻ لاءِ شاهي فرمان کڻي آيا.

چنگيز خان چين جو شاهي فرمانُ، دستور موجب، گوڏن ڀر جهڪي ونڻ بدران بيٺي ئي ورتو. چين جي طرف نياز نوڙت سان ڪنڌ جهڪائڻ بدران ٿُڪَ اڇلايائين. پوءِ شاهي سپاهين کان پڇيائين ته "چين جو نئون بادشاهه ڪير آهي؟" جڏهن هنن نئين بادشاهه جو نالو ڪنيو ته چيائين ته "اهڙي نڪمي ماڻهوءَ جي مان پرواهه ڇو ڪريان؟" ائين چئي گهوڙي تي لانگ ورائي هليو ويو.

رات جو خانه بدوش قبيلن جي سردارن سان صلاح ڪيائين ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو شاهي سپاهين کي پاڻ وٽ سڏائي کين جواب

ڏنائين تہ "اسان جو علائقو، گوبيءَ جو رڻ پٽ هاڻي اهڙو تہ منظم آهي، جو اسان چين اچي سگهون ٿا. پر، چين جي بادشاهہ جو مُلڪ ايڏو منظم آهي، جو اسان جي آجيان ڪري سگهي؟ اسان اهڙي لشڪر سان ايندا سين، جيڪو سمنڊ وانگر گجندو ايندو. اسان کي ان ڳالهہ جي پرواهہ ڪانهي تہ توهان اسان کي مهمان ٿا سمجهو، يا دشمن سمجهي، لڙائي ٿا ڪريو. جي چين جو بادشاهہ اسان سان دوستي ڪندو، تہ اسان کيس پنهنجي هڪ ماتحت وانگر حڪومت ڪرڻ ڏينداسين، پر جيڪڏهن جنگ ڪندو، تہ اها تيستين جاري رهندي، جيستين اسان ٻنهي مان هڪ ختم ٿئي."

چنگيز خان جو جواب سڌو سنئون اعلانِ جنگ هو. هوڏانهن چين بہ اجگر وانگر وات ڦاڙيو وينو هو. پر، چنگيز خان جي اڳواڻيءَ هيٺ مغل شهسوارن جا گهوڙا، ڌرتيءَ جي سيني تي پنهنجن سنبن جا ڏونڪا هڻندا، ڏانهنس هڻڪارون ڪندا هليا. -- 'مغلن جي چڙهائي' چين جو مُقدر ٿي چڪي هئي.

دنيا جا تاريخنويس اڄ ڏينهن تائين اهو رازُ سمجهي نہ سگهيا آهن، تہ گوبيءَ جو هڪ رولو ۽ اڻ پڙهيل شخصُ، چين جهڙي طاقتور ملڪ جي عظيم جرنيلن ۽ فوجي ماهرن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿيو! پر، خود چنگيز خان جو هڪ قول انهيءَ راز کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. چيائين تہ "ڪنهن بہ ديوار جي مضبوطي انهيءَ ڳالهہ تي منحصر آهي، تہ ان جا محافظ ڪيتريءَ همت سان ان جو بچاءُ ڪري سگهن ٿا."

چنگيز خان چين فتح ڪيو، ۽ مٿس پنهنجو نائب مقرر ڪري، پاڻ وري گوبيءَ جي رڻ پٽ ڏانهن موٽيو. چين جي باغن بستانن،

شاندار شهرن ۽ سونهري تاج تخت وارن محلاتن لاءِ ڪيس ڪا بہ رغبت ڪانہ هئي. گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾ پنهنجو تختگاهہ قائم ڪرڻ لاءِ 'قراقرم' نالي هڪ شهر بڏائين، جيڪو هڪ پوني ۾ اڏيل هو. چوڏاري واريءَ جا واچوڙا تند ۽ تيز هوا هوندي هئي. آسپاس ڪوبہ وڻ ٽڻ يا ٽڪري بہ ڪانہ هئي. جايون ڪچيءَ مٽيءَ مان ٺهيل هيون يا وري ڪکن جون لانديون هيون. انهن جي چوڏاري ڪاري رنگ جا يُرت هئا. قراقرم ۾ گهٽيون تہ هيون ئي ڪونہ. منجهس پٿر جي ٺهيل هڪ مسجد هئي ۽ ٻڌ ڌرم وارن جو مندر بہ هو، جو ڪاٺ جو ٺهيل هو ۽ عيسائين جي هڪ ديول بہ هئي. هر ڪنهن کي عبادت جي آزادي هئي. چنگيز خان ۽ سندس قبائلي مغلَ هڪ خدا کي مڃيندا هئا ۽ آسماني طاقت کي تنگري ڪوٺيندا هئا.

چنگيز خان کي هاٿي گاهہ ۽ چاري لاءِ رڻ پٽ ۾ رلڻ جي ضرورت ڪانہ هئي. وٽس ڪيئي گدام پريل هئا، جن ۾ چانورن ۽ ٻاجهريءَ جي ڪمي ڪانہ هئي. گهوڙين جو کير بہ جام هو ۽ گهوڙن لاءِ سڪل گاهہ بہ هر وقت موجود هو.

چنگيز خان سان ملڻ لاءِ ٻاهرين ملڪن مان جيڪي سفير ايندا هئا، تن کي سپاهي سرحدن تي ئي روڪيندا هئا. پوءِ پنهنجي پهري هيٺ قراقرم وٺي ايندا هئا. شهر ۾ پير پائڻ کان اڳ کين هٿيارن جي تلاشي ڏيڻي پوندي هئي. جڏهن خانُ 'هائو' ڪندو هو، تڏهن سفيرن کي وٽس پيش ڪندا هئا. اهڙن موقعن تي خان هڪ وڏي تنبوءَ ۾، هيٺاهينءَ ٻينچَ تي وهندو هو. ڪا ٻي پاسي کان سندس پٽ –راڻي، ٻُورتائي، ڪانئس ٿورڙو هيٺ وهندي هئي. چنگيز خان سانئس جوانيءَ ۾، وڏي شوق سان، پر پنهنجي پيءُ جي اجازت سان، شادي ڪئي

هئي. چئني طرفن کان تنبوءَ جي پاسن سان رکيل بينچن تي قبائلي سردارَ پنهنجي پنهنجي منصب موجب وهندا هئا. تنبوءَ جي وچ ۾، ڪانديرن ۽ چيٽن جي هلڪي باهہ برندي رهندي هئي. تنبوءَ جو ڏکڻ طرف کليل هوندو هو، جتي سفيرن جي آجيان لاءِ پڪل گوشتُ، گهوڙين جو کير ۽ ميوو رکيل هوندو هو. سفير پاڻ سان سوغاتون آڻيندا هئا. جڏهن خان جي اڳيان پيش ٿيندا هئا، تہ جهڪي تعظيم جو سجدو ڏيندا هئا. قبائلي سردار پاڻ ۾ آهستي ڳالهہ ٻولهہ ڪندا رهندا هئا، پر جڏهن خان ڳالهائيندو هو، تہ چپ ٿي ويندا هئا. خان ٿورڙو ڳالهائيندو هو ۽ ڪم جي ڳالهہ ڪندو هو. سندس گفتو فرمانُ ۽ قانونُ هوندو هو. ان کان پوءِ ڪنهن کي بہ ڳالهائڻ جي نہ اجازت هوندي هئي ۽ نہ جرئت.

چنگيز خان چين کي فتح ڪرڻ کان اڳ ڏکڻ ۾ تبيت جي 'هَيا' حڪمرانن تي چڙهائي ڪري، کين بہ مطيع ۽ مغلوب ڪري آيو هو. هنن ساڻس دوستانو لڳ لاڳاپو پڪو ڪرڻ لاءِ کيس پنهنجي هڪ شهزادي پرڻائي ڏني هئي. چين مان بہ هڪ شهزادي پرڻجي آيو هو. سهڻين زالن سان دل هئس. هڪ دفعي ڪنهن چيس تہ "اوهان جي فتح ڪيل ملڪن ۾، هڪڙي زال ڏاڍي سهڻي آهي، پر اها خبر ڪانهي تہ ڪاٿي آهي؟" چنگيز خان چيس تہ "مون لاءِ اِيتري معلومات ڪافي آهي. مان کيس ڳولي لهندس." انهن زالن مان بہ کيس اولاد هو. پر ان کي شاهي نسل جو درجو ڪونہ هو. رڳو خاڪي اکين واريءَ راڻيءَ بورتائيءَ جا چار پٽ سندس شهزادا هئا: وڏي جو نالو توشي هو، ان کان پوءِ چغتائي هو، ان کان پوءِ اوڪتائي هو، ۽ چوٿين ۽ سڀ کان ننڍي جو نالو تولي هو.

هندستان ۾ مغل بادشاهت جو بنياد وجهندڙ بابر بادشاهه چغتائيءَ جي اولاد مان هو.

* * *

قراقرم جي هڪ طرف چين جي سلطنت هئي، ته ٻئي طرف خوارزم شاهه جي مسلم سلطنت، جنهن جو بادشاهه علاؤالدين محمد شاهه وڏو جنگجو ۽ دلير شخص هو. پري پري سندس ڌهڪاءُ هو. خان کي ساڻس هٿ اٽڪائڻ جو شوق ڪونه هو. سو، ساڻس واپاري ناتا رکڻ ٿي گهريائين. پيغام ڏياري موڪليائينس ته:

"مان مبارڪُون ۽ سلامَ موڪليان ٿو. مون کي تنهنجيءَ طاقت ۽ وڏيءَ سلطنت جي خبر آهي. توکي پنهنجو پيارو پٽ سمجهان ٿو. توکي خبر هوندي ته مون چين ۽ ڪيترين ترڪ قومون مغلوب ڪيون آهن. منهنجو ملڪ بهادرن جي ڇانوڻي آهي ۽ چانديءَ جي کاڻ آهي. مون کي ٻين ملڪن جي ضرورت ڪانهي. مان سمجهان ٿو ته اسان ٻنهي جي دلچسپي ان ڳالهه ۾ آهي ته اسان جي رعيت هڪ ٻئي سان واپار ڪري."

مغلن جي اسرندڙ طاقت جي لحاظ کان اهو ٺٺو نياپو هو. چين جي بادشاهه ڏانهن ته چنگيز خان سڌو سنئون بي عزتيءَ وارو جواب موڪليو هو. پر، خوارزم شاهه جي مسلمان بادشاهَ کي تجارت جي آڇ ڪيائين ۽ چانديءَ جون سرون، سفيد اٺ جي وارن مان ٺهيل چوغا ۽ زمرد مان ٺهيل قيمتي ساز سامانُ تحفي طور موڪليائينس. پر، علاؤالدين محمد شاهه کي طاقت جو ڏاڍو ڪو گهمنڊ هو. خوش ٿيڻ بدران، ٻُچان لڳس ۽ چڙ مان چيائين ته "اهو چنگيز خان وري ڪير

آهي؟ چين فتح ڪيو اٿس ڇا؟ سندس لشڪر منهنجي لشڪر جيترو آهي؟"

قاصدن جيئن تيئن ڪري، ڳالهه کي ناهيو ۽ ٻنهي بادشاهتن جي وچ ۾ واپاري لڳ لاڳاپا قائم ٿيا.

بغداد ۾ اسلامي خليفو خود خوارزم جي بادشاهه علاؤالدين محمد شاهه کان ڏنل هو، جو هو سندس پرواهه ئي ڪانه ڪندو هو. مسلمان ملڪن ۾ ڏاڍا مُڙسَ جڏهن هڪٻئي جا تاج ۽ تخت اونڌا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا هئا، تڏهن خليفو سرسي ڪندڙ شخصَ کي پنهنجو فرمان ۽ مبارڪباد موڪلي، حڪمران تسليم ڪندو هو. حق ۽ ناحق جو ڪلمو چوڻ جي منجهس همت ڪانه هئي. جڏهن خوارزم جي بادشاهه علاؤالدين محمد شاهه زور ورتو ته خليفي وري به ائين ڪيو. پر، علاؤالدين محمد شاهه کي خليفي جي فرمان جي ضرورت ئي ڪانه هئي. اٽلو کيس اکيون ڏيکارڻ لڳو. سو، خليفي چنگيز خان ڏانهن خفيه نموني ۾ ايلچي موڪليو ته 'هن بلا مان منهنجي جان ڇڏايو.' پر، چنگيز خان کيس گوش ڪونه ڏنو. انهيءَ جو هڪ سبب اهو هو ته پاڻ علاؤالدين محمدشاهه سان واپاري عهدنامو ڪري چڪو هو.

خان جو اصول هو ته، "ماڻهوءَ کي هرحال ۾ پنهنجو سخن پاڙڻ گهرجي." سندس حڪومت ۾ وڏي ۾ وڏا ڏوهه وعدي خلافي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ هئا. سپهه سالارن توڙي سپاهين کي معلوم هو ته ڪوڙ ڳالهائڻ جي سزا موت آهي، سو جڏهن ڪائن ڪا خطا ٿيندي هئي، ته پنهنجو پاڻ اچي خان کي ٻڌائيندا هئا. پوءِ بعضي کين معافي ملندي هئي ۽ بعضي موت جي سزا. پر، هو انهيءَ کي عزت جو موت سمجهندا هئا ۽ خوشيءَ سان قبول ڪندا هئا.

خان جو ايڏو تہ ڌڙُ هو، جو سندس بادشاهيءَ جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ڪابہ ڪنواري ۽ جوان زالَ، پنهنجو سامان هٿ ۾ ٻڌي، وڏي آرام سان اڪيلي سفر ڪندي هئي. ڪنهن جي مجال هئي، جو ڏانهنس اک کڻي ڏسي! خانُ آنڌا ڪڍي ڇڏيس! خان پنهنجن سردارن ۽ سپاهين تي خاص طرح مهربان هوندو هو. ڏاڍو سخي هوندو هو.کين انعام اڪرام ڏيندو هو. ٻين بادشاهن وانگر پنهنجا مٽ مائٽ ڪونہ مارائيندو هو. مذهبي معاملن ۾ تہ ماڻهن کي مڪمل آزادي ڏيندو هو.

پر، خان جا اهي سونهري اصول رڳو پنهنجيءَ رعيت ۽ دوستن لاءِ هئا. دشمنن سان ڪوڙ ڪرڻ، کين دوکو ڏيڻ، ڦرڻ ۽ مارڻ هن لاءِ فخر جي ڳالهہ هئي. هڪ دفعي، خان پنهنجي ڪنهن مغل سپاهيءَ کان پڇيو تہ، "دنيا ۾ سڀ کان سٺي ڳالهہ ڪهڙي آهي؟"

سپاهيءَ جواب ڏنو تہ، "کليل ميدان هجي، ڏينهن صاف، چٽو ۽ روشن هجي، تيز رفتار تازي گهوڙو هجي ۽ شڪار لاءِ ٻانهن جي ڪرائيءَ تي بازُ ويٺل هجي."

چنگيز خان چيس تہ، "دشمن کي ڇيتاڙڻ، کيس پنهنجي پيرن ۾ ليٽڙندي ڏسڻ، سندس گهوڙا کسڻ، مال متاع ڦُرڻ ۽ سندس زالن کي پارَ ڪيندي ٻڌڻ ۾ وڏيڪ مزو آهي."

* * *

مغلن جو هڪ واپاري قافلو خوارزم شاهہ جي بادشاهيءَ ۾ تجارتي مال کڻي ويو. اطرار نالي هڪ سرحدي شهر جي گورنر قافلي جي ڦرلٽ ڪئي ۽ ڪن مغل واپارين کي مارائي ڇڏيو. چنگيز خان، پنهنجا ايلچي انصاف لاءِ علاؤالدين محمد شاهہ ڏي موڪليا. پر هن

ڪوبہ تدارڪ ڪونہ ڪيو. بلڪ، ڪن ايلچين جون تہ ڏاڙهيون باهہ سان ساڙائي ڇڏيون. چنگيز خان کي اها خبر پئي تہ باهہ ٿي ويو. علاؤالدين محمد شاهہ کي چوائي موڪليائين تہ، "هاڻي جيڪي ٿيندو، سو ٿيندو. رکو خدا جاڻي ٿو، تہ ڇا ٿيندو."

پير تي ڏونڪو لڳو. مغل-شهسوارن کي خوارزم شاهہ جي اسلامي سلطنت تي چڙهائيءَ جو حڪم مليو. گوبيءَ جي رڻ پٽ مان قبائلي سردارَ، پنهنجن پنهنجن لشڪرن سان قراقرم روانا ٿيا. سفر ۾ جيڪڏهن ڪنهن سپاهيءَ کي اڃ لڳندي هئي تہ پاڻيءَ پيئڻ لاءِ بہ ترسندو ڪونہ هو. گهوڙي جي ران ۾ خنجر هڻي، ان جي رت جي لپ پي، لشڪر سان گڏ سفر جاري رکندو هو.

خانَ جي هڪل گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾ زلزلو آڻي ڇڏيو. پر، خوارزم شاهہ جي اسلامي سلطنت تي تہ هو خدا جي قهر وانگر ڪڙڪيو.

•

- ۲۷ -

## خوارزم شاهه جي اسلامي سلطنت تي مغلن جي چڙهائي

جيڪڏهن، ماڻهو، پکيءَ وانگر، قراقرم کان خوارزم ڏانهن، سڌو ئي سڌو، هوا ۾ اڏامندو وڃي ها، ته به کيس ٻن هزارن ميلن جو مفاصلو طئي ڪرڻو پوي ها. پر، خشڪيءَ رستي ته اهو سفر هيڪاري ڏکيو هو، ڇو ته انهيءَ زماني ۾ هاڻوڪي زماني وانگر سڌا روڊ رستا ته هئا ئي ڪونه. رستن جو رڳو نالو هوندو هو. دراصل، اُنن ۽ گهوڙن جي لاءِ پيچرا هوندا هئا، جن ۾ به الاهي ور وڪڙ هوندا هئا. واپاري قافلن کي ئي هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ تائين پهچڻ ۾ ڪيترائي جبل، بيابان ۽ درياءَ پار ڪرڻا پوندا هئا.

چنگيز خان کي انهيءَ ئي رستي سان ٻن لکن سپاهين جو لشڪر قراقرم کان خوارزم شاهه آڏو هو. اها ڳالهه موجوده دور ۾، فوجي گاڏين ۽ پڪن روڊن جي هوندي به، ناممڪن ناهي، ته ڏاڍي ڏکي ضرور آهي. سندس لشڪر ۾ گهوڙيسوار هئا. ڍڳي (ياڪ) گاڏيون هيون ۽ يُرتَ هئا، جي آهستي آهستي اڳتي رڙهندا هئا.

سفر سنه ۱۲۱۹ع ۾ شروع ٿيو. ايڏو ته ڏکيو هو، جو خود خان کي خاطري ڪانه هئي ته جيئرو موٽي ايندس. هڪ هنڌ پاڻيءَ جي وڏي تلاءَ جي ڪناري سان سرسبز وڻن جا گهاٽا جهَلا هئا. وڻندڙ نظارو ڏسي، پنهنجن اچن وارن ني هٿ گهمائي چيائين ته، "ٻڍڙي ماڻهوءَ جي قبر لاءِ سهڻو هنڌ آهي." ان وقت سندس عمر پنجونجاهه ورهين جي

پيتي ۾ هئي.

لشڪر اجا ڪو گهڻو مفاصلو طئي ڪونہ ڪيو، تہ جبلن تي سياري جي پهرين برف نظر آئي. مهل ۽ موسم کان اڳ برفباريءَ جي منظر کي نجومين چڱو سوڻ ڪونہ سمجهيو. پر، چيني وزيرَ ان جو ٻيو تعبير ڪيو. چيائين تہ "اڻ مندائتيءَ برفباريءَ جو مطلب اهو آهي تہ برفاني ملڪن جو خانُ (چنگيز خانُ) سَجَرَ پاڻيءَ سان وهندڙ دريائن جي ملڪ جي خانَ (علاؤالدين محمد شاهَ) تي غالب ايندو."

برف تي سفر ڪرڻ ۾ گهوڙن کي ڏاڍي ڏکيائي پئي ٿي. هڪ تہ برفباريءَ جي ڪري گهوڙن لاءِ ڪاٺي بہ گاهُ نظر ئي ڪونہ ٿي آيو. گاهہ ۽ چاري جي تنگيءَ ڪري گهوڙن جي رڳن مان رت سمڻ لڳو. ٻيو تہ برف تي هلڻ ڪري سندن سُنبَ سُورُ ڪرڻ لڳا، سو انهن کي ياڪ - ڍڳي جي کلن سان ويڙهڻو پيو.

سپاهين جو پنهنجو حال اهو هو تہ سيءَ کان بچڻ لاءِ رڍ جي کَلَ جي پوشاڪ پائيندا هئا. رات ٿيندي هئي، تہ کليل ميدان ۾، وسندڙ برف ۾ سمهي پوندا هئا. جيڪي سيءَ جي سٽَ سهي نہ سگهندا هئا، سي يُرت ۾ وڃي پناهہ وٺندا هئا. اتي پنهنجا تيرَ گهڙيندا رهندا هئا ۽ ڳائڻ ۽ ميراثين کان پنهنجن وڏڙن جي بهادريءَ جا داستان ٻڌندا رهندا هئا. ٻاهر برف وسندي رهندي هئي، پر يُرت ۾ ڪانديرن ۽ ڇيڻن جي باهہ دکندي رهندي هئي، جنهن جي تَوَ ۽ هلڪي سوجهري تي يڪتاري جي موسيقي مٿن جادو ڪري ڇڏيندي هئي.

ائين مند مٿان مند مٽبي رهي. پر، ڊگهو سفر ڪٽي ئي ڪونہ. هڪ ڏينهن جبلن جي لڪن مان لنگهندي، اوچتو چنگيز خان جي سپاهين کي خوارزم شاهہ جي اسلامي سلطنت جي سرحد نظر آئي.

وڏا وڏا ميدان هئا، جن مان درياءَ وهي رهيا هئا؛ گهاٽن ٻيلن جي وڻن جي چوٽين تي، چيٽ جا ڪَچڙا گوَنچ ڦٽا هئا.

*　*　*

خوارزم شاهه جي اسلامي سلطنت جو سلطانُ، علاؤالدين محمد شاهه وڏيءَ ٻيناٻيءَ سان دشمن جو انتظار ڪري رهيو هو. چئن لکن سپاهين جو شاهي لشڪر گڏ ڪيو هئائين، جو جابلو لَڪن ۽ لنگهن مان مغلن جي ميداني علائقي ۾ هيٺ لهڻ جو منتظر هو. جيئن ئي مغلن جو پهريون جٿو هيٺ لٿو، ته شاهي لشڪر سان جهڙپ ٿيس ۽ شڪست کاڌائين. پر، هڪ هزار ميل ڊگهيءَ سرحد تان، ڌٻرن گهوڙن تي سوارُ، مغل تير اندازَ، جڏهن جاتي ڪاتي جبلن تان هيٺ لهڻ لڳا، ته صورت حال نئون روپ ورتو. علاؤالدين محمد شاهه ڊڄي ويو ۽ لشڪر جي ڪمانَ پنهنجي سپهه سالار جي حوالي ڪري، پاڻ بخارا جي بچاءَ جو بندوبست ڪرڻ هليو ويو.

چنگيز خان پنهنجي لشڪر جا ٽي حصا ڪيا هئا: ٻه حصا سندس پٽن جي اڳواٽي هيٺ شاهي لشڪر تي حملا ڪري رهيا هئا. پاڻ ٽئين حصي سان، جبلن جي پويان لڪي، اولهه طرف ٻري هليو ويو. اوچتو ڪنهن جابلو لڪ مان هيٺ لٿو ۽ ميداني علائقي مان واچ مينهن ڪندو سڌو بخارا تي حملي آور ٿيو، ته علاؤالدين محمد شاهه کي بي خبريءَ ۾ پڪڙي ونان. رستي تي جيڪي ڳوٺ ۽ شهر آيا، تن کي ڪجهه ڪونه چيائين. البت سندس لشڪر اترار جي سرحدي شهر تي حملو ڪيو. ڏاڍي مقابلي کان پوءِ فتح حاصل ڪئي ۽ شهر جي گورنر کي پڪڙي ورتو، جنهن مغلن جي واپاري قافلي کي ڦريو هو. مغل سپاهين اول ته شهر کي لٽيو ۽ ڦريو. پوءِ گورنر ڏانهن رخ ڪيو.

چنگيز خان جي حڪم موجب، چاندي رجائي، ڦڙو ڦڙو ڪري، گورنر جي اکين ۽ ڪنن ۾ وجهندا ويا . تان جو هن ڪڪڙ وانگر ڦٿڪي ڦٿڪي ساهه ڏنو.

علاؤالدين محمد شاهه سمرقند جي بچاءَ لاءِ فوج بيهاري، پاڻ وري ڏکڻ طرف کسڪي ويو. هن بخارا ۾ به ائين ڪيو هو. پر، لشڪر بيهاري، پاڻ سمرقند جي واٽ ورتي هئائين، ته سندس لشڪر به پنيان بخارا کي ڇڏي هليو ويو هو. سو، جڏهن چنگيز خان بخارا پهتو، ته شهر خالي هو. قاضي، مفتي ۽ سمورا معزز ماڻهو ادب سان کيس پيش پيا ، ته من جان بخشي ڪري! هو گهوڙي تان لٿو ئي ڪونه. سڌو شهر ۾ گهڙيو ۽ جامع مسجد کي شاهي محل سمجهي منجهس گهوڙي سوڌو اندر هليو ويو ۽ اتي گهوڙي تان لهي، ٽڪ پيڄڻ لاءِ شراب پيئڻ لڳو. سندس سپاهين به اوسي پاسي وارين جاين ۾ وڃي شراب جون صراحيون کوليون ۽ فرمائش ڪيائون ته 'رقاصائون آڻيو، ته اسان جي اڳيان ناچ ڪن.' جڏهن بدمست ٿيا ، ته اول رقاصائن سان دست درازي ڪيائون، پوءِ اوڙي پاڙي وارن گهرن ۾ گهڙي پيا . جڏهن انهن گهرن ۾ زالن جا مرد سندن سامهون ٿيا ، ته کين قتل ڪري ڇڏيائون، ۽ سندن گهرن کي باهيون ڏنائون. ائين ڏسندي ڏسندي سڄي شهر ۾ روج راڙو پئجي ويو.

چنگيز خان بخارا ۾ ڪو ڪلاڪ به مس ترسيو. پوءِ علاؤالدين محمد شاهه جي پويان وري سمرقند روانو ٿيو. پر، انهيءَ عرصي ۾ بخارا جو سهاڳ اجاڙي ڇڏيائين. پردهه نشين امير زاديون اگهاڙيون وينيون هيون. پنهنجيءَ قسمت تي روئي رهيون هيون. گهرن ۽ گهٽين ۾ سندن مردن جا لاش ۽ رَتَ جا ڍُبا هئا . علم عرفانَ اسلامي تهذيبَ ۽ تمدنَ جي مرڪزَ، بخارا جو آسمانُ، دونهين جي ڪارن ڪڪرن سان

ڏکجي ويو هو.

بخارا جي هڪ باشندي، چنگيز خان ڏانهن حيرت مان نهاري آگر سان اشارو ڪري چيو ته: "هي شخص ڪير آهي؟"

پاڙيسريءَ سندس وات تي هٿ رکي کيس خاموش رهڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ آهستي سندس ڪن ۾ سرٻات ڪيو: "خدا جو قهر آهي، جو اسان جي بڇڙن افعالن ڪري نازل ٿيو آهي."

* * *

چنگيز خان سمرقند پهتو، ته نڌڪي شهر ڪي سندس سَٽَ سهڻ جي طاقت ڪانه هئي. شهر جا مفتِي، مسجدن جا پيش امامَ ۽ معتبر ماڻهوُ، شاهي لشڪر جي ٽيهن هزارن سپاهين سميت اچي کيس پيش پيا. چنگيز خان سندس وڏي تعظيم ڪئي. شاهي لشڪر جي سپاهين کي ته پنهنجي لشڪر جي فوجي پوشاڪ به پارايائين. ٽن راتين ڪان پوءِ پنهنجي لشڪر کي ڪو اشارو ڏنائين، جنهن، رات جي پيٽ ۾، انهن ٽيهن ئي هزار شاهي سپاهين کي ٻڪرن وانگر ڪهي ڇڏيو. ان ڪان پوءِ، پنهنجي سپاهين کي حڪم ڏنائين ته:

"علاؤالدين محمد شاهه دنيا ۾ جاٽي به وڃي، اتي سندس پويان وڃو. کيس ڳولي لهو. جيئرو يا مئل منهنجي اڳيان پيش ڪريو. جيڪي شهر اوهان لاءِ پنهنجا دروازا کولي ڇڏن، تن کي ڇڏي ڏيو. جيڪي سامهون ٿين، تن کي تهس نهس ڪري ڇڏيو.

مان ڀايان ٿو ته اهو حڪم پورو ڪرڻ اوهان لاءِ ڏکيو نه آهي."

ٻارهن بادشاهين ۾ هڪ مفرور سلطان کي ڳولي لهڻ آسان ڪم

ڪونہ هو. پر، چنگيز خان جو حڪم هو. مغل سپاهي علاؤ الدين محمد شاهہ جي پنيان گهوڙا ڊوڙائيندا ويا. شڪاري ڪتن وانگر نوس نوس ڪندا، هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين پهتا. هو بلخ ويو، تہ هي بہ بلخ پهتا، هو نيشاپور ويو، تہ هي بہ نيشاپور پهتا، هو همدان ويو، تہ هي بہ همدان پهتا. شاهہ ڏاڍو دلگير ٿيو. چيائين تہ، "دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ هنڌ ڪونهي، جتي مون کي مغلن جي قهر کان پناهہ ملي."

ڪنهن صلاح ڏنس تہ، "ڪئسپين سمنڊ ۾ هڪ ٻيٽ آهي، جنهن ۾ مهاڻن جو ڪو ڳوٺڙو آهي. اتي وڃي، هڪ گمنام ماڻهوءَ وانگر زندگي گذاريو."

شاهہ اوڏانهن ڀڳو، پر مغل گهوڙيسوار اتي بہ پهچي ويا. شاهہ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي ڀڳو، تہ مغلن مٿس تير ڇوڙيا. ڪي تہ گهوڙن سوڌو پنيانئس پاڻيءَ ۾ ڪاهي پيا. شاهہ جو انجام ڏاڍو دردناڪ ٿيو. هڪ مسڪين، بي يارومددگار ماڻهوءَ وانگر، ڦاٽل ليڙون ليڙ لباس ۾، بک ۽ ڏک ۾ مري ويو.

مغل سپاهين سندس زالون ۽ خزانو ڳولي وجي هٿ ڪيو ۽ حفاظت سان چنگيز خان ڏانهن موڪليو، جنهن حڪم جاري ڪيو تہ، "منهنجو لشڪر جڏهن ڪنهن شهر مان ڪوچ ڪري، تہ علاؤ الدين محمد شاهہ جون راڻيون ۽ شهزاديون، اسان جي اڳيان اگهاڙي مٿي، ماتم ڪنديون هلن."

* * *

سنڌي زبان جي پهاڪن ۾ وڏي سياڻپ آهي. هڪڙو پهاڪو آهي تہ "نڌڻڪا گهوڙا، غيباڻا هسوار."

علاؤ الدين محمد شاهہ جي موت کان پوءِ، چنگيز خان جو ڪو

مد مقابل نہ رهيو ڪونہ. خوارزم شاھ جي اسلامي سلطنت جا سڀ شهر نڍڙا ٿي پيا ۽ هڪ هڪ ٿي مغل لشڪر جي اڳيان ڪرندا ويا. مثلاً: اطرار، جند، بخارا، نيشاپور، سمرقند، طوس، نخشب، ترمذ، بلخ، مرو، هرات، باميان، غزنہ، ري، قم، مراغا، اربيل، ڪاشان، همدان.

جيڪي شهر ٿورو گهڻو مغلن جي سامهون ٿيا، تن جو انجام ڏاڍو دردناڪ ٿيو. سڀ کان دلسوز داستان نيشاپور جو آهي، جتي چنگيز خان جو ناني قتل ٿيو هو. پر، پاڻ ڪي هت فقط مَروَ (MERVE) جي تباهيءَ جو ذڪر تفصيل سان ڏيڻو آهي، ڇو تہ پنهنجي خيال موجب، قلندر لعل شهباز جي نسبت انهيءَ ئي شهر سان آهي.

•

- ٢٨ -

## مغلن جي مَروَ تي چڙهائي

مَروَ (MERVE) ريگستان ۾ هيرن جواهرن جهڙو شهر هو. مرغاب (مرغ آب) جي ڪناري تي ٻڌل هو. سهڻن وڻن ٽڻن سان سينگاريل هو. بادشاهن لاءِ آرامگاهه هو ۽ عالمن لاءِ علم ۽ عرفان جو مرڪز هو. منجهس وڏا شاندار ڪتبخانا هئا، جن ۾ هزارين لکين بيش بها قلمي ڪتاب سانديل هئا. شهر کي حفاظت لاءِ چوڌاري وڏي عالم پناهه ڏنل هئي.

چنگيز خان پنهنجي ننڍي پٽ تُليءَ کي خراسان جا شهر فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. هو مَروَ پهتو، ته اول پر پاسي سان شهر جي حفاظت لاءِ ٻڌل شاهي سپاهين کي پڇائي ڪڍيائين، پر ميدان ۾ جيڪو چوپايو مال چري رهيو هو، تنهن کي ڪجهه به ڪونه چيائين. هونئن نه ته مغل سڀ جانور به ڪهي ڇڏيندا هئا.

تُليِ عالم پناهہَ وٽ اچي پهتو ۽ ان جي چوڌاري چڪر ڏيڻ لڳو. پوءِ ان کي پڃڻ لاءِ حملا شروع ڪيائين ۽ اها ڪارروائي باويهه ڏينهن جاري رکيائين. انهيءَ گوڙ گهمسان ۾، هڪ ڏينهن، قلعي مان صبح جو سوير، هڪ پيش امام ٻاهر نڪتو ۽ مغلن جي ڇانوڻيءَ ڏانهن ويو. مغل سپاهين کيس امن امان سان تليءَ وٽ پيش ڪيو. اهو پيش امام، مَروَ (MERVE) جي گورنر (جو هڪ ميرکُ هو) جو امن جو پيغام ۽ زربفت جو وڳو کڻي تليءَ وٽ آيو هو. تلي ته نڳيءَ جو

بادشاهہ هو، تنهن کيس وڏو مانُ ڏنو ۽ ميرڪ لاءِ دعوت ڏنائينس. موت ۾ هڪ چوغو بہ ڏنائينس. پيش امامَ، ميرڪ سان اهو احوال اچي ڪيو. ميرڪ تليءَ جي دعوت قبول ڪئي. قلعي مان نڪري، تليءَ جي تنبوءَ ۾ پهتو، تہ هن چيس تہ، "اڳو پوءِ پنهنجن سردارن کي بہ سڏيو، تہ اهي بہ دعوت ۾ اچي شريڪ ٿين." ميرڪ کين ماڻهو موڪليو، جي ويس وڳا پائي، ٺهي سنبري تليءَ جي تنبوءَ ۾ آيا ۽ پنهنجي پنهنجي درجي موجب، جاءِ وٺي وينا. تليءَ چين تہ "مَروَ ۾ جيڪي شاهوڪار آهن، تن مان چونڊ ڇهن سون ڄڻن جي لسٽ ناهي ڏيو." هنن ائين بہ ڪيو. تڏهن تليءَ پنهنجن ماڻهن کي کو اشارو ڏنو، جن حيرانُ ۽ پريشانُ ميرڪَ جي اکين اڳيان، سندس سمورن سردارن کي گهٽا ڏئي، اتي جو اتي، ماري ڇڏيو. پوءِ شاهوڪار ماڻهن جي لسٽ کڻي، قلعي جي دروازي تي ويا. محافظن ميرڪَ جا اکر سڃاتا. ڇهہ سؤ شاهوڪار شَخصَ قلعي جي دروازي مان هڪ هڪ ٿي ٻاهر نڪتا، تہ مغل سپاهين کين گرفتار ڪيو ۽ پاڻ گهوڙن تي سوار ٿي قلعي ۾ ڪاهي پيا. اعلان ڪيائون تہ مَروَ جا سڀ ماڻهو پنهنجن گهر وارن سميت ٻاهر نڪري اچن.

ماڻهن کي شهر خالي ڪرڻ ۾ چار ڏينهن لڳي ويا. تلي اهو سمورو وقت پنهنجي سونهري تخت تان سڄو لقاءُ ڏسندو رهيو. جڏهن شهر خالي ٿي ويو، تہ سڀ کان اول فوجي سپاهين کي گرفتار ڪري تُليءَ جي اڳيان آندائون. جنهن جي اشاري تي سڀني جون منڍيون ڌڙ کان ڌار ڪيائون. ان کان پوءِ ٻيوس خلق جو وارو آيو. سمورن مردن کي پٽ تي اونڌو ليٽائي، سندن هٿَ پٺيان ٻڌائون، ۽ پوءِ تليءَ جي اشاري

تي کين کهي ڇڏيائون. جوان زالون سپاهين ورهائي کنيون. ٻارن کي غلام بنايائون.

ان کان پوءِ ڇهه سؤ شاهوڪارن کي چيچلائي چيچلائي، سچيون ڪرائي، سندن سمورو سونُ، رُپو هٿ ڪري، کين ماري ڇڏيائون. آخر ۾، تُلِي شهر جون جايون ڊهرائي ڍيرَ ڪري، اڳتي روانو ٿيو.

مَروَ ۾ ڪي ٿورڙا ماڻهو، لڳ ڀڳ پنج هزار، بچي ويا، جي تهخانن ۾ ڪنڌرن ۾ لڪي ويا هئا. پر، ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ، مغل سپاهين جو هڪ جٿو پوئتي موٽيو، ۽ انهن کي ڳولي، هڪ هڪ ڪري، کهي ويو. اهڙيءَ ريت مَروَ مان ماڻهوءَ جو نالو نشان مٽجي ويو.

مَروَ جي تباهيءَ بابت هيرولڊ لئمب جا اصل انگريزي اکر هي آهن:

"The vacant dwellings were ransacked by the Mongols, the walls raised to the ground, and Tuli drew off. The only survivors of the city apparently were five thousand Mohammedans, who had concealed themselves in cellars and these did not live long. Some troops of the horde returned to the city, hunted them down and left the place empty of human life."

GENGHES KHAN
EMPEROR OF ALL MEN
BY
HAROLD LAMB
LONDON, 1928.
P.P. 165

* * *

"طبقات ناصري" جي مصنف منهاج سراجَ، مَروَ، نيشاپور ۽ هرات جي تباهيءَ جو احوال تمام اختصار سان لکيو آهي. تاهم ڪتاب جي جلد ٻئي جي حاشيي ۾، مَروَ جي زوال بابت هيئن لکيو اٿس:

"تُولِي مَروَ ڏانهن وڌيو ۽ جيڪي شهر ۽ علائقا سندس لشڪر جي سامهون نہ ٽِيا هئا، تن ڪي امدادي لشڪر موڪلڻ لاءِ چيائين. هنن ڪيس ستر هزار سپاهي موڪلي ڏنا.

مَروَ ۾ مجيرالملڪ مقابلي جي تياري ڪئي. پر وٽس لشڪر ٿورڙو هو. لاچار، ٻہ لک سرخ دينار، ٽيهہ هزار خرار اناجَ ۽ هڪ لک گهوڙن ڏيڻ جا شرط مڃي، تليءَ سان ناهہ ڪيائين.

پر، جڏهن آخرين فيصلي لاءِ تليءَ وٽ ويو، تہ هن وري نوان شرط وڌس. نيٺ ڪيس عذاب ڏئي، هڪ هڪ ڪري سمورا عضوا ڪپي، ڪيس ماري ڇڏيائون. ان ڪان پوءِ مَروَ ۾ ستر هزار ماڻهو ڪُنائون."

* * *

ايڊورڊ برائون پنهنجي شهره آفاق ڪتاب -- "پارس جي هڪ ادبي تاريخ" ۾ 'ابن اثير' جي حوالي سان لکيو آهي تہ:

"مَروَ ۾ مغلن ست لک ماڻهو ماريا."

اڳتي هلي ائين بہ لکيو اٿس تہ:

" 'تاريخ جهان ڪشا' مَروَ جي مقتولن جو تعداد تيرهن لک ٻڌايو آهي."

* * *

"ادب نامہ ايران" جي مصنف مرزا مقبول بيگ بدخشانيءَ مَروَ بابت لکيو آهي تہ، "تلٖيءَ مَرو کي فتح ڪيو، جو سنجر سلجوقيءَ جو تخنگاه هو ۽ وڏي تمدن وارو شهر هو.

ياقوت حمويءَ پنهنجي ڪتاب "هفت اقليم" ۾ مَرو جي عظيم الشان لئبررين، عالمن ۽ فاضلن جو ذڪر ڪيو آهي. پوءِ لکيو آهي تہ مَروَ جون سهڻيون عمارتون هاٿي ڏهي ڪنڊهر ٿي ويون آهن. چوڏاري سانت ۽ سناٽو آهي. رڳو هوا جا سوسات آهن. مَروَ ۾ جيڪو قتل عام ٿيو آهي، تنهن کي انسانذات قيامت تائين وساري ڪونہ سگهندي."

* * *

چنگيز خان چين ۾ ايڏو ظلم ڪونہ ڪيو هو. پر، خوارزم جي اسلامي سلطنت ۾ هو جنگ کي انتهائي نقطي تي وٺي ويو، يعني مڪمل تباهي. ماڻهن جو ڪوس بي سبب. چون ٿا تہ هنَ، انهيءَ جنگ ۾، اسي لک انسان مارايا. سندس سپاهي ڏکين زالن جا پيٽ ترارسان چيري، اڻ ڄاول ٻار بہ ٻاهر ڪڍي ڪهندا هئا. ماڻهو تہ ڇا، ڪو ڪتو ٻلو بہ جيئرو ڪونہ ڇڏيندا هئا.

شهر جي آسپاس بيٺل ساوا فصل بہ ساڙي ڇڏيندا هئا. جيڪي ماڻهو ڪوس کان بچي ويندا هئا، سي هوش حواس وڃائي وهندا هئا. ڪنڊهرن ۾ لڪا پيا هوندا هئا، تان جو رات ٿينديءَ هئي ۽ بگهڙن جا وَلَرَ مئل ماڻهن کي چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ جهنگ مان اجڙيل شهر ۾ ايندا هئا. بعضي خود مغل سپاهي موت کائيندا هئا ۽ اهڙن لڪل ماڻهن کي ڪنڊهرن مان ڳولي، ڪهي ويندا هئا. بعضي تہ شهر جا ڪنڊهر ئي ختم

ڪرڻ لاءِ پر پاسي سان ڪنهن نهر يا واهه جو وهڪرو ڦيرائي ڇڏيندا هئا. پاڻي جو شهر جي مٿان وهندو هو، ته ڪندهرن جو نالو نشان به مٽجي ويندو هو.

چنگيز خان خود پنهنجن سپاهين کي اهڙن مصيبت زده شهرن کان پري رهڻ جو حڪم ڏنو هو، ڇو ته 'مٿن خدا جو قهر ڪڙڪيو هو.'

* * *

خوارزم شاهه جي حاڪمَ علاؤالدين محمد شاهه جو پٽ مغل لشڪر سان وڙهندو رهيو. جڏهن مقابلو ڪري نه سگهيو، ته ملڪ ڇڏي، هندستان هليو ويو ۽ دهليءَ جي سلطان شمس الدين التمش کان مدد گهريائين. التمش کي چنگيز خان سان سينو ساهڻ جي ته همت ڪانه هئي، پر جلال الدين شاهه کي پناهه ڏنائين. چنگيز خان اهو ٻڌو ته ٻاهه تي ويو ۽ ڏندَ ڪرٽي، هندستان تي حملي جوارادو ڪيائين. اتي به ڪا قيامت ڪڙڪائي ها، پر، گوبيءَ جي رڻ پٽ مان ڪنهن اهم واقعي جو اوچتو اطلاع مليس. سو، ان کي منهن ڏيڻ لاءِ، هندستان تي حملي جو ارادو لاهي، طوفانَ، وڏڦڙي مينهنَ ۽ ڪنوڻِ وانگر، گجندو، وسندو، تجلا ڏيندو، قراقرم روانو ٿيو.

●



*From the Journal of the North China Branch of the Royal Asiatic Society. Vol. LVI*

**GENGHIS KHAN**

Reproduced from a painting in the possession of Kung-sang-no-érh-pu.

Prince of Ká-la-ch'in, a descedant of Genghis Khan.

## چنگيز خان

هيءَ تاريخي تصوير سندس خاندان جي هڪ شهزادي وٽ رکيل پينٽنگ جو عڪس آهي



**HÚLÁGÚ**

Add. 18803 (Brit. Mus.) f. 19

**هلاکو**

هيءَ ناياب تصوير برٽش ميوزيم ۾ رکيل آهي

- ٢٩ -

## چنگيز خان کان پوءِ

## مغلن جون مسلمان ملڪن تي چڙهايون

چنگيز خان جي واپسيءَ کان پوءِ به مسلمان ملڪن تي مغلن جون چڙهايون جاري رهيون. سندس پٽن ۽ پوٽن، هڪ طرف، عراق، گيلان، رستم داري، دربند ۽ آذر بائيجان جا سمورا علائقا پائمال ڪيا، ته ٻئي طرف ڪابل، غزنيءَ ۽ زابلستان کي مغلوب ڪيو. سندن لشڪر ڪئي ڀيرا لاهور، ملتان ۽ اُچَ (سنڌ) تائين به پهتو.

رڳو مسلمان ملڪ نه، پر مغلَ جاڏي تاڏي ڪاهي پيا. اتر ۾ ماسڪو تائين وڃي ڪڙڪيا. ايڊورڊ براؤن لکيو آهي ته اوڀر ۾ جپان تائين ۽ اولهه ۾ جرمنيءَ تائين، سندن دهشت ۽ ڌڌڪو (TERROR) هو. ڪنهن جي مجال هئي، جو سندن اڳيان دم هڻي سگهي!

عيسائين جي مذهبي پيشوا، پوپ ته فتوا ڏئي ڇڏي ته "مغلَ اهي ئي ياجوج ۽ ماجوج آهن، جن جو عيسائين جي پاڪ ڪتابَ انجيل ۾ ذڪر آهي."

چنگيز خان کان پوءِ مغل فتوحات جي ٻي وڏي لَهرَ هلاڪوءَ آندي، جنهن اسلامي دنيا جي مرڪز بغداد تي ڪاهه ڪئي ۽ ايڏو ته ظلم ڪيائين جو هاڻي به سنڌ ۾ ڪنهن سان تمام وڏو ظلم ٿيندو آهي ته چوندا آهن ته "بغداد ٿي ويو!"

پر، هلاڪوءَ جي ئي ايامڪاريءَ ۾ ٻيو به هڪ اهم واقعو ٿيو، جنهن به اسلامي تاريخ تي دور رس اثر وڌا. اهو هو "فدائين" جي

تحريڪ جي تباهي. هلاڪوءَ فدائين جي مرڪز يعني 'الموت' جي قلعن تي حملو ڪري، انهن کي لتاڙي چيپاٽي، پورَ پورَ ڪري ڇڏيو.

فدائين جي تحريڪ حسن بن صباح اپاري هئي، جنهن جو تعلق اسماعيلين سان هو. پر، انهيءَ ۾ اسان جي دلچسپي فقط قلندر لعل شهباز جي نسبت سببان آهي، ڇو ته ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته قلندر شهباز اسماعيلي هو. ڪن جو چوڻ آهي ته اسماعيلي ڪونه هو. بقول انعام محمد، ايڊورڊ برائون "پارس جي هڪ ادبي تاريخ" ۾ لکيو آهي ته "نسب جي لحاظ کان اسماعيلي هو، پر، عقيدي جي لحاظ کان ڪونه هو.

"انعام محمد ائين به لکيو آهي ته قلندر لعل شهباز، "الموت" جي قلعن تي هلاڪوءَ جي حملن ڪري سنڌ ۾ آيو ۽ سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. سو، ڳالهه کي تاريخي پس منظر ۾ ڏسڻ ۽ سمجهڻ ضروري آهي.

•

- ٣٠ -

## اسماعيلي

دنيا ۾ مسلمانن جو تعداد هاڻي هڪ ارب کان مٿي آهي.*
منجهن مکيہ فرقا بہ آهن: هڪڙا سني ٻيا شيعا. اسماعيلي شيعن مان
آهن. پر، عام شيعا، جن کي "امامي" ڪوٺيندا آهن، تن کان بلڪل
جدا آهن.

امامي شيعن جو عام عقيدو آهي تہ حضرت علي مرتضيٰ رضہ
پهريون پهريون امام آهي. ڪانئن پوءِ، سندن متبرڪ خاندان مان ٻارهن
امام سڳورا ٻيا بہ ٿيا، يعني جملي ٻارهن ٿيا. ٻارهون امام غائب
يعني امام مهدي آهي، جيڪو خدا جي حڪم سان پنهنجي مقرر وقت
تي ظاهر ٿيندو. انهن ٻارهن امامن کي مڃيندڙ اثنا عشري سڏبا آهن.

ڇهين امام حضرت جعفر صادق پنهنجي وڏي پٽ حضرت
اسماعيل کي امام قرار ڏنو هو. پر، هن پنهنجي والد جي حياتيءَ ۾
ئي وفات ڪئي. جڏهن خود حضرت امام جعفر صادق وفات ڪئي تہ
هڪڙن سندس ننڍي پٽ امام موسيٰ ڪاظم کي پنهنجو امام مڃيوءِ
ٻيا وري سندس وڏي پٽ حضرت اسماعيل کي ئي پنهنجو امام مڃيندا
رهيا ۽ چوڻ لڳا تہ امامت تہ هڪ مقدس امانت آهي، جيڪا خدا جي
طرفان ملي ٿي. اها ڪنهن بہ طرح ختم ڪانہ ٿي ٿئي. اهي پاڻ کي
اسماعيلي ڪوٺائڻ لڳا.

* THE OXFORD ENCYCLOPEDIA OF THE MODERN ISLAMIC WORLD: VOL: 2, OXFORD UNIVERSITY PRESS, NEW YORK.

شروع شروع ۾، اسماعيلي فرقي ۽ اثنا عشري فرقي ۾ ڪي ٿورڙا فرق هئا. اسماعيلي ستن امامن کي ۽ اثنا عشري ٻارهن امامن کي مڃيندا هئا. اثنا عشري امام مهديءَ کي غائب امام مڃيندا هئا ۽ اسماعيلين جوحاضر امام ۾ يقين هو. انهن ٻين ڪن ڳالهين ۾ به سندن ٿورا گهڻا اختلاف هئا. پر، اڳتي هلي، جڏهن اسماعيلي فرقي جي اڳواڻي، عبدالله بن ميمون القداح جي هٿن ۾ آئي، ته ٻنهي ڌرين جا ويڇا وڌي ويا.*

عبدالله بن ميمون القداح جو زمانو سنه ٢٦٠هجري (مطابق ٨٧٣-٨٧٤ عيسوي) آهي. پاڻ اصل ايراني هو ۽ اهواز شهر جو رهاڪو هو. سندس پيءُ ميمون انتها پسند شيعو هو ۽ ميمونيه نالي هڪ جدا جماعت جو بنياد به وڌو هئائين.

عبدالله بن ميمون القداح کي ذهانت ۽ قيادت جون صلاحيتون گويا پنهنجي پيءُ کان ورثي ۾ مليون. سياست ۾ سندس گهري دلچسپي هئي. سو، پنهنجي آبائي شهر اهواز مان لڏي، مختلف هنڌن تي ويو. پر، آخرڪار شام ملڪ ۾ زمين خريد ڪري، پنهنجو مرڪز قائم ڪيائين، جتان پنهنجن نظرين جي پرچار لاءِ هيڏي هوڏي داعي (دعوت ڏيندڙ) موڪلڻ لڳو. سندس مقصد بغداد جي عباسي خلافت جي مخالفت هو، جيڪا شيعن جي خلاف هئي. جيڪي شخص سندس پوئلڳ ٿيا، تن ۾ سڀني کان مشهور حمدان بن علي عناش ٿيو، جنهن کي ننڍي قَدَ بُتَ جي ڪري "قرمط" ڪوٺيندا هئا ۽ سندس پوئلڳن کي قرامطه يا قرمطي. انهن جو اثر سنڌ تائين به پهتو ۽ ڪجهه عرصو

* "ادب نامه ايران" از: مرزا مقبول بيگ بدخشاني.

مٿس حڪومت ڪيائون.

عبدالله بن ميمون القداح سنہ ٢٦١هجريءَ ۾ وفات ڪري ويو. ڪانئس پوءِ، اسماعيلي نظرين جي تبليغ جو ڪم، سندس پٽن جاري رکيو. پر، مڙني جي محنت جو ڦَلُ سندس پوٽي کي نصيب ٿيو، جنهن جو نالو هو سعيد بن الحسين بن عبدالله بن ميمون القداح.* عام طرح کيس سعيد ڪوٺيندا هئا.

•

* ايڊورڊ برائون: پارس جي هڪ ادبي تاريخ.

- ٣١ -

## اسماعيلي فاطمي حڪومت

سعيد پڌو تہ اتر آفريڪا جون بَربَر قومون اسماعيلي عقيدن کي مڃن ٿيون. رڳو امام جي اچڻ جون منتظر آهن. هو وٽن ويو. جن ماڻهن سندس بيعت ڪئي ۽ پوئلڳ ٿيا، تن جي مدد سان اتر آفريڪا جو چڱو علائقو فتح ڪيائين. اتان جي حڪمران خاندان کي ختم ڪري، فاطمي حڪومت قائم ڪيائين. هجري سنہ ٣٥٦ تائين، مصر ملڪ تي بہ فاطمي حڪومت قائم ٿي وئي ۽ سنت ان جو جهنڊو شام ملڪ جي مٿان بہ جهولڻ لڳو. فاطمي حڪومت جي زور وٺڻ سان، اسماعيلين جي سياسي اهميت وڌي وئي ۽ بغداد جي عباسي خليفن کي بہ اکيون ڏيکارڻ لڳا.

عباسي خليفا وري چوڻ لڳا تہ هي فاطمي ڪيئن ٿيا؟ هي حضرت علي سائينءَ ۽ بيبي فاطمة الزهرا جو اولاد تہ ڪونہ آهن! هي تہ عبدالله بن ميمون القداح جو اولاد آهن، جيڪو اصلاً نسلاً ايراني هو. سندس دل عربن ۽ اسلام لاءِ نفرت سان ڀريل هئي، ڇو تہ حضرت عمر رضہ جي زماني ۾ عربن جي اسلامي لشڪرَ ايران تي حملو ڪري، ان جي اڳوڻيءَ هفت اقليم شُهرتَ ۽ عَظمَتَ کي ڏوڙ ڪري ڇڏيو هو. سو، عبدالله بن ميمون القداحُ ايران کي اڳوڻي اوج تي رسائڻ لاءِ رات ڏينهن انهيءَ ويچار ۾ هوندو هو. تہ اهڙي ڪا سِٽَ سٽيان، جو مسلمان فاتح پاڻ ۾ ئي اٽڪي پون ۽ اسلامي سلطنت ٽڪرا ٽڪرا

ٿي وڃي. ڪيس انهيءَ ڳالهه جي ڪاميابي شيعا سُني اختلاف وڌائڻ ۾ نظر آئي.

ڪن مغربي مصنفن جو خيال آهي ته ايران ۾ اهڙن خيالن رکڻ وارن وطن پرست ماڻهن جو چڱو وڏو تعداد موجود هو. هو اهڙن ماڻهن ۾ مشهور شاعر، فردوسيءَ جو نالو به کڻن ٿا، جنهن پنهنجن شعرن ۾ مسلمان عربن کي "ڏاچين جو کير پيئندڙ ۽ ڳوهون کائيندڙ" ڪوٺيو آهي.

پر، اسماعيلي فرقي جي پوئلڳن، عباسي خليفن جي پروپيگنڊا ڏي گوش ڪونه ڏنو. فاطمي حڪومت آزاد خيال هئي. عام خلق جي ڀلائيءَ جو خيال رکندي هئي. علم جي حاصلات لاءِ انهيءَ جي پاليسي نه ڏاڍي موافق هئي. دنيا جي سڀ کان قديم يونيورسٽيءَ "الاظهر" جو بنياد فاطمي خليفن ئي وڌو هو. مصر ۾، اسماعيلي نظرين جي عام تعليم ڏني ويندي هئي. پر، هميشه اهو اصول اڳيان رکيو ويندو هو، ته ماڻهن کي زور زبردستيءَ سان ڪابه ڳالهه قبول نه ڪرائجي، ڪين رضا رغبت سان پاڻ ڏي ڇڪجي.

فاطمي حڪومت ٻين مذهبن وارن مثلاً عيسائين جي عبادتگاهن جو به احترام ڪندي هئي. چوٿين فاطمي خليفي، سرڪاري خزاني مان عيسائين جي هڪ زبون ٿيل ديول جي مرمت جو حڪم ڏنو. اڳي خودعيسائين کي به ان جي مرمت جي اجازت ڪانه هئي. انتها پسند مسلمانن ان جي سخت مخالفت ڪئي. هڪڙو ڄڻو ته ديول جي بنيادن ۾ ليٽي پيو. خليفي حڪم ڏنو ته سندس سيني تي پٿر رکي، اوساري

ڪريو، تہ جيئري ئي پورجي وڃي. پر، عيسائين جي چوڻ تي سندس جان بخشي ڪيائين.

مغربي مصنفن جو خيال آهي تہ اهڙيءَ مذهبي رواداريءَ ۽ فراخ دليءَ واري پاليسي اختيار ڪرڻ ڪري، فاطمي حڪومت، روز بروز، زور وٺندي ويئي ۽ ان جو اثر ٤٨٣هہ کان ٦٥٥هجريءَ تائين ري، طبرستان، خراسان، قهستان، عراق ۽ شام تائين پکڙجي ويو. هڪ وقت اهڙو بہ آيو، جو مڪي ۽ مديني جا مقدس شهر پڻ فاطمين جي اثر هيٺ اچي ويا. خود بغداد جي عباسي خليفي، فاطمي خليفي کي تسليم ڪيو.

سنڌ سان اسماعيلين جا لاڳاپا فاطمي حڪومت نهڻ کان اڳ توڙي پوءِ، تاريخي لحاظ کان، ڏاڍا اهم آهن. پهريون پهريون اسماعيلي داعي، فاطمي حڪومت نهڻ کان اڳي، سنہ ٨٨٣ عيسويءَ ۾ سنڌ ۾ آيو. بعد ۾ فاطمي خليفي لشڪر موڪليو، جنهن اچ شريف ۽ ملتان کي اچي فتح ڪيو، جيڪو سلطنت سنڌ جو اتريون حصو هو. پوءِ تہ مسجدن ۾ ئي فاطمي خليفي جوخطبو پڙهيو ويندو هو.

گويا، اسماعيلي طاقت هاڻي نيل نديءَ کان سنڌو نديءَ تائين، ڇوليون هڻي رهي هئي! اها ڪا معمولي ڳالهہ ڪانہ هئي. پر، اصل ڳالهہ مشيت ايزدي آهي. تنهوائين تہ طاقتور فاطمي خلافت کي صليبي جنگين جي مسلمان سپہ سالار، صلاح الدين ايوبيءَ ختم ڪري ڇڏيو ۽ ايران جي اسماعيلي طاقت کي وري هلاڪوءَ چٽ ڪري ڇڏيو.

انھيءَ ۾ حيرت جي ڳالھ ڪانھي. انساني تاريخ جو وهڪرو ڪڏهن بہ سنئون سڌو ڪونہ رهيو آهي. ڪڏهن هيڏي تہ ڪڏهن هوڏي، ڪڏهن اڳتي تہ ڪڏهن پوئتي. ان جو اڀياس نهايت دلچسپ ۽ سبق آموز آهي. پر، هن ڪتاب ۾ فاطمي خلافت اسان جو موضوع نہ آهي. اسان جي دلچسپي، قلندر لعل شهباز جي ڪري، اسماعيلي تحريڪ جي فقط انھيءَ دور تائين محدود آهي، جنھن کي ختم ڪرڻ لاءِ هلاڪوءَ الموت تي حملو ڪيو.

•

- ٣٢ -

## آغا خاني اسماعيلي

هت، اها ڳالهہ چٽيءَ طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ اسماعيلي تحريڪ جيڪا انهيءَ زماني ۾، عظيم سياسي طاقت جي حيثيت ۾ اڀري هئي، تنهن جا باقي بچيل حصا، ايڊورڊ برائون جي لفظن ۾، "مشرق ۾ اجا تائين شام، ايران، اوڀر آفريڪا، وچ ايشيا ۽ ڏکڻ ايشيا (يعني هندستان ۽ پاڪستان) ۾ پکڙيا پيا آهن. آغا خانُ، رڪن الدين خورشاهہ جي نسل مان آهي، جنهن جو چوڻ هو تہ پاڻ نذار جي نسل مان آهي، جيڪو فاطمي خليفي مستنصر بالله جو پٽ هو. فاطمي خليفن جي دعويٰ هئي تہ هو حضور صلعم جن جي سؤٽ، حضرت علي رضہ جي خاندان مان ستين امام حضرت اسماعيل رضہ جي اولاد مان آهن. هزهائينيس آغا خان، اسماعيلين جي انهيءَ شاخ جو مڪرم ۽ معظم سربراهُ، روحاني رهنما ۽ امام آهي."

ايڊورڊ برائون جا اصل انگريزي لفظ هي آهن:

"Even at the present day the remnants of this once powerful body are widely, though sparsely, scattered through the East, in Syria, Persia, East Africa, Central Asia and India, where the Agha Khan -- a lineal descedant of Ruknud - Din Khurshah, the last Grand Master of Alamut, who himself claimed descent through Nizar, the son of al-Mustansir, the Fatimid Caliph, from Ismail, the Seventh Imam, and great-great-great-grandson of the Prophet's cousin and son-in-law, 'Ali b. Abi Talib -- is still honoured as the titular head of this branch of the Ismailis."

آغا خاني اسماعيلين پنهنجي روحاني رهنما ۽ امام، هزهائينس آغا خان جي اڳواڻيءَ هيٺ ڪيترائي اهم ڪارناما ڪري ڏيکاريا آهن. سندن جماعت منظم آهي، پرامن آهي ۽ معاشي ۽ معاشرتي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ سرگرم آهي. انگريزن جي حڪومت وقت، سر سلطان محمد آغا خان، هندستاني مسلمانن جو نامور مسلم ليگي اڳواڻ هو ۽ پاڪستان ناهڻ ۾ وڏو ڀرو ورتائين. موجوده آغا خان جي اياڪاريءَ ۾، پاڪستان ۽ سنڌ ۾ عام خلق جي ڀلائيءَ لاءِ جيڪي اهم ڪم ٿيا آهن، تن ۾ هڪ مثال ڪراچيءَ ۾ آغا خان اسپتال آهي، جنهن ۾ ميڊيڪل يونيورسٽي بہ نهي آهي.

•

- ۳۳ -

## حسن بن صباح ۽ اسماعيلي فدائين جي تحريڪ

ايران ۾ اسماعيلي سرگرمين جو جائزو وٺڻ لاءِ جيڪي به نگاهون کڄنديون، سي سموريون آخرڪار وڃي حَسن بن صَباح جي پراسرار شخصيتَ تي مرڪوز ٿينديون. سندس شخصيت جي اردگرد جيڪي افسانا سونين ۽ روپين، تارن ۽ تندن سان رقم طراز ڪيا ويا آهن، تن ان کي هڪ طلسمي روپ ڏيئي ڇڏيو آهي. انهن مڙني ۾ گهڻو مشهور هيءُ افسانو آهي:

حَسنُ بن صباحُ، فارسي زبان جو مشهور شاعر عمر خيامُ ۽ خراسان جو نامورُ وزيرُ، نظام‌الملڪُ طوسِي، ٽنهي ڄڻن ۾. مدرسي ۾ گڏ پڙهندا هئا. اتي پاڻ ۾ قول قرار ڪيائون ته اسان ٽنهي مان جيڪو ڪنهن اعليٰ پَدَ تي پهچندو، سو باقي ٻن ٻين جي سار سنڀال لهندو.

بَختَ نظام‌الملڪ طوسيءَ جي ياوري ڪئي، ۽ هو خراسان جو وزير ٿيو. سو، سندس ٻئي دوست وٽس ويا ۽ ٽنهي ڄڻن جو واعدو ياد ڏياريائونس. نظام‌الملڪ، حسن بن صباح کي پاڻ وٽ دربار ۾ اعليٰ عهدو ڏنو، پر هن سنت کا سازش سٽي، سو کيس تڙي ڪڍيائين.

عمر خيام گوشهءِ تنهائي طلب ڪيو. سو، نظام‌الملڪ کيس هڪ عمدو باغ عطا ڪيو ۽ علمَ رياضيءَ ۽ نجوم جي اڀياس لاءِ تجربيگاهه ٺهرائي ڏنائين.

هي افسانو سڀ کان اول رشيدالدين جي "جامع التواريخ " ۾ ملي ٿو، جيڪو بلاشبہ ان دؤر جو هڪ معتبر ڪتاب آهي. ان کي گهڻن ئي معروف مصنفن نقل ڪيو آهي، جن ۾ عمر خيام جو شهره آفاق انگريز مترجمُ، ايڊورڊ فزجرالڊ بہ شامل آهي، جنهن اهو "ڪلڪتا رويو جرنل" تان ورتو آهي.

ايڊورڊ برائون جو خيال آهي تہ اهو افسانو ڪنهن شخص رڳو زيبِ داستان خاطر ناهيو آهي. نظام الملڪ طوسي ٤٠٨ هجريءَ ۾ ڄائو هو. عمر خيام ۽ حسن بن صباح سنہ ٥١٧ هجريءَ ۾ وفات ڪئي. گويا ، هو ڪائنن ويهہ ورهيہ وڏيءَ ڄمار وارو شخص هو. اهڙيءَ صورت ۾ ٽنهي ڄڻن جو ساڳئي مدرسي ۾ گڏ پڙهڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ لڳي ٿي. اسماعيلي روايتون بہ انهيءَ گمان جي تائيد ڪن ٿيون.

حسن بن صباح جي هڪ سوانح عمري "الموت" جي قلمي ڪتابن مان هلاڪوءَ جي حملن دوران هٿ آئي هئي، جنهن جو نالو هو "سرگذشت سيدنا" . انهيءَ ۾ لکيل هو تہ سندس سڄو نالوحسن بن علي بن محمد بن جعفر بن الحسن بن صباح هو. پٽس ڪوفي مان لڏي قم آيو. اتي حسن ڄائو. ستن سالن کان سترهن سالن جي عمر تائين، ڪيس علم حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو خفت هو. شروع ۾ پاڻ بہ پيءُ وانگر اثنا عشري خيالن جو هو. پر، پوءِ فاطمي خليفن جي داعين جي اثر هيٺ آيو، جن ۾ ابن عتاش ڏاڍو اهم هو. تاريخ ساز ذهن جو مالڪ هو. آذربائيجان کان اصفهان تائين سڄو علائقو* سندس ذمي هو. هن ئي حسن بن صباح کي مصر موڪليو. اتان جي

* داعيءَ جي ذمي اهڙي "علائقي" کي اسماعيلي اصطلاح ۾ "بَحَرُ" ڪوٺيندا هئا.
-- ايڊورڊ برائون: پارس جي هڪ ادبي تاريخ.

مکيہ اسماعيلي داعيءَ بنو دائود سندس وڏي پذيرائي ڪئي. خود خليفي مستنصر بالله بہ سندس عزت افزائي ڪئي. ڪائنس خفيہ نموني ۾ پڇا ڪرايائين تہ 'اوهان جي وفات کان پوءِ اوهان جي ٻن پٽن، نذار (وڏي) ۽ مستعليءَ (ننڍي) مان، بيعت ڪنهن جي نالي تي ونجي؟' جواب مليس تہ 'نذار جي نالي' . ان وچ ۾ مصر ۾ سندس سياسي مخالف پيدا ٿي چڪا هئا، سو واپس وطن وريو ۽ يزد، ڪرمان، طبرستان ۽ ٻين علائقن ۾ نذار جي تبليغ ڪرڻ لڳو. ري ڪونہ ويو، جو نظام الملڪ سندس گرفتاريءَ جا حڪم جاري ڪيا هئا.

نظام الملڪ تہ بهرحال کيس ڪجھ بہ ڪري ڪونہ سگهيو. پر، مشيت ايزدي ائين هئي تہ هو پاڻ پنهنجيءَ سموريءَ طاقت ۽ عوامي مقبوليت جي باوجود، جيئن ئي اقتدار تان هٽيو، تہ هڪ اسماعيلي فداعيءَ کيس خنجر هڻي ماري ڇڏيو. اڪثر تاريخ نويس انهيءَ خيال جا آهن، تہ انهيءَ قتل ۾ حسن بن صباح جو هٿ هو. ڪن جو خيال آهي تہ اهو قتل سلطان مالڪ شاهہ جي ملڪه، ترخان خاتونءَ ڪرايو هو. اسماعيلي روايتن ۾ بہ انهيءَ رايي جي تائيد ملي ٿي.

ايراني دانشور، جن جي اڪثريت شيعا فرقي سان تعلق رکي ٿي، تاريخي لحاظ کان، نظام الملڪ جي قتل کي افسوسناڪ واقعو قرار ڏين ٿا. پهلوي يونيورسٽيءَ جي پري چهر ڪسريٰ انهيءَ دور جي حالتن تي تبصرو ڪندي چيو آهي تہ:

" نظام الملڪ جي سياسي بصيرت سلجوق خاندان جي دور حڪومت ۾ ايران ۾ امن امان آندو. سندس قتل کان پوءِ ظلم ۽ تباهيءَ جو دؤر آيو."

مذهبي حالتن تي تبصرو ڪندي لکيو اٿس تہ:

"ايران جي مشرقي حصي ۾ سني ۽ مغربي حصي ۾ شيعا پکڙيل هئا. منجهن گهڻائي اختلاف هئا. هڪٻئي خلاف ڪتاب لکندا هئا. ڪن ۾ سني شيعن تي الزام هڻندا هئا تہ توهان اسماعيلي عقيدن کي مڃو ٿا. ڪن ۾ وري شيعا ساڳيو ئي الزام سنين تي هڻندا هئا. شيعن ۾ چار مکيہ فرقا هئا: (١) زيدي (٢) نصيري (٣) امامي يعني اثنا عشري ۽ (۴) اسماعيلي. چئني ۾ امامي زور هئا. پر، مصر ۾ فاطمي خلافت نهي تہ اسماعيلين جي سياسي اهميت وڌي ويئي ۽ ماڻهو ڪانئن ڊڄڻ لڳا.

پري چمر ڪسرئي لکيو آهي تہ:

"الموت ۾ حسن بن صباح سهڻو مثال قائم ڪيو. نهايت پرهيزگاريءَ جي زندگي گذارڻ لڳو. سمورو وقت لکڻ ۾ يا وري پنهنجن پوئلڳن جي تربيت ۾ گذارڻ لڳو. سخت مزاج ماڻهو هو. هڪڙي پٽ کي انهيءَ ڪري مارائي ڇڏيائين، جو هن شراب پيتو هو ۽ ٻئي کي انڪري مارائي ڇڏيائين، جو ان تي قتل جو الزام هو (جو پوءِ غلط ثابت ٿيو). سندس اهڙيءَ روش ڪري، سندس پوئلڳ بہ سخت مزاج ٿيا ۽ الموت جي آسپاس ڪيترن ئي قلعن تي قبضو ڪيائون. انهن قلعن مان جيڪي خوني حملا شروع ڪيائون، تن ۾ چونڊ ماڻهن کي ماريو ويندو هو، جو سندن خيال هو تہ سني فرقي جي سلجوقي سلطانن خلاف ملڪ

۾ گوڙ گهمسان پيدا ٿيندو. جيڪي جوانَ انهن خوفناڪ
مهمن تي ويندا هئا، تن کي "فدائي" ڪوٺيندا هئا.

"سلطان سنجر، حسن بن صباح ۽ فدائين جي
حملن کي ختم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. پر، سندس تخت جي
اڳيان، فرش ۾، هڪ رات خنجر کتو پيو هو. سنت، کيس
حسن بن صباح جو پيغام پهتو ته "جيڪو شخص سخت
فرش کي خنجر جي نوڪ سان توڙي سگهي ٿو، سو
ساڳئي خنجر جي نوڪ سان سلطان جو نرم سينو به
چيري سگهي ٿو."

He who could pierce the hard ground, with a dagger, could also pierce the soft bosom of sultan.

The Rubaiyat of Omar Khayyam:
Translated and with an introduction by Paricher Kasra:
Scholars Facsimiles of reprints.
Delmar, New York, U.S.A.

اهو پيغام ٻڌي، سلطان سنجر ڊچي ويو ۽ الموت
تي حملي جو ارادو لاهي ڇڏيائين."

پري ڇمر ڪسري جو خيال آهي ته انهن خوني حملن ڪري،
فدائين تي، يورپ ۾ ASSASSIN نالو پيو. ايڊورڊ برائون جو به ساڳيو
خيال آهي ته فدائين جي تحريڪ تي اهو نالو سياسي قتلن جي ڪري
پيو. هن، ڪن تاريخنويسن جي انهيءَ رايي تي به تفصيل سان بحث
ڪيو آهي ته فدائين جي تحريڪ تي اهو نالو حشيش (ڀنگ) جي گهڻي
۽ عام استعمال ڪري پيو ۽ پوءِ ان کي رد ڪرڻ لاءِ دليل ڏنو اٿس ته
"ڀنگ جي استعمال ڪري ماڻهو سست، ڪاهل ۽ ذهني طرح ضعيف
ٿي ويندو آهي. اهڙن شخصن تي ملڪ جي وڏن ماڻهن کي قتل ڪرڻ

جي ذميواري ڪيئن وڌي ويندي، چو تہ اهي تہ محلن ۽ قلعن ۾ هميشہ پهري هيٺ هوندا؟"

هت هڪڙي ٻي ڳالهہ بہ توجهہ طلب آهي. پري چمر ڪسريٰ حسن بن صباح کي پرهيزگار ۽ سخت مزاج وارو ماڻهو ڪوٺيو آهي. ايڊورڊ برائون بہ پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ هنڌ ڪيس مذهبي لحاظ کان شدت پسند بيان ڪيو آهي. پوءِ ڀلا، جيڪو ماڻهو پنهنجي پٽ کي شراب پيئڻ جي تهمت ڪري مارائي ٿي سگهيو، سو پنهنجن پوئلڳن لاءِ نشي جو استعمال جائز ڪيئن قرار ڏيندو؟ جيڪو ماڻهو پنهنجي ٻئي پٽ کي قتل جي الزام ڪري مارائي پئي سگهيو، سو، پنهنجن پوئلڳن کي ٻين قتلن لاءِ ڪيئن آماده ڪندو؟

ايڊورڊ برائون تہ اسماعيلي فدائين ڏانهن منسوب "ارضي بهشت" جي روايتن بابت، مارڪو پولو جي يادگيرين مان، هي اقتباس بہ پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنو آهي:

> "شيخ الجبال، جبلن جي وچ ۾ ماٿريءَ کي پاسن کان بند ڪرائي باغ بنايو هو. اهڙو سهڻو ۽ ايڏو وڏو، جو ڇا چئجي! ان ۾ ماڙيون ۽ محلَ جوڙايا هئائين، جيڪي سدائين چمڪندا رهندا هئا، ۽ تصويرن ۽ رنگن روپن سان آراستہ هئا. باغ ۾ طرح طرح جا ميوا هئا. نهرون هيون، جيڪي شرابَ، ماکيءَ ۽ شفاف پاڻيءَ سان وهنديون رهنديون هيون. دنيا جون حسين ترين عورتون، جيڪي مختلف ساز وڄائڻ، وڻندڙ نغما ڳائڻ ۽ مسحور ڪندڙ رقص ۾ ماهر هونديون هيون، سي انهن محلن ۽ ماڙين ۾ رهنديون هيون.

ويهن ٽيهن ورهين جي جوانن کي حشيش پياري، انهيءَ
ارضي بهشت ۾ آندو ويندو هو، جتي هو ڪجهه ڏينهن
فرحت ڪندا هئا. پوءِ وري ساڳيءَ ريت، نشي جي حالت
۾ کين ٻاهر موڪليو ويندو هو. ائين ان ڏهه دفعا کين
ارضي باغِ بهشت ۾ موڪليو ويندو هو. آخر اهڙن جوانن
کي شيخ الجبال جي اڳيان پيش ڪيو ويندو هو، جو کين
حڪم ڏيندو هو ته فلاڻي شهزادي ۽ فلاڻي امير کي قتل
ڪري اچو ... اهڙن جوانن کي "فدائي" ڪوٺيندا هئا ...
کين ذهن نشين ڪرايو ويندو هو ته جي اوهان اهو ڪم
ڪري آيا ته هن بهشت ۾ اچي عيش ڪندا ۽ جي شهيد
ٿي ويا ته ملائڪ اوهان کي آڻيندا."

ارضي بهشت جي روايت ۾، افسانو ۽ حقيقت هجي يا نه هجي، بهرحال، "فدائين جي تحريڪ" ۽ "سياسي قتلن" ايڏو ته ڏهڪاءُ پيدا ڪيو، جو مسلمان ملڪن جا امير امراء ۽ سلطان ته درڪنار، يورپ جي ڏورانهن ڏيهن جا عيسائي بادشاهه به "شيخ الجبال" کان ڪنبڻ لڳا.

ابوالڪلام آزاد "غبار خاطر" (ساهتيه ايڪيڊمي ايڊيشن، دهلي، صفحو ١٣٩) ۾ لکيو آهي ته:

"شيخ الجبال جي لقب سان پهريائين حسن بن
صباح ملقب ٿيو. پوءِ سندس هر جانشين کي انهيءَ
لقب سان سڏيندا هئا. 'فرقه باطنيه' جو هي نظام
تاريخِ عالم جي عجيب واقعن مان آهي. هي نظام ڪنهن

۾ وڏيءَ فوج کان سواءِ ڏيڍ سو ورهيہ قائم رهيو ۽ اولهہ ايشيا جي مڙني طاقتن کي انهيءَ جي اڳيان جهڪڻو پيو. حسن بن صباح اهو اقتدار فوج ۽ مملڪت جي ذريعي هٿ ڪونہ ڪيو هو، بلڪ سندس جانفروش 'فدائين' جا بي پناهہ حملا هئا، جن ڪيس هڪ ناقابل تسخير قوت بنائي ڇڏيو هو. وقت جو ڪو بادشاهہ، ڪو وزير، ڪو امير، ڪو اهڙو وڏو ماڻهو ڪونہ هو، جنهن وٽ سندس پراسرار خنجر پهچي نہ سگهي. انهيءَ خنجر جي پهچڻ جو مطلب اهو هو تہ جيڪڏهن شيخ الجبال جي فرمائش پوري نہ ڪئي وئي، تہ توکي قتل ڪيو ويندو.

شيخ الجبال جا 'فدائي' سمورن شهرن ۾ پکڙيل هوندا هئا ۽ چوندا ماڻهن جي پويان آسيب وانگر، محفوظ کان محفوظ جاين تي پهچي ويندا هئا.

•

- ۳۴ -

## مغلن جي اسماعيلين جي مرڪز تي چڙهائي

هن تاريخي پس منظر ۾، هاڻي اها ڳالهه سمجهڻ ڏکي ڪانه آهي ته مغلن، "الموت" جي اسماعيلي مرڪز تي چڙهائي ڇو ڪئي؟

فدائين جي تحريڪ ۽ سياسي قتلن جڏهن ايڏو ڏهڪاءُ پيدا ڪيو، جو مسلمان سلطانَ ۽ عيسائي بادشاهہَ بہ "شيخ الجبال" جي نالي کان ڪنبڻ لڳا، تڏهن مغلَ انهيءَ ماجرا ڏانهن متوجهہ ٿيا.

'طبقات ناصري' جي مصنف، جيڪو قلندر شهباز ۽ بابا فريد جو همعصر هو، لکيو آهي تہ چنگيز جي وفات کانپوءِ، سندس پوٽي، منڪوءَ جي دؤر ۾، (جيڪو تليءَ جو پٽ هو، جنهن مَروَ ۽ خراسان جي بين شهرن جو ڪم لاٿو هو)، قزوينَ جو محققُ، عالمُ ۽ سچو امامُ، قاضي شمس الدين هڪ دفعو وري خراسان کان قراقرم جو ڏکيو سفر ڪري، منڪوءَ وٽ اسماعيلين جي خلاف دانهن ڪٺي ويوءِ چيائينس تہ:

> "هن کان وڌيڪ ڪهڙي اوندهہ ٿيندي، جو اوهان جي حڪومت ۾، اسان بيوس آهيون. اسماعيلين جي جماعتَ چند قلعا قبضي ڪيا آهن. سندن دين عيسائين، مسلمانن ۽ مغلن جي دين جي خلاف آهي*. هو مال ملڪيت جي زور تي توهان کي لالچ ۽ دوکو ڏيئي رهيا آهن ۽ انهيءَ انتظار ۾ آهن، تہ توهان جي حڪومت ۾

* طبقات ناصري، جلد ٻيو صفحو ۲۲۹. مصنف منهاج سراج، مرتب: عبدالحيي حبيبي، مترجم: غلام رسول مهر، نظرثاني: پير حسام الدين راشدي.

ٿورڙو وگوڙ پوي، ته قلعن ۾ پهاڙن مان نڪري اچن ۽ رهيل
کهيل مسلمانن کي به ختم ڪن، جو ماڳهن مسلمانيءَ جو
نالو به نه رهي.“

طبقات ناصريءَ جي مصنف لکيو آهي ته اهو ٻڌي منڪوءَ
کي غصو آيو ۽ 'قلعہ الموت' ، ۽ قهستان ۾ اسماعيلين جي قبضي
هيٺ ٻين سمورن قلعن جي تباهيءَ جو فيصلو ڪيائين. حڪم ڏنائين
ته ايران ۽ عجم ۾ مغلن جا جيڪي به لشڪر آهن، سي اسماعيلين تي
حملو ڪن. چنانچه، ڏهن سالن جي عرصي اندر اسماعيلين جا سڀ
قلعا فتح ٿي ويا.

* * *

طبقات ناصريءَ جي هن روايت ۾ ڪجهه ته صداقت آهي ۽
ڪجهه قياس آرائي. ڪي ڳالهيون اصل سمجهه ۾ نٿيون اچن. مغلن
کي مذهبي معاملن ۾ دخل ڏيڻ جو شوق ڪونه هو. پر، قاضي
شمس الدين جي تقرير جو سڄو زور مذهبي معاملن تي آهي. خاص
ڳالهه اها ٿو ڪري ته ”اوهان اجا به ڪجهه نه ڪيو، ته مسلماني ختم
ٿي ويندي!“

منڪوءَ جو مسلمانيءَ سان ڪهڙو واسطو؟ سندس ڏاڏي
چنگيزخان ٿي ته خوارزم شاهه جي اسلامي سلطنت کي ختم ڪيو
هو! پر، جيڪڏهن منڪوءَ کي پنهنجي مسلمان رعايا ايڏي عزيز هئي،
ته پوءِ سندس لشڪرَ اسماعيلين جي مرڪز کي چٽ ڪرڻ کان پوءِ
بغداد جي عباسي خلافت کي ڇو ختم ڪيو؟ انهي ڪهڙا اسماعيلي
وينا هئا؟

ڳالهہ پڌري پئي آهي. اسماعيلين جي مرڪز"الموت" ۽ عباسي خلافت جي مرڪزَ بغداد تي، مغلن جي چڙهائيءَ جو مقصد فقط سياسي غلبو هو. هو انهيءَ سڄي علائقي تي پنهنجيءَ حڪومت پڪي پختي ڪري رهيا هئا. چنگيز خان چين ۽ خوارزم شاهہ جي فتح ڪانپوءِ، گوبيءَ جي سڄي رڻ پٽ بدران سڄيءَ دنيا ڪي فتح ڪرڻ جوخواب ڏٺو هو. چنگيز لفظ جي معنيٰ ئي آهي: "سمورن انسانن جو شهنشاهہ". هن خراسان ۾ عام ماڻهن جو ڪوس بہ انڪري ڪرايو هو، تہ ڪوبہ شخص محمد علاؤالدين شاهہ جي خاندان جي حمايت ڪري نہ سگهي. عام ڪوس ڪرڻ مان سندس مقصد رڳو ڌهڪاءُ پيدا ڪرڻ هو، جنهن ۾ هو ڪامياب ٿيو. چنگيز خان جي وفات ڪان پوءِ، سندس اولاد، سندس خواب جي تڪميل لاءِ نوان نوان ملڪ فتح ڪرڻ جو ڪم جاري رکيو. انهيءَ پس منظر ۾، مغلن بغداد جي خلافت بہ ختم ڪئي ۽ اسماعيلين جي طاقت کي بہ ڪاپاري ڌڪ هنيو.

•

- ٣٥ -

**هلاڪوءَ جو حملو**

**۽ فدائين جي تباهي**

منڪوُ، جنهن کي مغربي مصنف "منگو" ڪوٺن ٿا، مغلن جي شهنشاهه جي حيثيت ۾، ١٢٥١ع ۾ تخت تي ويٺو. ٻهرئين ئي سال، پنهنجيءَ پارليامينٽ (مشاورتي مجلس)* جو اجلاس ڪوٺايائين، جنهن ۾ ٻن فوجي مهمن جو فيصلو ٿيو: هڪڙي چين ڏانهن ۽ ٻي پارس ڏانهن. پهرينءَ جو سپهه سالار قبلائي خانُ چونڊيائون ۽ ٻيءَ جو هلاڪو خان. ٻئي منڪوءَ جا ڀائر هئا.

هلاڪو سال کن تياري ڪري قراقرم مان پارس روانو ٿيو. سندس لشڪر ۾، هڪ هزار چيني انجنيرَ ۽ توبچي هئا. وڏي آرام سان اڳتي وڌيو ۽ ١٢٥٤ع جو اونهارو ترڪستان ۾ گذاري، سرءُ جي مند ۾ اچي سمرقند پهتو. اتي چاليهه ڏينهن ٻيا به آرام ڪيائين. ڪيش ۾ ارغون به اچي ساڻس مليو، جنهن کي منڪُوءَ پارس جو گورنر جنرل مقرر ڪيو هو. ساڻس چيف سيڪريٽري ۽ ان جو ننڍو ڀاءُ، جَواني به گڏ هو. هو پوءِ، سمورو وقت، هلاڪوءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. اسماعيلين جي مرڪزي قلعي "الموت" جي تباهيءَ وقت به موجود هو ۽ هلاڪوءَ جي اجازت سان انهيءَ جي دنيا ڀر مشهور لئبرريءَ جي سڙڻ کان اڳ ڪجهه قيمتي قلمي ڪتاب ڪڍي ورتائين. انهن ۾ ڏنل

---

* مغلن جي ٻوليءَ ۾ اهڙيءَ پارليامينٽ کي قريلتي (QURILTAY) ڪوٺيندا هئا. ايڊورڊ برائون: پارس جي هڪ ادبي تاريخ.

معلومات جي آڌار تي "تاريخ جهان ڪشا" لکيائين، جا انهيءَ دور جو اهم دستاويز آهي.

هلاڪوءَ سڀ کان اول قهستان ۾، اسماعيلين جي ٻن قلعن تي حملو ڪيو: هڪ تُون (TU'N) ۽ ٻيو قافُ (KHWA'F). حملو ڇا ڪيائين، جڻ تہ قيامت آڻي ڇڏيائين! ڏهن سالن کان مٿي عمر جا ڇوڪرا، جوانَ ۽ مردَ سڀ ڪهائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ سندس چالبازيون شروع ٿيون: پيش پوڻ لاءِ حڪم ۽ امن امان جا واعدا. ٻيءَ صورت ۾ تجلا ڏيندڙ تلوارن جا دڙڪا!

"الموت" جو تڏهوڪو "شيخ الجبال" رڪن الدين خورشاهہ ٻن ٻاهين جي وچ ۾ اچي ڦاٿو: هڪ طرف مغلن سان مقابلو، جو ڏاڍو ڏکيو هو! ٻئي طرف پيش پوڻ سان اها هلڪي اميدَ، تہ مَنَ جان بخشي ڪن! انهيءَ صورت حال ۾، ٻنهي طرفن جي ڳالهہ ٻولهہ ۽ سوديبازي شروع ٿي. پر، هر ڀيري، رڪن الدين خورشاهہ کي ٺي ڪجهہ نہ ڪجهہ وڃائڻو پيو. مغلَ رڳو واعدن مٿان واعدا ڪندا آيا. رڪن الدين خورشاهہ پنهنجا ڪي قلعا انهيءَ واعدي سان کين پيش ڪيا تہ انهن جي رهاڪن کي مڪمل امنُ امانَ ملندي. پنهنجي ڳالهہ پڪي ڪرڻ لاءِ شهنشاهہ نالي پنهنجو ننڍو ڀاءُ ۽ ٽي سؤ اسماعيلي معزز ماڻهو، ضمانت طور، هلاڪوءَ وٽ موڪليائين، تہ انهن قلعن ۾ رهندڙ ماڻهو ڪوبہ دنگو فساد نہ ڪندا. پر، هلاڪوءَ اول شهنشاهہ کي ڪهي ڇڏيو. پوءِ ٽي سو اسماعيلي معزز بہ مارائي ڇڏيائين. ٻيو تہ ٺهيو، پينگهن ۾ ستل ٻارڙن کي بہ ڪونہ ڇڏيائين! ڪن جوانن بهادريءَ سان مقابلو ڪيو، پر هلاڪوءَ جي لکيل واعدي جي باوجود مارجي ويا. ۱۹ نومبر تي، فدائين جي تحريڪ جي روحِ روان، "شيخ الجبال" رڪن الدين

خورشاهہ پنهنجو پاڻُ هلاڪوءَ جي حوالي ڪيو. ايڊورڊ برائون جي لفظن ۾، "هلاڪوءَ اسلامي دنيا ۾ ناقابل تسخير شهرتَ رکندڙ قلعي "الموت" کي اول تہ ڦريو، لٽيو، پوءِ باهہ ڏئي ساڙائي ڇڏيو."

ايڊورڊ براڻون جي بيان ڪيل روايتن موجب، مغلن ستت اسماعيلين جا ٻيا ڪيئي قلعا بہ فتح ڪري ورتا. "شيخ الجبال" رڪن الدين خورشاهہ سان ڀريائين سهڻو سلوڪ ڪيائون. ڪيس، سندس مرضيءَ موجب، هڪ خوبصورت مغل خاتون پرڻائي ڏنائون، ۽ هزار عمدا گهوڙا ۽ اٺ وندر ورونهن لاءِ نذراني طور ڏنائون. سنہ ۱۲۵۷ع ۾ ڪيس پنهنجي تختگاهہَ قراقرم ڏانهن موڪليائون. رستي تي، ڪيس مجبور ڪري، قهستان ۾ باقي بچيل "اسماعيلي قلعيدارن" ڏانهن پيغام موڪليائون تہ، "پيش پئو. امن امان جي خاطري ملي آهي." پر، جيئن ئي قلعي وارا ٻاهر نڪتا، تہ سڀ ڪسي ويا. رڳو قهستان واري قلعي ۾ ئي ٻارهن هزار ڄڻا تہ تيغ تي ويا.

بخارا ۾ رڪن الدين خورشاهہ سان ڇڱو سلوڪ ڪونہ ڪيائون. قراقرم پهچڻ شرط منڪوءَ جي حڪم ملڻ تي، ڪيس ماري ڇڏيائون. ائين تاريخِ عالم جو هڪ اهم ورق وري ويو.

*

- ٣٦ -

## اسلامي خلافت جو خاتمو

"فدائين جي تحريڪ" جي تباهيءَ تي اول تہ اسماعيلين جي مخالفن ڏاڍا شادمانا ڪيا. پر، هلاڪوءَ، جڏهن "الموت" مان واندو ٿي، "بغداد" ڏانهن اکيون ڪنيون ۽ اسلامي دنيا جي عباسي خليفي معتصم بالله کي پيش پوڻ جو حڪم ڏنو، تہ ڌرتي ڏڏي ويئي!

هلاڪوءَ بغداد تي حملو ڪيو. اسلامي دنيا جي خليفي کي گرفتار ڪري، چمڙي جي ٿيلهي ۾ بند ڪرائي، ٺڏا هڻائي، مارائي ڇڏيو. ان کان پوءِ پنهنجي لشڪر کي، شهر جي عام ماڻهن کي ڪهڻ جو حڪم ڏنو. بغداد جي پڪَ ۾ دجلو درياءَ وهندو هو، پر جڏهن خَلقَ جو عام ڪوسُ شروع ٿيو، تہ اهڙا ڪيئي دجلا درياءَ انساني رَتَ سان وهڻ لڳا. انسانذات اهو دردناڪ واقعو قيامت تائين وساري ڪونہ سگهندي. فارسي زبان جي هاڪاري شاعر، شيخ سعديءَ انهيءَ الميي تي ڏاڍو دلسوز مرثيو چيو آهي، جنهن جا ڪي شعر هي آهن:

آسمان را حق بود گر خون ببارد بر زمين
بر زوالِ ملڪ معتصم اميرالمومنين
اے محمد! گر قيامت مے بر آري بر ز خاڪ
سر بر آور وين قيامت درميانِ خلق بين

[آسمان کي حق آهي تہ زمين تي رت جو مينهن وسائي
معتصم اميرالمومنين جي ملڪ جي زوال تي
اي محمد ﷺ! جي قيامت جي ڏينهن متيءَ مان اٿندين
تہ اٿ ۽ خلق خدا تي هيءَ قيامت ڏس]

فارسي زبان جو هاڪارو شاعر، شيخ مصلح الدينُ سعديءِ، ملتان جو مخدوم، غوثُ بهاؤالحق زڪرياءِ اسان جو مخدوم ۽ ممدوحُ، سيد عثمان مروندي تيئي ڄڻا همعصر هئا.

•

- ٣٧ -

## قلندر شهباز جو وطنُ، مغلن جي حملي کان اڳ ۽ پوءِ

ڪنهن زماني ۾، يونانَ مُلڪَ ۾، ڏاڍا ڏاها انسان پيدا ٿيا. انهن ۾ هڪڙو افلاطون هو، جو ايڏو ڪو وڏو ڏاهو هو، جو هن زماني جا ڏاها انسانَ بہ سندس نالو ادب ۽ احترام سان ڪٺندا آهن.

افلاطون جو هڪ قول آهي تہ، ”جڏهن آسپاس طوفان جا آثار هجن، وٽن ۾ هوا جو شورُ ۽ آسمان ۾ ڪڪرن جي گجگوڙ هجي، تڏهن ڏاهي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ گهر جا در دروازا دريون بند ڪري، اندر محفوظ ٿي وهي.“

پر، افلاطون اسان کي اهو ڪونہ ٻڌايو آهي تہ جي طوفان اهڙو تيز هجي، جو بند ٿيل درن، دروازن ۽ درين جا انجيس اکوڙي وجهي ۽ انهن جا طاق اُڇلائي وجي پري ڦٽي ڪري، تہ پوءِ ڏاهو ماڻهو ڇا ڪري؟

خراسانَ، پارسَ، غزنہَ، عراقَ، عجمَ ۽ عربَ جي ملڪن ۾، مغلن جي حملي کان پوءِ، اهائي صورتحال پيدا ٿي. ڌرتيءَ تي هرهنڌ انساني رت جا دُٻا ۽ تلاءَ هئا، ۽ آسمانُ، انهن شهرن ۽ ڳوٺن جي دونهين سان ڍڪجي ويو هو، جيڪي مغلن جي ڏنل باهين ۾ سڙي خاڪ ٿيڻ کان اڳُ، وسندڙ آباديون هيون: منجهن سرسبز پوکون ۽ باغَ بُستانَ هئا، جن ۾ گلابَ ۽ رابيلَ جا گُلَ هئا ۽ انهن کان بہ سرها ۽ سهڻا انسانَ رهندا هئا.

جڏهن اسان ننڍڙا ٻار هوندا هئاسين، تڏهن ڳوٺ ۾ هڪ راند ڪندا هئاسين. هڪڙو ٻار ڳوٺ جي آسپاس ٻوڪن ڪي ٻاٽي ڀڇائيندڙ نارن ۽ کوهن جا نالا ياد ڪري، هڪڙو نالو دل ۾ واريندو هو ۽ ٻوءِ ٻين کان پڇندو هو تہ، "منهنجا همراهہ! کوهن ۾ کوهہ؟"

جيڪو ٻارُ، سندس سوالُ، سڀني کان اڳ پَڄندو هو، تنهن جا مزا ٿي ويندا هئا.

مغلن جي حملي کان اڳ واري خراسانَ کي تاريخ نويس "باغ بهشت" سان ڀيٽيو آهي ۽ خراسان جي شهرن ۾ مَروَ (MERVE) کي وري "هيرن ۽ جواهرن جهڙو شهر" ڪوٺيو آهي، جيڪو سهڻن باغن ۽ بستانن سان سينگاريل هو.

مَروَ جي سبزه زارن، سمن زارن ۽ لالہ زارن ۾ الائي تہ ڪيترا گل هئا! پر، "گلن ۾ گلُ" هڪڙو ئي هو. سندس نالو سَيدُ عثمان مروندي هو. وڏو ٿيو تہ سندس سرهاڻ چوڌاري پکڙجي ويئي. قلندر لعل شهبازَ جي لقبَ سان مشهور ٿيو. تيرهينءَ پيڙهيءَ ۾، سندس نَسَبُ، سڌو سنئون، حضرت امام جعفر صادق سان ملي ٿو، جنهن جو نسبُ وريءَ ڇهينءَ پيڙهيءَ ۾، سڌو سنئون، حضرت علي مرتضيٰ رضہ ۽ بيبي فاطمة الزهريٰ تائين پهچي ٿو.

حسب نسب جي هن شجري ۾ هاڻي مٿي فقط هڪ منزل آهي: ٻنهي جهانن جا سردارَ، آقاي نامدارَ، پيغمبرِ آخر زمان، حضرت محمد مصطفيٰ، رسول الله، صلي الله عليہ وآلہ وسلم.

* * *

"خزينة الاصفيا" ۾ لکيل آهي تہ "حضرت ابو حنيفي جي امام جعفر صادق رحمة الله عليه سان ذاتي محبت هئي ۽ ڪانئن علمي استفادو ڪيائين."

"بحرالانوار" جي مصنف، ملا محمد باقر مجلسيءَ لکيو آهي تہ هڪ دفعي امام ابوحنيفو ڪنهن فقهي ۽ حديث جي مسئلي متعلق ساڻن ملڻ آيو. حضرت امام جعفر صادق لٺ تي ٽيڪ ڏئي، گهران ٻاهر نڪتو.

ابو حنيفي چيو تہ، "سائين، اوهان جي عمر تہ اجا ايڏي ڪانهي، جو لٺ هٿ ۾ ڪئي؟"

پاڻ فرمايائون تہ، "اوهان صحيح آهيو. پر، هيءَ عصا مبارڪ نانا سائين (حضور پيغمبر صلعم) جن جي آهي، سو تبرڪ طور کڻندو آهيان."

اهو ٻڌي، ابو حنيفي کين چيو تہ، "سائين، ڏيو تہ چمي تہ ڏيانس."

حضرت امام جعفر صادق رحمة الله عليه پنهنجيءَ ٻانهن تان چولو مٿي ڪيو ۽ فرمايو تہ، "ابوحنيفا! هيءَ عصا تہ ڪاٺ جو ٽڪرو آهي. توکي چمي ڏيڻي آهي تہ هن جسم کي ڏي، جو رسول الله ﷺ جن جي جسم مان جڙيو آهي."

سيد عثمان مرونديءَ جو جسمُ وري حضرت امام جعفر صادق جي جسمَ مان جڙيو هو. -- سندس شان ڏاڍو وڏو هو.

•

- ٣٨ -

**قلندر شهباز جي**

**حسب نسب جو شجرو**

قلندر شهباز جي حسب نسب جو شجرو، خزينةالاولياءَ ۾، ”اخبارالاولياءَ“ جي حوالي سان هيئن ڏنل آهي:

لعل شهباز بن سيد حسن ڪبيرالدين بن سيد شمس الدين بن سيد صلاح الدين بن سيد شاهه بن سيد خالد بن سيد محب بن سيد مشتاق بن سيد نورالدين بن سيد اسماعيل بن سيد امام جعفر صادق بن امام محمد بن امام زين‌العابدين علي بن سيدالڪونين امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه *

لب‌تاريخ سنڌ ۾ به سندن شجرو ڏنل آهي، جيڪو هن ريت آهي: ”حضرت عثمان مروندي (ميمندي) عرف ’لال شهباز قلندر‘ ولد سيد ڪبير، ولد سيد شمس الدين، ولد سيد نور شاهه، ولد سيد محمود شاهه، ولد سيد احمد شاهه، ولد سيد هادي، ولد سيد مهدي، ولد سيد منتخب، ولد سيد غالب، ولدسيد منصور، ولد سيد اسماعيل، ولدحضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه.

پر، خزينة الاولياء جي لکڻ موجب، طريقت جي لحاظ کان پڻ سندن سلسلو امام جعفر صادق تائين پهچي ٿو: قلندر لعل شهباز مريد حضرت شيخ جمال مجرد، اهو مريد سيد ابراهيم مجرد، اهو

* خزينة الاصفيا: غلام سرور لاهوري، مڪتبه نبوية لاهور، سنه ١٩٩٤ع صفحو ٧٩-

مريد شيخ عاقل شهيد، اهو مريد مسڪين شهيد، اهو مريد مرتضيٰ سبحاني، اهو مريد حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه .

ڪن ڪتابن ۾ ڪين سيد ابراهيم مجرد جو مريد لکيو ويو آهي، ۽ ان بزرگ کي سيد جمال مجرد جو مريد لکيو ويو آهي.

خزينة الاولياء جي مصنف کين سهروردي اوليائن ۾ به شمار ڪيو آهي. انڪري ڪن ڪتابن ۾ اها به روايت آهي ته پاڻ غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جا مريد ۽ خليفا هئا. پر اها روايت عالمن غير مصدقه قرار ڏني آهي.

•

- ٣٩ -

**سنڌ ڏانهن هجرت**

خراسان ۾ مغلن جيڪي قهر ڪيا، تن کان پوءِ، ڪوبہ شريف انسانُ امنَ سان نہ اتي رهي ڪونہ ٿي سگهيو. هجرت ڪانسواءِ ٻيو رستو ئي ڪونہ بچيو. مڪي شريف ۾ جڏهن ڪافرن حضور اڪرم صلعم جن لاءِ ڪا راهہ نہ ڇڏي، تڏهن پاڻ سڳورن بہ رب جي رضا سان مديني پاڪ ڏانهن هجرت ڪئي هئي.

غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جي ڏاڏي سائينءَ بہ مغلن جي حملي کان پوءِ خراسان مان ملتان هجرت ڪئي هئي.* قلندر لعل شهباز کي بہ مغلن جي حملن کان پوءِ پنهنجي وطن مان هجرت ڪرڻي پئي: ملتان ۾ آيا ۽ سيوهڻ ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائون. ان زماني ۾ سنڌ ۽ ملتان هڪ ئي ملڪ هو. سنڌ جي حوالي سان سندن سڃاڻپ ايڏي تہ پڪي ۽ پختي ٿي وئي، جو خزينة الاولياءَ جي مصنف لکيو آهي تہ "پاڻ اصل سنڌ جا رهاڪو هئا."

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ سوانح قلندر ۾ لکيو آهي تہ "مغلن سندن علائقي ۾ تباهي مچائي ... سو، ائين ٿو معلوم ٿئي تہ حضرت شهباز اسلامي دنيا جي سير ۽ سياحت تي نڪتو."

منهنجي دوستَ، (مرحوم ۽ مغفور) ميمڻ صاحب کي خبر ناهي تہ اها ڳالهہ خيال ۾ ڇو ڪونہ آئي، تہ 'گهر کي باهہ ۾ سڙندو ڏسي، سير سياحت تي ڪيئن وڃبو؟'

---

* VOYAGE THROUGH HISTORY by M.H. ZUBERI p. 310.

مرحوم ومغفور ميمڻ صاحب 'سياحت' جو ذڪر غالباً انڪري ڪيو آهي، جو ڪن ڪتابن ۾ اهڙيون روايتون موجود آهن. هونءَ بہ قرون وسطيٰ ۾، قلندرانہ ۽ صوفيانہ مسلڪ وارن درويشن لاءِ 'سير ۽ سياحت' نهايت ضروري سمجهي ويندي هئي. خود قرآن ڪريم ۾ بہ سير ۽ سياحت ڪرڻ لاءِ هدايت ڏنل آهي.

هت وضاحت لاءِ فقط ايترو عرض ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ اهڙيون غلط روايتون رڳو قلندر لعل شهباز بابت ڪونہ گهڙيون ويون آهن. بابا فريد لاءِ وري ائين مشهور ڪيو ويو تہ هو بغداد، بخارا، سيوستان، بدخشان، ڪرمان، غزني، ڪشمير، مالوا ۽ اجمير گهمڻ ويو هو، ۽ خواجہ شهاب الدين شهاب سهرورديءَ، خواجہ اجل شيرازيءَ، شيخ سيف‌الدين باخرزي ۽ شيخ اوحدالدين ڪرمانيءَ سان ملاقاتون ڪيون هئائين. حالانڪ قديم ۽ بنيادي ڪتابن، مثلاً: 'فواد الفواد'، 'خير المجالس' ۽ 'سير الاولياءَ' ۾ اهڙو ڪوبہ ذڪر ڪونهي. سو، پائنجي ٿو تہ اهي روايتون بعد ۾ گهڙيون ويون آهن. محقق انهن غلط روايتن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، هن نتيجي تي پهتا آهن تہ:

"بابا فريد جي سير ۽ سياحت جو جيڪو زمانو
بيان ڪيو وڃي ٿو، سو انتهائي پر آشوب دور
هو. مغلن جي ڪاهن، رونقدار اسلامي شهرن کي
نيست و نابود ڪري ڇڏيو هو. اسلامي تهذيب ۽
تمدن جا مرڪز صفحہ هستيءَ تان مٽجي ويا هئا.
جن جاين تي اڳي محلات ۽ ڪتبخانا ڪَرَ کنيو
بيٺا هئا، اتي هاڻي مٽيءَ ۽ ملبي جا ڍير هئا.
جڏهن ابن بطوطہ بخارا ثمرقند ۽ بلخ ويو، تہ ان

> وقت بہ انهن شهرن جو چڱو حصو ڪندهر ٿي چڪو هو. سو، سمجهي سگهجي ٿو تہ اهڙين حالتن ۾ صوفين، سياحن ۽ تاجرن جي انهن ملڪن ۾ وڃڻ جو ڪو سوال ئي ڪونہ هو. ٻئي طرف، خود انهن ئي ملڪن مان، مهاجرن جا قافلا، امن ۽ پناهہ جي تلاش ۾، مسلسل هندستان اچي رهيا هئا.*

بابا فريد جو والد، قاضي شعيبؒ، پڻ مغلن جي خوف ڪري غزنيءَ ۽ ڪابل مان هندستان هجرت ڪري آيو هو، جو تہ پٽس کي چنگيز خان قتل ڪرايو هو. بابا فريد، قاضي شعيب جو ٻيو نمبر پٽ هو۽ قلندر لعل شهباز جو ساٿي ۽ دوست هو.

•

* احوال و آثار، فريدالدين مسعود گنج شڪر، مصنف: خليق احمد نظامي، مترجم: قاضي محمد حفيظ الله، مدير: محمد ارشد قريشي، المعارف، گنج بخش روڊ، لاهور، ١٩٨٣ع

- ۴۰ -

## قلندر شهباز ۽ اسماعيلي

قلندر شهباز لاءِ ائين چوڻ ته هو اسماعيلي هو يا نه هو، ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي، ڇو ته ان لاءِ دستاويزي ثابتي ته ڪابه ڪانهي.

حضرت امام جعفر رضي الله تعاليٰ عنه جي اولاد مان هئڻ ڪري، نسب جي لحاظ کان حضرت اسماعيل سان سندن قرابت ته پڌري پٽي آهي.

پر، اسماعيلي عقيدي يعني "تعليم" جي جيڪا تشريح، حسن بن صباح ڪئي هئي ۽ جنهن جا بنيادي اُصولَ، پري چهر ڪسريٰ ۽ ان کان به وڌيڪ ايڊورڊ برائون پنهنجن ڪتابن ۾ بيان ڪيا آهن، تن مان ته ڪابه ڳالهه، قلندر لعل شهباز جي زندگيءَ جي هن وقت تائين معلوم ٿيل واقعن ۾ نظر ئي ڪانه ٿي اچي.

سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ واريءَ سندن زندگيءَ جون ڪي ڪي جهلڪون ڪتابن ۾ موجود آهن. پر، انهن ۾ به اسماعيلي عقيدن جي ڪا ڳالهه نظر ڪانه ٿي اچي. سنڌ ۾ آيا ته ملتان ويا. جيڪو ڪنهن زماني ۾ اسماعيلين جو مرڪز هو. اسماعيلين جون ڪيترئيون ئي "تاريخ ساز شخصيتون" اتي ابدي آرام ۾ آهن. پر، سندن قرب ۽ محبت جو رستو، نشست برخواست، سفرَ، دعوتون، ضيافتون، پيو ته ڇهيو خود دين جي تبليغَ، سڀ سهروردي طريقي جي بزرگن سان وابسته هيون. جن جو اسماعيلي عقيدن ۽ بزرگن سان ڪو واسطو ئي ڪونه هو.

سنڌ ۾ بہ ان وقت جي گهڻن ئي برگزيده شخصيتن سان سندن محبتون هيون. جن جو ذڪر هن مضمون جي منڍ ۾ آيو آهي. پر، انهن مان بہ ڪو اسماعيلي عقيدن وارو ڪونہ هو.

سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ "ابطال الاسماعيليہ" (THE GREAT ISMAILI HEROES) نالي هڪ ڪتابُ، سنہ ١٩٧٣ع ۾، ڪراچيءَ مان شايع ٿيو آهي، جنهن جي منڍ ۾ آغا خان جو دعائيہ خط بہ ڏنل آهي. ان ۾ منصور اليمَان (ٽين صدي هجري) کان وٺي، پير سبز علي (وفات سنہ ١٩٣٨ عيسوي) تائين، ٽيهن اهم اسماعيلي مشاهيرن جو احوال ڏنل آهي. پر، قلندر شهباز جو منجهس ڪاٿي بہ ذڪر ڪونهي.

سو، ڪراچيءَ ۾ اسماعيليہ ايسوسيئيشن جي جنرل سيڪريٽريءَ، شيخ محمد اقبال صاحب جي انهيءَ ڳالهہ ۾ وڏو وزن آهي تہ "اصل ڳالهہ اها آهي تہ قلندر لعل شهباز اسماعيلي ڪونہ هو."

•

- ٤١ -

## قلندرن جو عقيدو

عقيدو اهو اسم اعظم آهي جيڪو ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو رخُ طئي ڪري ٿو. جيڪوماڻهوجنهن مذهبي عقيدي جو هوندو، سو اهوئي رستو اختيار ڪندو. عقيدي جو وڏو واسطو مذهب سان آهي.

غريب غربي کي خيرات ڏيڻ عام خير جو ڪم آهي. ساڳيءَ ريت، جانورن تي رحم ڪرڻ بہ خير جو ڪم آهي. سنڌ ۾ هندو، رستن تي جانورن لاءِ، پاڻي پيئڻ جا حوض ٺهرائيندا هئا ۽ سمجهندا هئا تہ اهو ثواب جو ڪم آهي. گويا، انهن خير جي ڪمن جو هندوانہ يا اسلامي عقيدن سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. هندو توڙي مسلمان، سڀ انهن کي سٺا ڪم سمجهن ٿا.

وري عقيدو هڪ ڳالهہ آهي ۽ عمل ٻي ڳالهہ آهي. عقيدي جي لحاظ کان مان پاڻ مسلمان آهيان. اسلامي جي تعليم ۾ اهو سکيو آهيان تہ پنج وقت نماز دين جو پهريون رڪن آهي، ۽ اها جماعت سان مسجد ۾ پڙهڻ گهرجي. پر، مان پنج وقت نماز تہ ڪونہ پڙهندو آهيان. هڪ بہ وقت مس پڙهندو آهيان ۽ اها بہ گهر ۾. البت، جمعي جي نماز مسجد ۾ پڙهندو آهيان. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ مان عقيدي جي باوجود عمل ۾ ڪمزور آهيان.

ڪي هندو مذهب وارا بہ ائين عمل ۾ ڪمزور آهن تہ ڪي ٻڌ ڌرم وارا بہ ائين آهن. ڪي پوريءَ طرح پنهنجن مذهبي عقيدن تي پائبند آهن تہ ڪي بلڪل ڪمزور آهن.

مغربي ملڪن جا اڪثر عيسائي تہ ڪو نالي ماتر پنهنجن مذهبي عقيدن تي قائم آهن. مذهبي نالا بہ رڳو ان ڪري رکن ٿا، جو جنهن ماءُ پيءُ جي گهر ۾ جاوا، تن جا عيسائي عقيدا ۽ نالا هئا. هونئن نہ تہ جيڪر پنهنجا نالا بہ مئائي، اپولو ۽ اسپوٽنڪ رکن.

ڪي ڳالهيون وري اهڙيون آهن، جن کي هر معاشري ۾ خراب سمجهيو وڃي ٿو. مثلاً چوري ڪرڻ ڪاٿي بہ چڱي ڳالهہ ڪانہ ٿي سمجهي وڃي. ڪوڙ ڳالهائڻ بہ هر هنڌ خراب ڳالهہ سمجهي وڃي ٿي. ان جو بہ ڪنهن بہ مذهب سان واسطو ڪونهي.

اهڙيءَ عام بداخلاقيءَ جو ٻيو مثال هي آهي تہ ماڻهوءَ جي دل ۾ هڪڙي ڳالهہ هوندي آهي، ۽ ڪندو ٻي آهي. سوچ ۽ عمل جي انهيءَ طريقي کي "ڊپلومسي" ڪوٺيندا آهن، جنهن جو سوليءَ سنڌيءَ ۾ مطلب آهي منافقي.

قلندري عقيدي موجب، منافق لعنتي آهي. سو، قلندر جو ٻهريون ٻهريون ڪم آهي منافقت جي پاڙ پٽڻ. قلندر جڻ تہ منافق جي مٿي تي ترار آهي، چو تہ قرآن منافق جي سخت مذمت ڪئي آهي. منافق ماڻهو رات ڏينهن ماڻهن کي ٺڳيندو رهندو آهي. ڪين ڏٺو ڏيئي، پنهنجن قريبي دوستن کي رازداريءَ ۾ چوندو آهي تہ، "ويچارو مون ۾ اميد رکي آيو هو. سو، دم دلاسو ڏئي، مڙئي خوش ڪري موڪليومانس."
منافق ماڻهو سوين روپ اختيار ڪندا آهن. ڪڏهن عام خلق جا خدمتگار بنبا آهن، تہ ڪڏهن ملڪ ۽ قوم جا محب! ڪڏهن وري

حال ۽ قال جا صاحب! پر، هو ڪهڙا بہ روپ اختيار ڪن، سراسر ننگ، دوکيباز ۽ بداخلاق آهن. ڪين سچاڻ تمام سولو آهي، جو چوندا هڪ ڳالھہ آهن ۽ ڪندا ٻي آهن.

اسان جو معاشرو بيمار آهي. منجمس اهڙن ڪريل ۽ ڪوڙن ماڻهن جي ڪمي ڪانهي. جيئن ڪتن ٻلن جي ڪمي ڪانهي.

پر، بيمار معاشري ۾ بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪو اهڙو اعليٰ انسان پيدا ٿيندو آهي، جيڪو سدائين سچ چوندو آهي. اهڙي دلير ماڻهوءَ کي "قلندر" ڪوٺيندا آهن. قلندر ڪنهن جي بہ ڪاڻ ڪونہ ڪڍندو آهي. حافظ جي لفظن ۾:

ما رند و خراباتي و ديوانہ و مستيم،
پوشيده چہ گوئيم، همانيم کہ هستيم.

"برهان قاطع" فارسي زبان جي مجيل مستند لغت آهي، انهيءَ ۾ "قلندر" لفظ جي معنيٰ ۽ تشريح هيئن ڏنل آهي:

**قلندر** – بروزن سمندر، عبارت از ذاتي است کہ از نقوش و اشکال عادتي و آ مال بي سعادتي مجرد و باصفا گشتہ باشد و بمرتبہ روح ترقي کرده و از قيود تکلفات رسمي و تعريفات اسمي خلاص يافتہ و دامن وجود خود را از همہ بريد مو طالب جمال و جلال حق شده و بدان حضرت رسيده و اگر ذره اي بکونين و اهل آن ميلي داشتہ باشد از اهل غرور است نہ قلندر.

قَلندَرُ: بر وزن سَمَندَرُ، يعني قلندر سمندر جي وزن تي آهي. قلندر جو اُچار سمندر وانگر ڪبو.

قلندر مان مراد اهڙو شخص آهي، جيڪو رسم ۽ رواج جي هر شڪل ۽ صورت کان پري هجي، ۽ ان کان پاڪ هجي. روحاني ترقي ڪري، رسم ۽ رواج جي پابندين ۽ ظاهري رک رکاءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري چڪو هجي، سيني سان لڳ لاڳاپا توڙي فقط ذاتِ حَقَ (خداوند تعاليٰ) جي جمال ۽ جلال ڏانهن متوجهہ ٿيو هجي،۽ انهيءَ ذات پاڪ تائين رسائي حاصل ڪري چڪو هجي. جيڪڏهن اهڙو شخص ٻنهي جهانن مان ڪنهن بہ شيءِ جي ذري برابر بہ آرزو رکي ٿو، تہ اهو اهل غرور آهي -- قلندر ڪونهي.

"برهانِ قاطع" ۾، قلندر لفظ جي هيءَ معنيٰ، تعريف، توصيف ۽ تشريح پڙهڻ سان، ذهن ۾ قرآن ڪريم جي انهيءَ ئي آيت جو پڙلاءُ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، جا هن مضمون ۾ اڳي بہ آئي آهي:

"مون سيني کان هٽي، پنهنجو رُخُ، انهيءَ ئي (ذات پاڪ) جي رُخَ ڏانهن ڪيو آهي، جنهن آسمانن ۽ زمين کي خلقيو آهي."

اها آيت قلندري مسلڪ آهي. قلندر شهباز زندگيءَ ڀر، انهيءَ ئي مسلڪ تي قائم رهيو. ظاهري طرح ماڻهو کيس "ملامتي" ڪوٺن، يا ٻيو ڪجهہ، تنهن سان ڪوبہ فرق ڪونہ ٿو پوي.

"برهانِ قاطع" ملامتيءَ جي هي معنيٰ لکي آهي: ملامتي انهيءَ شخص کي چئبو آهي، جيڪو پنهنجيءَ عبادت کي ٻين کان

لڪائي، پر، ڏوهہ ۽ گناهہ نہ لڪائي، ۽ پنهنجن ثواب ۽ خير جي ڪمن جي بہ تشهير نہ ڪري. هاڻي، انهيءَ معنيٰ ۾، 'ملامتي' ۽ 'قلندر' ۾ ڪو فرق ڪونهي.

'ملامتي' ماڻهن کان عبادت انڪري لڪائيندو آهي، تہ هو ڪيس بزرگ شخص سمجهي، سندس تعظيم ۽ تڪريم ۾ سندس اڳيان نيازُ ۽ نوڙت نہ ڪن، تہ متان پاڻ غرور ۾ پئجي وڃي. هو ڏوهہ ۽ گناهہ انڪري ڪونہ لڪائيندو آهي، تہ اها تہ سراسر منافقي ٿيندي، يعني ظاهر ۾ پرهيزگاري ۽ پس پردهہ خرابي! اها تہ قلندريءَ جي نفي ٿيندي.

قلندري مسلڪ ۾ سڀ ڳالهہ رب جي راضپي لاءِ آهي.

* * *

"قلندر" ۽ "ملامتي" لفظن جي مٿئين مفهوم جي روشنيءَ ۾ اسان کي لعل شهباز جي زندگيءَ تي نظر وجهڻ گهرجي.

١- چوندا آهن تہ عام طرح، معاشري ۾ ٽي ڳالهيون فتني ۽ فساد جو ڪارڻ آهن: زال، زر ۽ زمين. هونئن تہ هرهنڌ فتني ۽ فساد جا ڪارڻ ٻيا بہ ڪيترائي نظر ايندا، پر مڪيہ مٿين ٽن مان ڪو هوندو.

قلندر لعل شهباز سڄي عمر شادي ڪانہ ڪئي. ساڻس ڪو معاشقو بہ منسوب ڪونهي. انسان کي گهر جي تمنا ٿئي ٿي، اولاد، ٻار ۽ ٻچي جي آرزو ٿئي ٿي. سهڻيءَ صورت ڏانهن رغبت ٿئي ٿي. پر، هن وقت تائين سندس زندگيءَ جا جيڪي بہ ٿورا گهڻا واقعا معلوم ٿيا آهن، تن مان ثابت ٿئي ٿو تہ زندگيءَ جي انهيءَ اهم ۽ بنيادي خواهش کان پاڻ پلي ڇڏيو هئائين.

ملتان ۾ اچڻ کان پوءِ، جن بزرگن سان سندس گهڻو لڳ لاڳاپو ٿيو، تن ۾ بابا فريد بہ شامل آهي. وڏو اولياءُ هو، الاهي

شاديون ڪيائين. پر، قلندر شهباز هڪ به ڪانه ڪئي. سڄي عمر جتي ستي رهيو. اهو معجزو ڪيئن ڪيائين، سو معلوم ڪونهي. پر، ڪري ڏيکاريائين.

٢- قلندر شهباز جي من کي زمين ۽ زر جي ڪشش به ميرو ڪري ڪانه سگهي. دنيا ۾ جهيڙو ۽ جهڳڙو آهي ئي مال ملڪيت تي. شهزادي محمد بن غياث الدين بلبن کيس ملتان ۾ خانقاه نهرائي ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر قبول ڪانه ڪيائين. ظاهر آهي ته شهزادو، ان زماني جي دستور موجب، ڪي ڳوٺ، باغ بستان ۽ زرخيز زمينون به خانقاه جي خرچ پکي لاءِ وقف ڪري ها. پر، قلندر شهباز کي انهن لاءِ ڪا رغبت ئي ڪانه هئي.

غوث بهاؤالحق ملتاني ڪيڏو نه وڏو اولياءُ هو. سنت موجب تجارت ڪندو هو ۽ ڪامياب تاجر هو. ڏاڍو سخي هو. الائي ته ڪيڏي مخلوق سندس خانقاه تي پلبي هئي. وفات ڪان پوءِ به وڏي ملڪيت ڇڏيائين. پر، قلندرشهباز ڪابه ملڪيت ڪانه ڇڏي.

٣- ٻيا درويش بادشاهن جا نَذُرَ نياز ۽ نذرانا قبول ڪندا هئا. پر، قلندر شهباز انهن ڏي اک کڻي به ڪونه نهاريو. اينتري روايت سو ڪتابن ۾ ملي ٿي ته سيوهڻ ۾ هڪ هندو هوندو هو، جو انين پهر کيس مني ماني پچائي، نذراني طور پيش ڪندو هو. پلا پاڳ اسان جي انهيءَ هندوءَ يار جا. سائس ريس ڪير ڪري! قلندر شهباز جهڙي فقير روشن ضمير، وقت جي مسلمان بادشاهن ۽ سلطانن جا باغ بستان ۽ سيمَ ۽ زَرِ جا نذرانا ته قبول ڪونه ڪيا. پر، هندو يار جي هٿن جو پڪل لولو "بسم الله" ڪري کاڌو.

سنڌ کي انسانيت جو اهو اعليٰ درسُ قلندر لعل شهباز ڏنو!

قلندرنامي (سنڌي) ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ لکيو آهي

تہ انھيءَ ھندو دوست جو نالو مھتو منجر ھو. سندس آکھہ اجاتائين سيوھڻ ۾ آھي. ميراثي سڏبا آھن.

٤-چوٿي آھي تہ SPIRIT IS STRONG BUT FLESH IS WEAK جنھن ماڻھوءَ کي گھر بار ۽ مال ملڪيت جو سھارو ڪونھي، تنھن کي تنھائي، بي سرو ساماني ۽ اُڃ بُکَ نيٺ ٿڪائي وجھن ٿيون. اڪيلو ماڻھو اڳي پوءِ منجھي موڳو ٿي پوي ٿو. جسماني صحت ئي سندس سات ڇڏي ڏئي ٿي. پر، قلندر شھباز جي زندگيءَ ۾ اھڙي ڳالھہ بہ نظر ڪانہ ٿي اچي.

گپَ چِڪَ جي ھن جھان ۾، سؤ سالن جي ڀرپور زندگي ڪنول جي گُلَ وانگر گذاريائين. انساني حياتيءَ جو اذيتناڪ پھلو اکين سان ڏٺائين، يعني سندس وطن ۾ مغلن جا ھاجا ۽ راڳا. پر، پوءِ بہ سندس من ملول ڪونہ ٿيو ۽ روح ھر آلائش کان پاڪ رھيو. ھميشہ زندگيءَ جي روشن رُخَ تي نظر رکيائين.

ملتان ۾ آيو تہ گلاب ۽ رابيل جھڙن سرھن انسانن سان سنگت رکيائين: غوث بھاؤالحق ملتاني، بابا فريد ۽ اُچَ جو سيدجلال بخاري. ساڻن گڏجي سير سفر ۽ نيڪ ڪمن جي تبليغ ڪندو ھو. سندن محبت انھيءَ منزل تي پھتي، جو تاريخ جي ورقن ۾ ھاڻي کين "چار يار" لکيو وڃي ٿو.

سيوھڻ ۾ آيو تہ سنڌ جي اھل دل انسانن ۽ اوليائن سان صحبت ڪرڻ ويندو ھو. جڏھن انھن مان ڪو رحلت ڪندو ھو، تہ پيرسنيءَ جي باوجود، سندس پوين کي فاتحہ ڏيڻ ويندو ھو. گويا، موتيءَ فوتيءَ ساڻن پير ڪتندو ھو.

قلندر شھباز جي زندگيءَ جا ھي واقعا سندس عقيدي ۽ عمل جا آئينہ دار آھن. انھيءَ حقيقت تي شاھد آھن تہ پاڻ اسم بامسمیٰ قلندر ھو. جيئن تہ ذاتي نام نمود ۽ تشھيرَ قلندري مسلڪ جي منافي ھئي،

تنهنڪري سندس زندگيءَ جا اڪثر واقعا ماڻهن جي اکين کان اوجهل ٿي ويا. ساڳئي سبب ڪري، سندن ملفوظات قلمبند ڪرڻ جو بہ ڪو امڪان ڪونہ رهيو هوندو. جيتوڻيڪ، ڏانهن منسوب ڪن ”جڙتو ملفوظات“ جي امڪان کي رد ڪري نٿو سگهجي.

حفيظ الله پنهنجي ڪتاب ”احوال و آثار شيخ فريد الدين مسعود گنج شڪر“ ۾ لکيو آهي تہ ”بابا فريد جي سير ۽ سياحت جو ذڪر رڳو ڪوڙ آهي. اها روايت انهيءَ بزرگ ڏانهن منسوب ’جعلي ملفوظات‘ مان ڦهلي آهي.“

*　　*　　*

اسان جي تذڪري نگارن، جعلي ملفوظات ۽ ڪوڙيون ڪرامتون ايڏيون تہ گهڙيون آهن، جو هاڻي انهن سان ڪتاب ۽ ڪباٽ ڀريا پيا آهن. متعصب مستشرق (ORIENTALISTS) انهن کي استعمال ڪري، مسلمان اڪابرن، قلندرن ۽ صوفين جي بي حرمتي ڪندا رهندا آهن. هڪ غلط روايت جيڪا قلندر شهباز ڏانهن منسوب ڪيائون، سا هيءَ تہ سيوهڻ جي بزرگن کيس کير جو ٿانءُ ڀري موڪليو هو تہ ”اسان هيئن هت اڳيئي ڀريا پيا آهيون. اوهان جي لاءِ جاءِ ڪانهي.“ قلندر شهباز سرهو گل ڪٽي کير تي رکيو، تہ ”مان اوهان ۾ هن ريت هوندس.“

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ اها روايت قلندر نامي سنڌيءَ ۾ رد ڪري لکيو آهي تہ اهڙي غلط روايت غوث بهاؤالحق ملتانيءَ لاءِ بہ ڪتابن ۽ تذڪرن ۾ لکي پئي آهي. پر، مون تاريخ جا ڪتاب ۽ تذڪرا پڙهندي، ساڳي روايت ٻين ڪيترن بزرگن ڏانهن بہ منسوب ڏٺي آهي. مثال لاءِ ڏسو: VOYAGE THROUGH HISTORY: BY M. H. ZUBERI, PAGE 311.

-۴۲-

## قلندري مسلڪ تي
## متعصب ذهن وارن جي تنقيد

سائمن ڊگبيءَ نالي هڪ انگريز، عمر پر، انگلستان جي ڪتبخانن ۽ عجائب گهرن سان وابستہ رهيو. مغل هندستان سندس مطالعي جو خاص موضوع هو. سنڌ سيمينار جي موقعي تي مون کي هڪ پنهنجو ڪتاب تحفي طور ڏنو هئائين، عنوان هئس: "مغل هندستان ۾ گهوڙي ۽ هاٿيءَ جي اهميت."

"قلندري مسلڪ" تي هڪ ڪتابڙو لکيو اٿس، جنهن ۾ ڪن هالو چالو تذڪرن، ملفوظاتن ۽ ڪوڙين ڪانين ڪرامتن سان ڀريل ڪتابن جو فائدو ورتي، قلندرن تي طنز ۽ تنقيد ڪئي اٿس. سندس اصل انگريزي ڪتابڙو تہ مون کي ملي ڪونہ سگهيو. پر، نفيس احمد ناشاد، سنڌي ترجمي جي ڪاپي اسلام آباد موڪلي ڏني، جنهن جي شروعات هن جملي سان ٿئي ٿي:

"هن مقالي مان اسان جو مقصد آهي تہ قلندرن ۽ انهن جهڙن مسلمانن جي بين پينو گروهن جي ڪارگذارين يا ڪرتوتن جو اهو احوال معلوم ڪريون، جنهن جي دهلي سلطنت جي فارسي ادب ۾ تصوير چٽي ويئي آهي."

ڊگبيءَ، مسلمان قلندرن کي "پينو گروهہ" ڪوٺي، کين مغربي دنيا جي "هپين" سان ڀيٽيو آهي. هپي اڪثر ڪري، ننڍا نيٽا نوجوان

يورپي ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا آهن. جيڪي ٻيءَ عالمي جنگ ۾ جيڪو قتل ۽ غارت گري ٿي، تنهن جي رد عمل جي پيداوار آهن. سڄيءَ دنيا ۾ ڏڪا ڏاڍا ڪائيندا وتندا آهن. ڪين نہ عزت ملندي آهي ۽ نہ ئي ان جا طالب هوندا آهن. نشيدار شيون وڏي شوق سان واپرائيندا آهن ۽ هر قسم جي جنسي ڪم ڪرائڻ لاءِ هر وقت تيار هوندا آهن. دنيا جا ڌڪاريل انساني جيوڙا آهن. پر، سائمن ڊگبيءَ جي نظرن ۾ مسلمان قلندرن ڪان مڙئي چڱڙا آهن، ڇو نہ سندس خيال موجب، قلندر "جهيڙيڪار" هوندا آهن، پر يوروپي هپي "پرامن" هوندا آهن.

سائمن ڊگبي، مسلمانَ قلندرن جو قصو عيسوي ٻارهينءَ صديءَ ۾ خراسان کان ڪٽي ٿو ۽ لکي ٿو تہ خراسان تي "مغلن جي چڙهائيءَ" کان پوءِ اهي (قلندر) "اسلامي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ پکڙجي ويا."

ڊگبي، سموريءَ تاريخي معلومات هوندي بہ مغلن جي حملي ۽ فتوحات جو سبب بيان ڪرڻ لاءِ، دهليءَ جي خواجہ نظام الدين اولياء جي حوالي سان، ڄاڻي ٻجهي، هي نقل ٻڌائي ٿو:

"نظام الدين پنهنجيءَ ملفوظات ۾، قطب الدين حيدر کي جلالي شان وارو درويش ڪوٺيو آهي. ڪيس ابدال بہ چوندو هو، جنهن کي هن دنيا جي هلائڻ لاءِ عجيب ۽ غريب اختيار هئا. پر، ان جي مٿان ٻيو هڪ جلالي ابدالي درويش غالب اچي ويو، جنهن پنهنجيءَ ڳجهيءَ طاقت سان مغلن کي هندستان ۾ آندو."

ڊگبي اڳتي هلي لکي ٿو تہ:

"زاوا جي حيدر جو قول آهي تہ شيخ نظام الدين اولياء پنهنجيءَ پاڪ زبان سان هيئن چيو تہ 'هو ترڪي زبان جو

صاحب حال بزرگ هو. جڏهن چنگيز خان هندستان تي حملو ڪيو، تہ هڪ ڏينهن ان بزرگ، پنهنجي ساٿين ڏانهن منهن ڦيري چيو تہ مغلن ڪان پڄي پاسو ڪيو. اهي فاتح ٿيندا.'

انهن پڇيو تہ، 'چو' ؟

حيدر ڪين چيو تہ  مون درويش سان ڳجهي ڪشتي ڪيڏي، تہ ان درويش مون کي ڪٽي پٽ تي هنيو ۽ دسي وڌو. حقيقت اها آهي تہ اهي فاتح ۽ سوڀارا ٿيندا. تنهنڪري پڄي جان بچايو.'

"پوءِ هو غار ۾ لهي ويو ۽ گم ٿي ويو." *

سائمن ڊگبيءَ مسلمان قلندرن بابت اهڙي قسم جو واهيات مواد جتان ڪٿان جمع ڪيو آهي. سندس تحقيقي مقالي جو شروع کان آخر تائين اهوئي رنگ ڍنگ آهي. پر، قلندر شهباز جي باري ۾ ڪٿان بہ گند ڪچروڪونہ مليو اٿس. سو، لاچار رڳو هيترو لکيو اٿس:

١- شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني قلندرن کان نفرت ڪندو هو. ٻئي طرف اسان کي اهو بہ معلوم آهي تہ هن شيخ عثمان مروندي شهباز قلندر سيوهاڻيءَ کي خليفو بنائڻ لاءِ رضامندي ڏيکاري هئي. (سنڌي ترجمي جو صفحو ٣٣).

٢- سيوهڻ ۾ قلندري خانقاهہ جو پايو وجهندڙ عثمان مروندي، جنهن کي لعل شهباز ڪري سڏيندا آهن. پهريائين ملتان آيو، جنهن کي شهزادي محمد ولد بلبن ۽

---

* "قلندر ۽ انهن سان لاڳاپيل مسلڪ" از سائمن ڊگبي، مترجم: نواز علي شوق.

شيخ بهاؤالدين جي فرزند، هڪ سماع جي محفل ۾ آندو.
(صفحو ٣٥).

٣- شيخ بهاؤالدين ملتانيءَ ۽ سندس پٽ صدرالدين جي سيوهڻ جي شيخ عثمان مرونديءَ لعل شهباز قلندرسان دوستي هوندي هئي، جنهن جي برنيءَ به تصديق ڪئي آهي ۽ سنڌ جي تذڪرن ۾ به ان ڪي بيان ڪيو ويو آهي. (صفحو ٤٦).

٤- تيرهينءَ صديءَ عيسويءَ جي ٻن قلندرن جون قبرون سندن نشانيءَ طور قائم رهيون آهن، جن مان هڪ آهي پاڻي پٽ جو بوعلي قلندرءِ ٻيو آهي سنڌ ۾ سيوهڻ وارو عثمان مروندي. (صفحو ٧٥).

٥- اتر هندستان ۾، قلندرن جون ٻه مشهور درگاهون قائم ٿيون، جن مان هڪ لعل شهباز قلندر جي سيوهڻ ۾ ۽ ٻي بوعلي قلندر جي پاڻي پٽ ۾. قلندر شهباز مرونديءَ پنهنجي جيئري ئي اهميت ماڻي ورتي هئي، جنهن ڏانهن مشهور مورخ برنيءَ به اشارو ڏنو آهي ۽ هن مقالي ۾ به ان ڪي ورجايو ويو آهي .... (صفحو ٧٧).

سائمن ڊگبيءَ وٽ قلندر لعل شهباز متعلق معلومات جا انمول موتي ڪل اينرا آهن. هونئن نه ته قلندرن جي هرزه سرائيءَ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي اٿس. خاص ڪري، بوعلي قلندر جي باري ۾ ته گهٽتي بڪ ڪئي اٿس. محقق ائين ڪونه ڪندا آهن. هو غلط ۽ صحيح روايتن جي ڇنڊڇاڻ ڪندا آهن. علمي ڳالهيون لکندا آهن.

سمورا مغربي مستشرق سائمن ڊگبيءَ وانگرمتعصب ڪونہ آهن. ايڊورڊ برائون پارس (ايران) جي ادبي تاريخ لکي آهي، جيڪا هڪ شاهڪار آهي. سمجهہ ۾ ئي ڪونہ ٿو اچي، تہ هن شخص ايڏي محنت ڪيئن ڪئي هوندي! خود سنڌ جي تاريخ ۽ ادب جي ارنيسٽ ٽرمپ، مڌر ايلسا قاضيءَ، سورلي ۽ لئمبرڪ ڪيڏي نہ خدمت ڪئي آهي! پروفيسر ائنيمري شمل اصلاً نسلاً جرمن خاتون آهي. مون عمر عزيز جا ڪيترائي ڏينهن ۽ راتيون، مرحوم پير سائين حسام الدين شاهہ راشديءَ سان گڏ، توڙي ڪانئن پوءِ، سنڌ ۾ توڙي سنڌ کان ٻاهر، پنجاب ۾، سرحد ۾، بلوچستان ۾، ڪاغان ۾، سوات ۾، ۽ سڪردوءَ ۾ سير ۽ سياحت ۽ مجلسون ڪندي، گڏ گذاريا آهن. سندس اورچائيءَ، علمي محنت ۽ مشقت جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. پروفيسر شمل، مسلمان مشاهيرن ۽ سنڌ جي صوفين جي علمي ڪارنامن جي وڏي تشهير ڪئي آهي. تازو ڪيس انهن خدمتن جي اعتراف ۾ يورپ ۾ اعليٰ اعزاز مليو آهي. اڳي، سابق سويت يونين ۾ بہ ڪيس مسلمان مشاهيرن ۽ صوفين تي اٿارٽي سمجهيو ويندو هو.

ساڳيءَ ريت، پناٺن تي لاجواب ڪتاب سر اولف ڪيرو لکيو هو، ۽ بلوچي ڪلاسيلي شاعريءَ تي تحقيقي ڪم ۽ بلوچن جي قومي شاعر جام درڪ کي علمي دنيا سان متعارف ڪرائڻ جوڪارنامو، لانگ ورٿ ڊيمز سرانجام ڏنو هو. پنجابي زبان جون لوڪ ڪهاڻيون انگريزيءَ ۾ ٽيمپل ترجمو ڪيون. گريئرسن هندستان جي ڏيهي ٻولين تي بنيادي ڪم ڪيو. موجوده دور ۾، ڪرسٽافر شيڪل، لنڊن ۾ سرائڪي زبان تي وڏو تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهي. منهنجي يار،

ڊيوڊ چيزمئن ”اٹويهينءَ صديءَ جي پوئين اڌ ۾، سنڌ جي سياست“ جي عنوان تي، قابل قدر تحقيق ڪئي آهي.

پر، انهيءَ حقيقت کان به انڪار ڪونهي، ته مغرب ۾، جتي اهڙا مايه ناز مستشرق پيدا ٿيا، اتي سائمن ڊگبيءَ جهڙن متعصب ماڻهن به نالو ڪڍيو. سندس مقالو پڙهي، مون ته ائين محسوس ڪيو ته نفرتَ ۽ تعصب جوگهرڙو به آخر انسان جو من ئي ته آهي. قرآن ڪريم جو قول آهي:

”حقيقت هيءَ آهي ته اکيون انڌيون ڪونه ٿيون ٿين. پر،
اهي دليون انڌيون ٿي وڃن ٿيون، جي سينن ۾ آهن.“

* * *

سائمن ڊگبيءَ کي مسلمانن جي قلندري مسلڪ ۾ ڪا به خوبي نظر ڪانه آئي. رڳو ڪيڙا نظر آيا. فارسيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”عيب گهٽائي بيان ڪيا اٿيئي. هاڻي سندن کو هنر ۽ خوبي به بڌاءِ.“ پر، متعصب ماڻهو اها چوڻي ڪونه ٻڌندا آهن. جي ٻڌندا آهن ته سمجهندا ڪونه آهن.

تعصب جو مثال وچڙندڙ بيماريءَ، مثلاً، ٽي.بي. وانگر آهي. پر، ان کان وڌيڪ خطرناڪ آهي. تعصب اهڙي وبائي بيماري آهي، جنهن ۾ سڄي جا سڄا ملڪ، قومون ۽ قبيلا مبتلا ٿي ويندا آهن.

متعصب ماڻهو پاڻ کي وڏي شان ۽ شرف وارو اعليٰ انسان ۽ خدا جي ٻيءَ خلق کي ڪيڙا، ماڪوڙا ۽ ڪوليون سمجهندو آهي. هٽلر چوندو هو ته جرمن اعليٰ نسل آهن،۽ کين سڄيءَ دنيا تي حڪمرانيءَ

جوحق آهي. ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ڪيائين، ته دنيا ڪي دونهين ۽ بارود جي باهه سان ڀري ڇڏيائين. لکين انسان سڙي خاڪ جا ڍير ٿي ويا. آخر ۾، پاڻ آپگهات ڪري مئو.

متعصب مغربي مستشرق، پوءِ اهي ڪيڏا به پڙهيل ڇو نه هجن، رڳو مسلمانن سان تعصب ڪونه ٿا رکن. هر اهم شخص، جيڪو عيسائي ڪونهي، سو سندن اکين ۾ ڪنڊو آهي. ان ڳالهه جو هڪ مثال اسان جي پاڙيسري ملڪ هندستان جو سابق صدر راڌا ڪرشنن آهي.

راڌا ڪرشنن هندستان ۾ هاڻوڪي دور جو وڏو فِلسفي هو. ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو، جن ۾ "مشرق ۽ مغرب جي فلسفي جي تاريخ" گهڻو مشهور آهي. ابوالڪلام آزاد انهيءَ جو 'پيش لفظ' لکيو آهي. راڌا ڪرشنن ڪن بين الاقوامي ڪاميٽين تي آلبرٽ آئنسٽائين جهڙي عظيم انسان سان به گڏجي ڪم ڪيو.

هو هندستان جو اول نائب صدر ۽ پوءِ صدر ٿيو. پر، انهيءَ کان اڳ سوويٽ يونين ۾ سفير هو. تن ڏينهن ۾ اتي مارشل اسٽالن جي حڪومت هوندي هئي، جنهن جي نالي ٻڌڻ سان مغربي طاقتن کي ڏڪڻي وٺي ويندي هئي. پر، اسٽالن جهڙو فولادي انسان به راڌا ڪرشنن جي علم کان اهڙو متاثر ٿيو، جو سندس من ميڻ ٿي ويو!

جڏهن راڌا ڪرشنن ماسڪو ۾ پنهنجو ميعاد پورو ڪري، هندستان ڏانهن نائب صدر جي عهدي لاءِ اچي رهيو هو، تڏهن اسٽالن کيس دعوت ڏني، جيڪو ڪنهن به غير ملڪي سفير لاءِ وڏو اعزاز هو. الوداعي تقريرن پورين ٿيڻ کانپوءِ، جڏهن هڪٻئي کان موڪلايائون، تڏهن راڌا ڪرشنن، خالص مشرقي انداز ۾، اسٽالن جي ڳلن تي ٿڦڪيون ڏنيون ۽ سندس پٺي ٺپي، کيس دعا ڪئي.

مارشل اسٽالن جهڙي ارڏي انسان سان ايڏي حجت ڪير ڪري؟

پر، اچرج جهڙي ڳالهہ اها ٿي، تہ ڪيس ڪابہ ڪاوڙ ڪانہ لڳي! ورندو راڌا ڪرشنن کي چيائين تہ:

YOU ARE THE FIRST PERSON TO TREAT ME AS A 'HUMAN BEING' AND NOT AS A 'MONSTER'. YOU ARE LEAVING US AND WE ARE SAD.

جڏهن هڪبئي کي 'خدا حافظ' چيائون، تڏهن اسٽالن جون اکيون آليون ٿي ويون. مارشل اسٽالن جهڙي فولادي انسان اڳي ڪڏهن بہ پنهنجي جذبات جو اهڙو اظهار ڪونہ ڪيو هو. *

درحقيقت، راڌا ڪرشنن ماسڪو ۾ سفارت دوران، مارشل اسٽالن کي جنهن غير معمولي ڪاميابيءَ سان، پنهنجيءَ شخصيت ۽ علم کان متاثر ڪيو هو، اهائي ڳالهہ هندستان ۾ نائب صدر جي اعليٰ عهدي تي سندس مقرريءَ جو باعث بڻي. پر، جڏهن اجا ماسڪو ۾ هو، تڏهن انگلستان جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچر ڏيڻ ويندو هو. سندس ڪن ليڪچرن جا موضوع هئا: ١- مذهبي سجاڳي، ٢- ترقي ۽ روحاني قدر، ٣-هندو فڪر ۽ تصوف، ٤-- گوتم ٻڌ، ٥- اعليٰ ذهن.

راڌا ڪرشنن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي علمي ماحول کان ڏاڍو متاثر ٿيو، جيڪو استادن ۽ شاگردن گڏجي ناهيو هو. پاڻ بہ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي شاگردن ۾ ڏاڍو مقبول هو. پر يونيورسٽيءَ جي اعليٰ اختياريءَ وارن پوءِ بہ ڪيس ڪليءَ دل سان قبول ڪونہ ڪيو. ان جو سبب راڌا ڪرشنن جي سوانح نگارن جي لفظن ۾ هي هو: "منجهانئن ڪن کي غير عيسائين لاءِ تعصب هو، انڪري هو اهو سهي نٿي سگهيا، تہ ڪوبہ غير عيسائي ايڏي سني عهدي تي هجي."

---

* S.Radha kirishnan: His life and Ideas by Vohra: Orient Publications, Delhi. 1991.

راڌا ڪرشنن جي سوانح نگارن جا اصل انگريزي اکر هي آهن:

SOME AT OXFORD WITH DEEP PREJUDICE AGAINST NON-CHRISTIANS DID NOT LIKE RADHA KIRISHNAN SIMPLY ON ACCOUNT OF HIS HOLDING A GOOD POST AND NOT BEING A CHRISTIAN.

جيڪڏهن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جهڙو عالمي شهرت وارو تعليمي ادارو به عيسائي تعصب ۾ ايترو ورتل آهي، ته پوءِ مسلمان قلندرن تي سائمن ڊگبيءَ جي ٺوڪ ٺهول به سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي. مون سندس تحقيقي مقالي جي پهرين پئرا مٿي ڏني آهي. پر، پڙهندڙ ان جون ڪي پويون پئرائون پڙهي پاڻ ئي انصاف ڪن، ته برطانيه جي هن مايه ناز محقق، علم جا ڪيڏا نه درياءَ وهائي ڇڏيا آهن:

۱- هن کي (بوعلي قلندر کي) خدا جي لاءِ بي انتها محبت هئي. کيس هڪ رات ۾ ستر ڀيرا احتلام پوندو هو. تنڌيءَ پاڻيءَ سان غسل ڪندو هو ۽ ستر ڀيرا وضو ڪندو هو. سو، سندس جان ڏري پئي هئي. انهيءَ ڪري هاتفي آواز ايندو هو ته "الله ۽ رسول کيس نماز پڙهڻ معاف ڪري ڇڏي آهي."

۲- بوعليءَ پاڻيپت ۾ خانقاهه قائم ڪري، جنهن ته پنهنجيءَ ولايت جي دعويٰ ڪئي. هن هڪ جوڳيءَ سان "روحاني مقابلو" ڪيو. جوڳيءَ هارايو ۽ پاڻيپت تي بوعليءَ جو قبضو ٿي ويو.

۳- شيخ عثمان مروَنديءَ ۽ بوعليءَ جي 'قلندرانه شهرت' ڪري، سندن مقبرا پوئين دور جي قلندرن ۽ فقيرن لاءِ

زيارتگاهہ بڻجي ويا.

’قلندرانہ شهرت‘ جي تشريح سائمن ڊگبيءَ انڪري ڪانہ ڪئي آهي، جو سندس سجو تحقيقي مقالو، (سندس خيال موجب) قلندرانہ مسلڪ جي توجيهہ ۽ تشريح آهي. مان ان تي تبصرو انڪري ڪونہ ٿو ڪريان جو سندس گند جي ڍير ڪي جيترو ڪوتبو، اوترو ڍونڍ جي ڌَپ پري پري پکڙبي.

هت، اها ڳالهہ بہ ذهن نشين هئڻ گهرجي تہ مسلمان قلندرن ۽ صوفين تي، رڳو مغرب (WEST) ۾، سائمن ڊگبيءَ جهڙا محقق رات ڏينهن اونهي اپياس ۾ مشغول ڪونہ آهن. اسان وٽ بہ ڪي سائينءَ جا سنواريا انهيءَ ڳالهہ ۾ غرق آهن. چوندا آهن تہ "سرمو هرڪا پائي، پَرَ، اک اک جو قير."

سنڌ مان اسان جا جيڪي هندو پائر هندستان لڏي ويا، تن مان ڪن تہ اتي ڪمال جا ڪارناما ڏيکاريا. اهڙو هڪڙو عمدو مثال هيري ٺڪر جو آهي، جنهن قاضي قاضن جا ڪيئي هيرن جواهرن جهڙا بيت عجب انداز سان هٿ ڪيا ۽ انهن کي سهڻي نموني ۾ ڇپايو. سنڌ جا اينڌڙ نسل هميشہ سندس ڳڻ ڳائيندا رهندا. اهڙيءَ ريت، ٻين عالمن ٻيا عاليشان ڪارناما ڪري ڏيکاريا. ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو نالو هند سنڌ ۾ هرهنڌ ادب سان ڪنيو ويندو آهي. پروفيسر ملڪاڻيءَ شايد ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي. پر، سنڌ ۾ هر ڪنهن کي هن لاءِ تمام وڏي عزت آهي. سائين ملڪاڻي صاحب مڪڻ ماکيءَ مان ٺهيل ماڻهو هو.

سنڌي هندن، گنگارام سمرات جهڙو پهلوان محقق بہ پيدا ڪيو

آهي، جيڪو لاٽونءَ وانگر ڦرندو آهي، يعني هلڪو پاسو هيٺ ۽ ڳورو پاسو مٿي! بمبئيءَ مان رام پنجواڻي لٽرري ۽ ڪلچرل سينٽر طرفان هڪ ٽماهي رسالو ڪڍيو اٿن. نالو اٿس "سپون". سپ جي پيٽ مان موتي نڪرندا آهن.

رسالي ۾ سمرات جو "صوفي مت، صوفي ۽ اسلام" تي هڪ تحقيقي مضمون آهي، جيڪو سندس اونهي اڀياس ۽ کوجنا جو نتيجو آهي. منجهس جيڪي معنيٰ جا موتي وڌا اٿس، تن مان ڪي هي آهن:

١- صوفيزم هڪ گمراه ٿيل فلسفو آهي، جنهن کي سمجهڻ لاءِ دماغ جي ضرورت ڪانه رهندي.

٢- صوفي ازم جو اسلام سان ڪو واسطو ڪونهي.

٣-ڪيئن به ڪوبه صوفي مسلمان ٿي نٿو سگهي.

۴- صوفي مت روحاني خزانو هو، پر، هو اسلام جي خلاف.

۵- سنڌ جو شاهه عبداللطيف ۽ شاهه ڪريم بئي صوفي ڪونه هئا.

٦- شاهه کي پڙهڻ مهل ڪيس مسلمان صوفي سمجهي نه پڙهو. اول سندس ٻولي ڏسو ته اها هندو ٻولي آهي يا اسلامي!

سنڌ ۾ چوندا آهن ته "لٺ بانو ڪنجي ياءُ ڪاڻ، پر، شاهدي ڏجي خدا ڪارڻ." پڙهندڙ خدا ڪارڻ شاهدي ڏين، ته اسان جي قابلِ صد احترام بزرگَ،، آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، سائين ڪلياڻ آڏواڻيءَ يا خود ڪاڪي ڀيرومل ۽ پرسرام جهڙن هندو عالمن به ڪڏهن شاهه جو ڪلام، هندو ۽ اسلامي ٻوليءَ جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو هو؟

پر، هِت رڳو شاهہ جي ڳالهہ ڪانهي. گنگارام سمرات "اسلام ۽ صوفي مت" جو ڪو تمام اونهو اڀياس (IN-DEPTH STUDY) ڪيو آهي، سو، ڳالهہ جي وجي پاڙ تائين پهتو آهي، لکي ٿو تہ:

"سنڌي پڳوان، جنهن اسان سڀني سنڌين کي پيدا ڪيو آهي، تنهن جو فرمان آهي، تہ اسان کي سچ ۽ فقط سچ ڳالهائڻ گهرجي، پر، اسين سچ ڳالهائيندا ئي ڪونہ آهيون، ڇاڪاڻ تہ اسان کي سچ ڳالهائڻ ايندو ئي ڪونهي، انڪري جو اسان کي سچ سمجهڻ ۾ ئي ڪونہ ايندو آهي، سمجهڻ ۾ انڪري ڪونہ ايندو آهي، جو اسان کي خبر ئي ڪانهي تہ سچ ڇا کي چئبو آهي؟"

گنگارام جا "معنيٰ جا موتي" مثال طور مٿي ڏنل آهن ۽ هي آهي سندس لکڻ جو لاثاني نمونو! ماٺهو ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مقدمي لطيفيءَ جو مثال ڏيندا آهن تہ "سنڌي نثر جو ڪمال آهي!" پر، ڪوزي ۾ درياءُ سمائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اهو ڪارنامو رڳو گنگارام سمرات ڪري ڏيکاريو آهي. سندس لکڻ جي لاثاني نموني مان معنيٰ جا موتي ائين نڪرن ٿا، جيئن هالن ۾ نهيل جنڊيءَ جي رنگارنگي دٻلي مان دٻلا. مثال جي طور، هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ:

"سچ جو اچار ڪرڻ مهل ڇپ جو اڳيون
حصو هڪدم اچي اڳيان بيهندو."

جنهن شخص کي گنگارام سمرات جي ڳالهہ تي اعتبار نہ اچي سو پلي پاڻ آزمودو ڪري ڏسي!

گنگارام جي مضمون ۾ توڙي "سپون" رسالي ۾، تعصب

جي تہ بوءِ بہ ڪانهي. مثال جي ڳالهہ تہ رسالي جي جلد (COVER) تي "سينا سنڌو پون" جي عمارت جي تصوير ڏنل آهي ۽ ان جي اندرين پاسي انهن مها پرشن ۽ ودوانن جون تصويرون آهن، جن انهيءَ جي اڏاوت ڪئي. پر، مڙني کان وڏي تصوير هڪ عورت جي هنن اکرن سان ڏنل آهي:

"بنگلا ديش جي بهادر ليکڪا تسليما نسرين، جنهن 'لجيا' ڪتاب لکيو. هاڻي قرآن شريف ۾ سڌارو آڻڻ لاءِ صلاح ڏني آهي."

سنڌي هندو ڀائرن جي سنڌي مسلمان ڀائرن سان محبت تہ ڏسو! خداڪارڻ انصاف ڪريو تہ سنڌي مسلمانن بہ ڪڏهن پنهنجن سنڌي هندو ڀائرن جي پوتر ڌرمي ڪتابن جهڙوڪ پراڻن، ويدن، شاسترن، گيتا، رامائڻ ۽ مهاڀارت جي باري ۾ اهڙيءَ نيڪ نيت سان سوچيو آهي؟

* * *

سائمن ڊگبيءَ ۽ گنگارام جا مضمون تصوير جو هڪ رخ آهن، پر، تصوير جو ٻيو رخ مون کي سنڌ ۾ ئي هڪ مسلمان محقق ۽ مؤرخ وٽ نظر آيو. هڪ دفعي پڇيو مانس تہ "قلندر شهباز ڪهڙيءَ ڳالهہ ڪري، سنڌ ۾ ايڏو مشهور آهي، جو ست سؤ سالن کان سوين هزارين ماڻهو سندس درگاهہ تي حاضري پيا ڏين؟"

مون سمجهيو تہ هي يارُ سالن کان سنڌ جي تاريخ تي پيو ڪتاب پڙهي ۽ لکي. سو، سندس سوچ ڏاڍي اونهي هوندي! قلندري مسلڪ ۽ صوفين جي تحريڪ تي ڪن اهڙن ڪتابن جا نالا ڪڻندو،

جيڪي مون ٻڌا ٻه ڪونه هوندا. تاريخ جي ڪن اهڙن واقعن ۽ حادثن ڏي اشارا ڏيندو، جن مسلمانن ۾ نوان ذهني لاڙا پيدا ڪيا هجن ۽ "ترڪ دنيا" ۽ "خانقاهي سرشتي" جو بنياد وڌو هجي.

مثلاً، ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته جڏهن ڪربلا جو واقعو ٿيو، ته سجو عالم اسلام (WORLD OF ISLAM) لڏي ويو. اهل دل انسانن جون دليون ڍهلجي ويون. دنيا کان منهن موڙي ڇڏيائون. زندگي، عبادت ۽ رياضت لاءِ وقف ڪيائون. "دنيا ڍونڍ، تي طالب ڪُتي" مسلڪ اختيار ڪيائون. اسلامي دنيا ۾ خانقاهي سرشتي جو بنياد ائين ئي پيو.

همايون ڪبير، ابوالڪلام آزاد جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مشهور ۽ معروف شخص آهي. INDIA WINS FREEDOM آهي ته ابوالڪلام جو ڪتاب، پر درحقيقت سندس يادگيريون آهن جي سندس ئي ايماءَ تي، همايون ڪبير انگريزيءَ ۾ قلمبند ڪيون آهن. پر، پاڻ پنهنجي ليکي ٻه وڏو عالم هو. سيرت رسول صلعم جي موضوع تي اردوءَ ۾ هڪ ڪتاب لکيو اٿس، جنهن جو بنيادي ماخذ قرآن پاڪ آهي. اردوءَ سان گڏ، انگريزيءَ تي ٻه وڏو عبورحاصل هئس. تازو سندس هڪ انگريزي ڪتاب پڙهيم، جنهن جو مرڪزي موضوع "هندستان جو تهذيبي ۽ ثقافتي ورثو" آهي. انهيءَ ۾ اسلامي تصوف جو ذڪر ڪندي لکيو اٿس ته:

"THE BASIS OF SUFISM IS TO BE SOUGHT IN QURAN"

ڪي محقق چون ٿا ته ڪين خود پيغمبر اسلام صلي الله عليه وسلم جن جي حيات طيبه ۾ صوفيانه زندگيءَ جون جهلڪيون نظر اچن ٿيون.

پر، اسلامي تصوف جي ايڏي وسيع تاريخي پس منظر جي باوجود، سنڌ جي محقق ۽ مؤرخَ ان طرف ڪوبہ اشارو ڪونہ ڏنو. قلندر شهباز جي سنڌ ۾ غير معمولي شهرت متعلق منهنجي سوال جو نہ پهہ جواب اهو ڏنائين تہ، "مٿس قبو جو جڙيو."

هندستان ۾، سڀ کان سهڻو قبو شاهجهان بادشاهہ، پنهنجيءَ گهرواريءَ، ممتاز محل جي مٿان اڏايو، جنهن کي تاج محل ڪوٺن ٿا. ايڏو ڪو سهڻو نهيل آهي، جو هڪ تاريخنويس، ان کي ڏسڻ ڪانپوءِ، اتي رکيل يادگيريون جي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

"هن دنيا جي ماڻهن کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪڙا اهي جن تاج محل ڏٺو آهي، ٻيا اهي جن ڪونہ ڏٺو آهي."

هر سال، سڄيءَ دنيا مان هزارين ماڻهو تاج محل ڏسڻ اچن ٿا. پر، ائين چوڻ ڪيڏي نہ غلط ڳالهہ ٿيندي، تہ اهي ماڻهو ممتاز محل جي مرقد تي فاتح پڑهڻ ۽ دعا گهرڻ اچن ٿا.

ساڳيءَ ريت، اها ڳالهہ چوڻ بہ ڪيڏي نہ غلطي ٿيندي، تہ سنڌ جا ماڻهو، قلندر شهباز جي مزار تي انڪري اچن ٿا، جو کين قبي ڏسڻ جو شوق آهي.

قلندر شهباز کي هن جهان مان گذرئي ست سو سال ٿيا. گويا، آڳاٽي زماني ۾، سنڌ جا ماڻهو ڏاڍا ڪي سادڙا هئا. سو، قلندر شهباز جي وفات ڪانپوءِ مٿس قبو جو جڙيو، تہ ڪانئن دانهن نڪري وئي تہ، "مارا هيڏو وڏو اولياءُ!"

هاڻي، اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن، ماڻهن تان قبي جي

دهشت وجي ئي نٿي. اهو آهي اصل ڪارڻ سنڌ ۾ قلندر شهباز جي شهرت جو!

ماڻهو سڃاڻندو آهي سنگت سان. سنڌ جي محقق، تاريخ جي ڪتابن ۾ اهو ته ڪٿي نه ڪٿي ضرور پڙهيو هوندو، ته قلندر شهبازَ جون شاهه صدر لڪيءَ واري، مخدوم بلال باغبان واري، غوث بهاؤالحق ملتانيءَ، اچ جي سيدجلال بخاريءَ ۽ پاڪ پٽن جي بابا فريد جهڙن مشاهيرن سان محبتون رهائيون ۽ ڪچهريون هيون. پوءِ به سندس عقل موجب، سنڌ ۾ قلندر شهباز جي شهرت جو سبب سندس قبو آهي!

انگريزن جي زماني ۾، جواهر لعل نهروءَ پنهنجيءَ نياڻيءَ اندرا کي جيل مان هڪ خط ۾ لکيو هو ته "تاريخ پڙهڻ سنو ڪم آهي. پر، تاريخ ناهڻ بهتر ڪم آهي. اڄ اسان پنهنجيءَ قوم جي تاريخ ناهي رهيا آهيون."

مون کي سنڌي محقق ۽ مورخ جي انهيءَ ڳالهه جو ايڏو ارمان ڪونه ٿيو، جيڏو ان ڳالهه جو، ته جنهن تاريخنويس جو شعور اهو آهي، سو، اسان جي قوم کي دنيا جي قومن جي مقابلي ۾، "تاريخ ناهڻ" جي ڪهڙي صلاح ڏيندو؟

افغانستان واريءَ هجرت ۾ حاجي فيض محمد نالي آزاديءَ جو هڪ پروانو، افغانستان مان ايران ويو ۽ مشهد ۾ امام علي رضا رحه جي روضي تي حاضري ڏنائين. سنڌي محقق کي سندس هيءُ تاثرات ورائي ورائي پڙهڻ گهرجن:

"مشهد مقدس ۾ حضرت امام علي رضا رحه جو نهايت عاليشان روضو آهي. قبي، مزار ۽ منارن تي سون جو پاڻي چڙهيل آهي. ليڪن، ظاهر آهي ته روضي جي اصل رونق ته ان جي پاڪ ۽ پاڪيزه 'مڪين' جي ڪري ئي آهي*."

آن نه روئيست ڪن من وصف جمالش دانم،

اين حديث از دگري پرس ڪه من حيرانم.

•

---

* "هجرت افغانستان" : حاجي فيض محمد خان مؤلف: دربار علي شاه، تاج ڪمپني، لاهور، ڪراچي. صفحو ٦.

-٤٣-

## قلندر شهباز جي زماني ۾
## سنڌ ۾ علمي سرگرميون

قلندر شهباز جي زماني (سومرا دور) ۾ سنڌ ۾ علمي سرگرميون تيزيءَ سان وڌي رهيون هيون. انهيءَ جو مکيہ سبب اهو هو تہ ايران، خراسان ۽ بين اسلامي ملڪن مان مسلمان عالمَ، فقيہَ ۽ صوفي بزرگَ، مغلن جي ڪاهن ڪري پيدا ٿيل بدامنيءَ سببان، هجرت ڪري، هند ۽ سنڌ ڏانهن امن ۽ اجهي لاءِ اچي رهيا هئا.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ڊائريءَ ۾ لکيل آهي تہ هلاڪوءَ جڏهن غزنيءَ تي حملو ڪيو تہ اها تاريخي مسجد بہ تباهہ ٿي وئي، جا سلطان محمود غزنويءَ سنگمرمر مان نهرائي هئي.

تاريخ فرشتي ۾ لکيل آهي تہ 'خُراسان، ترڪستان ۽ ايران مان عالمَ، فاضلَ ۽ مشاهيرَ، مغلن جي خوف کان دهلي (هند ۽ سنڌ) ڏي اچڻ لڳا.'

اهڙيءَ ريت، سنڌ ۽ هندجي عالمن جو بخارا، بغداد، خراسان ۽ ايران جي عالمن جو پاڻ ۾ لڳ لاڳاپو پيدا ٿيو.

ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ جي تحقيق موجب، 'تيرهينءَ صديءَ ۾ ڪيترائي سنڌي عالمَ، علاؤالدين خلجيءَ جي دربار ۾ رهندا هئا. هن اها وضاحت ڪانہ ڪئي آهي تہ اهي اصلوڪا سنڌي هئا، يا ايران ۽ خراسان مان هجرت ڪري آيا هئا؟ پر، مولوي دين محمد وفائيءَ مرحوم جي حوالي سان لکيو اٿس، تہ 'بکر جي مدرسن ۾ فقہ، اصولِ فقہ ۽ تفسير جي تعليم ڏني ويندي هئي، ۽ درس تدريس جا ڪي مکيہ مُدّرِسَ ظهيرالدين بخاري، سيد علي بن سيد بدرالدين، شيخ صدرالدين بخاري، مولانا برهان الدين بخاري، ابوحنيف بخاري ۽

عبدالله حنفي هئا. هنن نالن مان تہ گمان ٿئي ٿو تہ اهي بخارا مان آيا هوندا.

ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ سنڌ جي تاريخ جي سما سومرا دور جو اونهو اڀياس ڪيو آهي.* اهو ئي دور (سومرا دور) قلندر لعل شهباز جو زمانو آهي.

ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ آهي تہ عباسي خلافت واري زماني ۾ وچ ايشيا ۽ ايران جون درسگاهون پنهنجي عروج تي هيون. هن تحقيق ڪئي آهي تہ سنڌ ۾، خاص طرح، اروڙ، بکر، سکر ۽ سيوهڻ ۾، مدرسن جا منتظمَ، سيد محمد مڪيءَ ۽ نوح بکريءَ جي خاندان مان هئا، تان جو مغلن جي حملن ڪري، اسلامي ملڪن مان عالمَ، محققَ ۽ درويش هجرت ڪري هند سنڌ اچڻ لڳا.

مشهور مسلمان سيلاني، ابن بطوطہ، جيڪو قلندر شهباز کان پوءِ سنڌ گهمڻ آيو هو، تنهن لکيو آهي تہ سومرن واري دور ۾، سنڌ جون درسگاهون، معيار جي لحاظ کان، ايران ۽ سينٽرل ايشيا جي درسگاهن جي مد مقابل هيون. انهن ۾، اگهم ڪوٽ واريءَ درسگاهہ ۾ پنج سؤ شاگردَ قرآن ۽ فقہ پڙهندا هئا، ان کان سواءِ ٻيا مدرسا بہ هئا، جن سڀني جو خرچ پڪو سومرا زميندار ۽ وڏيرا ڀريندا هئا جي نيڪ ۽ ديندار هوندا هئا. ابن بطوطہ اهي مدرسا، درگاهون ۽ خانقاهون ڏٺيون هيون.

ابن بطوطہ، سيوهڻ ۾، قلندر شهباز جي خانقاهہ جي متوليءَ شيخ محمد البغداديءَ سان بہ ملاقات ڪئي هئي، جو ان وقت بغداد ۾

---

* ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ جي تحقيق موجب، وٽس حضرت عمر رضہ جي سنڌ سان هڪ تاريخي دستاويز هو.

هو. جڏهن هلاڪوءَ عباسي خليفي مستنصربالله کي ماريو هو.
ابن بطوطہ سيوهڻ ۾ بين متعدد عالمن سان بہ ملاقات ڪئي هئي، جن ۾ خطيب شعباني وڌيڪ مشهور آهي.

سيوهڻ ۾ 'فقه الاسلام' نالي مدرسو هو، جنهن لاءِ هڪ روايت آهي تہ قلندر شهباز قائم ڪيو هو. ٻي روايت آهي تہ قلندر شهباز ان کي زور ورتايو هو ۽ ان جهڙو عاليشان مدرسو سڄيءَ سنڌ ۾ ڪونہ هو. ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ جي تحقيق موجب، اسڪندريہ جهڙن دوردراز علائقن جا شاگرد بہ انهيءَ مدرسي ۾ پڙهڻ ايندا هئا.

جناب غلام محمد لاکي بہ پنهنجيءَ تحقيق موجب انهيءَ مدرسي جي اهميت جي تصديق ڪئي آهي.

رچرڊ برٽن انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ آيو هو. سنڌ تي ڪي اهم ڪتاب لکيائين. مزاج جو ڏاڍو ارڙو شخص هو. پر، قلندر شهباز لاءِ تعريفي ڪلما لکيا اٿس ۽ کيس "درويش- عالم" (SAINT- SCHOLAR) ڪوٺيو اٿس. سندس لکيل ڪن ڪتابن جا نالا ڪنيا اٿس، مثلاً: 'ميزان'، 'اجناس' 'صرف' ۽ 'عقد' جيڪي سنڌ جي مکيہ مدرسن ۾ پڙهايا ويندا هئا.

ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ مون سان ڳالهہ ڪئي تہ هن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ واري زماني ۾ بہ نصرپور جي مولوي صاحب عبدالحق ربانيءَ وٽ 'ميزان' جو قلمي نسخو ڏٺو هو، جو مرحوم جي وفات کان پوءِ ضايع ٿي ويو. ڊاڪٽر سرفراز کي ان اهم ڪتاب جي ضايع ٿيڻ جو اڃا دل تي داغ آهي.

قلندر شهباز جي زماني ۾ سيوهڻ گويا سنڌ ۾ علم ۽ عالمن جو مرڪز هو ۽ پاڻ، عالمن جي انهيءَ ڪهڪشان ۾، آفتاب مثل

هو.پر، بنيادي طرح، هڪ درويش ۽ قلندر بي نياز هو. سو، سندس شهرت به ائين ئي ڦهلجي ويئي يعني 'عالم' نه ماڻهن کان وسري ويو. پر، 'درويش' دل ۾ رهيو. درحقيقت، هو پاڻ به ظاهري علم پرائڻ کان وڌيڪ 'اندر کي اجارڻ' جو قائل هو. عبادت ۽ رياضت ڪندو هو. چلا ڪيندو هو. اڪثر ڪري، وڏي وزن وارو هڪ پٿر، ڳچيءَ ۾ ٻڌي، سيني تي لڙڪائي ڇڏيندو هو. هڪ ته ان ڪري جو اهو پٿر متبرڪ هو، ۽ ٻيو سبب اهو هو ته ڳوري بار ڪري، ڪنڌ هميشه هيٺ جهڪيل هوندو. ماڻهو مغرور ڪونه ٿيندو.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ لکيو آهي ته سندن انهيءَ روش ڪري، اهو پٿر 'گلو بند' سڏبو هو. اصل ۾ امام زين العابدين جو تبرڪ هو، جيڪو شاهه جمال مجرد* کي مليو هو. هن پنهنجي مريد بابا ابراهيم کي ڏنو، جنهن وري اڳتي هلي، پنهنجي مريد قلندر شهباز کي عطا ڪيو.

حڪيم صاحب لکيو آهي ته ڪي سال ٿيا، جو اهو گلوبند ٽٽي پيو هو. نور محمد صيقل گر انهيءَ کي اهڙو ڳنڍيو، جو اصل جهڙو ٿي پيو. هاڻي، اهو حفاظت ۽ تقدس خاطر مزار مبارڪ جي سيرانديءَ کان لٽڪائي ڇڏيو اٿن.

قلندر شهباز کي سندس مرشد بابا ابراهيم، بادام جي ڪاٺ مان ٺهيل هڪ عصا به عنايت ڪئي هئي. قلندر شهباز اها عصا ۽ گلوبند بغداد ۾ پنهنجي عقيدتمند سيد عليءَ وٽ امانت طور رکي آيو هو. جي هو، بعد ۾، سيوهڻ ڪٺي آيو هو. سيد علي سندس وزير

* شاهه جمال مجرد جو احوال گهڻن ئي تذڪرن ۾ موجود آهي.

سڌيو آهي ۽ روضي مبارڪ جي اڳيان، صحن ۾ هڪ قبيءَ هينان دفن ٿيل آهي.

گلوبند وانگر، انهيءَ عصا لاءِ خبر ڪانهي ته انهيءَ ۾ ڪنهن جي هٿن جي خوشبو آهي؟ مٿي هڪڙيءَ عصا مبارڪ جو ذڪر ته آيو آهي، جيڪا امام ابو حنيفي، حضرت امام جعفرصادق رضي الله تعاليٰ جي هٿن ۾ ڏني هئي.

هيءَ عصا اٽڪل روءِ چار پنج هٿ ڊگهي آهي ۽ حڪيم صاحب جي لکڻ موجب، غلاف سان ڍڪيل آهي.

●

-٤٤-

## قلندر شهباز، سيوهڻ ۽ سنڌ

قلندر شهباز ننڍپڻ ۾ ڪهڙين درسگاهن ۾، ڪهڙن استادن وٽ تعليم ورتي، تنهن جي ڪابہ خبر ڪانهي. عام روايت اهائي آهي تہ ستن (يا ان کان ڪجهہ گهٽ وڌ) ورهين جي ننڍيءَ ڄمار ۾ قرآن ڪريم ياد ڪيو هئائون ۽ ابتدائي ديني تعليم ڪين پنهنجيءَ والده صاحبہ کان ملي، جيڪا هڪ وڏي خاندان مان هئي.

اها پڻ پڪي ڳالهہ آهي تہ کين عربي ۽ فارسي زبانن تي وڏو ملڪو هو. (نہ تہ گرامر جا ڪتاب ڪيئن لکن ها.) اهڙي عالم جو لسانيات کان علاوه اسلامي علوم جو مطالعو پڻ يقيناً وسيع هوندو.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ لکيو آهي تہ قلندر شهباز اڙدو ريختہ زبان بہ ڳالهائيندو هو. اڙدو خراسان، ايران، ۽ افغانستان جي زبان تہ ڪانہ هئي. انهيءَ جو مطلب تہ هي ٿيو تہ جڏهن ملتان ۾ آيو هوندو، تڏهن اها زبان سکيو هوندو. اهڙيءَ صورت ۾ سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ جڏهن سنڌ ۾ آيو هوندو ۽ عالمن، فقيهن ۽ درويشن سان گڏ سندس واسطو هنان جي اڻ پڙهيل عوام سان پيو هوندو، تڏهن سنڌيءَ ٻوليءَ سان بہ تہ ڪي قدر آشنا ٿيو هوندو. پر، ان طرف ڪنهن بہ توجهہ ڪونہ ڪيو آهي.

ملتان جي علمي مشاهيرن سان سندس ميل ملاقات جو ذڪر مٿي آيو آهي. پر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي مرحوم لکيو آهي تہ "لڪياري ساداتن ۽ عام ماڻهن وٽ روايت آهي تہ قلندر شهباز

سيوهڻ آيو، تہ پهريائين لڪيءَ ۾ شاهہ صدر سان ملاقات ڪيائين. موڪلائڻ مهل چيائين تہ ”مون کي پنهنجو اولاد ڏيو، جو مون سان گڏ رهي.“

شاهہ صدر پنهنجو پوٽو، شاهہ صلاح الدين کين گڏي ڏنو.

تحفة الڪرام جي روايت آهي تہ قلندر شهباز جي نيرون ڪوٽ جي پرسان هڪ ڳوٺ ۾، چنيسر سومري نالي هڪ الله واري سان بہ ميل ملاقات هئي ۽ جڏهن انهيءَ بزرگ جو دودي نالي پٽ شهيد ٿيو هو، تہ-کيس فاتح ڏيڻ ويو هو. چنيسرُ، اڳتي هلي، شيخ ريحاڻ جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ اهو ڳوٺ شيخ الاسلام، رڪن عالم، ملتانيءَ جي نالي پويان رڪن پور مشهور ٿيو.*

قلندر شهباز جي ٻين بہ گهڻن ئي سنڌي بزرگن سان ميل ملاقات هئي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي مرحوم جي تحقيق موجب، پاڻ منگهي پيرَ، ساجن سوائيءَ ۽ تاج الدين سان بہ ميل ملاقات ڪئي اٿن. ميمڻ صاحب لکيو آهي تہ اهڙيءَ ريت، پاٽ پراٽيءَ ۾، حاجي اسماعيل پنوهر سان بہ سندن ملاقات جي روايت آهي، جنهن جو روضو پاٽ پراٽيءَ جي، ڏکڻ وٽ اجا موجود آهي.

’تحفة الڪرام‘ ۾ وري سنڌيءَ جي بزرگن ۾ ميان لال جو ذڪر

---

*ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ دفعي مون کي انهيءَ ڳوٺ ۾ وٺي ويو. محترم شيخ محمد حَسن نالي هڪ بزرگَ سندس دعوت ڪئي هئي، جو چڱو شاعر هو ۽ شيخ ريحاڻ بزرگ جي اولاد مان هو.

بعد ۾ ڊاڪٽر رفعيہ صاحبہ جي چوڻ تي، مون مرحوم جو ڪلام، ”رسالو ريحاڻي“ نالي سان، اڪيڊمي آف ليٽرس ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي تعاون سان ڇپايو هو.

آهي، تہ ' هو قلندر لعل شهباز جو ياءُ يا سؤٽ آهي.

صاحب خان چنا سنڌ جي قديم اتهاس جو ماهر آهي. هڪ دفعي سيوهڻ مان موٽندي، ڊاڪٽر سرفراز احمد پٺيءَ ۽ مون کي چيائين تہ، ”سنڌي زبان ۾ قلندر لعل شهباز کي 'لعل' لکڻ صحيح ڪونهي. ڪيس 'لال' لکڻ گهرجي.“

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي مرحوم 'تحفة الڪرام' مان 'ميان لال' جي مٿين روايت بيان ڪندي، ڪيس 'لال' لکيو آهي. مون کي انهيءَ تان گمان ٿيو تہ سنڌس اصلوڪو نالو ڪو ٻيو هوندو، ڇو تہ 'قلندر لعل' ۽ 'ميان لال' ۾ 'لعل' يا 'لال' لفظ تہ اڳيئي موجود آهي، ۽ 'ميان' لفظ سنڌ ۾ هوندن ئي تعظيم ۽ تڪريم جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. سو، 'ميان لال' ممڪن آهي تہ بزرگ جو صحيح ۽ پورو نالو نہ هجي. بهرحال، سندس نالو جيڪو بہ هجي، هت اهم ۽ اصل ڳالھ تہ اها آهي تہ هو قلندر شهباز جو ياءُ يا سؤٽ آهي.

پر، ساڳي ان قسم جي ڳالھ مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب ۾ بہ لکي پيئي آهي تہ سنڌ جي هن قديم شهر جي پرسان قلندر شهباز جو ياءُ دفن ٿيل آهي.

هن پس منظر ۾، مرحوم جي. الانا ڪراچيءَ واري جي ڳالھ وري ياد اچي ٿي تہ 'قلندر شهباز' جڏهن اجا ايڏڙو ننڍڙو هو، جو ٻيءُ جي ڇيڇ جهلي پنڌ ڪندو هو، تڏهن ڪان وٺي، سائس ڳڏجي ايراني نار واري رستي ڪان سنڌ ۾ ايندو هو. ڪيس ست ياٺر هئا، ۽ هڪ ڀيڻ سنڌ ۾ پرڻايل هئس. سندس ڪي يائرۀ سؤٽ سنڌ ۾ مختلف شهرن ۾ هئا، انهي وفات ڪيائون ۽ اتي ئي دفن ٿيا.

مرحوم الانا صاحب جي هن روايت ۾ جيتري بہ صداقت هجي،

يا نہ هجي، هڪ ڳالهہ تہ پڌري پئي آهي، سا هيءَ تہ قلندر شهباز جا سنڌ ۾ سنڌواسين سان لڳ لاڳاپا ڏاڍا ڪي گهرا ٿي ويا هئا.

ايران، افغانستان، خراسان، سينٽرل ايشيا، توڙي عراق ۽ ٻين عرب ملڪن تي، مغلن جي ڪاهن ڪان پوءِ الائي تہ ڪيترا مسلمان مشاهيرَ هجرت ڪري سنڌ ۾ آيا. پر، قلندر شهباز سنڌين سان ايڏو تہ رلي ملي هڪ ٿي ويو، جو ڪيترن اڳوڻن تذڪري نگارن کين "سنڌي" ڪوٺيو آهي. پٺاڻيءَ جي لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ ڪاتبِ تقديرَ، سندس ساهُہ، سنڌ جي ماڻهن سان سنهيءَ سئيءَ سان سبي ڇڏيو هو. سنڌ کي پهنجو وطن ۽ سيوهڻ کي پنهنجو شهر ڪيائين. جڏهن هي جهان ڇڏيائين، تڏهن اها وصيعت ڪونہ ڪيائين تہ، "مون کي عرب يا عجم جي فلاڻي پلاري شهر ۾ وڃي دفنائجو."

امام جعفر صادق رحمةالله عليه جي هن لختِ جگر کي سونهاريءَ سنڌ جي ٿڏيءَ مٽيءَ ۾ ئي ابدي آرام آيو.

* * *

**سيوهڻ:**

سيوهڻ ڪنهن زماني ۾ وسندڙ ۽ گجندڙ شهر هو. علم، هنر ۽ ڪاريگريءَ جو مرڪز هو. سيوهڻ جو وٽج واپار ڏيساورن سان هلندو هو. فوجي اهميت جي لحاظ کان تہ بي مثل هو. جڏهن سڪندر بادشاهہ آيو، تہ عروج تي هو. پر، ان کان بہ اڳ، مهاڀارت واري زماني ۾ پنهنجي جوڀن تي هو.

مغلن جي ڏينهن ۾، سنڌ ٽن ڊويزنن ۾ ورهايل هئي. هڪ ڊويزنل هيڊڪواٽر سيوهڻ هوءِ بہ ٻيا هئا، ٺٽو ۽ بکر. پر، سيوهڻ جي ڊويزن ايڏي نہ ڪا زرخيز هئي، جو جهانگير بادشاهہ پنهنجيءَ محبوب ملڪه نورجهان کي "ذاتي جاگير" (PRIVATE PURSE) ڪري ڏني هئي.

هڪ روايت موجب، نورجهان جي حُسُنَ جڏهن جهانگير جي دل

۽ دماغ کي گرفت ۾ ورتو، ۽ سنڌس بي پناهه ذهانت وري هندستان جي مغل سلطنت کي مُنَ ۾ قابو ڪيو، ته هوءَ خاموشيءَ سان پنهنجي اڳوڻي مڙس علي قلي بيگ مرحوم جو لاش بنگال مان ڪڍرائي آئي، ۽ سيوهڻ ۾ دفن ڪرايائين. علي قلي بيگ، جيڪو شيرافگن جي لقب سان مشهور آهي، تنهن جو مقبرو اڄا سيوهڻ ۾ موجود آهي.

جڏهن دارا جا ڏکيا ڏينهن آيا، ته هو به پناهه لاءِ اول سنڌ آيو ۽ سيوهڻ جي واٽ ورتائين. اورنگزيب جا هڪڙا شڪاري سنڌس پٺ ونيو ٿي آيا، ته بيا وري سيوهڻ وٽ اڳي اڳ جهلي بيٺا، ته متان ايران ڏانهن نڪري وڃي. پر، 'ڪاتبِ تقدير' سيوهڻ کي انهي گناهه کان بچائي ورتو! رات جو سمو هو. دارا جون ٻيڙيون، سنڌس ٻچڙن ۽ گهر واريءَ سميت، رات جي اونداهيءَ ۾، سلامتيءَ سان سيوهڻ وٽان تري ويون.

قدرت جا عجب راز آهن. جڏهن دارا جي گهر واريءَ نادره بيگم وفات ڪئي، ته سنڌس مٽيءَ پنوڙو، وري به سيوهڻ جي پيرَ، ميان مير جي درگاهه جي اوٽ ۾ جڙيو. مون لاهور ۾ بنهي مرقدن تي حاضري ڏني آهي.

سيوهڻ رڳو ميان مير پيدا ڪونه ڪيو. هر دؤر ۾ وڏا وڏا مشاهير پيدا ڪيا. هاڪاري مغل بادشاهه، اڪبر اعظم، جنهن کي مغربي طاقتون (THE GREAT MOUGHAL) ڪوٺينديون هيون. پنهنجيءَ سلطنت لاءِ سڄي هندستان مان جيڪي ڏاها وزيرَ، باتدبيرَ چونڊيا، تن ۾ به سنڌي هئا، سيوهاڻي هئا ۽ ياٺر هئا: هڪ ابوالفضل ۽ ٻيو ملافيضي. خود اسان جي پنهنجي دور ۾، سيوهڻ مخدوم بصرالدين جهڙو گوهر، زيرڪ حڪيم، عالم بي مثل ۽ اهل الله پيدا ڪيو.

پر، سيوهڻ هاڻي خزان آهي!

سيوهڻ جي هاڻوڪي اهميت قلندر شهباز جي روضي ڪري آهي. شهر جي ڪيترن ماڻهن جي گذر سفر جو ذريعو اهي ئي زيارتي آهن، جيڪي روضي تي حاضري ڏيڻ اچن ٿا. سو، شهر جا محنت ڪش ماڻهو روضي جي ٻاهران گلن جي هارن، مٽين، چوڙين، ڪڙن، چمڪندڙ ريشمي چادرن، منڻين ۽ ميون جا دڪان ۽ ڪاڏي پيتي جون هوٽلون کولي وينا آهن.

محبوب صادق نالي منهنجي دوست، اهو لقاءُ ڏسي چيو ته:

اڄ چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي قبر تي ڪو ڏيو ٻارڻ وارو به ڪونهي. پر، هتِ ته ٻـرَ ۾ بازار لڳي پئي آهي.

فقيرَ، روشن ضميرَ جي روضي تي ٻارنهن ئي مهينا ميڙو متو پيو آهي، هڪڙا مزار تي ريشم ۽ اطلس جا پَڙَ پيا چاڙهن، ته ٻيا گلن جون چادرون پيا وجهن، ته تيان وري عطر ۽ عنبير جا ڇٽڪار پيا ڪن.

روضي جي ٻاهران قلندر جا نعرا پيا لڳن! ڪا ڳالهه آهي! جڻ ته بادشاهه رڳو روضي جي ٻاهران اٿي اندر ويو آهي. دربار ائين جو ائين قائم آهي. مزار مبارڪ جي سيرانديءَ کان جوانمرد ۽ پير مرد، ڪلام الله پيا پڙهن، ته پيرانديءَ کان، سنڌ جون نياڻيون نمائيون، ڳوڙهن پريل اکين سان مداحون پيون پڙهن!

چار چراغ تيڏي بلن هميشه،
پنجوان بالڻ، آئي يلا، جهولي لالڻ!
سنڌڙي دا، سيوهڻ دا، سخي شهباز قلندر!
دمادم مست قلندر.

محبوب صادق سورهن آنا سچ چيو. وقت هر ڳالهه جي وڏي ۾ وڏي پرک آهي. وقت جي گذرڻ سان 'محبت'، 'نفرت' ۾ بدلجي

وجي ٿي ۽ 'پسند' 'ناپسند' ٿي وجي ٿي. ماڻهن جون ترجيحون، بلڪ اخلاق جا پيمانا بدلجي وڃن ٿا. وقت وڏي ڳالهه آهي.

تاهم حقيقت اها آهي ته وقت قلندر شهباز جي جمال ۽ جلال جي تاثير ۾ ڪوبه فرق آڻي ڪونه سگهيو آهي.

تاريخ جي هر دور ۾، شاهن ۽ شهنشاهن، سندن شهزادين ۽ شهزادن، قلندر شهباز جي مرقد مبارڪ تي ادب سان اگهاڙين پيرين حاضري ڏني آهي. سندس روضي کي پنهنجيءَ عقيدت جي اظهار لاءِ سون ۽ چانديءَ جا دروازا ۽ سنگمرمر جا فرش هٿايا آهن.

ايامن کان وني، روزانو، سانجهيءَ جو، جڏهن شفق جي لالاڻ آسمان ۾ پکڙجي وڃي ٿي، ۽ پکيئڙا ولرَ ڪري، پنهنجن واهيرن ڏانهن ورن ٿا، تڏهن سنڌ جا مسڪين حال ۽ منا ماڻهو، قلندر شهباز جي حضور ۾ حاضر ٿين ٿا. عشق جي اذان وانگر، درگاهه جي صحن ۾، ڌمال جو ڌڌڪو ٿئي ٿو ۽ هو مستن وانگر ننگين پيرين نچن ٿا. چون ٿا ته سماع جي محفل ۾ صوفي وجد جي حالت ۾ رقص ڪندا هئا. پر، هي عجب رقص آهي، جو ست سؤ سالن کان جاري آهي.

سونهاري سنڌ، بنهي جهانن جي سردارَ جي اکين جي ٺارَ، بيبي فاطمة الزهرا ۽ علي مرتضيٰ رضه جي اولادَ، قلندر لعل شهبازَ سان پنهنجي عشق ۽ عقيدت جو اظهارُ، هرروز، ائين ڪري ٿي.

عشق جي اظهار جو ڪو انت ئي ڪونهي ۽ سو به جڏهن بنهي جهانن جي سردار جو اسم مبارڪ اڳيان اچي، ته پوءِ ته گولڙي شريف جو مهر علي شاهه ئي ياد اچي ٿو. خبر ناهي ته عشق ۽ مستيءَ جي ڪهڙيءَ ڪيفيت ۾ چيو هئائين، پر ڏاڍو سهڻو چيو هئائين:

ڪٿي مهر علي، ڪٿي تيڏي ثنا،
گستاخ اکيان، ڪٿي جا اَڙيان.

•

## قلندر لعل شهباز جي مضمون جا اضافا ۽ حوالا

### قلندر شهباز

### جا ڪتاب

ڊاڪٽر سورلي شاهه ڀٽائيءَ تي پنهنجي شاهڪار انگريزي ڪتاب SHAH ABDUL LATIF OF BHIT ۾، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن واري زماني ۾ سنڌ ۾ تعليمي نظام جو ذڪر ڪندي قلندر شهباز جي لکيل ڪتابن جا نالا ڪنيا آهن ۽ لکيو آهي تہ:

> In the primary course the student had already learnt the simple form of the Arabic conjugations. The works studied were the *Mizan-i-sarf* by *Lál Sháhbáz*, the famous scholar and saint of Sehwan. Then followed study of the *Ajáns* or *Munshaíb* rules for the formation of the increased derivatives, and the *Kisim-i-doyyúm* for the irregular verbs. Both these works were by *Lál Sháhbáz* but were written in Persian. The next book to be read was *Akd*, also by *Lál Sháhbáz*, in Arabic and Persian mixed, dealing with the permutation of letters.

شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، سنہ ١٩٣٦ع ۾، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ تي، "الوحيد" اخبار جي نڪتل خاص نمبر ۾ "ميرن جي ڏينهن ۾، مسلماني تعليم" عنوان هيٺ، پنهنجي عالمانہ مضمون ۾ لکيو آهي تہ:

"شاگرد اڃا مڪتب ۾ ئي هوندو هو، تہ کيس صرف
جا ابتدائي قاعدا پڙهائبا هئا. پهريون پهريون ڪتاب
جو پڙهائبو هو، سو هو "ميزان صرف" . اهو مشهور
ولي الله ۽ عالم شخص لعل شهباز جو ٺهيل آهي.
اهو ۽ ٻيا ڪتاب جهڙوڪ "اجناس" يا "منشعب"
گهڻو ڪري ياد ڪيا ويندا هئا... ٻئي ڪتاب مٿئين
پلاري نالي واري بزرگ جا لکيل آهن. ٽيون ڪتاب
"عقد" نالي پڙهايو ويندو آهي، سو بہ مخدوم لعل
شهباز جو لکيل آهي."

ڊاڪٽر صاحب ميرن جي زماني ۾ سنڌ ۾ تعليم جو ذڪر اذڪار ڪري رهيو آهي، جن جي حڪومت اڄ کان صدي ڏيڍ صدي اڳ ختم ٿي وئي. قلندر شهباز اڄ کان ست صديون اڳ سنڌ ۾ آيو. وچ ۾ جيڪو زمانو گذريو، تنهن ۾ سونهاريءَ سنڌ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا الائي تہ ڪيترا گوهر پيدا ڪيا. پر، سندن ڪتابن هوندي بہ، سنڌ جي درسگاهن ۾ جو گرامر جي موضوع تي قلندر شهباز جا لکيل نصابي ڪتاب ئي رائج رهيا ، تہ ان جو تہ اهو ئي مطلب ٿيو، تہ هو ايڏو تہ وڏو عالم هو، جو سندس علم صدين تي حاوي هو. مير تقي مير جي لفظن ۾ هيئن چئجي تہ:

مستند ہے میرا فرمایا ہوا

•

- ۴۵ -

**قرت العين طاهره**

قلندر لعل شهباز ڏانهن منسوب شعروشاعريءَ واري باب ۾ سندس ذڪر آيو آهي. فارسي شعر جي تذڪرن جي ورقن تي سندس عظمت جي مهر لڳل آهي. محققن ڪيس منصور سان مشابهت ڏني آهي، ڇو تہ بنهي جڻ پنهنجن پنهنجن اصولن ۽ عقيدن ڪري موت جو جام پيتو هو.

اڳوڻن اردو شاعرن ۾ علامہ اقبال ۽ هاڻوڪن ۾ پروين شاڪر سندس مداحن ۾ سرِفهرست آهن. اقبال ڪيس خراج عقيدت پيش ڪندي پنهنجي هڪ شعر ۾ چيو آهي تہ:

غالب و حلاج و خاتونِ عجم
شورها افگنده در جانِ حرم

هن شعر ۾، "خاتون عجم" جو خطاب قرت العين لاءِ آهي. ڊاڪٽر ممڪري چوندو هو تہ ڪن دانشورن ڪيس "صبحِ ازل " (THE MORNING OF ETERNITY) جو خطاب ڏنو هو. پر، "طاهره" جو خطاب ڪيس بابي تحريڪ جي عالمن ڏنو هو.

قرت العين وڏي پايي جي شاعره هئي. شاعر لفظن جا بادشاهہ هوندا آهن، پر عمل ۾ ڪمزور! ليڪن، قرت العين جي قول ۽ فعل ۾ ڪو فرق ڪونہ هو. هونئن تہ قدرت ڪيس گھڻيون ئي خوبيون ڏنيون هيون، پر بہ لاجواب هيون: هڪڙي حُسُنُ بي حساب ۽ بي عقل

بي پناهه! سائس بحث مباحثو ڪير ڪري؟ سندس گفتگو ۽ دَليلَ ائين هئا، جيئن ڪڪرن جي گجگوڙ ۽ کنوڻ جا تجلا

*  *  *

ايران ۾ قزوين نالي هڪ تاريخي شهر آهي. اچ ڪان ڏيڍ سو سال اڳ، منجهس هڪ برغاني خاندان رهندو هو، جو علم ۽ فضل جي ڪري مشهور هوندو هو. انهيءَ خاندان جي هڪ بزرگ، حاجي ملا محمد صالح جي گهر ۾ سنه ١٨١٩ع ۾ هڪ نياڻي جائي، جنهن جو نالو فاطمه رکيائون. پڻس وڏو عالم هو. وٽس سوين شاگرد پڙهندا هئا. فاطمه به انهن سان گڏ، ليڪن پردي جي پنيان ويهي پڙهندي هئي. پنهنجيءَ ذهانت سبان سنت ئي ديني ۽ ادبي حلقن ۾ ايڏي نه مشهور ٿي ويئي، جو وڏا وڏا عالم به سندس گفتگو ٻڌي حيران ٿي ويندا هئا.

تيرهن سالن جي ٿي ته پڻس شادي ڪرايس، جنهن مان به پٽ ۽ هڪ ڌيءُ ٿيس. پر، بارن جي محبت ۽ گهر جو ڪم ڪار به سندس علمي دلچسپين کي روڪي نه سگهيا. سنت، اهڙا ڪتاب پڙهڻ لڳي، جن ۾ پراڻن خيالن جي مخالفت ڪيل هئي ۽ "زالن جي آزاديءَ" جي فائدي م انقلابي نظريا ڏنل هئا.

انهن ڏينهن م ايران ۾ علي محمد باب اسريو، جنهن 'امام منتظر' هئڻ جو اعلان ڪيوءِ بابي تحريڪ شروع ڪئي. هوءَ ڪانئس ڏاڍي متاثر ٿي ۽ سندس خيالن کي ڦهلائڻ لڳي. انهيءَ الزام ڪري، عالمن جي شڪايت تي، نظربند ٿي. سو، درخواست ڪيائين ته بغداد سرڪار سندس شڪايت ٻڌي. درخواست قبول ٿي.

پر بغداد پهتي، تہ اتي بہ پنهنجن خيالن جي تبليغ ۾ لڳي وئي. سو، بہ مهينا وري نظر بند ٿي. سنت، استنبول مان سندس جلاوطنيءَ جو حڪم آيو.

پٽس نياپو موڪليس تہ قزوين موٽي اچ. بغداد مان قزوين پهتي تہ پيءُ جي گهر هلي وئي. مڙس ونڻ آيس تہ چيائينس تہ، ”هاڻي پنهنجا رستا هميشه لاءِ الڳ الڳ آهن.“ پوءِ تہ سندس سهرو، جيڪو چاچو بہ هئس، ۽ مڙس بہ دشمن ٿي پيس. قرت‌العين جي هڪ ساٿيءَ سندس سهري کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن جو الزام مڙسس مٿس مڙهيو، انڪري هوءَ وري پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ نظربند ٿي. پر، بابي تحريڪ وارن جي سفارش تي آزاد ٿي ۽ طهران هلي وئي. اتي بابي تحريڪ جا دوست ٿورا ۽ دشمن گهڻا هئا، سو وري نظربند ٿي.

عين ان وقت هڪ عجيب واقعو ٿيو. ايران جو بادشاهہ، ناصرالدين شاهہ، سندس بي مثال حُسُنَ ۽ علم ۽ عَقُلَ جا داستان ٻڌي، پرپٺ عاشق ٿي پيو ۽ پيغام موڪليائينس تہ، ”بابي عقيدو ڇڏ، تہ توسان شادي ڪريان ۽ ايران جي ملڪه بڻايان.“ *

قرت العين نہ پهہ انهيءَ ئي خط جي پنيان لکي موڪليس تہ:

تو و ملک و جاه سکندري

من و رسم و راه قلندري

اگر آن نکوست تو در خوري

وگر اين بد است مرا سزا

* * *

---

* روايت: آمريڪي محققہ، مادام مارٿا روٽ.

آسمان ۾ ڪڪر گجندا رهيا. نيٺ اهو ڏينهن بہ آيو، جو وسيا. قرت العين جو عالمن سان آخرين بحث مباحثو ٿيو، جن مٿس ڪفر جي فتوا ڏني ۽ سندس قتل جي گُهرَ ڪئي. جڏهن بادشاهہ کي اطلاع پهتو، تہ ڏک ٿيس. چيائين تہ "رخ زيبا دارد، بگذاريد." (سهڻي آهي، ڇڏي ڏيوس).

پر، پڇاڙيءَ بي سبب تہ ڪونہ چيو هو: "ملان، مجاور، ڪانءُ، ٽئي اکر هڪڙو." سندس خون جا پياسا مذهبي ڪَٽرَ فرقي پرست ماڻهو، ڪو کيس ڇڏڻ وارا هئا؟

۱۴- سيپٽمبر ۱۸۵۲ع جو ڏينهن تاريخ ۾ يادگار رهندو. انهيءَ ڏينهن قرت العين صبح جو سوير غسل ڪيو. سفيد ريشمي لباس پاتو. سورهن سينگار ڪيا. عطر عنبير مکيا. ۽ پوءِ گهر جي هڪ هڪ ياتيءَ کان، سڪ سان ڳراٽڙي پائي، موڪلايو، چو تہ زمان شاهہ جي لفظن ۾:

اج يارَ زمان شاهہ قول ڪيا،
مون ساڻ ملڻ جا بول ڪيا،
هي قرب پريو اقرار ڏسي،
صد بار چوان سبحان الله.
صد بار چوان سبحان الله.

اڌ رات جو پوليس وارا آيا، سي کيس ساڻ وٺي ويا. هوءَ اسر تائين بند ڪمري ۾ دعائون گهرندي ۽ خدا کي ياڏائيندي رهي. جلاد شراب پيئندو رهيو. جڏهن مست ٿيو، تہ اٿيو ۽ قرت العين جي سفيد ريشمي رئي کي وٺي، کيس ڳچيءَ ۾ وجهي، اهڙو تہ زور سان گهُٽو

ڏنائينس، جو زمين تي ڪري پئي ۽ ڦٿڪڻ لڳي. پوءِ ڪيس هڪڙي سڪل کوهہ ۾ اڇلايائين ۽ پاڻ مٿان بيهي، ڪيس پٿرن سان ڪٽيندو رهيو، تان جو هن ويچاريءَ پکيءَ وانگر، ڦٿڪي ڦٿڪي دم ڏنو. تاريخ جو اهو دردناڪ واقعو ١۴ سيپٽمبر ١٨٥٢ع تي ٿيو. قرت العين جي عمر ڇٽيهہ ورهيہ هئي. سندس حُسن ۽ علمُ عروج تي هئا.*

*   *   *

قرت العين جي ڪوسَ، ايران جي ڌرتيءَ کي ڌوڏي ڇڏيو! سندس ڪيئي پرستار پيدا ٿيا. انهن ۾ قرآن ڪريم جي تفسير "روح المعاني" جو مفسر، سيد محمود آلوسي، هندستان جو وائسراءِ، لارڊ ڪرزن، فرانس جو نامور دانشور ينگ هيند، پارس جي ادبي تاريخ جو انگريز مصنف، ايڊورڊ برائون، ترڪيءَ جو شاعر سليمان ناظم بيگ ۽ پاڪستان جو قومي شاعر، علامہ اقبال گهڻو مشهور آهن. اقبال تہ پنهنجي ڪتاب، "جاويد نامه" ۾ سندس هڪ غزل بہ شامل ڪيو آهي، جنهن جا ڪي شعر هي آهن:

گر بتو افتدم نظر چهره بہ چهره رو بہ رو
شرح دهم غم ترا نکتہ بہ نکتہ مُو بہ مو
از پیٔ دیدن رخت هم چون صبا فتاده ام
خانہ بخانہ دربدر کوچہ بہ کوچہ کو بہ کو
می رود از فراق تو خون دل از دو دیده ام
دجلہ بہ دجلہ یم بہ یم چشمہ بہ چشمہ جو بہ جو

---

*قرت العين طاهره جي باري ۾ تفصيلي معلومات لاءِ ڏسو صابر آفاقيءَ جو ڪتاب "خاتونِ عجم" ۽ ايڊورڊ برائون جو ڪتاب "پارس جي هڪ ادبي تاريخ".

مهر ترا دل حزين يافته بر قمش جان
رشته به رشته نخ به نخ تار به تار و پو به پو
در دل خويش طاهره گشت و نديد جز ترا
صفحه به صفحه لا به لا پرده به پرده تو به تو

* * *

اسان جي زماني جي مشهور اردو شاعره، پروين شاڪر به قرت‌العين ڪان ازحد متاثر هئي، ۽ اهو غزل نه سندس ورد ۽ وظيفو هو.

هڪڙا ماڻهو، ٻين ڪان اينتريقدر نه متاثر ٿيندا آهن، جو سندن زندگيون به انهن شخص جي زندگين جو جامو ڍڪينديون آهن. انهيءَ ڳالهه جو هڪ چٽو مثال منصور حلاج آهي، جو حضرت عيسيٰ ڪان متاثر هو ۽ هن وانگر ڪيس به صليب تي چاڙهيائون.

پروين شاڪر ۽ قرت العين ۾ به عجب مماثلت آهي. پروين به قرت العين وانگر، حسين، ذهين ۽ وڏي شاعره هئي. قرت العين وانگر مڙس ڪان طلاق وٺي چڪي هئي. ڪراچيءَ ۾ زندگي زهر ٿي پيس، تہ اسلام آباد ۾ اچي پناهه ورتائين. هت وري سندس نوان پرستارَ ساماڻا. هڪڙا سياڻا نہ ٻيا اياڻا. هڪڙي جڻي تہ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيس تہ "مون سان شادي ڪر."

غالباً، انهيءَ ڏينهن به پنهجيءَ آفيس مان موٽندي، دستور موجب، منهنجيءَ آفيس ۾ ليٽو پاتائين. اباڻڪي ۽ اداس ٿي لڳي. ڪا خاص گفتگو ڪانہ ڪيائين. چاءِ پيتائين. موڪلائڻ مهل، ڏاڍي ڏک مان اينترو چيائين تہ: "آگرا صاحب، اسان کي اوهان جو شهر اسلام‌آباد به راس نہ آيو."

مون کي مٿس ترس آيو. هونئن بہ، توڙي جو وڏي سرڪاري نوڪري هئس، پر، تڏهن بہ هميشه هيسيل هرڻيءَ وانگر لڳندي هئي. وڏو سرڪاري عهدو ونڻ سولو ڪونهي. مون ٻڌو تہ انهيءَ ۾ صديق سالڪ سندس مدد ڪئي هئي. پر، سالڪ مون سان گهَريءَ گهاٽيءَ دوستيءَ جي باوجود، اهڙو ذڪر ڪڏهن ڪونہ ڪيو. جڏهن سندن دوستانہ تعلقات منقطع ٿي ويا، تڏهن سو هڪ موقعي تي سالڪ سندس ذڪر ڪيو ۽ چيو تہ "تون ڪونہ سڃاڻينس. هوءَ ڏاڍي خودغرض آهي."

ڪنهن بہ دوست متعلق حتمي راءِ قائم ڪري ڪيس ڪاٿا ڪري ڇڏڻ، صحيح نہ آهي، ڇو تہ پس پردهہ ڪيئي سبب ٿين ٿا، جن جي معلوم هئڻ کانسواءِ نتيجا ڪڍڻ ناانصافي ٿيندي. ماڻهو سوَن تجربن جو شڪار ٿئي ٿو، جيڪي سندس ذهن تي نفسياتي اثر وجهن ٿا.

محترمه مهتاب راشديءَ مون سان ڳالهہ ڪئي تہ پروين چين مان موٽندي، هوائي جهاز ۾، ساڻس پنهنجا ڏک سور اورينديءَ چيو تہ، "مون کي تہ بگهڙن جا وَلرَ ورائي ويا آهن."

اها ڳالهہ ٻڌي، مون کي ياد آيو تہ هڪ دفعي شام ملڪ مان اسان کي ايڪيڊمي آف ليٽرس ۾ تڏهوڪي هڪ پاڪستاني سفارتڪار جو پيغام پهتو تہ 'هن ملڪ ۾ پاڪستاني ادب کي فروغ ڏيارڻ لاءِ ڪي چونڊ انگريزي ترجما موڪليو، تہ مان هتان جي مکيہ رسالن ۾ ڇپايان.'

اسان وڏي محنت ڪري، ڪيس گهربل مواد موڪليو، پر، ان ۾ سندس ڪا دلچسپي ئي ڪانہ هئي. سو، سنت سندس ٻيو خط آيو،

جنهن ۾ دل جي مراد ظاهر ڪيائين. لکيائين ته 'پروين شاڪر جو تازو ڪلام ۽ تصوير موڪليو.'

مون پروين سان ڳالهه ڪئي ته وائڙي ٿي وئي. مون ڪان سندس نالو پڇيائين، ۽ ٻڌي، چڙ مان چيائين ته "اهو؟"

ٻئي دفعي، آفيس ۾ وينو هئس ته هڪ اهم سرڪاري اداري جي سربراهه جي فون آئي. اول ته گهٻرائجي ويس، ته خدا خير ڪري! ايڏيءَ وڏيءَ آفت اسان مسڪينن کي الائي ڇو ياد ڪيو آهي؟

وڏي رعب تاب سان چوڻ لڳو ته "رمضان جو مبارڪ مهينو آهي. نزولِ قرآن جي نسبت سان هڪ ادبي ۽ مذهبي تقريب جو اهتمام ڪيو اٿم. گهران ٿو ته انهيءَ ۾ مهمان خصوصيءَ جي منصب لاءِ پروين شاڪر کي چئجي. اوهان ايڪيڊمي آف ليٽرس طرفان سرڪاري طرح اهو انتظام ڪري، اسان کي اطلاع ڏيو."

مون کي سندس ڳالهه ٻڌي ڏاڍي حيرت لڳي! هزارين نوجوان مردن جي ج ۾، هڪ مقدس مذهبي تقريب لاءِ، پروين شاڪر جهڙي هڪ نازڪ ۽ نفيس، خوبصورت خاتون، اڪيلي، اڪيلي، 'مهمان خصوصي' ڪري موڪلڻ، مون کي مناسب ڪونه لڳو. سو، پروين سان ڳالهه ئي ڪانه ڪيم.

پروين جي پرستارن جا ٻيا به ڪي اهڙا واقعا مون کي ياد آهن. انڪري سمجهان ٿو ته جڏهن سندس واسطو اهڙن ماڻهن سان پيو هوندو، تڏهن مٿس لازماً منفي نفسياتي اثر پيا هوندا ۽ ائين ئي سمجهيو هوندائين ته "ٻگهڙن جا ولر ورائي ويا اٿم". تاهم، سندس اندر ۾، هڪ شاعر جي نرم ۽ نازڪ دل هميشه زنده رهي، جنهن لاءِ ڪنهن ڏاهي چيو آهي ته:

"زندگانی عبارت ہے تیرے جینے سے"

صديق سالڪ تہ ڪيس "خود غرض خاتون" ڪوني، مٿس هميشه لاءِ "نپو" هٽي چڙيو، پر جڏهن پاڻ هوائي جهاز جي حادثي ۾، موت جو شڪار ٿيو، تڏهن اسلام آباد ۽ راولپنڊيءَ ۾ سندس اڻڪٽ دوستن، مداحن، اديبن ۽ شاعرن مان فقط پروين شاڪر جا هيءُ دلاويز اشعار "جنگ" اخبار جي ادبي صفحي ۾ ڇپيا: مٿان سالڪ جي هڪ باوقار تصوير ڏنل هئي ۽ هينان لکيل هو:

صدیق سالک کیلئے کچھ حرف

(پروین شاکر)

شبنم سے جلا ھے باغ کیسا
شعلے سے بجھا چراغ کیسا
لبریز شراب سرخ سے تھا
توڑ آئی قضا ایاغ کیسا
اڑتی ھوئی راکھ کی زبان سے
مانگے ھے یہ دل سراغ کیسا
سارا ھی بدن سلگ اٹھا ھے
سینے کو ملا ھے داغ کیسا
قاصر ھے سمجھنے سے حقیقت
ماؤف ھوا دماغ کیسا
چپ ھوگیا طوطیء شکر لب
اب قصہء باغ و راغ کیسا
کھلتا ھی نھین گلاب کوئی
ویران ھے دل کا باغ کیسا

قطع تاريخ وفات

(صديق سالڪ مرحوم)

پهول گم سم اداس باغِ ادب
قلب کو اب، نهين دماغِ ادب
شعر و افسانہ بجهہ گئے هين جو
ناگهان گل هوا چراغِ ادب

(۱۴۰۹هہ)

* * *

جڏهن پروين شاڪر جي سونهن ۽ شعر شاعريءَ جي شهرت بہ قرت العين وانگر، پنهنجي عروج تي پهتي، تہ هن پڻ، هڪ دردناڪ حادثي ۾، ڦٿڪي ڦٿڪي دم ڏنو. مون کي ياد آهي تہ انهيءَ ڏينهن، اسلام آباد جو آسمانُ، ڏک جي ڪارن ڪڪرن سان ڍڪجي ويو هو. جنهن دوست سان ملڻ وڃ، تنهن جو چهرو ويران، اکيون اداس ۽ چپن تي فيض جي هيءَ مصرع:

تم کيا گئے کہ روٹهہ گئے دن بهار کے

اخبارن ۾ اهڙا تعزيتي ڪالم ڇپيا، جن کي پڙهڻ ڏکيو هو، ڇو تہ، پڙهندي پڙهندي، ماڻهوءَ جون اکيون وري وري ڳوڙهن سان پرجي ٿي آيون. پنجابي زبان جي ممتاز شاعر، منير نيازيءَ هي شعر شايد ڪنهن اهڙي ئي موقعي لاءِ لکيو هو:

کچهہ شهر دے لوگ وِي ظالم هنِ
کچهہ مينون مرن دا شوق وِي سِي

منير نيازيءَ جو شعر پنهنجيءَ جاءِ تي. پر، مون کي پروين شاڪر جي ڀَرپور جوانيءَ ۾، دردناڪ موت تي، هڪ فارسي شعر ياد آيو، جنهن جو مطلب آهي تہ:

"تون عاشقن کي ثواب خاطر ڪهين ٿو،

۽ پوءِ ڪنلن جي قبرن تي بيهي، بانگون ڏئين ٿو!"

●

- ٤٦ -

روشن خيال انسانَ لاءِ سوچڻ جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ حضرت عيسيٰ، ۽ منصور حلاج، يا قرت العين طاهره ۽ پروين شاڪر جهڙا حساس انسان، جن کي قدرت بي حد و حساب خوبيون عطا ڪري، هن جهان ۾ موڪلي ٿي، سي ايڏيون سور سختيون ڇو ڏسن ٿا؟ سندن بي قرار روح کي ڪٿي بہ قرار ڇو نہ ٿو اچي؟

حضرت عيسيٰ ائين ڇو چيو هو تہ، "گهر ڇا کي چوندا آهن؟ هن دنيا ۾ منهنجو گهر ڪاٿي آهي؟"

سچل سائينءَ ائين ڇو چيو هو تہ:

"عاشقن کي سور سختيون، محب مهمانيون مڪيون."

بلاري ٻناٿيءَ ائين ڇو فرمايو هو تہ:

"پينر! هن پنيور ۾، دوزخ جو دونهون."

هن دنيا ۾ هر انسان روئندو اچي ٿو ۽ هتان روئندو وڃي ٿو، سو ڇو؟

ڏکن جا ڏينهن ايڏا ڊگها ۽ سکن جون ساعتون ايڏيون ننڍيون ڇو ٿين ٿيون؟

پيغمبر جو ڏوهٽو پاڻيءَ جي هڪڙي ڍڪ لاءِ سڪي سڪي، اڃيو، ماندو شهيد ٿي وڃي ٿو، يزيد انگوري شراب جو جام مٿان جام پيئندو رهي ٿو!

فارسي زبان جي هاڪاري شاعر، حافظ شيرازيءَ پنهنجي شعر جو ديوانُ، يزيد جي هن شعر سان ڇو شروع ڪيو هو؟

الا يا ايها الساقی، ادرکاساً و ناولها*
کہ عشق آسان نمود اول ولی افتاد مشکلها

**قلندر لعل شهباز جهڙا اعليٰ ۽ ارفع انسانَ، هن دنيا ۾ رهندي به هن دنيا کان بي نياز ڇو رهيا؟**

●

---

* يزيد جي شعر جي مصرع اصل ۾ هيئن آهي: ادرکاساً و ناولها، الايايها الساقی

# پس نوشت

POST SCRIPT*

سنڌ جي مشاهيرن جا ڪي ٿورڙا تذڪرا لکيل آهن. هڪڙو شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ جو "قديم سنڌ جا مشهور شهرۃ ماڻهو" آهي، ٻيو مولوي دين محمد وفائيءَ جو "مشاهير سنڌ" آهي. ٽيون سائين جي. ايم. سيد جو "جنب گذاريم جن سين" آهي ۽ چوٿون پير علي محمد راشديءَ جو "اهي ڏينهن، اهي شينهن."

ان قسم جا ٻيا ٻه ٽي ڪتاب بہ اهم آهن: جيتوڻيڪ انهن مان ڪو، بنيادي طرح، "يادگيرين" (MEMOIRS) جي نموني تي لکيل آهي، جيئن پير سائين حسام الدين راشديءَ جو "هو ڏوٿي، هو ڏينهن" ، تہ ڪي وري شاعرن يا شعر جي انتخاب (ANTHOLOGY) جي نموني تي آهن، مثلاً : شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو "سرها گل" ۽ مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ" جو "ياد رفتگان."

---

* Post script جو صحيح سنڌي ترجمو موجود ڪونهي. سنڌي اخبارن ۾ اڳي انهيءَ انگريزي محاوري جو نعم البدل "قلم تازو" لکندا هئا. انهيءَ ڪري، مون صحت جي لحاظ کان ان جو فارسي ترجمو استعمال ڪيو آهي، جو اردوءَ ۾ بہ رائج آهي. پر، انهن انگريزي محاورن جا صحيح سنڌي ترجما ٿيڻ گهرجن.

اردو زبان جي اداري، "مقتدره قومي زبان" ٻين ٻولين مان اردوءَ ۾ آيل اصطلاحن، محاورن ۽ فني لفظن جي صحيح ترجمن کان علاوه، حوالي ۽ ريسرچ لاءِ بيشمار ننڍا وڏا ڪتاب ڇاپيا آهن. هڪ شاندار "انگريزي - اردو" ڊڪشنري بہ ڇاپي اٿس، جيڪا بنيادي طرح، اردوءَ وارن کي ڪم ڏيندي.

هاڻي "سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو" (Sindhi Language Authority) جڙيو آهي، تہ سنڌي ماڻهن جون بہ منجهس وڏيون اميدون آهن.

انهن ڪتابن کان سواءِ بيا به ڪي اهم ۽ عمدا ڪتاب هوندا. سردست، مون کي اهي ئي سُجهي آيا. انهن جا لکندڙ، اسان جا قابل احترام بزرگ ادیبَ هئا، جيڪي هاڻي هن جهان کان پردو اختيار ڪري چڪا آهن. دعا آهي ته خداوند ڪريم کين جنت ۾ جايون ڏئي.

*   *   *

١٩٤١ع ۾، جناب جي. ايم. سيد جي ڪوشش سان، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي واڌاري واسطي سنڌي ادبي بورڊ ٺهيو. سنه ١٩٥١ع ۾، سندس ئي ڪوششن سان حڪومت ان کي موجوده قالب ۾ وڌو. هو ڏهاڪو سال لاڳيتو بورڊ جو نائب صدر ۽ اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمن رهيو. شروع ۾ سنڌ جو وزير تعليم بورڊ جو صدر هوندو هو. پر، اڳتي هلي، جڏهن اها صورتحال بدلي، تڏهن به بورڊ جو سمورو ڪمڪار سيد صاحب ئي هلائيندو رهيو. اصل سبب اهو هو ته انهيءَ زماني ۾، سنڌي اڳواڻن ۾، پاڻ اڪيلو شخص هوندو هو، جيڪو سنڌ جي مسئلن تي لکندو هو. بورڊ جو اهوئي شروعاتي ڏهن سالن جو تعميراتي دور هو، جنهن ۾ سنڌ جي ادب، تاريخ ۽ زبان جي مڙني مکيه تحقيقاتي اسڪيمن تي بنيادي ڪم شروع ٿيو.

پٽ شاهه تي، ابتدائي 'ادبي ڪانفرنسون' ڪوٺائڻ ۾ به سندس ئي هٿ هو. البت، ان ڳالهه ۾، مرحوم ميران محمد شاهه سندس ٻانهن ٻيلي هو، جنهن جي وفات کان پوءِ سندس خاندان مان اها شمع وسامي وئي.

سيد صاحب جي ڪراچيءَ واريءَ رهائشگاهه 'حيدر منزل' تي روزانو شام جو ڪچهري ٿيندي هئي، جنهن ۾ ٻين سان گڏ، نامور

سنڌي اديب، عالم ۽ دانشور بہ شريڪ ٿيندا هئا ۽ سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ ثقافت جون ڳالهيون ڪندا هئا. ڪي تہ مقرر ايندا هئا، مثلاً: شيخ عبدالمجيد سنڌي، پيرحسام الدين راشدي، سيد ميران محمد شاهہ، رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ. سنڌ جو محب وطن دانشور، جناب محمد ابراهيم جويو، بورڊ جو سيڪريٽري هو، سو تہ پابنديءَ سان انهن ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن، حاتم علوي، ڊاڪٽر دائودپوٽو، جي. الانا، هاشم گذدر، سيٺ سکديو ۽ ماڌوجي بہ پيرو پريندا هئا. رئيس الله بخش گبول، ڪباب پچرائي، ٿالهہ ڀرائي، سنگت جي ڪاڻ لاءِ ڪٽي ايندو هو. نوجوانن مان مسٽر پوهومل ڪڏهن ڪڏهن ٻہ ٻہ چارچار ڏينهن لاڳيتا سائينءَ وٽ ٽڪندو بہ هو ۽ هڪ طرح سندس سيڪريٽريءَ جي ڊيوٽي ڏيندو هو. رئيس ڀرڳڙي ساڻس چرچا ڪندو هو ۽ کيس 'بيريا' ڪوٺيندو هو، جيڪو روس ۾ اسٽالن جو وزير هو. ڪنهن زماني ۾، پير علي محمد راشدي بہ ائين سائينءَ جي "حيدر منزل" واري بنگلي ۾ مهينن جا مهينا ٽڪندو هو. مون خان بهادر غلام علي نانا جي زيارت بہ سائينءَ جي ڪچهرين ۾ ڪئي. اسي ورهين جي پيٽي ۾ هو. پر، وڏو زندهہ دل انسان هو.

* * *

آڪٽوبر ١٩٥٧ع ۾، سائين جويو صاحب، مون کي مرڪزي سرڪار جي ماهنامي 'نئين زندگي' جي آفيس مان ڪڍي، سنڌي ادبي بورڊ ۾ وٺي آيو، تہ سائين جي. ايم. سيد جي انهن ڪچهرين جي رونقَ ڏٺم. ڪراچيءَ ۾ هڪڙيءَ اهڙيءَ ڪچهريءَ ۾، سائينءَ تجويز

ڏني ته، "رباني، شيخ عبدالمجيد صاحب جي حياتيءَ جو احوال لکي." شيخ صاحب نوٽ بڪ جي سائيز جا سؤ کن صفحا لکايا، جي مون وٽان پير صاحب ڪٺي ويو، ته موٽائي ڪونه ڏنائين.

سن ۾، سائينءَ جي پيءَ اهڙيءَ ڪچهريءَ ۾ اها تجويز ڏني ته سنڌ جي بزرگن جو تذڪرو لکڻ گهرجي. قرعہ فال بنام من ديوانہ زدند. حڪم ڏنائون ته 'اهو ڪم بہ رباني ڪري.' بروقت، ڏهن ٻارهن مشاهيرن جي لسٽ لکايائون. پر، انهن جي باري ۾، بنيادي معلومات ڪٿان ملندي، تنهن بابت ڪوبہ مشورو يا مدد ڪونہ ڏنائون. نہ وري مجوزه مشاهيرن جي تذڪري جا ڪي تفصيل ئي طئي ڪيائون. پر، اينترو سو ڪيائون، تہ منهنجي من ۾ انهيءَ تذڪري لکڻ جو خيال وڌائون. انهيءَ ڳالهہ کي پريا چاليهہ ورهيہ گذري ويا. ان وچ ۾، دنيا ئي بدلجي وئي. جوڳي جُوءِ ڇڏي ويا. هاڻي تہ ڀٽائيءَ جي لفظن ۾:

بندر بازاريون، سڃا ساموندين ريءَ.

•

- ۲ -

اسان جي بزرگن، قبلا علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ، شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، سائين جي. ايم. سيد، پير سائين حسام الدين راشديءَ ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جو رايو هو تہ 'سنڌ دنيا جي هڪ قديم ترين تهذيب آهي. سو، ان کي سڄيءَ انسانذات جي امن ۽ ڀلائيءَ لاءِ هڪ خاص پيغام آهي.'

اها ڳالهہ ووهين جا ورهيہ، منهنجي مٿي ۾ گهمندي رهي آهي. ڪجهہ ڪتاب پڙهيا اٿم، ڪن چئن چڱن جي صحبت نصيب ٿي اٿم. پر، مون کي خبر ڪانهي تہ سنڌ وٽ اهو ڪهڙو 'خاص' پيغام آهي، جنهن مان سڄيءَ انسانذات جو مستقبل روشن ٿيندو!

بلاشبہ، سنڌ هن ڌرتيءَ جي انهن ٿورڙن خوشنصيب خِطن مان آهي، جتي انساني تهذيب جا 'ڏائلي گونج ڦٽا هئا. سنڌ جي تهذيب، مصر، عراق، ايران، ۽ چين جي قديم تهذيبن جي همعصر آهي. پنج ست هزار ورهيہ تہ واهہ جو قديم هوندي.

تهذيب ۽ تمدن جا ساوا سلا بہ وٺن ٽٽن وانگر، پاڻيءَ جي سانگي سان ڦٽندا آهن. مغربي مستشرقن سنڌ کي مصر سان تشبيه ڏني آهي. جيئن نيل نديءَ مصر ملڪ کي ناهيو آهي، تيئن سنڌو نديءَ سنڌ کي. ڪئپٽن ايسٽوڪ انهيءَ ئي نسبت سان سنڌ تي پنهنجي ڪتاب جو نالو THE YOUNG EGYPT رکيو هو.*

---

* ڪتاب جو سڄو نالو آهي: DRY LEAVES FROM THE YOUNG EGYPT سنڌي ادبي بورڊ ان جو سنڌي ترجمو 'نئينءَ مصر جا پراڻا ورق' نالي سان ڇاپيو آهي.

*　*　*

انساني تهذيب جي اوسر ۾ ٻه ڳالهيون تمام اهم آهن: هڪ ٻولي ۽ ٻيو مذهب. هند ۽ سنڌ جي قديم اتهاس تي ڊي. ڊي. ڪوسمبي، اٿارٽي جي حيثيت رکي ٿو. سندس چوڻ آهي ته "سنڌو ماٿريءَ جي قديم رهاڪن جي ايڪي ۽ اتحاد سان رهڻ جو سبب ڪنهن بادشاهه يا حڪومت جو زور (FORCE) ڪونه هو. پر، مذهبي اثر هو."*

مون اها ڳالهه سندس ڪتاب ۾ ڏنل لفظن جي روشنيءَ ۾ پنهنجن مضمونن 'سنڌي ڪلچر-- پس منظر ۽ پيش منظر' ۾ لکي آهي. هت، اها ڳالهه ذهين نشين هئڻ گهرجي ته ڪوسمبي سيڪيولر ذهن وارو مڃيل ۽ ممتاز محقق ۽ دانشور هو.

دنيا جا اڪثر آڳاٽا معاشرا مذهبي هئا. آثار قديمه جي ماهرن، تازو، آسٽريليا جي پهاڙن ۾ اڪريل تصويرن جو اڀياس ڪرڻ ڪان پوءِ، اتان جو هڪ مذهب دريافت ڪيو آهي، جو "ڊان" اخبار ۾ ڇپيل خبر موجب، "هن وقت، دنيا ۾ سڀ کان آڳاٽو آهي ۽ لڳ ڀڳ ڇهه هزار ورهيه قديم آهي."

سنڌ، مذهب وانگر، ٻوليءَ ۾ به چين، مصر ۽ عراق جيان ترقي ڪئي ۽ هزارين ورهيه اڳ، لکڻ جي ڪاريگري ايجاد ڪري ورتي. لکڻ جو نمونو البت هرڪنهن جو پنهنجو هو. پر، ٻين تنهي قومن هاڻي پنهنجين قديم تحريرن کي پڙهي ورتو آهي ۽ ان زماني جي پنهنجيءَ

* The Culture and civilization of Ancient India in Historical outline by D.D.Kosambi. Vikas Publishing House. Pvt ltd. Delhi. 1970.

رهڻيءَ ڪهڻيءَ جي طورطريقي جي معلومات حاصل ڪري ورتي آهي. رڳو سنڌ پوئتي رهجي وئي آهي، جنهن جي قديم ٻوليءَ کي پڙهڻ لاءِ اجا تہ ڪابہ رٿائتي ڪوشش ڪانہ ٿي آهي. ائين، پنهنجي ليکي، شوقيہ نموني ۾، سو کن اشرافن وڏا وس ڪيا آهن. پر، ڪم سولو ڪونهي. اهڙا ڏکيا ڪم، سرڪاري ادارن جي مڪمل توجهہ ۽ ماهرن جي ورهين جي محنت کان پوءِ مس مس وڃي نتيجي خيز ثابت ٿيندا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري (SINDHI LANGUAGE AUTHORITY) کي هن ڪم کي سڀ کان زياده اهميت ڏيڻ گهرجي.

* * *

دنيا ۾، ڪاغذ سڀ کان اول چين ايجاد ڪيو ۽ ان تي ڪتاب لکيا. قديم چيني ڪتابن ۾ اخلاق جي تعليم ڏنل هوندي هئي. چين جو دنيا ۾ مشهور ڏاهو ڪنفيوشس سڀ کان گهڻو زور اخلاق تي ڏيندو هو. اسلام، عيسائيت، يهودين جي مذهب، هندو ڌرم ۽ ٻڌ مذهب بہ اخلاق تي گهڻو زور ڏنو. اخلاق، پرهيزگاري ۽ تقويٰ ڳالهہ مڙئي سڀ ساڳي آهي.

ڪتابن انسان جي زندگيءَ ۾ انقلاب آندا. سنڌ ڪاغذ تہ ايجاد ڪونہ ڪيو، پر ان جي ٺهڻ کان پوءِ بہ ڪو اهم ڪتاب ڪونہ لکيو: "ري پبلڪ" افلاطون لکيو: "المقدمہ" ابن خلدون لکيو: "القانون" بوعلي سينا لکيو: "سياست نامہ" نظام الملڪ طوسيءَ لکيو: "سماجي معاهدو" روسي لکيو: "پرنس" ميڪاوليءَ لکيو: "ڪئپيٽل" ڪارل مارڪس لکيو: "ڪشش ثقل" جا قانون

نيوٽن لکيا: ساهوارن جي جسماني ارتقا تي سڀ کان اهم ڪتاب (Origin of Species) چارلس ڊارون لکيو-- ۽ اسان جي زماني جو شاهڪار 'نظريہ اضافت' (Theory of Relativity) آلبرٽ آئنسٽائين لکيو.

سنڌ ۾، اسلام کان اڳ، ٻڌيمان نالي هڪ وزير هوندو هو. چون ٿا تہ هن پنهنجي راجا جي چوڻ تي، 'حاڪمن جي فرض ۽ حڪومت هلائڻ جي طريقن' تي ڪتاب لکيو هو. پر، اهو ڪاٿي آهي، ان جي ڪابہ خبر ڪانهي. ڳالهہ صحيح آهي يا غلط، اينتري بہ پَڪَ ڪانهي. سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي ڇپايل "سنڌ جي تاريخ" ۾ سو ان جو ذڪر آهي.

اها بہ روايت آهي تہ اسلام کان پوءِ دنيا ۾ قرآن ڪريم جو پهريون پهريون ترجمو سنڌي عالم ڪيو.* پر، اهو ڪاٿي آهي، ان جي بہ ڪا خبر ڪانهي. رڳو 'عجائب الهند' جي مصنف، بزرگ بن شهريار جي ٻڌايل ڳالهہ موجود آهي، جنهن ۾ بہ حقيقت ڪل اينتري آهي، تہ اهو مترجم، تاجي پيتي، سنڌي ڪونہ هو. عربي نسل جو هو. سنڌ جي فتح کان پوءِ عربن جي نئين ٻَڌل شهر، منصوري ۾ اچي، ائين ئي گهرڙو اڏي وينو هو، جيئن انگريزن جي ڏينهن ۾ پنجابي آبادگار، سانگهڙ جي پاسي چَڪَ ٻڌي، گهر ناهي وهندا هئا.

* * *

يونانُ، هڪ مهذب ملڪ جي حيثيت ۾، دنيا جي نقشي تي، سنڌ کان گهڻو پوءِ ظاهر ٿيو. پر، يونانِي تهذيبَ وڏا ڏاها پيدا ڪيا،

---

*هن روايت بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب انگريزيءَ ۾ عمدو تحقيقي مضمون لکيو آهي. پر، مذڪور ترجمي کي، سڄيءَ دنيا جي بدران، هندستان پاڪستان جو پهريون پهريون ترجمو ڪوٺيو اٿس.

جن مان فيثاغورث، سقراط، افلاطون ۽ ارسطو جا نالا تہ اجا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا.

اسلامي تهذيب بہ وڏا ڏاها پيدا ڪيا، جن ۾ بوعلي سينا جي تہ اجا دنيا تي ڌاڪ آهي. مغربي ملڪن ۾ کيس اويسينا ۽ مشرقي مسلمان ملڪن ۾ ابن سينا ڪوٺيندا آهن. کيس انسانذات جي 'معلم ثاني' جو خطاب پڻ مليل آهي. پر، 'معلم اول' جو لقب اڄ بہ يوناني ڏاهي ارسطوءَ لاءِ مخصوص آهي. سنڌ، نہ معلم اول پيدا ڪيو، نہ معلم ثاني.

ارسطوءَ لاءِ ائين بہ مشهور آهي تہ هن سڪندر اعظم پيدا ڪيو، جنهن دنيا کي فتح ڪيو. هڪ ڀيري چيائين تہ: 'منهنجي پيءُ مون کي عرش تان فرش تي آندو. پر، منهنجي استاد مون کي فرش کان عرش تي پهچايو.'

سنڌ، ڪو بہ سڪندر اعظم پيدا ڪونہ ڪيو. نہ اڳي نہ پوءِ.*
البت، ايران، سڪندر اعظم کان اڳ، ڪوروش اعظم پيدا ڪيو، جنهن ايران ۾ هخامنشي خاندان جي حڪومت قائم ڪئي. ابوالڪلام آزادَ لکيو آهي تہ قرآن ڪريم، جنهن 'ذوالقرنين' جو ذڪر ڪيو آهي، سو ڪوروش اعظم آهي. ڪن عالمن چيو آهي تہ حمورابي آهي ۽ ڪِ جو رايو آهي تہ سڪندراعظم آهي.

ڪوروش اعظم توڙي سڪندر اعظم، ٻنهي سنڌ کي مطيع ڪيو

---

* هت ماڻهو چچ جو نالو کڻي سگهي ٿو، جنهن عربي سمنڊ کان ڪشمير تائين سمورو ملڪ فتح ڪيو ۽ مٿس چاليهارو ورهيہ، نت سان حڪومت ڪئي. پر، جنهن نموني ۾ سنڌ جو تاج ۽ تخت هٿ ڪيو هئائين، سو ڏاڍو داغدار هو. ٻيا بہ وڏا سنڌي بادشاهہ، جام نظام‌الدين سمو ۽ غلام شاهہ ڪلهوڙو ٿيا. پر، سڪندر ۽ ڪوروش کان گهٽ ننڍا هئا.

۽ مٿس پنهنجي حڪومت قائم ڪيائون.* سڪندر جي حڪومت نہ سندس وفات ڪان پوءِ سنت ختم ٿي وئي. پر، ايران جو لٽ بانو چڱو عرصو سنڌ تي وسندو رهيو. سو، سنڌ ڏِل ڀري، پنهنجو سر بچاءُ ڪندي رهي.

ايران ۾، پرسي پولس جي ڪنڊرن ۾، پٿر جا ڪي منارا ۽ ٿنڀيون اجا بيٺيون آهن. اهو شهر ايران جي بادشاهن جو تختگاهہ هوندو هو. دارا کي شڪست ڏيڻ ڪان پوءِ، سڪندراعظم ساڙي باري ڇڏيو هو. پر، هڪڙيءَ پٽ تي، انهن غلام قومن جون پٿر تي اڪريل تصويرون اجا قائم آهن، جيڪي ايران جي بادشاهن کي ڏِل ڀري ڏينديون هيون. مون ١٩٧٦ع ۾، نواب نور احمد لغاريءَ سان گڏ، ڏٺيون هيون. هڪ منظر ۾، سنڌي ماڻهو، ڪپهہ جون ڳنڙيون مٿي تي کڻي وڃي رهيا هئا. اهو منظر ڏسي، نواب نور احمد لغاريءَ چيو تہ: "سائين، نسل در نسل غُلامَ ڏسو ٿا؟"

نواب صاحب جي ڳالهہ ۾ ڪيترو سچ آهي، سو تہ سنڌ جو تاريخ نويس ئي ٻڌائي سگهندو. پر، مان اينتري شاهدي ڏيندس تہ نواب صاحب اهي اکر ڏاڍي ڏک مان چيا.

* * *

دنيا ۾ بارود بہ سڀ ڪان اول چين ايجاد ڪيو ۽ ٻہ هزار ورهيہ اڳ، جنگ جي فن تي ڪتاب لکيا. انهن ۾ هڪ سُنُ زو جو لکيل آهي.*

هاٿي بارود ڪان سواءِ جنگ جو تصور ئي ممڪن ڪونهي. پر،

---

The Art of War by: Sun Tzu Translated by Thomas Cleary, Shambhala, London, 1991.

چين جي ڀر پاسي، قديم زماني ۾، گوبيءَ جي رڻ پٽ ۾، هڪ خانہ بدوش شخص (NOMAD) ساماٽو، جنهن بنا بارود جي چين جي ڪرنيلن، جرنيلن ۽ فيلڊ مارشلن کي شڪست ڏيئي، مٿن پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. هنن وٽ بارود جا اوزار هئا. پر، وٽس رڳو تير ڪمان، ترارۡ نيزن جهڙا پراڻا هٿيار هئا. البت، بهادر بيمثل هو.

سنڌ نہ بارود ايجاد ڪيو، نہ بندوق ناهي ۽ نہ وري جنگ جي فن تي ڪتاب لکيا. ٻيو تہ ٺهيو، گوبيءَ جي رڻ پٽ جهڙو ڪو بهادر شخص بہ پيدا ڪونہ ڪيو. ڪتابن ۾ سو، اسلامي خليفي عمر رضہ جي زماني کان اهي روايتون هلنديون اچن ٿيون، تہ 'سنڌ جا چورَ ڏاڍا بهادر آهن.'

تاريخ جي جديد تشريح موجب، چنگيز خان، سڪندرُ ۽ اٽيلا توڙي ٻيا اهڙا فاتحَ بہ، هڪ طرح، چورَ، چڪارَ، ڦورو ۽ لٽيرا هئا. پر، ايڏا تہ دلير هئا، جو پراون ملڪن ۽ قومن کي سٽي ڪٽي، منجهن ڦرلٽ ڪيائون، بلڪ، گهڻن تي پنهنجي حڪومت بہ قائم ڪيائون.

سنڌ جي چورن ۽ ڦورن ڪڏهن بہ اهڙي همت ڪانہ ڏيکاري. البت، رن زال جي رڍ ٻڪري چورائڻ، غريب جي گهر کي ڪاٽ هڻڻ ۽ ٻيوس واٽهڙو مسافر کي ڦرڻ ۾ سو ڏاڍو نالو ڪڍيائون. ٻي تي سال ٿيا، جو رڍون، ٻڪريون ڇڏي، صوبي سرحد جي 'علاقہ غير' جي نموني تي، اوڙي پاڙي جا اشراف ماڻهو کڻڻ شروع ڪيائون. اڳي پُنگ وٺي، ڊور موٽائي ڏيندا هئا. هاڻي جو نئون واءُ لڳو، تہ ماڻهن تي پُنگُ وٺڻ شروع ڪيائون. ڪوشش ڪري، غير سنڌي ماڻهوءَ جو نالو ڊپ ڊاءَ ڪري ڪونہ ورتائون. سنڌين تي مارۡ لاتائون. 'شيرو ٻلو شاهہ جو، ڪُڪَڙَ ماري گهر جا.'

بلاشبہ، اها ارمان جي ڳالھ آهي. پر، ان کان بہ وڌيڪ ارمان جي ڳالھ اها آهي تہ سنڌي مائرون ٻچڙا انهيءَ لاءِ ڪونہ جڻينديون آهن، تہ جڏهن پالي وڏا ڪن، تہ بک ۽ بي روزگاريءَ ڪري وجي ڏاڙيل ٿين ۽ پوليس کين ائين گوليون هڻي ماري، جيئن چنا ڪنا ماربا آهن. هڪ دفعي، مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولىٰ" (مرحوم) مون کي ڏاڍي ڏک مان چيو تہ، "هي ڏاڙا ۽ ڏاڙيل، بک ۽ بي روزگاريءَ جي ڪري ئي تہ آهن."

انگريزن کان آزادي ملڻ کان پوءِ بہ، ڪنهن حڪومت، سنڌ جي ڏکين، بکين، مسڪين ۽ مفلوڪ الحال ماڻهن کي عزت ۽ آبروءَ سان روزگار مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ موثر قدم ڪونہ کنيو. ٺلها واعدا ۽ سکڻيون ڳالهيون سو گهڻن ڪيون. پر، ٻين پرڳڻن وارن پهريائين پنهنجي گهر ۽ پاڙي پنبي جي سار سنڀال لڌي.

ڪنهن زماني ۾ قاضي فضل الله ون يونٽ گورنمينٽ جو وزير داخلا هو. پرل ڪانٽيننٽل هوٽل لاهور ۾، منهنجي اڳيان، مخدوم صاحب طالب المولىٰ (مرحوم) کي افسوس سان چيائين تہ "هڪ دفعي ڪينجهر ڍنڍ تي ڪئمپ ڪيم. چيائون تہ ماهيگيريءَ ۾ سکيا وٺڻ لاءِ ويهارو کن جڻا ڍنڍ تي آيل آهن، سي وزير صاحب سان ملڻ گهرن ٿا." قاضي صاحب چيو تہ "مون کين پاڻ وٽ سڏيو ۽ پڇيو تہ 'ابا، ڪٿان جا وينل آهيو؟' ويهن جو ويهن ئي چيو تہ 'ڪئمبلپور جا آهيون.' اهو ٻڌي حيرت لڳم، پر سنت خبر پيم تہ ڪينجهر ڍنڍ تي تڏهن اي. ڊي. سي. جو ڪنٽرول هو، جنهن جو چيئرمن ڪئمبلپور جو رهاڪو هو."

*  *  *

گـوبيءَ جي رڻ پٽ جو رولاڪ شخص تيموجن، جيڪو پوءِ چنگيز خان جي لقب سان مشهور ٿيو، سو پاڻ تہ سنڌ ۾ پهچي ڪونہ سگهيو، پر سندس پونير پهچي ويا. مغلن جي شاهي گهراڻي جو باني، بابر بادشاهہ، توڙي ارغون گهراڻي جو باني، شاهہ بيگ، ٻئي چنگيزي هئا. بابر بادشاهہ هند کي ۽ شاهہ بيگ ارغون سنڌ کي ستي ڪئي، پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. سنڌ جي ارغونن ۽ مغلن مان جان ڇٽي، تہ وري ايرانين ۽ افغانن مان ڦاٿي. نادر شاهہ ايرانيءَ ۽ مدد خان پٺاڻ تہ قهر ڪيا ۽ ڏاڍا راڳا ڪيا.* اڪثر ڪري اهي رهزن قنڌار مان سنڌ تي لشڪر چاڙهي ايندا هئا. سوعام چوڻي ٿي وئي تہ "جڏهن تڏهن سنڌڙي، تو کي قنڌاران جوکو".

انهيءَ ئي زماني ۾ ٻيو بہ هڪ پهاڪو نهيو. تڏهن ٺٺڪون ۽ ٻڪتر بند گاڏيون تہ هيون ڪونہ. سو، حملا گهڻو ڪري گهوڙن تي چڙهي ڪندا هئا. گهوڙن کي ڏسڻ سان ماڻهوءَ کي خوف وٺي ويندو هوءَ وٺي دانهون ڪندو هو، تہ "گهوڙا ڙي گهوڙا."

*  *  *

سون ۽ هزارن ورهين جي انهيءَ ڊگهي عرصي ۾، سنڌ جي ماڻهن جو قدرتي آفتن، ڏڪارن ۽ بيمارين سان بہ واسطو پيو هوندو. پر، جڏهن ڌاريا اگهاڙين ترارن سان ڪين ڪهڻ آيا هوندا، تڏهن تہ ڏاڍو

---

تفصيل لاءِ ڏسو: "منشور الوصيت" جو سنڌي ترجمو. مرتب: پير حسام الدين راشدي، مترجم: عبدالرسول قادري بلوچ.

خون خرابو ڪيو هوندائون. سنڌين کي بي عزت ڪيو هوندائون، سندن گهر ساڙيا هونداڻون ۽ بي گناهه ماڻهو ماريا هونداڻون. ڌرتيءَ جو هي ٽڪرو دوزخ جي ٽِڪري ٿي ويو هوندو. 'بيگلارنامو' پڙهڻ سان سنڌ ۾ هڪ اهڙو دردناڪ منظر اکين اڳيان نظر اچي ٿو.

پوئين زماني ۾ بيو اهڙو دلسوز واقعو تاريخ جي ورقن ۾ ان طرح سان درج ٿيل آهي، ته يورپ جي سڌريل ۽ ترقي يافته قومن مان پورچوگيزن سنڌ جي سيپ ڪان وسندڙ شهر ٺٽي تي ڪاهه ڪئي ۽ ان کي باهيون ڏئي ساڙي باري ڇڏيو. ان ڏکوئيندڙ واقعي جو بنيادي سبب وري به 'سنڌين جا پنهنجا اختلاف' هئا.

رچرڊ برٽن انهيءَ ئي تاريخي پس منظر ۾ پنهنجي ڪتاب جو نالو 'سنڌ، هڪ ڏکويل ماٿري' رکيو هو.

•

- ٣ -

هن صورت حال ۾، ڏکويل ماڻهوءَ وٽ دنيا جي سمورن ملڪن ۽ قومن جي سڌاري لاءِ ڪهڙو "پيغام" آهي، سا ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه ٿي آيم. سو، انهيءَ جي ڏاڍي تلاش ڪيم. خوشقسمتيءَ سان ملي ويو. ان جا اصل لفظ هي آهن:

"سرزمين سنڌ کي اتحاد انساني، امن عالم ۽ ماڻهن جي مادياتي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ هڪ خاص پيغام آهي. انهيءَ پيغام جي تشريح اسان جي ولين ۽ درويشن ڪئي آهي، ۽ ماڻهن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ ڪوشش ڪئي اٿن." *

ان جو مطلب اهو ٿيو ته سنڌ جي انهيءَ پيغام جا شارح سنڌ جا سنت، ولي ۽ درويش آهن، تنهنڪري سندن طور طريقي، گفتگوءَ، نصيحتن ۽ هدايتن تي توجهه ڏجي. ان سلسلي ۾ هڪڙي ڳالهه ته پڌري پئي آهي. سا هيءَ ته سنڌ جي بزرگن هميشه ماڻهن کي هڪٻئي سان ساز سلوڪ سان گڏجي رهڻ جي هدايت ڪئي آهي. هڪڙن کي ٻين تي، دين، ڌرم، رنگ، نسل ۽ ذات پات ڪري مٿاهون ڪونه ڪيو آهي.

سنڌي زبان ۾ 'پيغام' کي نياپو چوندا آهن. سنڌ جي سون بلڪ هزارن سالن جي تهذيب ۽ ثقافت جو 'گلابي گل' شاهه ڀٽائي آهي. سندس هڪ شعر آهي ته:

---

* جيئن ڏنو آ مون: جي. ايم. سيد (اردو ترجمو)

راڻي وٽان رات، نئون نياپو آئيو،
لڏيسون لطيف چئي، ڪنا ڏاتر ڏات،
'ڪانه پڇن ٿا ذات، جي آيا سي اگهيا' .

سنڌ جي ماڻهن، شاهه ڀٽائيءَ جي انهيءَ "پيغام" تي ڪيترو عمل ڪيو آهي، سو ته تاريخنويس ئي ٻڌائي سگهندو. پر، مون کي ايترو ياد آهي ته انگريزن جي ڏينهن ۾، نوابشاهه ضلعي ۾، هڪ سياسي پارٽي هوندي هئي، جيڪا سڏبي ئي هئي: "سيد پارٽي ."

جيڪڏهن ڪنهن به سماج، سوسائٽيءَ يا معاشري ۾، سياسي پارٽيون ماڻهن جي سياسي سوچ، اهليت ۽ لياقت بدران، سندن حسب نسب، ذات پات، ڀائپيءَ برادريءَ ۽ مٽيءَ ماٽيءَ جي بنيادن تي نهنديون، ته انهيءَ سماج جو جيڪو حال ٿيندو، سو به هرڪو عقلمند شخص آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو.

* * *

"سنڌ جا بَرَ، بَحَرَ ۽ پهاڙ" ڪتاب لکڻ جو بنيادي مقصد اهو آهي، ته سنڌ جي انهن اعليٰ هستين جي زندگين جو مطالعو ڪجي، جيڪي سنڌي ادبي بورڊ جي بزرگن جي چون موجب، سنڌ جي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جا معمار آهن. سندن تذڪري لکڻ جو خيال هنن اڳيئي منهنجي ذهن ۾ وڌو هو. سو، دل ۾ چيم ته هي خير جو ڪم به ٿي وڃي. ته ڏاڍو سٺو. الله سائينءَ رستو پيدا ڪيو. حسين شاهه راشدي اول سينيئر ۽ پوءِ بورڊ جو چيئرمن ٿيو. سائس ڳالهه ڪيم. هاٺوڪار ڪيائين ۽ ڪتاب جي ڇپائيءَ لاءِ حڪم جاري ڪيائين. بلڪ، ملازمن کي ڪم جي ترت اڪلاءَ جو تاڪيد ڪيائين.

سندس قرب کانسواءِ ڪم ايڏو سٺرو ڪونہ نبري ها.

هن تذڪري لاءِ رٿيل لسٽ ۾ ڏهن ٻارهن مشاهيرن جا نالا آهن. پر، ٽن بزرگن يعني پيرسائين روضي ڌڻي، غوث بهاؤالحق ملتاني ۽ قلندر لعل شهبازجي ذڪر ۾ ئي لڳ ڀڳ چار سو صفحا پورا ٿي ويا. هونئن، منهنجو ارادو هو تہ هن ئي جلد ۾ ٻن ٽن ٻين بزرگن جو احوال بہ ڏيندس. پر، شاهہ جي لفظن ۾:

واڳ ڌڻي تنهنجي وس
آءٌ ڪا پاڻ وهيٽي

* * *

سنڌ عالمي ليول جوڪوبہ سياستدان يا سائنسدان تہ پيدا ڪيوئي ڪونہ. نڪي وري ڪو ٻيو غيرمعمولي ڪارنامو ڪري ڏيکاريو. سو، تاريخي پس منظر ۾ صاف صاف نظر ايندو تہ سنڌ جي هزارن سالن جي تهذيب جي 'حاصلات' اهي ئي اعليٰ علمي، ادبي ۽ روحاني شخصيتون آهن. پر، سنڌن باري ۾ بہ سنڌيءَ توڙي ٻين ٻولين ۾ ڪي ٿورڙا ڪتاب آهن. مون کي ياد آهي تہ جڏهن Saints of Sindh ڪتاب ولايت مان ڇپجي سنڌ ۾ آيو هو، تہ سائين جي. ايم. سيد جي ڪچهريءَ ۾ پير صاحب حسامالدين شاهہ چيو هو تہ، "منجهس رڳو ڀنگ پيئڻ جا قصا لکيا پيا آهن."

ظاهر آهي تہ ڌاريو ۽ غير مذهب ماڻهو، تہ ائين ئي ڪتاب لکندو. سڀ يوروپي دانشور تہ ارنيسٽ ٽرمپ، سورلي، مڏر ايلسا قاضي ۽ ڊاڪٽر شمل وانگر سنڌ دوست تہ ڪونہ ٿيندا. تازو، هڪ انگريزي ڪتاب ڏٺم جنهن ۾، قلندر لعل شهباز لاءِ لکيل هو تہ

هو دراصل غوث بهاؤالحق جي نياڻيءَ جي سڳَ جو طالبو هو. سڱَ جو ڪونه مليس، تہ سيوهڻ هليو آيو ۽ دل شڪستو ٿي پيو.*

اهڙي بي بنياد ڳالهہ ڪندي، انهيءَ انگريز مصنف ڪو نيم-مستند تہ نهيو، پر ڪو اڙيو تڙيو حوالو بہ ڪونہ ڏنو هو. مون کي شڪ آهي تہ هو ڪو لاعلم سياح هو. جيڪي بہ هنان هُتان ٻڌائين، سو ڪنهن مانڙي ڪري، تحقيق ۽ تصديق کان سواءِ، لکي ڇڏيائين. ڪتاب مارڪيٽ ۾ اجا موجود آهي. مون لاهور ۾ فلئٽيز هوٽل جي بڪ اسٽال تي ڏٺو.

ليڪن، ولائتي ماڻهن کي "ينگ پين" جا قصا بيان ڪرڻ جو سبب انڪري بہ ملي ٿو، جو سنڌ ۾، روحانيت جا اهي سرچشما، جن مان اڳي ظالم بادشاهن جي ذهنن ۾ بہ، خلق کي مدد، محبت، تَسڪِين، هدايت ۽ نيڪي نصيب ٿيندي هئي، تن مان ڪي پنهنجي اصلوڪي روايت قائم رکي ڪونہ سگهيا آهن. اتي بہ هاڻي دنياداري عام ٿي پئي آهي. ڪي وري عيش عشرت جا اڏا ٿي پيا آهن. بلڪ، خلق لاءِ آزار ٿي ويا آهن.

پر، سنڌ جي اعليٰ تاريخي شخصيتن جي اهميت تہ پنهنجيءَ جاءِ تي قائم آهي. لکين ماڻهو اڄ بہ ساڻن عقيدت رکن ٿا. شاهہ ڀٽائي "سنڌ جي سچائپ جي مکيہ ۽ متبرڪ علامت" اڳي بہ هو، هاڻي بہ آهي ۽ آئنده بہ هوندو. مٿس هر دور ۾ ڪتاب لکيا ويندا. اهڙيءَ ريت، ڏيهي توڙي پرڏيهي عالم سنڌ جي ٻين اعليٰ شخصيتن

---

*SINDH REVISITED:- A Journey in the foot - steps of Captain SIR RICHARD FRANCES BURTON, 1842-1849, The Indian years by Christopher Ondaatje, Harper Collins Publishers Ltd. page 271.

تي بہ ڪتاب لکندا رهندا. حب الوطنيءَ جي تعليم جيتري شاهہ جي ڪلام ۾ آهي، اوتري ان دور جي ٻئي ڪهڙي شاعر ۾ آهي؟ پر، ان ڳالهہ کان بہ ڪو انڪار ڪونهي تہ سندس آفاقي ڪلام جي تهہ ۾ "اسلامي تصوف جو بحر بيڪنار موجزن آهي."

سنڌ جا سڀ عظيم بزرگ صوفي هئا ۽ تصوف جي باري ۾ اهو چوڻ تہ رهبانيت سيکاري ٿو، هرويرو صحيح ڪونهي.

معاشري جون مجموعي حالتون سماجي ادارن کان متاثر ٿين ٿيون، ۽ انهن تي اثرانداز بہ ٿين ٿيہ ن. مثلاً، جمهوريت سنو سياسي سرشتو آهي. پر، جيڪڏهن بداخلاق سياسي اڳواڻ طاقت ۾ ايندا، تہ ملڪ ۾، ظاهر ۾ تہ جمهوريت هوندي، اصل ۾، رشوتي ۽ رهزن ماڻهو زور وٺندا. زور ڏيندا جمهوريت تيءَ ڦريندا غريبن ۽ ٻي پهچ ماڻهن کي، ياوري قومي خزاني کي. سندن پنهنجا ذاتي مفاد امير طبقي سان وابستہ آهن ۽ هميشه رهندا. عوام يا جمهور ۾ سندن ڪابہ دلچسپي ڪانهي. انهن جا رڳو ڪين ووٽ ڪپن. ٻيو ٿيو پلو. چونڊن ۾ سدائين امير چونڊجن ٿا. ۽ آئينده بہ چونڊبا. غريب تہ رڳو ووٽ ڏئي ٿو. سو، جمهوريت ۾ بہ غريب وري بہ غريب ئي رهندو.

اصل مسئلو آهي اخلاق جو. ڏسڻو اهو آهي تہ حاڪمن ۾ اخلاق آهي يا نہ؟ حاڪم وٽ انصاف هوندو، تہ غريب غربو سک جو ساهہ کڻندو، عام ڀلائيءَ جا ڪم ٿيندا. ماڻهن کي امن امان، روزگار، صحت ۽ تعليم جون سهولتون ملنديون.

مذهبي ادارن جو بہ معاملو بہ ائين آهي. اهي روشنيءَ جا منارا بہ ٿي سگهن ٿا ۽ اونداهيءَ جا اڏا پڻ. ڏسڻو اهو آهي تہ انهن ادارن جي

سربراهن جو پنهنجو اخلاق ڪيئن آهي.

هونئن، ٻن انگريز مصنفن، اليگزينڊر بينيزن ۽ ايس. اينڊرس ومبش اسلامي تصوف تي پنهنجي تحقيقاتي ڪتاب ۾، سر آغاز، امام شمائل جو هڪ قول انهيءَ ڳالهه جي ثابتيءَ طور ڏنو آهي ته اسلامي تصوف رهبانيت ڪونه ٿو سيکاري. سندس قول آهي ته:

"Weakness and cowardice never saved anybody"

سنڌ جي باري ۾ سدائين اها پروپيگنڊا ٿي آهي ته سنڌي سست، ڪاهل ۽ ڊڄڻا آهن. پر، انگريزن جي ڏينهن ۾، سنڌ ۾ حر تحريڪ وارا ڪارناما ڪهڙيءَ ڳالهه جا دليل آهن؟ امام شمائل جي قول جي صداقت تي سو فيصد شاهد آهن يا نه؟ حُر سنڌي هئا. پنهنجي پير جا پروانا هئا. انگريز فيل مست هو. سائنس تڪر ڪائڻ ڪا سولي ڳالهه ڪانه هئي، پر حرن اهڙي ته صورت حال پيدا ڪئي، جو انگريزن کي پنهنجي سموري تهذيب، شرافت، شائستگي، قاعدا ۽ قانون ويڙهي سيڙهي، حرن جي تحريڪ کي منهن ڏيڻ لاءِ "مارشل لا" هڻڻو پيو.

•

- ۴ -

دنيا ۾، هن صديءَ ۾ ڪي اهڙا ملڪ به وجود ۾ آيا، جيڪي سيڪيولر هئا. ٻيا وري سوشلسٽ نظريي جا حامي هئا ۽ اعلانيه، مذهب کي پينگ ۽ تصوف کي آفيم جو نشو ڪوٺيندا هئا. سو، سرڪاري طرح، انهن جي پاڙ پٽڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ٻائيندا هئا، ته جنهن نظريي تي، پاڻ حڪومت جي سموريءَ طاقت وسيلي، محڪم ارادي سان، ڪاربند آهن، سو هڪ ڏينهن سندن ملڪ ۾ مساوات، برابريءَ ۽ ڀائيپيءَ جو ماحول پيدا ڪندو. پر، ائين ڪونه ٿيو. پوريءَ منيءَ صديءَ جي تجربي کان پوءِ، اهڙن ملڪن جو حال اڳئين کان ابتر ٿي ويو. سڀني کان طاقتور ملڪ، سوويت يونين اوچتو اچي پٽ تي ڦهڪو ڪيو. سڄي دنيا وائڙي ٿي وئي! چين روس جو اهو حال ڏسي، سبق سکيو. اقتصادي پاليسيون اينتريون ته تبديل ڪيائين، جو هاڻي اتي سوشلزم نالي ماتر وڃي بچيو آهي. ماڻهن کي مذهبي آزاديون به عام مليون آهن. ٻڌ ڌرم جي مندرن جا رنگ روغن شروع ٿي ويا آهن. چين ۾ ان کي هاڻي Open Door Policy ڪوٺن ٿا.

پر، جن ڏينهن ۾ سوويت يونين جو اجا دنيا ۾ ڏڏڪو هو، تن ڏينهن ۾، اتان جا ماهر، توڙي ڪانئن به آڱاتا روسي ماهر ۽ خود ٻيا يورپي ماهر، مسئلن جو سائنسي مطالعو ڪري، سرڪاري پاليسي ناهيندا هئا. انهيءَ مقصد خاطر، وچ ايشيا جي مسلمان رياستن ۾ "اسلامي تعليم جا اثرات" به سندن مطالعي جو خاص موضوع رهيا آهن. هو انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن ته 'اسلامي تصوف' جي تعليم ۾ بي پناهه قوتون پوشيده آهن، جي ڪڏهن به پڙڪي، باهه جو پيڙ ٿي سگهن ٿيون! سندن پنهنجا اصل انگريزي لفظ هي آهن:

Sufism is a fact, and potent one, of Islamic reality in the Soviet Union. It has never been a negligibe factor in the conduct of relations between Russians and the Muslims of the empire, and given the domestic and foreign stimuli which affect it, it is unlikely to become negligible in the future. Therefore Sufism should not and cannot be seen as something of simply anecdotal significance, a colourful byproduct of Islam in the Soviet state, or a termporal factor that can be brushed aside as lacking in meaning... Soviet state is a closed society. We tend to see its problems as *sui generis.* Of course, many are, but it would be wrong to see Sufism in this light. Sufism in the Soviety Union has developed in ways which do indeed reflect its immediate political and social milieu, but Sufism *per se* is a worldwide phenomenon. Therefore, Sufism in the Soviet Union must be viewed in this broader comparative perspective, as well as in its own distinctive environment.

Sufism has engaged, rather over-optimistically, the attention of pre-Soviet and Soviet Rusians. It is something which refuses to go away. A. Le Chatelier, in his *L'Islam au XiXeme Siecle* (Paris, 1888) obserbved in the North African context that "It is necessary to insist on the vitality of mystical Islam. It is this Islam which in the nineteenth century is the active religious principle." Writing a decaded later, the *sul'manstvu,* vol. 3 Tashkent, 1898) made a similar and, we believe, appropriate observations:

> "Given the immobility of official Islamic dogmas, all intellectual movements in the Muslim world must cover themselves with the flag of Sufism. The renaissance of Islam can take place only under its influence... Every new idea, any movement, political or religious, reactionary or revolutionary, will cover itself with the flag of Sufism".

These observations, although written in the last century, should command our attention today.

**Mystics and Commissars**
**Sufism in the Soviet Union**
ALEXANDRE BENNIGSEN
S. ENDERS WIMBUSH
C. HURST & COMPANY, LONDON, 1985

مغربي ماهرن جو اهو تجزيو ۽ آئيندي جو اندازو غلط ڪونہ هو. ان جو ثبوت اڳتي هلي، دنيا جي اڳيان، روس جي خلاف چيچنيا ۾ بغاوت جي صورت ۾ ظاهر ٿيو، جنهن جا باغي اڳواڻ 'نقشبندي صوفين' جي تعليم کان متاثر آهن، ۽ رڳو چيچنيا تائين محدود ڪونہ آهن. سابق سوويٽ يونين جي ٻين علائقن ۾ بہ ڪثرت سان پکڙيا پيا آهن. چيچنيا جي روس جي اڳيان تہ ڪا حيثيت ئي ڪانهي. پر، پوءِ بہ چيچنيا جي بغاوت ڪامياب ٿي ۽ سڄيءَ دنيا ۾، روس جهڙيءَ عظيم طاقت لاءِ خواريءَ جو باعث ٿي. بي. بي. سيءَ جي مبصر تہ محتاط انداز ۾، رڳو ايترو چيو تہ "روس کي چيچنيا ۾ دخل ڏيڻ سان ڪجهہ ڪونہ مليو." پر، خود هڪ روسي فوجي جرنيل، چيچنيا مان ناڪام ٿي موٽڻ کان پوءِ، صاف صاف لفظن ۾ اعتراف ڪيو تہ:

"اسان بي حيا ٿي، چيچنيا ۾ گهڙيا سين،
۽ بچڙا ٿي اتان نڪتا سين."

* * *

اسان وٽ تہ صوفين جو اثر سابق سويت يونين کان بہ وڌيڪ رهيو آهي. سنڌ تہ خاص طرح صوفين جي تعليم کان متاثر رهي آهي، انڪري نسبتاً سانتيڪي رهي آهي ۽ انگريزن جي بادشاهيءَ ۾ بہ امن امان وارو صوبو رهي آهي.

انگريزن برصغير ۾ پير پختا ڪرڻ کان پوءِ، سامراجي حاڪمن وانگر، ڪن ڏيهي ماڻهن کي هميشه لاءِ وڏيون وڏيون جاگيرون ڏنيون، تہ هو سندن وفادار چاڙهن وانگر رهن. اهڙيءَ طرح، انگريزي دؤر ۾،

اڳوڻن بادشاهن واري جاگيرداري طبقي هيڪاري وڏيڪ طاقتور حيثيت حاصل ڪئي. هوئن ته انگريزن جا پيش رو مغل بادشاهه به مقامي بااثر ماڻهن کي جاگيرون ڏيندا هئا. پر، اهي موروثي ڪونه هونديون هيون. جاگيردار جي مرڻ سان سندس منصب به ختم ٿي ويندو هو. بادشاهه گهرندو هو ته غمزده خاندان لاءِ پينشن منظور ڪندو هو ۽ مرحوم منصبدار جي اولاد کي لياقت جي آڌار تي عهدا ڏيندو هو.*

انگريز وڏيڪ شاطر حاڪم ثابت ٿيا. سندن جاگيردارانه پاليسيءَ جي نتيجي طور ملڪ ۾ سرڪار پرستيءَ جي پاليسي شروع ٿي. هرڪو حاڪم کي پاڻ وٽائڻ لاءِ اڳتي وڌيو. وڏا وڏا جاگيردار، وڏيرا ۽ پيرَ، انگريز سرڪار جا معتبر ايجنٽ ٿيا. خوفِ خدا ختم ٿي ويو، خوفِ حاڪم وڌي ويو. بينل سڪين سنابن، ڏسٽن، وائسن، معتبر ماڻهن ديسي لباس لاهي، انگريزي لباس پاتو ۽ پنهنجيءَ رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو طورطريقو به مغربي ڪيو. گويا، پنهنجو ظاهر باطن هڪ ڪري ڇڏيائون. پير علي محمد راشديءَ جي لفظن ۾:

> "سنڌ ونديون چادرون ڇيري باهر نڪري آيون. اڳي رڳو ڪدڙا نچندا هئا. هاڻي هوشو شيديءَ جا وارث به رمبا سمبا ۾ لڳي ويا."

* * *

جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته هندو – مسلمان انگريزن جي خلاف هڪ ٿي ويا. منهنجي والد بزرگوار انهيءَ زماني ۾ هندو مسلم

*حوالي لاءِ ڏسو مسرت زبيريءَ جو ڪتاب: Voyage Through History

اتحاد جي ڪيفيت بيان ڪندي، هڪ دفعي مون کي ٻڌايو تہ "خلافت جي زماني ۾ اسان مٿي تان مشهدي لونگي لاهي، ڪاڏيءَ جو پٽڪو ٻہ ٻڌو".

انگريز هندو-مسلم اتحاد ڏسي چڙڪي ويا. پير صاحب پاڳاري، سيد صبغة الله شاهہ راشديءَ جهڙي سورهيہ تہ انگريزن سان وڙهندي شهادت جو جام پيتو*. پر، سنڌ ۾ اهڙا سرڪار پرست پير گهڻا هئا، جن انگريزن جي اشاري تي، "خلافتي مجاهدن" خلاف فتوائون ڏنيون. ڪين "وهابي" ڪوٺيائون. چيائون تہ "واٽئي جي هٽ تان سودو وٺڻ جائز آهي. پر، وهابي مسلمان جو پاڻي پيڻ بہ حرام آهي." مولانا تاج محمود امروٽيءَ جهڙي مجاهد کي بہ ڪونہ بخشيائون.**

مولانا عبيدالله سنڌيءَ تي بہ ساڳيو هٿيار آزمايائون ۽ کيس "وهابي" ڪوني، سندس عظيم شخصيت کي مجروح ڪرڻ جي مذموم ڪوشش ڪيائون، توڙي جو هو پير سائين روضي، ڌڻيءَ جو وڏو عقيدتمند هو ۽ سندس خاندان جي بزرگن، خاص طرح جهنڊي وارن سان تہ گهاٽا لاڳاپا هئس.

* * *

* تازو، هڪ اعليٰ پوليس عملدار، آفتاب نبيءَ، "ڊان" اخبار ۾ عمدا مضمون لکيا آهن، جن ۾انگريزن جي دؤر ۾ حر مجاهدن جي تحريڪ ۽ پير صاحب پاڳاري، شهيد بادشاهہ جي دليريءَ جو داستان نهايت موثر لفظن ۾ بيان ڪيو اٿس.
**اهڙن سرڪاري سنڌي پيرن جي تفصيلي احوال لاءِ ڏسو: "مولانا عبيدالله سندهي کي سرگزشت ڪابل" مرتب: ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان،سابق صدر شعبہ اردو، سنڌ يونيورسٽي. صفحو ١١١، ناشر: نيشنل انسٽيٽيوٽ فار هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ، اسلام آباد.

اهڙيءَ ريت، انگريزن هندستان ۾، "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي اصول تي عمل ڪيو، ۽ "مذهبي ڇڪتاڻ" کي وڌايو، ته جيئن هندن ۽ مسلمانن ۾ نفرت وڌي ته ڪين مٿن حڪومت ڪرڻ ۾ آساني ٿئي. هو ان ۾ ڪامياب ٿيا.

توڙي جو انگريزن هندستان مان مسلمانن کان ئي حڪومت کسي هئي. آخرين مسلمان مغل بادشاهه جي پٽن کي پڪڙي، گوليون هڻي ماري ڇڏيو هو. مغل بادشاهه کي جلاوطن ڪري ڪيس پرديس ۾ پوري ڇڏيو هو. پر، ١٨٥٧ع واريءَ بغاوت کان پوءِ، انگريزَ، برصغير جي "مسلمان سياست" تي اينتريقدر ته اثر انداز ٿي ويا، جو جن شخص کي "سر"، "خانصاحب" ۽ "خانبهادر" جا خطاب ڏيندا هئا، خلق به انهن جي ئي پٺيان هلندي هئي. ائين، سنڌ،خانبهادرن ۽ خانصاحبن جي غلام ٿي وئي.

اهي خانصاحب ۽ خانبهادر سنڌ جي عوام جي امنگن جي ترجماني ڪندا هئا يا انگريزي سرڪار جا ايجنٽ هئا، ان ڳالهه جي تصديق لاءِ ڏسو روزنامه "الوحيد" جو ايڊيٽوريل مورخه ١٩ آگسٽ ١٩٢٠ع. عنوان اٿس: "قرآن ڪريم جي مخالفت ۾ لاڙڪاڻي جي ڪن خانبهادرن ۽ خانصاحبن جي ميٽنگ."

پنج آڱريون برابر ڪونه آهن. ڪنهن به طبقي جا سڀ ماڻهو نڪي ته ڀلا آهن، نڪي برا آهن. سنڌ جي خانصاحبن ۽ خانبهادرن واري طبقي ۾ به ڪي ماڻهو سون وانگر سچا هئا. مثال طور، آنربل غلام محمد ڀرڳڙي يا ڊيري واروخانبهادر الله آندو شاهه. سنڌ ۾ قوميت جي تحريڪ اپارڻ ۾ آنربل ڀرڳڙيءَ جو وڏو هٿ آهي. ساڳيءَ

ريت، سنڌ ۾، جڏهن ڪابہ درسگاهہ مسلمان ٻارن کي تعليم ڏيڻ لاءِ تيار ڪانہ هئي، تڏهن آنربل الله آندي شاهہ نوشهرو مدرسو قائم ڪيو. سنڌ جا ڪيئي مشاهير انهيءَ درسگاهہ مان مستفيد ٿيا، جن ۾ علامہ آءِ. آءِ. قاضي، ڊاڪٽر دائود پوٽي ۽ ڊاڪٽر بلوچ جهڙا اڪابر شامل آهن. پاڪستان جي اڳوڻن ۾ رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي بہ نوشهري فيروز جو شاگرد آهي. هاڻوڪي دور جي اديبن ۾ حميد سنڌيءَ جو نالو نمايان آهي.

پر، اجتماعي طرح جڏهن بہ ڪنهن خاص طبقي جو ذڪر ايندو، تڏهن سنڌ جو تاريخنويس، بُک، بيماريءَ ۽ جهالت واري موجوده ماحول جي ذميواري، جاگيردار طبقي (FEUDAL CLASS) تي ئي وجهندو. سنڌ ۾ سٺ فيصد ماڻهو ڳوٺن ۾ رهن ٿا. جني آمدنيءَ جو مکيہ ذريعو زمين آهي ۽ انهيءَ تي جاگيردار طبقي جا مُٺ جيترا ماڻهو پشت بپشت قابض آهن. عام خلق هاري ناري آهي يا وري ڪمي ڪاسبي.* انگريزن کان آزادي ملڻ کان پوءِ بہ انهن جي حالت ساڳي اڳين آهي، يعني "مڙئي دم گذر". تعليم کان محروم! طبي سهوليتن کان محروم! ووٽ تي "اختيارُ" يا وڏيري جو يا پير جو. پلا، جيڪڏهن ڪنهن هاريءَ جا ٻارڙا پڙهي بہ پون، تہ بہ نوڪرين لاءِ محتاج وري بہ وڏيرن جا. ويچارا وتن رئيسن جي درن تي ڌڪا کائيندا.

سنڌ ۾، جاگيردار طبقي جي جبر کي ٽوڙڻ لاءِ مرحوم

*هڪ دفعي رسول بخش پليجي مون کي چيو تہ سنڌي هاري ظاهري طرح تہ پوکي راهي ۽ آبادي ڪن ٿا، سو، کين آبادگار ڪوٺڻ کپي. پر، ائين ڪرڻ غلط ٿيندو، ڇو تہ سنڌي هاري درحقيقت روس جي غلامن (SERFS) واري زندگي گذارن ٿا.

حيدر بخش جتوئيءَ وڏو جهَادُ ڪيو. "هاري حقدار" تحريڪ هلايائين ۽ هفتيوار اخبار ڪڍيائين. مرحوم ڏيپلائي صاحب نام نهاد پيرن جا وڪا پڌرا ڪرڻ لاءِ سندن داستان لکيا ۽ "عبرت" اخبار ڪڍي. رسول بخش پليجي "عوامي تحريڪ" هلائي. جويي صاحب ادبي تحريڪ اياري ۽ دانشور طبقي ۾ ذهني سجاڳي آندي. بلاشبہ، اهي سڀ قابل قدر ڪوششون هيون ۽ سنڌ جي سوچ کي نئون موڙ ڏنائون. هڪ دفعي پير سائين حسام الدين راشديءَ مون کي چيو ته "اسان کي سنڌي قوميت جو سبق محمد ابراهيم جويي ڏنو." پر، حقيقت اها آهي ته جاگيردار طبقي جو جبر اڄ بہ اڳي وانگر قائم آهي. ان ۾ ڪو فرق ئي ڪونهي. ان جو صحيح منظر عبدالڪريم گدائيءَ جي لافاني نظم کي پڙهڻ سان اکين اڳيان ايندو، جنهن جي پهرين سٽ هيءَ آهي:

سنڌڙيءَ جا سينگار اجا ٻيِي ساڳيا ڙي!

سنہ ١٩٧٦ع ۾، ڊيوڊ چيزمئن نالي هڪ انگريز محقق، "اڻويهينءَ صديءَ جي پوئين اڌ ۾ سنڌ جو سماج ۽ سياست" جي موضوع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تحقيق ڪرڻ آيو. مان پرو- وائيس چانسلر هئس. مون سان گهرو گهاٽو ٿي ويو. ڏکيون ڪچهريون ڪندو هو. هڪ دفعي سنڌ جي حالتن تي پنهنجي پڪي پختي راءِ ڏيندي چيائين ته "جيسين سنڌ مان جاگيرداري نظام ختم ڪونہ ٿيندو، تيسين ڪوبہ سوجهرو ڪونہ ٿيندو."

* * *

انگريزن جي ڏينهن ۾ سنڌ جا اهي مخلص مسلمان رهنما، جيڪي عام مسلمانن جي ڀلائيءَ ۽ انگريزن کان آزاديءَ لاءِ جدوجهد

ڪندا هئا، تن جا نالا اڄ اسان جي نئين نسل جي ذهن مان غائب آهن. هند ۾ چٽو مثال "شيخ الهند" جو آهي، جنهن کي انگريزن "ڪاري پاڻي" جي سزا ڏئي ماريو. سنڌ ۾ ساڳيو اهڙو مثال مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو آهي، جنهن انگريزن جي خلاف جدوجهد ڪئي ۽ ٽيهن سالن جو عرصو ڏک بک ۾، جلاوطنيءَ ۾ گذاريو.

پير علي محمد راشدي شروع کان مسلم ليگ سان وابستہ رهيو ۽ سنڌ ۾ ان جون پاڙون پختيون ڪيائين. اول اخبار نويسي ڪيائين پوءِ سياست. آخرڪار، وزارت ۽ سفارت ماڻيائين. زندگيءَ جي ڀرپور تجربي کان پوءِ، پنهنجا تاثرات قلمبند ڪيائين. سندس ڪتاب "اُهي ڏينهن، اُهي شينهن" جو پهريون جلدُ نہ هاڻي هڪ تاريخي دستاويز آهي. سندس ٻہ ڳالهيون مون کي ڏاڍيون وڻيون: "هڪ وڏيرڪي زندگيءَ جي تصوير"، جيڪا انگريزن جي حڪومت ۾ مسلمان وڏيرن جي افعالن جو صحيح عڪس آهي. ٻيو مولانا عبيدالله سنڌيءَ واري مضمون ۾ سندس اهو اعتراف تہ: 'هو صحيح هُو. پر، اسان ڪيس ڪونہ سڃاتو.' ليڪن، مولانا سنڌيءَ جي سڀ کان سهڻن لفظن ۾ ساراهہ مون جويي صاحب کان ٻڌي.

ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي تہ آزاديءَ کانپوءِ اسان جي درسي ڪتابن ۽ تاريخن مان شيخ الهند ۽ عبيدالله سنڌيءَ جا نالا ئي غائب آهن. ٻئي جڻا عظيم روحاني رهنما بہ هئا ۽ آزاديءَ جا پروانا پڻ. پر، اسان کين وساري ڇڏيو.

•

- ۵ -

مون هن ڪتاب جو ورقُ ورقُ ڌاڍي توجهہ سان لکيو آهي. ڪوشش ڪئي اٿم تہ سنڌ جي اعليٰ شخصيتن جو گهٽي کان گهٽو مستند احوال جمع ڪريان. پر، اهڙي ڪابہ روايت بيان نہ ڪريان، جيڪا غيرمصدقہ هجي. اهو ڪم سولو ڪونہ هو، ڇو تہ صحيح روايتن جي چونڊچاڻ لاءِ مون وٽ ڪتابَ ڪونہ هئا. پر، ڪي تاريخي تذڪرا لاهور جي "اداره ثقافت اسلاميہ " (Institute of Islamic Culture, Lahore) جي فاضل ڊئريڪٽر، ڊاڪٽر رشيد احمد جالنڌريءَ ڪان عاريتاً مليا ڪي ڇپيل ڪتاب، غريبي حال جي باوجود، پاڻ پئسن سان خريد ڪيم. ڪي "اڻلڀ ڪتابَ" پاڪستان جي نيشنل لئبرريءَ جي ڊئريڪٽرجنرل محترم عبدالحفيظ ذاتي دوستيءَ ڪري، پڙهڻ لاءِ ڏنا. ڪي قربداريون سنڌ جي سڄڻن ڪيون. سڀ کان اول عزيزم الطاف آگري "قلندر نامي" سنڌيءَ جي فوٽو ڪاپي هٿ ڪري ڏني. ڊاڪٽر رفيعہ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي لئبرريءَ مان، قلندر شهباز تي ٻہ ٽي انگريزي ڪتاب اڌارا وٺي ڏنا. پوءِ تہ گهڻائي يار ڪم آيا. سڀني ازحد شڪرگذار آهيان. ڊاڪٽر سرفراز پنيءَ ۽ ٻيءَ غلام محمد لاکي تہ قرب ۽ محبت جو ڇيہ ڪري ڇڏيو. آغا نور محمد پٺاڻ، پير سائين روضي ڌڻيءَ وارو مضمون سڀ کان اول پنهنجي رسالي ۾ قسطن ۾ ڇاپيو. اتين هن ڪتاب جو آغاز ٿيو.

سنڌي ادبي بورڊ جي ڪارڪنن جي مون سان ۽ منهنجي ساٿي هميشه محبت رهي آهي. هو مون کي گهر جي ڀاتين وانگر پيارا آهن. ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ ڀرپور تعاون ڪيائون.

ڪجھ عرصي لاءِ، وچ تي نفيس احمد ناشاد، عارضي طرح سيڪريٽري ٿيو. عمر جو وڏو عرصو مون سان گڏ گذاريو اٿس. ڪتاب جي ڪم ۾ منهنجيءَ توقع ڪان وڌيڪ دلچسپي ورتائين ۽ منهنجو بار هلڪو ڪري ڇڏيائين. ڪمپوزنگ جي ڪم جي شروعات حاجي پٽيءَ ڪئي ۽ ان کي پورو محمد يوسف مغل ۽ عبدالصمد ٻبر ڪيو. ڇپائيءَ جو ڪم، سڪندر شاهه، مئنيجر سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، پنهنجن رفيقن محمد اقبال، عبدالستار، علي رضا شاهه، ممتاز علي، محمد منل ۽ گل حسن درس سان گڏجي، سهڻي نموني ۾ اڪلائي ورتو. پر، سڄي ڪم کي پايي تڪميل تي پهچائڻ، پروفن جون غلطيون درست ڪرڻ، بلڪ جملن ۽ پئرائن جي نوڪ پلڪ درست ڪرڻ ۽ مڙني رهجي ويل ڳالهين جي پوئواري ڪرڻ جو سهرو مسٽر شمس الدين سومري، پبليڪيشن آفيسر جي سرَ تي ئي سونهين ٿو. دراصل ڪتاب جو سمورو ڪم سندس ئي حوالي هو. شمس جهڙا سچا ماڻهو ٿورڙا ٿيندا. مون ”پس نوشت“ جا چند ورق پڻ سندس ئي چوڻ تي لکيا.

هي ڪتاب گهڻو اڳي ڇپجي وڃي ها، پر، ڪي مسئلا هئا، مثلاً، ڪاغذ ڪونه هو. پر، صورت حال آخرڪار ائين ئي وڃي درست ٿي، جيئن ڀٽائي صاحب پنهنجيءَ ٻاجهاريءَ ٻوليءَ ۾ فرمايو آهي:

”جڏهن سائينءَ سَبَبُ ڪيو، تڏهن سنڌ ٿيا سيد چئي.“

جناب عبدالحميد آخوند، سيڪريٽري ڪلچر حڪومت سنڌ ڪتاب لاءِ گهربل ڪاغذ مهيا ڪيو. مون کي پنهنجي خلوص سان ڏاڍو متاثر ڪيائين

ماڻهوءَ کي پنهنجن محسنن جي محبت جي مڃتا ڪليءَ دل سان ڪرڻ کپي. پر، مون کي هنن مڙني مهربانن جي شڪر ادائيءَ لاءِ لفظ ئي ڪونه ٿا سُجهن. البت، هڪ شعر ياد اچي ٿو، جيڪو منهنجيءَ دل جو ترجمان آهي:

خلل پذیر بود هر بنا که می بینی
بجز بنائے محبت که خالی از خلل است

* * *

ڪتاب جو مفصل "مقدمو" لکڻ کان مون دانسته گريز ڪيو. "مقدمو" معنيٰ "مُنڍُ". سو پانيم ته متبرڪ شخصيتن جي اڳيان لنگهڻ کين اورانگهڻ برابر ٿيندو ۽ اها وڏي بي‌ادبي ٿيندي.

شيخ الهند، مولانا محمود الحسن ديوبنديءَ اردو زبان ۾ قرآن ڪريم جو ترجمو ڪيو آهي، جو اينتريقدر ته مقبول آهي، جو سعودي حڪومت ان کي ڇپائي، لکن جي تعداد ۾ مفت ورهايو آهي. مون کي به هڪ مهربان به چار ورهيه ٿيا، جو هڪ ڪاپي موڪلي هئي. شيخ الهند ترجمي جو مختصر مقدمو به لکيو آهي. پر، اتي ئي ڏنل آهي، جنهن قرآن ڪريم ۽ ترجمو بئي ختم ٿين ٿا. اها قرآن ڪريم جي ادب جي تقاضا آهي. مون به سندس پيروي ڪئي آهي. "پس نوشت" جي عنوان هيٺ، هي مختصر تاثرات ڪتاب جي آخر ۾ ئي ڏنا اٿم.

* * *

منهنجو مشاهدو آهي ته هي سڄوجهان "عالمِ اسرار" آهي.

رات جو، جڏهن چانڊوڪي ڪانه هوندي آهي، تڏهن آسمان ۾ جرڪندڙ تارن جو جنسار ڪيڏو نه سهڻو لڳندو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن وري سڄو آسمان ڪڪرن سان ڍڪجي ويندو آهي. وڏڦڙو وسندو آهي. جڏهن وسي ڍ سي، بس ڪندو آهي، تڏهن ڪڪرن جي اونداهيءَ ۾، اوچتو آسمان ۾، دور دور، هڪڙو ننڍڙو ننڍڙو تارو ٽمڪندو نظر ايندو آهي، ته ڪيڏو نه وڻندو آهي!

خاڪ جي ذرڙن مان سائي سلي جو ڦٽڻ ۽ وڏي وڏو وڻ ٿيڻ،

سرها گل ۾ منو ميوو جهلڻ ڪيڏو نہ حيرت جو منظر آهي. اهي سڀ رنگَ ۾ ذائقا سڪل ڪوڪڙن ۾ ڪڪڙين ۾ سمايل هئا!

اسلام آباد ۾، منهنجي سرڪاري گهرڙي جي اڳيان، ڇپر جي باري جي پاسن ڪان مالهيءَ گلن جا ٻج پوکيا. ڪين پاڻي ڏيندو رهيو ۽ مسلسل سيوا ڪندو رهيو. مقرر مداءَ تي، انهن ٻجن مان ڪي سهڻا گل ٽڙيا! ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! ڪي سرخ ڳاڙها تہ ڪي هلڪا گلابي، ڪي سرمائي، تہ ڪي ساوا، ڪي وري واڱڻائي. مان جڏهن مٿن غور ڪندو هوس، تہ ائين ڀائيندو هوس، تہ هر گل ڪي رنگ سان گڏ، پنهنجي پنهنجي زبان بہ آهي.

جاندارن، پکين ۾ پوپٽن جي دنيا ڪيڏي نہ عجب آهي. من موسڙي جو گهر تہ دنيا جي انن عجائبات ۾ شمار ٿيڻ جهڙو آهي. الائي ڪيئن ٿو ناهي! ڪان ڪتي جي سر تي ڪلنگي ڪيڏي نہ سهڻي آهي، شهنشاهي تاج ڪان ڪهڙيءَ ڳالهہ ۾ گهٽ آهي؟ چانهہ جا رنگ ڇا چئجن! ايڏي سهڻي پکيءَ ڪي، سنڌ ۾ چانهہ الائي ڇو ٿا ڪونن؟ پٽ ڳيريءَ جي چال ڪيڏي نہ پياري آهي. منجهند جي مهل ڪبوتر ۾ ڳيري جو ذڪر ڪيڏو نہ پراسرار آهي. جهرڪي پاڻيءَ جي ڇَنّبَ ۾ وهنجڻ مهل، پر پکيڙي، ڪمڙا نہ مزا ٿي ڪري .

اونهاري جي اونداهيءَ رات ۾، جڏهن آڳر ۾، ٻتي باري رکجي ٿي، تہ پتنگ ڪيئن نہ مٿس پاڻ گهورن ٿا. عشق جو شعلو شايد باهہ جي تپش ڪان بہ تيز ۾ تکو ٿئي ٿو.

ڪونجون جڏهن قطار در قطار اڏامن ٿيون، تہ ڪيڏيون نہ سهڻيون لڳن ٿيون! تڏهن تہ خواجہ فريد، يارَ جي فراق جو ذڪر ڪندي، ڪين سڪ سان ڳايو آهي:

يار فريد مين ايوين وچڙي
جيوين وچڙي ڪونج قطاران

انسان ته مڙني جاندارن ۾ 'اشرف المخلوقات' آهي. سندس ڪمال جي ڪهڙي ڳالهه ڪري، ڪهڙي ڪجي! پر، قرآن ڪريم جو قول آهي ته 'خدا جا نيڪ بانها ڌرتيءَ تي نياز ۽ نوڙت سان هلندا آهن.'

بيشڪ، ڏاهي ماڻهوءَ کي وک وک وڏي احتياط سان وجهڻ گهرجي، ڇو ته هي جهان سڄو عالمِ اسرار آهي. تڏهن ته سنڌ جي سنتن، صوفين، درويشن ۽ بزرگن، ماڻهوءَ کي پهريون پهريون سبقُ، نياز ۽ نوڙت جو ڏنو آهي. فارسي زبان ۾ هڪ شعر آهي، جنهن جو مطلب آهي ته "وک وڏي احتياط سان کڻ، بلڪ نه کڻ، ڇو ته تنهنجي قدمن جي هيٺان هزار دليون دفن ٿيل آهن."

دل ڏاڍي نازڪ ۽ نفيس آهي. پنجابي زبان جي هاڪاري مسلمان صوفي شاعر، غالباً، سلطان باهوءَ چيو آهي ته، "مندر ڍاهه، مسجد ڍاهه، ۽ اهو سڀڪجهه ڍاهه جيڪو ڍهي سگهي ٿو. پر، دل نه ڍاهه، ڇو ته دل خدا جو گهرڙو آهي." پنجابي زبان جي ٻئي هڪ هاڪاري شاعر چيو آهي ته "رب دلين ۾ رهندو آهي".

گهڻو ڪري، سمورن صوفي شاعرن ساڳي ڳالهه ڪئي آهي. پر، اسلامي دنيا جي سڀ کان هاڪاري شاعر، جلال الدين روميءَ ته ائين به چيو ته "دل هزار ڪعبن کان به وڌيڪ آهي." شاهه سائينءَ ساڳي ڳالهه پنهنجي انداز سان ڪئي آهي. فرمايو اٿس ته:

"نائي نيڻ نهار ته تو ۾ ديرو دوست جو."

اهوئي سبب آهي، جو عظيم سنڌي صوفي شاعرن اسلام جي صفت ۽ ثنا ڪندي، ٻاجهاريءَ ٻوليءَ ۾ فرمايو آهي ته:

"عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ."

هن ڪتاب ۾ جن باڪمال انسانن جو ذڪر آهي، سي انسانيت جي اعليٰ اصولن جا علمبردار هئا. غير معمولي هستيون هئا، تڏهن ته بشري ڪمزورين تي غالب پيا. گپ چڪ جي هن جهان ۾ ڪنول

جي گل مثل رهيا. دنيا ۾ رهندي دنيا کان بي نياز.

محبت جو اهڙو کو درس ڏئي ويا، جو ڪين هن دنيا مان وئي، صدين مٿان صديون گذري ويون آهن. پر، پوءِ بہ سندن ابدي آرامگاهن تي، روزانو، صبح شام، ماڻهن جا ميڙا متا پيا آهن.

هڪ دفعي لاهور ۾ صبح جو جهانگير جو مقبرو ڏسڻ ويس. اڳيان بهشت جهڙو باغ اٿس. اهو لنگهي، اندر عمارت ۾ گهڙيس، جا محلات وانگر تجلا پئي تي ڏئي! ويراندا ۽ صفحا لنگهي، نيٺ وڃي قبر وٽ بيٺس. جڏهن هندستان جو بادشاهہ هو، تڏهن الائي تہ ڪيڏا پهريدار، چوبدار، خنجربردار، نيزي بردار، شمشيرزن سپہ سالار ۽ خلق جا هشام هر وقت سندس حضور ۾ حاضر هوندا. پر، انهيءَ ڏينهن تہ نالي ڪٽڻ لاءِ بہ ڪو ماڻهو موجود ڪونہ هو. سنگمرمر جي قبرَ ۽ سناٽو.

ساڳئي ڏينهن، شام جو وري لاهور ۾ داتا گنج بخش جي دربار تي حاضري ڏيڻ ويس. زيارتين جا ايڏا انبوهہ، جو مقبري تائين پهچڻ مشڪل. جاڏي نگاهہ ڪر، تاڏي ماڻهن جي هٿن ۾ گلن جا هارَ ۽ اکين ۾ عقيدت جا ڳوڙها.

اهڙو ئي لقاءُ، سنڌ جي هاڪاري حاڪم، غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مقبري تي ڏٺم. سنگمرمر جي قبر وٽ دعا گهرڻ وارو مان اڪيلو شخص هئس. ساڄي کاٻي نهاريم. رڳو سناٽو هو. پر، جڏهن وري ڀٽائيءَ جي روضي تي حاضر ٿيس، تہ ماڻهن جا اهي ئي انبوهہ ۽ گلن جا ڍيرَ. سرهاڻ، هٻڪار ۽ نعرا: ”ڀيج ڀٽائي، ڀيج.“ عجب اسرار آهي. هڪ بادشاهہ هو ۽ ٻيو فقير.

تصوف جي ڪنهن تذڪري ۾ پڙهيم تہ دهليءَ جي نظام الدين اولياءَ جو رهنما خواجہ بختيار ڪاڪي هو. جڏهن هي جهان ڇڏيائين، تڏهن هڪ شعر سندس چپن تي هو. هي ڪتاب جن اعليٰ انسانن جو تذڪرو آهي، تن تي اهو شعر حرف بہ حرف صحيح ۽ صادق آهي:

ڪشتگانِ خنجرِ تسليم را

هر زمان از غيب جانِ ديگر است

اسلام آباد غلام رباني آگرو

۵-۱۱-۱۹۹۶ع



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)